وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا (۴۶)

صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم

# آفتابِ نبوت

قرآن شريف جي آيت پاڪ مان نبوت محمديہ صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم
جي شان جي رفعت (بلندي) جو حڪيماڻو تجزيو.
هن ڪتاب جو مطالعو حضور صلی اللہ علیہ وآلہ وسلم جي عقيدت،
عظمت ۽ محبت کي توهان جي دل ۾ وڌيڪ مضبوط ڪندو.



رحمة الله عليہ
ليکڪ: مولانا قاري محمد طيب

سنڌيڪار: مُنوربُٽ

وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿۴۶﴾
(احزاب)

# آفتابِ نبوت ﷺ

**قرآن شريف جي آيت پاڪ مان نبوتِ محمديہ ﷺ
جي شان جي رفعت (بلندي) جو حڪيماڻو تجزيو.
هن ڪتاب جو مطالعو حضور ﷺ جي عقيدت،
عظمت ۽ محبت کي توهان جي دل ۾ وڌيڪ مضبوط ڪندو.**

**ليکڪ: مولانا قاري محمد طيب**
رحمة الله عليہ
**مهتمم دارالعلوم ديوبند**

المرڪزالاسلامي الجامعة الغوثيہ، قاسم آباد، ٽنڊومحمدخان

وَدَاعِيًا إِلَى اللّٰهِ بِإِذْنِهِ وَسِرَاجًا مُّنِيرًا ﴿٤٦﴾
(احزاب)

# آفتابِ نبوت ﷺ

**قرآن شريف جي آيت پاڪ مان نبوت محمديہ ﷺ جي شان جي رفعت (بلندي) جو حڪيماڻو تجزيو.**
**هن ڪتاب جو مطالعو حضور ﷺ جي عقيدت، عظمت ۽ محبت کي توهان جي دل ۾ وڌيڪ مضبوط ڪندو.**

**ليکڪ:مولانا قاري محمد طيب**
رحمة الله عليہ
**سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ**

المرڪزالاسلامي الجامعتہ الغوثيہ. قاسم آباد. ٽنڊومحمدخان

كتاب جو نالو: آفتابِ نبوت ﷺ

ليكڪ: مولانا قاري محمدطيب رحمة الله عليہ

سنڌيڪار: مُنور ٻُٽ فون 03010337835
03166481387

ڇاپو پهريون: آڪٽوبر، 2023ع – ربيع الاول، 1445ھ

ڇپائيندڙ: المرڪزالاسلامي الجامعتہ الغوثيہ، قاسم آباد، ٽنڊومحمدخان.

قيمت -/540

---

# Aaftaab-e-Nabuwat ﷺ

By: Maulaana Qaari Muhammad Tayyab

Translated from Urdu by: Munawar Butt

**Published by: Al-Markaz-al-Islami al-Jamiatul Gouthiya, Qasimabad, Tando Muhammad Khan.**

**Edition First, 1445 Hijree – 2023AD.**

# انتساب

مان هن سنڌي ترجمي کي ڪتاب جي اردو
ليکڪ محترم مولانا قاري محمد طيب رحمة الله عليہ
جي نالي ٿو ڪريان، جنهن آفتابِ نبوت ﷺ
جهڙو شاندار ڪتاب لکي، الله تعاليٰ طرفان عطا
ڪيل نبي ڪريم ﷺ جي ذاتي حيثيت کان
انسانذات کي واقف ڪرايو.

مُنوربُٽ

# فهرست

# پنهنجي پاران

قبلہ سائين مهدي شاھہ جي مشوري تي قاري ظهوراحمد فيضي صاحب جو ڪتاب "خلافت باطنيہ" ترجمو ڪرڻ دوران ان ڪتاب ۾ ديوبندي مسلڪ سان تعلق رکندڙ عالم مولانا قاري محمد طيب صاحب جي "آفتابِ نبوت ﷺ" نالي اردو ڪتاب جو ڏاڍي سهڻي نموني سان ذڪر ٿيل هيو ۽ ان ڪتاب مان ڪجهہ عبارت حوالي طور بہ "خلافت باطنيہ" ڪتاب ۾ شامل ٿيل هئي.

جيئن تہ اسان جي معاشري ۾ بريلوي ۽ ديوبندي هجڻ جون ڪافي اڻٽٽندڙ حدبنديون نظر اينديون آهن، ان تناظر ۾ مون سوچيو تہ هڪڙو بريلوي عقيدي وارو ليکڪ ڪنهن ديوبندي ليکڪ جي ڪتاب جي تعريف ڪري ۽ ان مان پنهنجي ڪتاب ۾ عبارت بہ شامل ڪري تہ اهو ڪتاب ضرور ڀلو هوندو. مون سوچيو تہ اهڙي ڪتاب ڪي نظر مان ضرور ڪڍجي. پنهنجي ان تجسس پٽاندڙ انٽرنيٽ تي جانچ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ شايد ڪتاب انٽرنيٽ تي رکيل هجي. ٿوري ڳولا کان پوءِ ڪتاب نيٽ تان لاهي (ڊائونلوڊ ڪري) ورتو. ڪتاب هٿ جي لکت (ڪتابت) جي صورت ۾ ڇاپيل هو ۽ ليکڪ اهو ڪتاب 1369 هجري ۾ لکيو هو.

ڪتاب جو سرسري جائزو وٺڻ کان پوءِ محسوس ٿيو تہ ڪتاب شاندار ۽ عقيدت جي اظهار سان ٽمٽار هيو. سيرت نبوي ﷺ ڪي وڏي عقيدت ۽ مثالن سان پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جو مون ڪي اڳ ۾ ڪڏهن بہ مطالعو ڪرڻ جو شرف حاصل ڪونہ ٿيو هو. جيئن تہ مون وٽ ڪوبہ ڪتاب ترجمو ڪرڻ لاءِ هٿ ۾ ڪونہ هيو، ان ڪتاب ڪي پنهنجي لاءِ سعادت حاصل ڪرڻ جو وسيلو سمجهندي سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ جو ارادو ڪيو.

سيرت ۽ آلِ رسول ﷺ سان عقيدت جي اظهار وارن ڪتابن ڪي ترجمو ڪرڻ جي شوق پڻاندڙ هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي ته جيئن اسان جا عام سنڌي مسلمان ۽ خاص طور تي بريلوي عقيدي وارا سنڌي ڀائر ديوبندي عالم طرفان پيش ڪيل عقيدت جو گلدستو پنهنجي نظر مان ڪڍي سبق حاصل ڪن ۽ پنهنجي رهبر ۽ آقا جو صحيح مقام ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪن.

خاص ڪري مان ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس سومرو صاحب، ڪنڊيارو جو گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن منهنجي ترجمو ڪرڻ ۾ گهڻي رهنمائي ڪئي. جيئن ته ڪتاب 70 سال اڳ ڪتابت جي صورت ۾ لکي ڇپايل هيو، ان ۾ فارسي ۽ عربي جا محاوراتي لفظ استعمال ٿيل هيا ۽ پڙهڻ ۾ به صاف نٿي آيا. جن جي معنيٰ لاءِ وقت بوقت واٽس ائپ ذريعي محترم ڊاڪٽر صاحب سان رابطو ڪندو هيس ۽ پاڻ مهرباني فرمائي رهنمائي ڪندا رهندا هيا. اصل ۾ جيڪڏهن ڊاڪٽر صاحب جو تعاون ۽ رهنمائي ميسر نه ٿئي ها ته مان هي ترجمو پيش ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيان ها.

ڏٽي در دعا آهي ته مانواري ليکڪ علامه محمد طيب (مرحوم) جي محنت سان گڏ هن ڪتاب کي وقت جي گهرج مطابق سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ جي منهنجي محنت ۽ ڊاڪٽر مولوي محمد ادريس سومرو صاحب جي رهنمائي ڪرڻ واري ڪوشش کي قبوليت جو شرف عطا فرمائي ۽ اسان سيني سنڌي مسلمانن کي ڪجهه پڙائڻ ۽ پنهنجي عظيم رهبر کي سڃاڻڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

مُنور ٻُٽ

# بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ۝

## شروعاتي ڳالهه

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰهِ وَكَفٰى سَلَامٌ عَلٰى عِبَادِهِ الَّذِيۡنَ اصۡطَفٰى

سيرت نبوي جي ڪجهه بنيادي رُخن جو هيءُ هڪڙو طالب علماڻو وچور آهي. جنهن کي سيرت نگاريءَ جو نالو ڏيڻ ته مشڪل آهي. البت، هن تي سيرت نگاريءَ جي شوق جي جذبن جي تسڪين جو نالو رکي سگهجي ٿو. جنهن کي آيت پاڪ "وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذۡنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيۡرًا ﴿۴۶﴾" (سورت احزاب)، جي روشنيءَ ۾ قلم سان لکيو ويو. ورنه لکت اهڙي قابليت واري ڪونه هئي جو هن کي علمي سوڪڙيءَ طور دانشورن ۽ عالمن جي سامهون پيش ڪري سگهجي. اتفاق جي ڳالهه آهي ته هڪڙي علمي مجلس ۾ هن جا ڪجهه حصا پڙهيا ويا ته ٻڌندڙن فرمائش ڪئي ۽ گهڻي زور سان ڪئي ته هن کي ڇپرائي پڌرو ڪيو وڃي. ڇپرائڻ ۽ پڌرو ڪرڻ کان انهيءَ ڪري گهٻرائي رهيو هيس ته آخر هن کي ڪهڙي نالي سان ڇپرايو وڃي؟ سيرت جا جيترا به علمي رُخ ٿي سگهيا ٿي انهن سيني تي امت جي عالمن قلم کنيو آهي ۽ حقيقت اها آهي ته ڪنهن اچڻ واري جي لاءِ انهن ڪا گنجائش ڪونه ڇڏي آهي جو ان تي قلم کنيو وڃي. سيرت جون تاريخي، اخلاقي، سياسي، معاشرتي، ديني، تبليغي ۽ تعليمي سيئي ڳالهيون امت جي محققن جي قلم ۽ مس سان ڪاغذ تي اهڙيءَ طرح روشن ٿي چڪيون آهن جو انهن تي قلم کڻڻ روشنيءَ ۾ اضافي جي بجاءِ ڪاغذ تي مس هارڻ ۽ روشنيءَ ۾ رنڊڪ ٿيڻ جي برابر آهي. پر اهو خيال ڪندي ته سيرت نبوي ﷺ يا اخلاق نبوي ﷺ حضرت عائشه رضي الله عنها جي ارشاد مطابق جڏهن ته عين قرآن آهي. "وَكَانَ خُلُقُهُ الۡقُرۡاٰن" يعني پاڻ سڳورن جو اخلاق قرآن آهي". وري جڏهن قرآن جي شان جا

عجائبات ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندا فرمايو ويو آهي تہ ٻين لفظن ۾ سيرت نبوي ﷺ جا عجائبات بہ ڪڏهن ختم ٿيڻ وارا نہ آهن. انهيءَ ڪري گنجائش نڪري ٿي تہ سيرت جو نالو وٺي ڪجهہ چئي سگهجي. پر ان سلسلي ۾ جڏهن مورخاڻي، محدثاڻي، فقيهاڻي، تَصَوفاڻي ۽ ڳالهائڻ (تقرير) واري طريقي سان سڀ ڪجهہ چيو ويو آهي تہ هاڻي هڪڙو طالب علماڻو انداز ئي باقي رهجي ويو ٿي جنهن تي قابليت جي کوٽ وارو هڪڙو طالب علم طبع آزمائي ڪري سگهيو ٿي. سو اهو ئي هڪڙو رُخ هن وچور کي منظر عام تي آڻڻ جي جرئت جو ذريعو بڻجي ويو.

هن لکت ۾ سيرتِ نبوي ﷺ جي بنيادي ڳالهين کي کولڻ جي لاءِ جنهن آيت کي عنوان جي زينت بڻايو ويو آهي يعني "وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿۴۶﴾" (سورت احزاب)، ان ۾ ناچيز جي خيال مطابق نبوت جون سڀ ڳالهيون سمايل آهن. جن کي هن آيت ۾ غوروفڪر ڪري کولي سگهجي ٿو ۽ اهي جيئن جيئن کلنديون وينديون، هن قرآني آيت جي دليل لاءِ ثبوت ٿينديون وينديون. مطلب تہ هي آيت پاڪ سيرتِ نبوي ﷺ جي سڀني تفصيلن لاءِ ٻج جي حيثيت رکي ٿي. جنهن ۾ سيرت جو پاڪ شجرو سمايل آهي. نہ رڳو تفصيلن سان بلڪ سيرت جي انهن مڙني امتيازي شانن ۽ ممتاز فوقيت سان، جن جي ڪري هيءَ سيرت اڳ گذريل سڀني ماڻهن جي لکيل سيرتن کان افضل ۽ برتر مڃي وئي آهي. انهيءَ ڪري هن وچور ۾ رڳو سيرت جي مختلف رُخن کي پيش ڪري ڇڏڻ يا انهن جي تفصيلن کي کولي لکي ڇڏڻ لکت جو موضوع ڪونهي، ڇوتہ اهي ڳالهيون سيرت جي هر ڪتاب ۾ تفصيل سان موجود آهن. بلڪ انهن رُخن کي قرآن شريف مان نڪرندو ڏيکارڻ ۽ قرآن شريف جي هڪڙي مختصر آيت کي سموري سيرت جو ماخذ ظاهر ڪرڻ هن وچور جو موضوع آهي.

ظاهر آهي تہ هن موضوع جي دائري ۾ سيرت جي سڀني رُخن کي پيش ڪرڻ ضروري ڪونهي، بلڪ صرف ڪجهہ بنيادي رُخن کي ظاهر ڪري ڇڏڻ بہ موضوع کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿي سگهي ٿو. ڇوتہ انهيءَ طريقي سان اصلي مقصد قرآن ڏانهن سيرت جي نسبت، سيرت جي رُخن کي قرآن مان نڪرندو ڏيکارڻ ۽ قرآن کي انهن جو ماخذ ثابت ڪرڻ آهي. باقي سيرت جا سڀ تفصيل پيش ڪرڻ مقصد

نہ آهي. اهو مقصد اهڙي قسم جا ڪجهہ مثال پيش ڪرڻ سان بہ حاصل ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري هن لکت ۾ سيرت جي ٿورڙن ئي پيش ڪيل بنيادي رُخن تي قناعت ڪئي وئي آهي، جيڪي صرف مثال جي حيثيت رکن ٿا ۽ مثال ڏيڻ لاءِ ڪجهہ انگ اکر بہ ڪافي ٿي سگهن ٿا. باقي سيني رُخن جو احاطو ڪرڻ ضرور ڪونهي. تڏهن بہ هي ڪجهہ مثالي رُخ بہ گهٽ ڪونہ آهن. اٽڪل پنجهتر اصولي مثال پيش ڪيا ويا آهن، جيڪي مقصد کي ثابت ڪرڻ لاءِ، بلڪ مقصد کي واضح ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. انهن اصولي مثالن سان گڏ جيڪو فروعي مثالن جو ذخيرو اچي ويو آهي اهو ٻاڻاٽي کان گهڻو آهي. تڏهن بہ مثال جيئن تہ مثال ئي آهي جنهن جي تعداد ڏانهن ڌيان ڪونہ هوندو آهي بلڪ ان سان مقصد ثابت ڪرڻ ۽ دعويٰ جي وضاحت ڏانهن ڌيان هوندو آهي ۽ اهوئي حتمي مقصد بہ هوندو آهي. چاهي مثال هڪڙو هجي يا هڪ کان وڌيڪ، انهيءَ ڪري هن ڳالهہ ڏانهن توجهہ ڏيارڻ ضرور هيو تہ جيئن لفظ "سيرت" اچڻ ڪري سيرت جي سموري تفصيلي تاريخ جو انتظار نہ پيدا ٿي وڃي. سو هيءَ لکت هڪڙي مثال پيش ڪرڻ واري لکت آهي، جنهن سان اهو باور ڪرائڻ مقصد آهي تہ ان باري ۾ پيش ڪيل مثالن وانگر ٻيا گهڻا مثال بہ پيش ڪري سگهجن ٿا. بس هيءَ هڪڙي رهنمائي آهي، جيڪڏهن راهہ تي وجڻ جو جذبو رکڻ وارا هن موجب واٽ تي هلڻ شروع ڪندا تہ سيرت جي باقي رهيل رُخن کي بہ هن آيت پاڪ سان ڪولي سگهن ٿا ۽ اهي سيئي رُخ کلي ظاهر ٿي هن آيت جي دليل لاءِ ثبوت ٿي ويندا. حاصل مطلب اهو آهي تہ سيرت جي بيان ۾ قرآن اصل آهي ۽ هي سڀ روايتون ۽ سچيون ڳالهيون جيڪي سيرت جي ڪتابن ۾ پکڙيون پيون آهن قرآن جي بيان ۽ سمجهاڻي طور آيل آهن. تنهنڪري قرآن شريف رڳو احڪام ۽ اصولن جي باري ۾ بنيادي آئين ڪونهي بلڪ سيرت ۽ نبوت جي سيني ڳالهين ۽ اخلاقن جي باري ۾ بہ اصل ۽ بنياد آهي. جيئن احڪامن جون روايتون ان جون بيان واقع ٿي رهيون آهن، ائين سيرت جون روايتون بہ ان جي بيان طور آيل آهن. جيئن محققن جي قول مطابق سورت حشر جي صرف هڪڙي آيت "مَآ اٰتٰىكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَ مَا نَهٰىكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا" معنيٰ: اي مسلمانو! رسول توهان کي جيڪو ڏئي اهو وٺو ۽ جنهن

کان منع ڪري انھيءَ کان رُڪجي وڃو (سورت حشر: آيت7). "ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ" (امرونواھي) جي سڀني حديثن جي لاءِ ماخذ آھي ۽ احڪامن جون سڀئي حديثون ان ئي آيت جو بيان واقع ٿي رھيون آھن، اھڙيءَ طرح ھن ناچيز جي ناقص عقل ۾ سيرت جون سڀئي حديثون، خبرون ۽ روايتون ان ئي ھڪڙي آيت "وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا ﴿۴۶﴾" معنيٰ: ۽ الله جي حڪم سان ان ڏانھن سڏيندڙ ۽ روشن ڏيئو ڪري موڪليو آھي ﴿٤٦﴾ (سورت احزاب)، جو بيان ٿي رھيون آھن ۽ انھن سڀني خبرن ۽ روايتن جو ماخذ بہ اھا آيت بڻيل آھي.

تنھنڪري ھن ھڪڙي ئي آيت حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جھان جي سڀ کان وڏي "داعي الي الله" جي حيثيت سان سامھون آڻي (جيڪو ھن آيت جي مضمونن جو اصل محور ۽ حقيقي موضوع آھي) پاڻ سڳورن جي پوري داعي واري سيرت ۽ پيغمبري وارن فضائل ۽ ڪمالات جي تاريخ تي روشني وجھي ڇڏي آھي. يعني "داعي الي الله" جو جملو بيان جو اصل مقصد آھي ۽ باقي لفظ "شاھد، مبشر، نذير" ان دعوت جي بنياد ۽ نشاني طور ذڪر ڪيا ويا آھن، جن ۾ پوري سيرتِ نبوت ﷺ سمايل آھي. ڇوتہ بنيادي طور تي دعوت جي سلسلي ۾ سڀ کان اڳ ۾ دعوت ڏيڻ واري (داعي) جي ذات آئي آھي تہ جيئن اھا حجت ۽ سَنَد ٿئي ۽ ان جو ھر قول، فعل، ڪردار، گفتگو، عادتون، اخلاق، رھڻي ڪرڻي، اٿڻ ويھڻ، گھمڻ ڦرڻ، گڏجڻ ملڻ، سمھڻ جاڳڻ، عادت ۽ عبادتون، معاملا ۽ سماجي تعلقات، ايستائين جو ضروري حاجتن جو ھڪڙو ھڪڙو انداز حجت ۽ ڪامل معيار ٿئي، جو ان کان سواءِ ان جي دعوت حجت نٿي ٿي سگھي. مطلب تہ دعوت ڏيڻ واري جي ذاتي عظمت ۽ ڪمال کان سواءِ دعوت وجود ۾ اچي نٿي سگھي. سو ان ذاتي ڪردار، عظمت ۽ انھن جي حجت ھجڻ (حجيت) جون سڀئي ڳالھيون "شاھد" جي ھيٺ شامل آھن، جن تي دعوت الي الله جي عمارت بيٺل آھي. وري خود دعوت جا بہ ڪجھہ اصول ۽ مول متا آھن جن کان سواءِ دعوت مڪمل ۽ اثرائتي نٿي ٿي سگھي، جو دعوت جا مخاطب ان دعوت جو اثر قبول ڪن ۽ اھي دعوت جون سڀ اثرائتيون ڳالھيون "مبشر ۽ نذير" جي ھيٺ شامل آھن، جن تي دعوت جي تڪميل ۽ اثر ٻڌل آھي. انھيءَ ڪري "داعيا الي الله" کان اڳ ۾ "شاھد، مبشر ۽ نذير" جا لفظ آڻي

دعوت الي الله جي انهن ٻن ڳالهين دعوت ڏيڻ واري (داعي) جي ذاتي عظمت ۽ شان يعني ان جو شاهد ۽ حجت هجڻ ۽ خود دعوت جا اصول ۽ مول متا يعني "بشيري ۽ نذيري" سان ترغيب ۽ خوف ڏيارڻ ڏانهن رهنمائي ڪئي وئي تہ جيئن داعي الي الله جي دعوت واري زندگيءَ جي اصول ۽ مقصد جي مڪمل تصوير سامهون اچي وڃي.

پوءِ دعوت جي انهن بنيادي لفظن "شاهد، مبشر ۽ نذير" کي بنا ڪنهن قيد ۽ شرط جي جيئن جو تيئن آڻي ان دعوت جي عموميت ۽ همہ گيري ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي، جيڪو حقيقت ۾ ختم نبوت جو موضوع آهي. آخر ۾ دعوت ڏيڻ واري (داعي) ۽ دعوت جي انهن همہ گير رُخن کي جيڪي انهن لفظن ۾ لوتي ۾ درياء وانگر سمايل آهن، سراجا منيرا جا لفظ آڻي انهن جي ڪُلڻ جي واٽ ڏيکاري وئي آهي، جنهن سان سيرتِ نبوت ﷺ جي انهن مڙني رُخن جو خاڪو هڪدم سامهون اچي وڃي ٿو. سو آيت جا بنيادي لفظ جن تي ان آيت جا سيرت جا سيئي مضمون گهمن ٿا "داعيا الي الله" آهن ۽ ان آيت جي سمجهاڻي ۽ تشريح وارا لفظ جن مان اهي مضمون نڪرن ٿا، سراجامنيرا آهن. انهيءَ ڪري آيت جي انهن ٻنهي لفظن کي اسان پنهنجي لکت جو موضوع قرار ڏنو آهي. جنهن مان اسان کي سيرتِ نبوت ۽ ختمِ نبوت وارين ڳالهين کي هن آيت مان نڪرندي ڏيکارڻو آهي.

ظاهر آهي تہ سيرتِ نبوت جي لاءِ ماخذ طور قرآن شريف جو حوالو اچڻ ۽ مختصر لفظن ۾ قرآني ثابتي هيٺ اچڻ سان سيرت جي انهن مڙني رُخن جي رڳو تاريخي حيثيت نٿي رهي، بلڪ انهن ۾ قرآني ثابتي سان هڪڙي قسم جي قطعيت جو هڪڙو شان اچي وڃي ٿو، جنهن سان اهي عام تاريخ جي سطح کان مٿانهون ٿي حجت هجڻ (حجيت) جي سَنَد جي اعليٰ مقام تي پهچي وڃن ٿا. جيڪي سيرت کان انڪار ڪندڙن يا حديث جي انڪارين تي تہ حجت ٿي ويندا ۽ عاشقانِ سيرت نبوت جي لاءِ ڪامل ڪُلڻ ۽ مڪمل خوشي جو ذريعو ثابت ٿيندا. ٻئي پاسي قرآن شريف جو معجزاتي شان ۽ ان جي معجزاڻي بيان جو هڪڙو بليغ ترين مثال بہ سامهون اچي ويندو، جنهن مان واضح ٿيندو تہ قرآن شريف انهن اڻ ڳڻين حقيقتن جي ذخيرن کي جيڪي دفترن ۾ سمائجي نٿا سگهن پنهنجي ننڍڙن ننيڙن لفظن ۾ مختصر معجزاڻن

جملن ۾ ڪيئن سمائي ادا ڪري ڇڏي ٿو ۽ اهو بہ اهڙي شان سان جو روايتي تفصيل گڏ ٿي بہ مقصد جو اهو احاطو نہ ڪري سگھن، جيڪو قرآن جو اهو معجزاڻو اختصار مقصد کي جامعيت سان پيش ڪرڻ ۾ معجزاڻو شان ڏيکاري ڇڏي ٿو.

پر انهن سڀني ڳالهين جي باوجود هن لکت مان منهنجي دلي منشا ۽ حقيقي مقصد جيڪڏهن سچ پڇو تہ صرف اهو آهي تہ ان بهاني سان خاتم الانبياء، ٻنهي جهانن جي سردار محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ذڪر مبارڪ ۽ سندن مقدس سيرت جو ڪوئي ذڪرِ خير هن ناچيز جي قلم جي زبان تي بہ اچي وڃي ۽ سيرت نگارن جي فهرست جي ڪنهن ڪنڊ ۾ هن گناهگار غلامِ نبوت جو بہ ان بهاني سان نالو لکيو وڃي ۽ ان سان گڏ سيرت جي انهن بنيادي ڳالهين جي سلسلي ۾ انهن جي ئي روشني ۾ ڪجھ شرعي حقيقتون بہ بيان ۾ اچي وڃن، جيڪي سيرت جي پس منظر جي طور تي انهن ڳالهين سان تعلق رکن ٿيون. ورنہ مونکي خبر آهي تہ ڪٿي هي سيرت نگاري ۽ ڪٿي هي ناڪارو علم ۽ عمل. ڪٿي حقيقت بياني ۽ ڪٿي هڪڙي گھٽ قابليت واري جي هي طالب علماڻي لکت، ڪٿي وسامندڙ ڏيئو ڪٿي سج جي روشني؟ پر جيڪڏهن اها نالي جي سيرت نگاري آڱر ڪٽائي شهيدن ۾ نالو لکرائڻ بہ نہ چئي وڃي، صرف آڱر تي رت لڳائي شهيدن جي صورت ٺاهڻ ئي سمجهيو وڃي تڏهن بہ پنهنجي سعادت جي لاءِ ڪافي آهي.

ڪهڙو عجب آهي جو اهو پالڻهار جنهن جي ڪريماڻي عادت سهڻين صورتن ۾ سٺيون حقيقتون وجهڻ آهي، پنهنجي هن بيڪار ٻانهي جي اختيار ڪيل هن سهڻي صورت (لکت) کي سٺي حقيقت سان ڀرپور ڪري ڇڏي ۽ ڪهڙي خبر هن مختصر ۽ ابتي سبتي لکت سان سيرت نبوت جي علمي ۽ عملي برڪتن جو ڪوئي اثر ليکڪ ۽ پڙهندڙن جي دلين تائين پهچي وڃي.

وَمَا ذَالِكَ عَلَى اللهِ بِعَزِيْزٍ وَهُوَ حَسْبِيْ وَنِعْمَ الْوَكِيْلِ.

محمدطيب غفرله ولوالديہ

مدير دارالعلوم ديوبند

12 ربيع الاول 1375 هجري.

# آفتابِ نبوت

قَالَ اللهُ جَلَّ ذِكرہٗ وَعَزَّاسمہٗ وَاَعظَمَ شَانہٗ وَجَل بُرهَانَہٗ
يٰٓاَيُّهَا النَّبِيُّ اِنَّآ اَرْسَلْنٰكَ شَاهِدًا وَّمُبَشِّرًا وَّنَذِيْرًا
وَّدَاعِيًا اِلَى اللهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا.

لَنَا شَمس وَلِلآفاقِ شمس — وَشَمسِي خير مِن شمسِ السماء
شمسُ النَّاس تطلعُ بَعدَ فجر — وَشَمسِي تطلعُ بَعدَالعِشَاء

## سيرت ۾ قرآن جو معجزاڻو بيان

الحمد لله وسلام عليٰ عباده الذين اصطفيٰ: هن وقت لکت جو موضوع "سِرَاجًا مُّنِيْرًا" جو پاڪ جملو آهي، جنهن ۾ حضرت خاتم الانبياء محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نبوت ۽ پيغمبراڻي سيرت جي بنيادي ڳالهين تي صرف ڌهن اکرن ۾ ايتري تفصيلي روشني وڌي وئي آهي جو سوين ڪتاب بہ ان جي ايتري وضاحت ۽ تفصيل بيان نٿي ڪري سگهيا. وري اهڙي جامع ۽ بليغ نموني سان جو نہ صرف سيرت جون ڳالهيون کوليون ويون آهن، بلڪ سڀني نبين ۽ رسولن تي پاڻ سڳورن جي سيرت جي فضيلت ۽ فوقيت بہ پڌري ڪئي وئي آهي. يعني سيرت جو تفصيل ۽ فضيلت، سڀ هن مختصر جملي ۾ سمايا ويا آهن.

شايد پڙهندڙن کي حيرت ٿئي تہ "سِرَاجًا مُّنِيْرًا" جي جملي ۾ سيرت جا تفصيل تہ بجاءِ خود هجن، اسان کي تہ ڪو اختصار بہ نظر نٿو اچي. بلڪ اختصار بہ بجاءِ خود، اسان کي تہ هن ڌهہ اکري جملي ۾ سيرت جي ڪائي دعويٰ بہ محسوس نٿي ٿئي. هي ڪو شاعراڻو تخيل تہ ڪونهي. جيڪو قرآن جي مٿي ۾ هنيو پيو وڃي؟ مان گذارش ڪندس تہ هرگز نہ، قرآن شريف کي شاعري سان ڪو تعلق ڪونهي ۽ نہ

ئي ڪنهن قرآن تي ايمان رکڻ واري جي اها جرئت ٿي سگهي ته پنهنجي ڪنهن شاعري کي ان جي مٿي ۾ هٽي. اهو ته جيڪو ڪجهه چيل آهي شاعر جو سچو ثبوت آهي ۽ سچين پڪين حقيقتن جو سرچشمو آهي، جنهن ۾ تخيل آفريني جو تصور به گناهه آهي. حقيقت اها آهي ته واقعي قرآن شريف "سراج منير" جي ننڍڙي جملي ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي وڏي رتبي واري سيرت، ان جو تفصيل، وري ان جو تفصيل ۽ پوءِ ان جي سڀني بنيادي ڳالهين تي چٽي روشني وڌي آهي. مگر تعبير جي نموني سان نه پر مثال ڏيڻ واري طريقي سان. ان وڏن ڏِگهن لفظن ۾ سيرت جي حصن جي ڪا ڏگهي ۽ ويڪري فهرست نه ڳڻائي آهي، بلڪ تشبيهه جي طريقي سان وجود جي مشابهت ڏانهن ڌيان ڇڪائي انهن مشابهتن مان نڪرندڙ سيرت جون ڳالهين اهڙي معجزاتي رنگ سان کولي ڇڏيون آهن جو ٿورڙي غوروفڪر ڪرڻ سان آساني سان سمجهه ۾ اچي سگهن ٿيون.

بيان جي ان انداز کي اختيار ڪرڻ جو سبب ظاهر ۾ ان طرف رهنمائي ڪرڻ آهي ته نبوت جون ڳالهيون ۽ انهن مان پيدا ٿيندڙ ظاهري ۽ باطني ڪمالات ڪيفياتي معاملا آهن، جن جو تعلق بيان سان نه پر مشاهدي سان آهي ۽ انهن ڳالهين کي ڏسڻ کان سواءِ مشاهدو نٿو ٿي سگهي. انهيءَ ڪري بيان ڪيترو به فصيح، بليغ ۽ جامع ڇو نه هجي ڪيفيت ۽ حقيقت ان جي پڪڙ ۾ نٿي اچي سگهي. جيڪڏهن هڪڙي نابالغ ڇوڪري جي سامهون بلوغت ۽ شباب جون ڪيفيتون بيان ڪيون وڃن ته بيان ڪيترو ئي بلاغت وارو اختيار ڪيو وڃي، نه اها ڪيفيت بيان سان پڌري ٿي سگهندي ۽ نه ڇوڪرو ڪنهن به نموني ۾ ان کي سمجهي سگهندو. جيستائين اهو پاڻ جوان ٿي بلوغت جي حالت مان نه گذري. اهڙيءَ طرح هڪڙي جوان جي سامهون پيڌاپي جون ڪيفيتون، ڪراڙي جي سامهون سڪرات ۽ ساهه نڪرڻ واريون ڪيفيتون، هڪڙي سڪرات جي حالت واري ماڻهوءَ سامهون عالم برزخ جون ڪيفيتون نه بيان جي گرفت ۾ اچي سگهن ٿيون ۽ نه اهي انهن حالتن ۾ نه پهتل ماڻهو ان کي سمجهي سگهن ٿا، جيستائين انهن ڪيفيتن وارين حالتن مان پاڻ گذري نه وڃن.

در نيا بدحال پخته هيچ خام

## مثالي سيرت

تنهنڪري نبوت جون اهي ڳالهيون جيڪي انهن مٿي ذڪر ڪيل نفساني ڪيفيتن کان گهڻيون اتم ۽ گهڻيون نازڪ ۽ مرتبن ۾ گهڻيون ڳوڙهيون آهن. بيان جي پڪڙ ۾ ڪٿي ٿي اچي سگهيون ۽ نبوت جي ڳالهين کان اڻڄاڻ ماڻهن کي صرف لفظن سان ڪيئن سمجهائي سگهجي ها. انهيءَ ڪري انهن کي عام سمجهه سان ڪجهه ويجهڙو ڪرڻ جي لاءِ مثال ۽ تشبيهه جو رستو اختيار ڪيو ويو. جيڪو حقيقت کي سمجهائڻ جو آسان طريقو آهي. ڇو ته معنوي ڪيفيت جي مشابهه جڏهن ڪنهن حِسي صورت کي سامهون آندو ويندو آهي ته ان معنوي حقيقت کي سمجهڻ ڪنهن حد تائين ممڪن ۽ آسان ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري ڪتاب ۽ سنت ۾ وڏن وڏن ڳوڙهن مسئلن. جيئن ذات ۽ صفات، حشر ۽ نشر، جنت ۽ دوزخ، ميزان ۽ صراط وغيره کي مثالن سان ئي سمجهايو ويو آهي. حجت ۽ دليل سان نه، ڇو ته اهو دليل وارو طريقو اهڙين ڳالهين کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو ئي ڪونهي ۽ بي ڪيف انسان ڪيفيت کي رڳو لفظي ڦير گير سان سمجهي ئي نٿو سگهي.

## سيرت ۽ آفتاب جو مثال

انهيءَ ڪري جڏهن حضرت خاتم المرسلين صلي الله عليه وآله وسلم جي ظاهري ۽ باطني ڪمالن ۽ نبوت ۽ خاتميت جي ڳالهين جي نازڪ ترين ڪيفيتن کي دليل ۽ بيان سان سمجهه لائق بڻائڻ ممڪن نه هو ته انهن جي سمجهه ۽ بيان جي لاءِ اهو ئي مثال ڏيڻ وارو طريقو اختيار ڪيو ويو ۽ مادي محسوسات ۾ ان تمثيل يا تشبيهه جي لاءِ هڪڙي اهڙي هستي جي چونڊ ڪئي وئي، جيڪا پنهنجي مادي وصفن ۽ ڪمالات جي لحاظ کان دنيا ۾ منفرد ۽ بي مثال هئي. جنهن جو مثال نه ته ماديات يا روحن جي سلسلي ۾ ۽ نه آسمانن ۾ ۽ نه زمين ۾ هو. مطلب ته اها هستي ڪمالات جي لحاظ کان هڪڙي قسم جي انفراديت، هيڪڙائي ۽ خاتميت رکندڙ هئي ۽ حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليه وآله وسلم به سموري مخلوقات ۾ بي نظير ۽ بي مثال آهن. انهيءَ ڪري پاڻ سڀورن

جي دنيا ۾ منفرد هستي جا روحاني ڪمالات ان ئيماديات جي منفرد هستي جي ڪمالن جي حِسي صورت ۾ سامهون آڻي سچاٽپ ڪرائي وئي ۽ اها ماديات جي منفرد ۽ بي نظير هستي آفتاب عالم تاب (سج) جي نوراني هستي آهي جيڪا حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪمالات جي لاءِ هڪڙي بليغ مثال طور چونڊي وئي.

## سج جون خصوصيتون

جيئن تہ آسمان ۾ ستارا ٻيا بہ آهن ۽ سيئي عروج ۽ عظمت ڪري نورانيت سان سرفراز آهن، مگر جيڪو جمال ۽ ڪمال سج کي مليو آهي اهو ٻئي ڪنهن ستاري کي ناهي مليو ۽ جيڪو اثر ۽ تصرُف ان جي حصي ۾ آيو آهي اهو ٻئي ڪنهن کي حاصل ناهي ٿيو. ان کان سواءِ، جيڪو غلبو ۽ اقتدار ان کي ڏنو ويو آهي اهو ڪنهن ٻئي سياري کي ناهي ڏنو ويو. سو سج انهن سڀني ستارن ۾ هڪ بادشاهہ وانگر آهي، جنهن جي حڪومت ۽ اثر کان ڪوبہ ستارو آجو ڪونهي. ايستائين جو سيئي ستارا پنهنجي نورانيت ۽ چمڪ دمڪ ۾ بہ سج جا محتاج آهن، جن جي نورانيت سج جي روشني سان ئي قائم آهي. ظاهر آهي تہ جڏهن اهي آسماني سيارا ان کان آجا ڪونہ آهن جيڪي سفليات ۾ ڪارگر آهن تہ سفليات جو تہ ذڪر ئي ڪهڙو ڪجي، جو اهي تہ عام ستارن کان بہ آجا ڪونہ آهن، ڪهڙي ڳالهہ جو اهي سج کان شاهوڪار هجن ها. تنهنڪري هوا ۽ فضا، فضا ۾ پکڙيل حرڪت ڪندڙ شيون، زمين ۽ ان جي پيداوار، ڌرتيءَ جي مٿاڇري ۽ ان تي رهڻ وارن ساهوارن مان ڪابہ شي اهڙي ڪونهي جيڪا ان جي فيض جي محتاج نہ هجي. انهيءَ ڪري سج علويات ۽ سفليات سڀني جو مربي ۽ بادشاهہ آهي.

## سج جي عظمت ۽ بلندي

ان جي عالمگير بلندي ۽ عظمت، همہ گير اثر ۽ تصرف ۽ قدرتي معاملن جي عام ترتيب کي ڏسي گهڻين ئي قومن کي ان جي ربوبيت ۽ الوهيت جو ڌوکو ٿيو ۽ اهي ان جي پوڄا جو شڪار ٿي ويون. بلقيس جهڙي عظيم راڻي وَاُوْتِيَتْ مِنْ كُلِّ شَيْءٍ معنيٰ: هن دنيا جي هر شي کيس ڏني وئي هئي (نمل:23)، جو شان رکڻ جي باوجود ان جي آب و تاب جي

سامهون پنهنجي پيشاني جهڪائي ۽ عبادت جي لاءِ مٿو ٽيڪي ڇڏيو. نہ صرف اهو بلڪ ان جي پوري قوم جيڪا نَحْنُ اُولُوْا قُوَّةٍ وَّاُولُوْا بَاْسٍ شَدِيْدٍ معنيٰ: اسان نهايت زبردست قوت ۽ طاقت وارا آهيون (نمل:33). جي دعويدار هئي، جيڪڏهن جهڪي تہ ان ديوتا جي اڳيان جهڪي، جنهن جي باري ۾ قرآن شاهدي ڏني تہ "يَسْجُدُوْنَ لِلشَّمْسِ مِنْ دُوْنِ اللّٰهِ" معنيٰ: اهي الله کي ڇڏي سج جي پوڄا ڪندا هيا (نمل:24).

مجوسين جي باشعور قوم ستاره پرستي جي سلسلي ۾ جيڪي هيڪل ۽ عبادت گاهون ٺاهيون، انهن مان سڀني کان وڏي هيڪل ان جهان کي روشن ڪندڙ سياري يعني سج جي هئي، جنهن جي عمارت سونهري رنگ جي ٺاهي وئي هئي ۽ ان ۾ مٽن جي حساب سان سون ۽ سون جو پاڻي استعمال ڪيو ويو هو. سج جي مثالي صورت نج سون جو بت ٺاهي ان ۾ رکيو ويو هيو. ان هيڪل جي احاطي ۾ سج جي (سونهري) رنگ جا ٿانو ۽ سامان استعمال ڪيو ويندو هو. اهڙيءَ طرح مجوسين جي مهذب قوم بہ جيڪڏهن ڪري تہ ان ستاري جي بلنديءَ جي سامهون ڪري ۽ ان جي پوڄا ۾ گم ٿي وئي. نجومين جهڙين فلسفي ماڻهن جيڪڏهن ڪنهن جهان جي اثر ۽ مدد جو ڏاڪو مڃيو تہ ستارن جو ئي مڃيو ۽ انهن ۾ سڀني کان وڌيڪ بااثر سج جي جهان کي تسليم ڪيو جنهن جي اڳيان نوڙت ۾ مٿو نمائي ڇڏيو. اهي دنيا ۾ ستارن جي اثرن کي ۽ ستارن ۾ سج جي اثر کي مڃين ٿا. مطلب تہ سج اثر ۽ مدد جو شهنشاهہ آهي.

حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السلام بہ سڀني ستارن مان جيڪڏهن هٰذَا رَبِّيْ هٰذَآ اَكْبَرُ (معنيٰ: ڇا هي منهنجو رب آهي هي سڀني کان وڏو آهي. انعام:78)، چيو تہ ان روشن ۽ چمڪندڙ ستاري کي ڏسي چيو تہ جيئن قوم ڏيان ڏئي ۽ جڏهن انهن کي ان مجازي روشنين سان حقيقي نور ۽ هٰذَآ اَكْبَرُ جي رستي سان الله اڪبر جو جلوو ڏيکاريو وڃي تہ اهي اِنِّيْ وَجَّهْتُ وَجْهِيَ (انعام:79) چئي ان مطلق رب جي سامهون عبادت لاءِ سر جهڪائين.

# بارگاھ الاھي ۾ سج جي ويچارگي

اھو ئي سبب آھي تہ جڏھن ھن عظيم الشان سياري جي چمڪ دمڪ ۽ اثر ۽ تصرف جي ھمہ گيري ۽ انفراديت جي پيش نظر ابوجھہ ماڻھن جي لاءِ گمان جو موقعو ھو تہ اھي ان جي الاھيت ۽ خداوندي جي ڏوڪي ۾ پئجي وڃن تہ الله تعاليٰ جتي ان جي اثر ۽ تصرف، فائدن ۽ برڪتن جي فھرست قرآن شريف ۾ ڳڻائي اتي ڪليل لفظن ۾ پھريان ان جي پوڄا ڪي تاڪيد سان روڪيو ۽ فرمايو:

لَا تَسۡجُدُوۡا لِلشَّمۡسِ وَلَا لِلۡقَمَرِ وَاسۡجُدُوۡا لِلّٰهِ الَّذِیۡ خَلَقَهُنَّ اِنۡ كُنۡتُمۡ اِیَّاهُ تَعۡبُدُوۡنَ﴿۳۷﴾ معنيٰ: جيڪڏھن توھان الله جي عبادت ڪرڻ گھرو ٿا تہ نہ سج ڪي ۽ نہ چنڊ ڪي سجدو ڪيو پر الله ڪي ئي سجدو ڪيو جنھن انھن ڪي پيدا ڪيو آھي ﴿۳۷﴾ (سورت فصلت ـ حٰم سجده)

پوءِ ان عظيم سياري جي ويچارگي ۽ بي وسي ڪي پنھنجي بلند ۽ بالا بارگاھ جي مقابلي ۾ ظاھر فرمائيندي خود ان جي ٻانھپ جي چال ڪي بہ پڌرو ڪيو تہ جڏھن اھو پاڻ اسان جي بارگاھ اقدس جي سامھون سجدو ڪندي ھلي ٿو تہ توھان ڪي ڇا ٿي ويو آھي جو توھان سج ۽ چنڊ جي خالق ڪي ڇڏي ان بي وس مخلوق جي پوڄا جي ڏبڻ ۾ ڦاسو ٿا.

اَلَمۡ تَرَ اَنَّ اللّٰهَ یَسۡجُدُ لَهٗ مَنۡ فِی السَّمٰوٰتِ وَمَنۡ فِی الۡاَرۡضِ وَالشَّمۡسُ وَالۡقَمَرُ وَالنُّجُوۡمُ وَالۡجِبَالُ وَالشَّجَرُ وَالدَّوَآبُّ وَكَثِیۡرٌ مِّنَ النَّاسِ وَكَثِیۡرٌ حَقَّ عَلَیۡهِ الۡعَذَابُ

معنيٰ: ڇا توھان نہ ڏٺو آھي تہ جيڪي بہ آسمانن ۽ زمين ۾ آھن ۽ سج ۽ چنڊ ۽ تارا ۽ جبل ۽ وڻ ۽ چوپايا ۽ انسانن مان اڪثر الله ڪي سجدو ڪندا آھن، ۽ گھڻا اھي آھن جن تي عذاب مقرر ٿي چُڪو آھي. (سورت حج آيت 18)

ھن آيت ۾ نہ صرف سج جي ٻانھپ ڪي پڌرو ڪيو ويو آھي جنھن سان ان جي معبوديت (عبادت جي لائق ھجڻ) جي نفي ٿي وڃي ٿي، بلڪ ان ڪي عام ننڍي وڏي مخلوق سان رلمل ڪري اھڙي طرح ذڪر ڪيو ويو آھي جو مخلوق جي لحاظ ڪان ان جي حيثيت عام مخلوق ڪان وڌيڪ ڪجھہ ناھي. بلڪ مخلوق ھجڻ ۾ زمين جو ھڪڙو ذرو ۽ اھو آسماني سج سڀ برابر آھن. پوءِ ان ڪان اڳتي وڌي ان جي عام نقل ۽

حرڪت ۾ به ان جي مجبوري ۽ بي وسي واضح ڪري ڇڏي ته جيئن ڪنهن به حوالي سان ان جي الوهيت جو وسوسو دماغ ۾ نه اچي سگهي. فرمايو:

لَا الشَّمۡسُ يَنۡۢبَغِىۡ لَهَاۤ اَنۡ تُدۡرِكَ الۡقَمَرَ وَلَا الَّيۡلُ سَابِقُ النَّهَارِ ؕ وَكُلٌّ فِىۡ فَلَكٍ يَّسۡبَحُوۡنَ ﴿۴۰﴾ معنيٰ: سج کي چنڊ جي ويجهو ٿيڻ جي مجال نه آهي ۽ نه رات سج لهڻ کان اڳ ڏينهن تي اڳرائي ڪندڙ آهي، ۽ هرهڪ پنهنجي دائري ۾ هلي رهيو آهي ﴿۴۰﴾ (سورت يٰس)

بهرحال، پهريان ان جي پوڄا کان خاص منع، پوءِ ان جي مخلوق هجڻ جو اطلاع، پوءِ نقل ۽ حرڪت ۾ ان جي بي وسي ۽ ويچارگي جو اظهار ۽ پوءِ ان جي ٻانهو هجڻ (عبديت)، اطاعت ۽ فرمانبرداري جو کليل اعلان صرف ان لاءِ ڪيو ويو آهي ته ان عام ٻيهڪ ۽ اثر ۾ پڌري جاهه ۽ جلال کي ڏسي ڪير ان جي پوڄا ڏانهن نه جهڪي وڃي.

## نبين جي عظمت سان گڏ انهن جي عبديت

سج جي ذات ۾ هي مثال آهي. عام طور تي سيئي نبي سڳورا عليهم السلام ۽ خاص طور تي نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي عظمت واري احوال ۽ ڳالهين ۽ عبديت ۽ اطاعت وارين حالتن جي يعني جيئن نبين سڳورن ۽ حضور صلي الله عليه وآله وسلم سان گڏ جيڪڏهن عادت خلاف ڳالهيون ۽ معجزا ظاهر ڪيا ويا ۽ انهن جي غيرمعمولي عمل جا ڪارناما ڏيکاريا ويا جن سان انهن جون هستيون مافوق العادات ۽ غيرمعمولي عظمت ۽ بلندي جون حامل بڻجي ظاهر ٿيون، اتي ان خطري کان ته مخلوق انهن عجائبات ۽ مافوق العادات ڳالهين کي ڏسي ڪٿي انهن جي خداوندي جو خيال نه ذهن ۾ ويهاري ڇڏي، نبين سڳورن تي عام انسانن واريون تڪليفون ڏک، سور، بيماري، مصيبتون، مشڪلاتون، آفتون، ڏک، رحم کائڻ، ماڻهن جي بدڪلامي ۽ ظاهري بي وسي، مسڪيني، ايستائين جو قتل ۽ مظلوميت جون حالتون به طاري ڪيون ويون. بلڪ نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي حديث جي تفصيل مطابق انهن کي عام مخلوق کان وڌيڪ تڪليفن ۽ مصيبتن ۾ مبتلا ڪيو ويو ته جيئن بارگاهه خداوندي جي نسبت سان انهن جي عبديت ۽ ويچارگي وڌ کان وڌ ظاهر ٿي وڃي ۽

انهن جي الوهيت ۽ معبوديت جي لاءِ ماڻهن جي دلين جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪا گنجائش باقي نہ رهي. ايستائين جو ان پاڪ ۽ مقدس گروهہ جي ڪامل فرد يعني نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جن کان وڌيڪ الله وٽ ڪوبہ شخص مڪرم ۽ محترم ڪونهي، امر ڪيو ويو تہ سڀني نبين وانگر توهان بہ پنهنجو پاڻ بين عام انسانن ۾ رلمل ٿي پنهنجي انسان هجڻ جو اعتراف ڪيو ۽ فرمايو ويو تہ "قُلْ اِنَّمَآ اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ يُوْحٰى اِلَيَّ" معنيٰ: ماڻهن کي چئو تہ مان توهان جهڙو انسان آهيان، البت منهنجي طرف وحي ايندو آهي ( ڪهف: 110)، تہ جيئن ڪنهن کي بہ توهان جي انسان هجڻ کان انڪار ۽ انسانن کان الڳ مٿانهون ڪرڻ واري قسم جا معاملا ڪرڻ جي جرئت نہ ٿئي. وري ڪن جاين تي پاڻ سڳورن کي اهڙي جلالي رنگ ۽ حاڪماڻي انداز سان خطاب ڪيو ويجي ٿو، جڻ ڪنهن حامي مخلوق کي مخاطب ڪيو ٿو وڃي. صرف انهيءَ لاءِ تہ پاڻ سڳورن جي محڪوميت ۽ عبديت هر طرف کان ثابت ٿي وڃي. تنهن ڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ڊيڄارڻ ۽ دڙڪي جي انداز ۾ خطاب ڪندي چيو ويو:

لَئِنْ اَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ عَمَلُكَ وَلَتَكُوْنَنَّ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ ﴿٦٥﴾ معنيٰ: جيڪڏهن تو الله سان شريڪ مقرر ڪيو تہ ضرور تنهنجا سمورا عمل چٽ ٿي ويندا ۽ ضرور تون گهاٽي وارن مان ٿيندين ﴿٦٥﴾ ( سورت زمر)

## عبديت جي اعلان جو حڪم

پوءِ پاڻ سڳورن کي اهو بہ حڪم ڏنو ويو تہ خود پنهنجي طرف کان بہ پنهنجي بي وسي ۽ ويچارگي جو اعلان ڪيو:

قُلْ اِنِّيْ لَآ اَمْلِكُ لَكُمْ ضَرًّا وَّلَا رَشَدًا ﴿٢١﴾ قُلْ اِنِّيْ لَنْ يُّجِيْرَنِيْ مِنَ اللّٰهِ اَحَدٌ ۙ وَّلَنْ اَجِدَ مِنْ دُوْنِهٖ مُلْتَحَدًا ﴿٢٢﴾ معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ مان توهان جي لاءِ نہ گمراهي جو ۽ نہ هدايت جو مالڪ آهيان ﴿٢١﴾ چئو تہ مون کي الله کان ڪوبہ نہ بچائيندو ۽ ان کان سواءِ ڪنهن وٽ بہ پناهہ نہ ملندي ﴿٢٢﴾ (سورت جن)

نہ صرف اهو اعلان تہ مون کي بين تي ڪو اختيار ڪونهي، بلڪ اهو بہ اطلاع ڏئي ڇڏ تہ خود منهنجو پنهنجي پاڻ مٿان بہ ڪوئي اختيار

ڪونهي ۾ مان پنهنجو پاڻ حاڪم ڪونہ آهيان بلڪ حق جي تابعداري هيٺ هڪڙو محڪوم آهيان. جنهن ۾ سيئي ڪاروهنوار حقيقي مالڪ جا ئي آهن جيڪي قيامت تائين ۽ قيامت کان پوءِ تائين ٿيندا رهندا:

قُلْ مَا كُنْتُ بِدْعًا مِّنَ الرُّسُلِ وَمَآ اَدْرِيْ مَا يُفْعَلُ بِيْ وَلَا بِكُمْ اِنْ اَتَّبِعُ اِلَّا مَا يُوْحٰٓى اِلَيَّ وَمَآ اَنَا اِلَّا نَذِيْرٌ مُّبِيْنٌ ﴿۹﴾ معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ مان پيغمبرن مان ڪو نئون رسول نہ آهيان ۽ مان نٿو ڄاڻان تہ مون سان ۽ توهان سان ڇا ٿيندو. جيڪو مون ڏانهن وحي ڪيو وڃي ٿو مان ان کان سواءِ ڪنهن ٻي ڳالهہ جي تابعداري نہ ڪندو آهيان ۽ مان صرف پڌرو ڊيڄاريندڙ آهيان﴿۹﴾ (سورت احقاف)

ايستائين جو جڏهن ڪافرن پاڻ سڳورن کي عاجز ڪرڻ جي لاءِ مخصوص معجزا ڏيکارڻ جا مطالبا شروع ڪيا ۽ چيو تہ

"وَقَالُوْا لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ حَتّٰى تَفْجُرَ لَنَا مِنَ الْاَرْضِ يَنْۢبُوْعًا ﴿۹۰﴾ اَوْ تَكُوْنَ لَكَ جَنَّةٌ مِّنْ نَّخِيْلٍ وَّعِنَبٍ فَتُفَجِّرَ الْاَنْهٰرَ خِلٰلَهَا تَفْجِيْرًا﴿۹۱﴾ اَوْ تُسْقِطَ السَّمَآءَ كَمَا زَعَمْتَ عَلَيْنَا كِسَفًا اَوْ تَاْتِيَ بِاللّٰهِ وَالْمَلٰٓئِكَةِ قَبِيْلًا﴿۹۲﴾ اَوْ يَكُوْنَ لَكَ بَيْتٌ مِّنْ زُخْرُفٍ اَوْ تَرْقٰى فِي السَّمَآءِ وَلَنْ نُّؤْمِنَ لِرُقِيِّكَ حَتّٰى تُنَزِّلَ عَلَيْنَا كِتٰبًا نَّقْرَؤُهٗ"

معنيٰ: ۽ چوندا آهن تہ اسان توتي ايستائين هرگز ايمان نہ آڻيندا سين جيستائين تون اسان جي لاءِ زمين مان ڪو چشمو وهائين ﴿۹۰﴾ يا تنهنجي لاءِ کجين ۽ انگورن جو ڪو باغ هجي، پوءِ تون ان جي اندر وهندڙ نهرون جاري ڪرين ﴿۹۱﴾ يا جيئن چوين ٿو اسان تي آسمان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪيراءِ يا تون الله ۽ ملائڪن کي سامهون وٺي اچ ﴿۹۲﴾ يا تنهنجي لاءِ سونو گهر هجي يا تون آسمان تي چڙهي وڃين، پر اسان تنهنجي چڙهي وڃڻ تي بہ ايستائين هرگز ايمان نہ آڻينداسين جيستائين اسان تي هڪ ڪتاب لاهين جيڪو اسان پڙهون. (سورت بني اسرائيل)

تہ پاڻ سڳورن کي فرمايو ويو تہ صاف لفظن ۾ پنهنجي بي وسي ۽ انساني عاجزيءَ جو اعلان ڪيو "قُلْ سُبْحَانَ رَبِّيْ هَلْ كُنْتُ اِلَّا بَشَرًا رَّسُوْلًا ﴿۹۳﴾" معنيٰ: اي پيغمبر! ڪين چئو تہ منهنجو پالڻهار پاڪ آهي مان انسان ۽ رسول کان سواءِ ڪجهہ نہ آهيان﴿۹۳﴾. (بني اسرائيل)

بهرحال، سيئي عجز ۽ نياز جون ڳالهيون ۽ اهي مجبوري ۽ بيوسي جا قصا انهن پهتل هستين جي لاءِ صرف انهيءَ لاءِ تجويز ڪيا ويا ۽ انهن کان ڇورَايا ويا تہ انهن اعليٰ مرتبي وارين حالتن ۽ انهن جي معجزن ۽ ڪرامتن کي ڏسي سمجهہ واري نظر نہ رکڻ وارن کي انهن جي خدائي جو ڏوڪو نہ ٿي وڃي ۽ جن کي ڏوڪو لڳي ويو آهي تہ اهو باقي نہ رهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح ماديات ۾ سج جي غير معمولي عظمت ۽ بلندي ۽ آسمان ۽ زمين جي دنيا ۾ ان جي اها خاص انفراديت ان جو بندوبست رکندي هئي تہ بي سمجهن کي ان جي خدائي جو ڏوڪو نہ لڳي ۽ اهي سج چنڊ جي خالق کي ڇڏي سج ۽ چنڊ ۽ خاص ڪري سج جي پٺيان نہ لڳن. انهيءَ ڪري ان تي اهي ويچارگي ۽ بي وسي جا چڪر مسلط ڪيا ويا تہ اهو رات ڏينهن چڪر ڪاٽيندو رهي.

ڪڏهن اڀرڻ ۽ ڪڏهن لهڻ، ڪڏهن سج گرهڻ، ڪڏهن چنڊ گرهڻ، ڪڏهن روشنيءَ جي تيزي ۽ ڪڏهن هلڪاڻ، ڪڏهن جوش ڪڏهن شدت ۽ ڪڏهن هلڪڙائي تہ جيئن انهن ڦيرگير وارين حالتن کي ڏسي ان جي باري ۾ ماڻهو پوڄا جي وسوسن جو شڪار نہ ٿين ۽ جيڪي شڪار ٿي چڪا آهن اهي ان کان نڪري وڃن ۽صرف مالڪ الملڪ جي ئي معبوديت جو جهنڊو دنيا ۾ بلند رهي.

تڏهن ان جي ويچارگي کي ان شدمد سان سامهون آڻڻ ئي ان جو بہ دليل آهي تہ سج جهڙي عظيم سياري ۾ معبوديت جي شبهات جو گمان بہ ٿي سگهيو ٿي جنهن جي اڳ بندي ۽ روڪٿام جي ضرورت پيش آئي.

## سج جي جامعيت

ان مان اسان جي دعويٰ ثابت ٿي وئي تہ انهن بلندي ۽ عظمت جي نشانن ۽ ان سان گڏ قدريت ۽ عبديت جي يڪتائي جي سبب سج ئي هڪڙو اهڙو منفرد ۽ جامع چمڪندڙ ستارو هو جيڪو روحانيت جي دنيا جي اڪيلي جوهر پاڪ موتي حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مخصوص سيرتن ۽ احوال ۽ ڪمالات کولڻ لاءِ مثال پيش ڪرڻ جو ڪم ڏئي سگهي ۽ اهوئي انهيءَ جي قابل هيو تہ ان

جي احوال ۾ صفتن کي پيش ڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي احوال ۾ بلند اوصاف کي ان جي ذريعي محسوس ڪرڻ واري مثال طور ڏيکاريو وڃي. ظاهر آهي تہ جڏهن ڪنهن بلند ترين حقيقت ۾ اعليٰ ترين روحاني ڪيفيت جي مشابهہ ڪا بلند ترين حِسي صورت سامهون اچي ويندي تہ ان جي تشبيهہ سان معنوي حقيقت کي سمجهڻ آسان ٿي ويندو. مطلب تہ جڏهن حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري ۽ باطني ڪمالات ۾ نبوت ۾ ختم نبوت جي ڳالهين تائين سمجهہ جي رسائي ڪنهن تعبيري بيان سان ممڪن نہ هئي تہ "سراج منير" جهڙو ئي بليغ ۽ جامع ترين مثال ٿي سگهيو ٿي، جنهن سان تشبيهہ ڏئي يعني پاڻ سڳورن کي آفتابِ نبوت ڏيکاري پاڻ سڳورن جي سمورين سيرت جي ڳالهين کي سمجهڻ جي قابل ڪيو وڃي. تنهنڪري قرآن شريف پاڻ سڳورن کي سج سان تشبيهہ ڏيندي پنهنجي معجزاڻي لهجي ۾ دعويٰ ڪئي تہ

"وَدَاعِيًا اِلَى اللهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا"﴿٤٦﴾ معنيٰ: ۽ الله جي حڪم سان ان ڏانهن سڏيندڙ ۽ روشن ڏيئو ڪري موڪليو آهي ﴿٤٦﴾

جنهن سان پاڻ سڳورن جي آفتابِ نبوت هجڻ جي دعوا سامهون اچي وڃي ٿي.

## سج جو قرآني لقب

هن موقعي تي توهان جي ذهن ۾ شايد اهو ڪٿڪو پيدا ٿئي تہ عربي لغت ۾ "سراج" جي معنيٰ تہ ڏيئو آهي، نہ ڪي سج. انهيءَ ڪري هن آيت ۾ جيڪڏهن پاڻ سڳورن کي تشبيهہ ڏني وئي آهي تہ روشن ڏيئي سان ڏني وئي آهي، نہ ڪي سج سان ۽ صرف ڏيئي سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي تشبيهہ ڏيڻ ڪائي خاص اهميت نٿي رکي ۽ نہ ئي ان تشبيهہ سان پاڻ سڳورن جي همہ گير ڪمالات تي ڪا جامع روشني پئجي سگهي ٿي تہ پوءِ "سراج" مان سج ڪيئن مراد ورتو ويو؟

جواب ۾ عرض آهي تہ جيستائين لغت جو تعلق آهي تہ عربي زبان ۾ "سراج" جي معنيٰ رڳو ڏيئو ڪونهي، بلڪ سج بہ آهي. جنهن موجب لسان العرب لغت جي ٽئين جلد ۾ "والشمس سراج النهار" يعني سج ڏينهن جو ڏيئو آهي چئي، سج کي ڏيئو چيو ويو آهي. جنهن سان واضح

ٽيو تہ لغت ۾ شمس ڏيئي کي بہ چوندا آهن ۽ پوءِ "والسراج الشمس" يعني ڏيئو سج آهي چئي، ڏيئي کي سج چيو ويو آهي. جنهن سان چٽو ٿيو تہ لغت ۾ "سراج" سج کي بہ چوندا آهن. اڳتي لسان العرب جي سهيڙيندڙ ان تي هن آيت "وسراجا منيرا" کي دليل طور پيش ڪيو آهي، جنهن جي اها معنيٰ آهي تہ ان جي نظر ۾ لغت جي حوالي سان ۽ تفسير جي حوالي سان هن آيت ۾ "سراج" جي معنيٰ ڏيئو بہ ۽ سج جي بہ وٺي سگهجي ٿي. تنهنڪري ان جي وضاحت ڪندي لکي ٿو

"انما يريد مثل السراج الذي ليستضاء بہ اوَ مثل الشمس في النور والظهور" (لسان العرب ج 3 ص 122) يعني بيشڪ هن آيت ۾ سراج منير مان الله تعاليٰ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي نور ۾ ۽ ظهور ۾ يا ڏيئي جي مثل فرمايو آهي، جنهن مان روشني حاصل ڪئي ويندي آهي يا نور ۾ ۽ ظهور ۾ سج جي مثل فرمايو آهي.

ان مان پڌرو آهي تہ سراج منير مان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سج سان تشبيهہ ڏيڻ بلڪل لغت جي مطابق آهي. تفسيرن کي ڏٺو وڃي تہ انهن مطابق بہ سراج جي معنيٰ ڏيئي ۽ سج ٻنهي لاءِ چئي سگهجي ٿي. صاوي حاشيئہ جلالين ۾ لکي ٿو:

"قوله وسراجا يحتمل ان المراد بالسراج الشمس وهو ظاهر و يحتمل ان المراد به المصباح" يعني سراج منير جي معنيٰ ۾ ٻئي گمان آهن، هڪڙي اها تہ سراج مان مراد سج هجي ۽ ظاهري اهو ئي آهي ۽ ٻي اها تہ ان مان مراد ڏيئو هجي.

بيضاوي جي محشي بہ آيت ۾ ٻنهي ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي تہ

"وهو الشمس بقوله تعاليٰ وجعل الشمس سراجا او المصباح" يعني سراج منير جنهن مان روشني حاصل ڪئي ويندي آهي يا تہ ان مان مراد سج آهي ڇوتہ قرآن شريف سج کي ئي سراج چيو آهي ۽ يا ڏيئو مراد هجي.

حافظ ابن ڪثير محدث پنهنجي مشهور ۽ مقبول تفسير ۾ لکي ٿو:

"قوله وسراجا منيرا، اي وامرڪ ظاهر فيما جُست به من الحق کالشمس في اشراقها واضاء تها لايجحدها لا معاند" (تفسير ابن ڪثير مصري: سورت احزاب ص 573) يعني سراج منير جي

اها معنيٰ آهي تہ اي پيغمبر! تنهنجو معاملو تنهنجي آندل شريعت جي باري ۾ اهڙو پڌرو ۽ واضح آهي، يعني تون پنهنجي ڪم ۾ اهڙو روشن ۽ ڪليل آهين جيئن سج پنهنجي چمڪ دمڪ ۾ ظاهر هوندو آهي، جو انڌي ڪان سواءِ ڪوئي ان جو انڪار نٿو ڪري سگهي.

بهرحال، تفسيرن مطابق ان باري ۾ واضح آهي تہ سراج مان سج بہ مراد وٺي سگهجي ٿي ۽ ورتي وئي آهي. تنهنڪري ابن ڪثير گمان موجب نہ پر يقين سان واضح ڪري ڇڏيو تہ هتي سراج مان سج ئي مراد آهي. انهيءَ ڪري لغت ۽ تفسير ٻئي انهيءَ تي متفق آهن تہ هتي سراج مان سج مراد وٺڻ لغت ۽ تفسير ٻنهي جي حوالي سان درست ۽ صحيح آهي.

لغت ۽ تفسير ڪان علاوه جيڪڏهن عين قرآن شريف تي نظر وڌي وڃي تہ ان مان بہ پڌري پٽ واضح ٿئي ٿو تہ هتي سراج منير جي معنيٰ سج ئي ورتي وئي آهي ۽ نبوي ذات بابرڪات کي سج ئي ثابت ڪرڻ مقصد آهي. ڇوتہ قرآن شريف جي اصطلاح ۾ سراج لقب ئي سج جو آهي ۽ ان مان سج ئي مراد وٺڻ گهرجي. جيئن قرآني تعبير ۾ چنڊ جو لقب نور آهي ۽ ان مان چنڊ ئي مراد هوندي آهي. تنهنڪري سورت نوح ۾ چنڊ کي نور ۽ سج کي سراج چيو ويو آهي. ارشاد آهي:

"وَجَعَلَ الْقَمَرَ فِيهِنَّ نُورًا وَّجَعَلَ الشَّمْسَ سِرَاجًا ﴿١٦﴾" معنيٰ: ۽ انهن ۾ چنڊ کي روشن ڪيائين ۽ سج کي چمڪندڙ ڏيئو ڪيائين ﴿١٦﴾

بلڪ قرآن شريف جي حوالي ۾ سج جو اهو لقب (سراج) ايترو مشهور ۽ مقرر ٿيل آهي جو جيڪڏهن سج جو نالو وٺڻ ڪان سواءِ ئي سراج جو ذڪر ڪيو وڃي تہ ان مان سج ڪان سواءِ ٻي ڪابہ شي مراد نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري فرقان سورت ۾ چنڊ کي منير چئي ان جي مقابلي ۾ سج جي صرف هن لقب (سراج) جو ذڪر ڪرڻ ڪافي سمجهيو ويو آهي. جنهن مان پاڻمرادو سج ئي ذهنن ۾ اچي ٿو. ارشاد باري تعاليٰ آهي: "وَجَعَلَ فِيهَا سِرَاجًا وَّقَمَرًا مُّنِيرًا ﴿٦١﴾" معنيٰ: ۽ انهن ۾ ڏيئو (سج) ۽ چمڪندڙ چنڊ رکيائين ﴿٦١﴾ (سورت فرقان)

هن آيت مان تہ اهو پڌرو ٿيو تہ قرآني حوالي سان سراج سج جو ئي لقب آهي ۽ قرآن جي اصطلاح ۾ سراج سج کي ئي چوندا آهن. هاڻي غور ڪيو تہ هڪڙي طرف تہ قرآن سج جو مخصوص لقب سراج ٻڌايو آهي ۽ ٻئي پاسي قرآن ئي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي بہ سراج سڏيو آهي. جيئن آيت "وسراجا منيرا" مان پڌرو آهي، تہ لقب جي ان هڪجهڙائي سان سج بہ سراج آهي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم بہ سراج آهن ۽ قرآن شريف جي حوالي سان سراج جي معنيٰ سج آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو آفتاب هجڻ سج وانگر روشن ٿي ويجي ٿو. حاصل مطلب تہ جيڪڏهن سج جو مخصوص لقب سراج آهي ۽ اهوئي سراج حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو بہ لقب آهي تہ قرآني اصطلاح جي مطابق حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سج ثابت ٿيا. جيڪو تشبيهہ ڏيڻ جو خاص مقصد آهي. مطلب اهو نڪتو تہ جيڪڏهن سج فلڪي آفتاب آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ڌيهي آفتاب آهن. اهو آسمان جي افق مان تہ هي زمين جي افق مان اڀري ٿو. جنهن سان ان مثال جي نوعيت کلي ڪري سامهون اچي ويجي ٿي. حاصل مطلب تہ پهريان لغت مان، پوءِ تفسير مان ۽ پوءِ عين قرآن مان ثابت ٿيو تہ سراجا منيرا ۾ سراج جي معنيٰ سج آهي ۽ هتي ان مان نبوي ذات بابرڪات ئي مقصد ۽ مطلب آهي. ان مطابق حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات اقدس لغت، تفسير ۽ قرآن جي حوالي سان سج ثابت ٿي؛ ۽ پڌرو ٿي ويو تہ هن آيت ۾ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سج سان تشبيهہ ڏيڻ مقصد آهي، جيڪا اسان جي بہ دعويٰ هئي.

پر ان کان اڳ جو اسان ان تشبيهہ جي حوالي سان سيرت نبوي جي ڳالهين تي روشني وجهون، هڪڙي ٻئي شڪ جو ازالو ڪرڻ ضروري سمجهون ٿا ۽ اهو هي تہ تشبيهہ جي ان سلسلي مان شايد ڪنهن کي نبوي ذات بابرڪات ۽ سج ۾ برابري ۽ هڪجهڙائيءَ جو شڪ پيدا ٿي وڃي ۽ اهو هي خيال ڪرڻ لڳي تہ شايد هي مادي سج ۽ اهو روحاني سج هڪڙي درجي وارا هوندا يا سهڻي گفتگوءَ جي ڪن ڳالهين کي ڏسي ڪنهن کي اهو وهم پيدا ٿي وڃي تہ تشبيهہ جي

سلسلي ۾ جنهن سان تشبيهه ڏني ويندي آهي اهو گهٽ ڪري ان کان افضل هوندو آهي جنهن کي تشبيهه ڏني وڃي. ائين ته معاذالله سج جنهن سان تشبيهه ڏني وڃي ٿي اهو حضور صلي الله عليه وآله وسلم کان افضل هجي ڇوته حضور صلي الله عليه وآله وسلم کي سج سان تشبيهه ڏني وڃي ٿي. ظاهر آهي ته ان صورت ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي فضيلت ته ڇا ثابت ٿيندي جيڪو مقصد هيو مورڳو ان جي ابتڙ سج جي فضيلت ثابت ٿي ويندي، جيڪا ڳالهه مقصد جي خلاف ۽ موضوع جي ابتڙ هجڻ سان گڏوگڏ حقيقت جي خلاف به آهي.

جواب اهو آهي ته قرآن شريف هن تشبيهه سان گڏوگڏ انهن ٻنهي آفتابن جي مخصوص لقبن جو ذڪر ڪري انهن ٻنهي جي نوعيت کي الڳ الڳ ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ته جيئن انهن مان هرهڪ جو درجو ۽ مرتبو چٽو ۽ پڌرو ٿي وڃي ۽ ڪنهن کي به حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي نسبت سان سج جي افضليت يا برابري جو ڏوڪو نه لڳي.

تنهنڪري هن مادي سج جي صفت ته قرآن "وهاج" ذڪر فرمائي.

"وَبَنَيْنَا فَوْقَكُمْ سَبْعًا شِدَادًا ﴿١٢﴾ وَّ جَعَلْنَا سِرَاجًا وَّهَّاجًا ﴿١٣﴾" معنيٰ: ۽ توهان جي مٿان ست مضبوط آسمان بڻايا آهن ﴿١٢﴾ ۽ چمڪندڙ ڏيئو (سج) رکيو آهي ﴿١٣﴾ (سورت نبا)

عربي لغت ۾ "وهج" جي معنيٰ نورمع الحرارت يعني گرمي وارو نور آهي. جيڪو روشن به هجي ۽ گرم به هجي، ان کي وهج چونداسين ۽ جنهن ۾ تمام گهڻي روشني ۽ تمام گهڻي گرمي هجي ان کي مبالغي سان وهاج چونداسين. سو سج جهڙيءَ طرح بي حد روشن آهي جو ان تي نظر ٽڪي نٿي سگهي، اهڙيءَ طرح گرم به آهي جو ان جي هيٺان گهڻي دير تائين ڏسڻ وارا بيهي نٿا سگهن. جنهن مان واضح ٿي وڃي ٿو ته ان سج ۾ باهه به آهي ۽ اهو باهه جو سرچشمو آهي. ڇوته باهه جي ئي اها خصلت هوندي آهي ته اها روشن به هجي ۽ گرم به هجي. انهيءَ ڪري اهو مادي سج باهه وارو سيارو معلوم ٿو ٿئي ۽ انهيءَ ڪري "وهج" جي لفظ سان ان جي وصف بيان ڪئي وئي آهي.

پر آفتابِ نبوت کي الله تعاليٰ سراج فرمائي ان جو لقب "وهاج" جي بجاءِ "منير" ذڪر فرمايو جيڪو چنڊ جو شان آهي. تنهنڪري

چنڊ کي قرآن منير ۽ نور فرمايو آهي (وقمرًا منيرًا ۽ والقمرًا نورًا) جنهن ۾ روشني سان گڏ ٿڌاڻ بہ مليل آهي. انهيءَ ڪري منير جي معنيٰ ٿڌي روشني وارو ٿي ۽ ثابت ٿيو تہ هن آفتاب روحاني (ذاتِ نبوي) ۾ روشني تہ سچ جهڙي آهي، جنهن ۾ چنڊ جهڙي جَهڪائي ڪونهي جو رات جي اونداهي ختم نہ ٿي سگهي پر ٿڌاڻ چنڊ واري آهي، جنهن ۾ سچ واري گرمي ۽ تپش ڪونهي جو اذيت ثابت ٿئي. جنهن جو مطلب اهو نڪتو تہ مادي سج باهہ آهي ۽ روحاني سج نور آهي. ان سان ٻنهي آفتابن جي روشني ۽ نورانيت جي نوعيت جو فرق واضح ٿي ويو تہ هڪڙو ناري آهي ۽ ٻيو نوري.

ان سان گڏ انهن ٻنهي آفتابن جي اصليت جو فرق بہ ان سان کلي وڃي ٿو ۽ اهو تہ مادي سج جيئن تہ باهہ وارو آهي ۽ باهہ جو ذخيرو جهنم آهي، تنهنڪري ان جي هر شي باهہ واري ۽ ايذائيندڙ آهي. ان جي پاڻي کي "حميم" يعني ٽهڪندڙ چيو ويو آهي. ان ۾ رهندڙن جي سڙيل چهرن کي ڪوئلي سان تشبيهہ ڏني وئي ۽ ان جي باهہ جي انتهائي تيزيءَ جي ڪري ان جي رنگ کي ڪارو ٻڌايو ويو آهي. ان جي ڇپين جي شدت ۽ گرمي جي ڪري خود پاڻ ۾ انهن جو هڪ ٻئي کي ساڙيندو رهڻ ۽ ايذاءُ ۾ هجڻ ظاهر ڪيو ويو. ان جي ملائڪن کي غضبناڪ صورت وارا چيو ويو ۽ غضب جيڪو باهہ جو ئي حصو آهي. ان جي نانگن ۽ وڇوئن جي زهر جي انتهائي گرمي ظاهر ڪئي وئي، جيڪو خود باهہ جو حصو آهي. مطلب تہ جهنم باهہ آهي تہ ان جي هر شي باهہ آهي. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ ان باهہ سان سج کي جهنم سان نسبت هجي، بلڪ گرمي ۽ تپش ۾ اهو جهنم جو نمائندو هجي جو جهنم جي باهہ ۽ گرمي کي جذب ڪري دنيا تي اڇلائي ٿو جيئن آتشي شيشو سج جي گرمي جذب ڪري ڪاغذ ۽ ڪپڙي کي ساڙي ڇڏيندو آهي. جنهن مان هن ناري سج جو بڻ بنياد جهنم ثابت ٿئي ٿو. شايد انهيءَ ڪري "ڪل شيءِ يرجع اليٰ اصله" (يعني هر شي پنهنجي اصل ڏانهن ئي موٽندي آهي) جي اصول تي قيامت جي ڏينهن جڏهن حساب ڪتاب ٿي ويندو تہ چنڊ ۽ سج جا هي عظيم الشان سيارا ۽ ڳرا گول جسم جهنم ۾ وڌا ويندا. مطلب اتي پهچايا ويندا جتان انهن جي نشونما ۽ وجود هو.

ان جي برخلاف روحاني آفتاب جنهن ۾ باهہ جي بجاءِ نورانيت آهي، جنهن ۾ روشني سان گڏ ٿڌاڻ ۽ سلامتي آهي، ظاهر آهي نور ۽ سلامتيءَ جو ذخيرو جنت آهي، تنهنڪري جنت جي هرهڪ شي ۾ راحت ۽ نورانيت ثابت آهي. ان ۾ رهڻ وارن جي چهرن کي چمڪ دمڪ سان تشبيهہ ڏني وئي آهي. مٿيَن درجن وارين جنتن ۾ رهڻ وارن لاءِ جڏهن اهي هيٺين درجي وارن کي ڏسڻ ۾ اچن تہ چمڪندڙ ستارن جي صورت ۾ نظر اچڻ جي خبر ڏني وئي آهي. اتي جي محلاتن ۽ ويهڻ جي منبرن کي نور مان ناهيل چيو ويو آهي. اتي جي عورتن جون ٻڪيون شفافيت ۽ چمڪ ۾ شيشي جي مثل ٻڌايون ويون آهن جن ۾ آرپار جون شيون ڏسڻ ۾ اچن. اتان جي در ۽ ديوارن کي شيشي جي مثل ٻڌايو ويو آهي جن مان اندر ٻاهر جون شيون ڏسڻ ۾ ايندريون. اتان جي پاڻيءَ کي برف کان وڌيڪ شفاف ۽ ٿڌو ۽ ماکيءَ کان وڌيڪ مِٺو ٻڌايو ويو آهي. اتان جي روشنيءَ کي عرش جو نور چيو ويو آهي. مطلب تہ جنت نور ۽ سلامتي آهي تہ ان جي هر شي ۾ نور ۽ سلامتي آهي. انهيءَ کري ضروري آهي تہ ان نور ۽ سلامتيءَ جي سج کي ان نوراني ٿڌاڻ ۾ جنهن جي معنوي صورت رحمت ۽ مهرباني آهي، جنت سان ئي نسبت هجي. بلڪ هي آفتاب ان جو نمائندو هجي جو اتان نور ۽ سلامتي جذب ڪندو هجي ۽ دنيا تي اڇلائيندو هجي. تنهنڪري پاڻ سڳورن جي جسم مبارڪ، جمال مبارڪ ۽ پاڪ حقيقت سيني ۾ نورانيت ۽ جاذبيت نظر اچي ٿي. حديث جي تفصيل مطابق ڳالهائڻ وقت پاڻ سڳورن جي ڏندن مبارڪن مان نور ڇٽندي نظر ايندو هيو. نڪ مبارڪ جو چوٽي جي ڪري مٿانهون محسوس ٿيڻ، منهن مبارڪ جي چمڪ دمڪ سج جهڙي محسوس ٿيڻ، حديث جي تفصيل مطابق "كان الشمس تجري في وجهه" (يعني جڻ سندن منهن مبارڪ ۾ سج گهمي رهيو آهي)، چوڏهين جي چنڊ سان چهري مبارڪ جو مقابلو ڪري اصحابن طرفان چهري جي نور کي چنڊ تي فوقيت ڏيڻ ۽ حقيقت محمدي کي حديث ۾ نور چوڻ، سڀ ان ڳالهہ جون علامت ۽ نشانيون آهن تہ هي روحاني آفتاب انهن نورن جي هجوم جي ڪري انهي نور جي ذخيري (جنت) سان نسبت رکي ٿو نہ کي جهنم سان. تنهنڪري جيئن مادي سج جهنم جي حق ۾ هڪڙي بيٽري جي حيثيت رکي ٿو تو جيڪو ان جي

گرمي کي جذب ڪري دنيا تي اڇلائي ٿو. ائين ئي هي روحاني سج جنت ۽ عرش جي حق ۾ بيٺري جي صورت هوندو. جيڪو هر وقت ان جي نور کي جذب ڪري دنيا تي ڇڙڪائي رهيو هوندو.

شايد انهيءَ ڪري "کل شي يرجع الیٰ اصله" (يعني هر شي پنهنجي اصل ڏانهن موٽندي آهي) جي اصول تي هي آفتابِ نبوت (حضرت سرور عالم صلي الله عليہ وآلہ وسلم) هر وقت جنت جون ڳالهيون ڪندا هيا. ان ڏانهن لاڙو رکندا هيا، ان جي ترغيب ڏيندا هيا، ان جي جاگرافي ۽ تاريخ بيان ڪندا هيا، ان جي دعا گهرندا هيا، ان ۾ پهچائڻ وارا عمل گهرندا ۽ ڪندا هيا.

ان بنياد تي قرآن شريف مادي سج کي سراج وهاج چيو جيڪو روشني ۽ گرميءَ جو مجموعو آهي ۽ روحاني سج کي سراج منير چيو جيڪو روشني ۽ ٿڌاڻ جو مجموعو آهي. اهو جيڪڏهن وهاجيت سان شين کي سُڪائي ٿو ته هي منيريت سان انهن کي ڪمال جي حد تائين پهچائي ٿو. ان جي گرمي ۽ تپش کان جيڪڏهن مختلف وقتن تي ان کان بيزاري پيدا ٿيندي آهي ته هن جي نوراني ٿڌاڻ کان هر وقت عشق ۽ محبت وڌن ٿا. ان ۾ جيڪڏهن واقعيت جو شان آهي ته هن ۾ جاذبيت جو شان آهي. اتي ساڙڻ هوندو آهي ته هتي وِسائڻ آهي. اتي دل ۽ جان سڙندا آهن ته هتي دل ۽ جان کي زندگي ملندي آهي. ان جي هيٺان جيڪڏهن بدن ڪاراٽجي ويندو آهي ته هن جي ساٿ ۾ بدن منور ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف جيڪڏهن پنهنجي روحاني سج کي مخصوص صفتن ۾ مادي سج سان تشبيهه ڏني ته ان سان گڏ وهاج ۽ منير جون صفتون بيان ڪري انهن ۾ فرق بہ پڌر ڪري ڇڏيو. آسماني سج تہ "نارالله الموقدة" (سورت همزه) کان تربيت وٺي ناري آهي ۽ هي زمين جو سج "نورالسمٰوات والارض" (سورت نور) کان تربيت وٺي نوري آهي. هڪڙو جهنم سان وابستہ آهي ۽ ٻيو جنت ۽ عرش سان تہ جيئن ان تشبيهه سان ڪنهن کي انهن ٻنهي آفتابن ۾ هڪجهڙائي جو شڪ ۽ شبهو بہ نہ ٿئي. باقي مادي سج جي افضليت جي ڪهڙي ڳالهہ ۽ سمجهڻ وارا سمجهي وڃن تہ اهو آسماني سج، سج تہ آهي پر هن زميني سج جي مقابلي ۾ وساٽل ڏيئي جي بہ حيثيت نٿو رکي.

چراغِ مرده کجا؟ نورِ آفتاب کجا؟

انهيءَ جي باوجود جيڪڏهن حضرت خاتم المرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مقام خاتميت ۾ نبوت جي شانن کي ڪنهن مثال سان کولي سگهجي ٿو تہ اهو مثال صرف سج جو ئي ٿي سگهيو ٿي. انهيءَ ڪري ان فرق جي باوجود ان کي ئي ان مثال جي لاءِ اختيار بہ ڪيو ويو.

## اهو مثال سج ۾ ڏيئي جو مرڪب ڇو آهي؟

تڏهن بہ هتي هي سوال وري بہ رهجي ٿو وڃي تہ جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سج سان ئي تشبيهہ ڏيڻ مقصد هيو تہ "شمس" جو لفظ ڇڏي "سراج" جو لفظ ڇو استعمال ڪيو ويو؟ ظاهر ۾ تشبيهہ جي سڌي عبارت هي هئي تہ "شمسا منيرا" (پاڻ سڳورا چمڪندڙ سج آهن) نہ اهو تہ ڪين "سراجا منيرا" يعني روشن ڏيئو ڇئي پوءِ روشن ڏيئي مان سج مراد ورتو وڃي. سو ان ۾ ڪهڙي مصلحت آهي جو تشبيهہ ڏيڻ ۾ عنوان تہ ڏيئي جو اختيار ڪجي ۾ ان مان مراد سج وٺجي.

جواب ۾ عرض آهي تہ مقصد تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سج سان ئي تشبيهہ ڏيڻ آهي تہ جيئن نبوت جي ڳالهين تي سج جي حِسي حالتن سان پوري روشني پئجي وڃي. پر عنوان ڏيئي جو انهيءَ ڪري اختيار ڪيو ويو جو ڏيئي جي هڪڙي خاص صفت آهي جيڪا سج ۾ چنڊ ۾ ناهي ۾ اها هي آهي تہ سج مان ٻيو سج ٺهي نٿو سگهي، مگر هڪڙي ڏيئي مان ٻيو ڏيئو روشن ٿي سگهي ٿو. تنهنڪري سج سان انهيءَ ڪري تشبيهہ ڏني وئي جو چمڪ دمڪ ۾ ٻين خصوصيتن ۾ پاڻ سڳورن جي انفراديت واضح ٿي وڃي، جيئن سج کي سيني روشن جسمن ۾ پنهنجي ذات ۾ صفتن جي لحاظ کان انفراديت ۾ بي نظيري حاصل آهي. مگر هن سج کي ڏيئي جي لفظ سان انهيءَ لاءِ تعبير ڪيو ويو جو پاڻ سڳورن جي تربيت ۾ تاثير جي ڪمالن سان پاڻ سڳورن جي نمونې سازي جو ڪمال بہ کُلي وڃي جو پاڻ سڳورن پنهنجي رنگ ۾ ڍنگ جا لکين نمونا تيار ڪري ڇڏيا. جيئن هڪڙي ڏيئي مان لکين ڏيئا روشن ٿي وڃن ٿا. فرق آهي تہ صرف اهو تہ پاڻ سڳورن کان پوءِ تربيت يافتہ ماڻهو نبي نٿي بڻجي سگهيا، ڇو تہ نبوت

مڪمل ۽ ختم ٿي چڪي هئي. مگر انوارِ نبوت جا امين ۽ حامل ضرور ٿيندا رهيا، جن کي نبي تہ نٿو چئي سگهجي پر حياتيءَ جو انداز درجي بدرجي نبي جهڙو ضرور چئي سگهجي ٿو. تنهنڪري خود حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: ”علماء امتي کانبياء بني اسرائيل“ يعني منهنجي امت جا عالم (رباني) بني اسرائيل جي نبين مثل آهن.

جنهن موجب نبين تي جيڪڏهن وحي آئي تہ انهن رباني عالمن کي الهام ٿيو. جيڪڏهن نبين کي غيبي ڳالهين جو مشاهدو ٿيو تہ انهن ڀلارن کي ڪشف ٿيو. جيڪڏهن نبين جي هٿ تي معجزا ظاهر ٿيا تہ انهن بزرگن جي هٿ تي ڪرامتون ظاهر ٿيون. جيڪڏهن نبين سڀورن پنهنجي پنهنجي حوالي ٿيل علائقن ۽ آبادين کي علم ۽ اخلاق سان رنڱي ڇڏيو تہ هنن ڪامل ٻانهن مان بہ جيڪو جتي ويهي ويو، ان علائقي کي اصلاح ۽ هدايت سان ڀري ڇڏيو ۽ پرهيزگار ماڻهن جون جماعتون تيار ڪري ڇڏيون. جيڪڏهن نبين سڀورن غيبي خبرون ٻڌايون تہ انهن اوليائن ڪيترن ئي ڳجهن جهانن جا ڏس ڏنا. مطلب تہ اهي اولياء ۽ پرهيزگار ۽ رباني ماڻهو اصحابن کان وٺي دنيا جي ختم ٿيڻ تائين نبي تہ نہ ٿيندا مگر نبوي تعميل ۽ تربيت سان نبين جي مثل ضرور ڄاڻايا. سو سج لڪين شين کي روشن تہ ڪري سگهي ٿو پر پاڻ جهڙو نمونو تيار نٿو ڪري سگهي. پر حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جتي سج آهن جو اڻ ڳڻين دلين کي ڪائنئن روشني ملي، اتي ڏيئو بہ آهن جو پاڻ کان پوءِ لاءِ لکين نمونا تيار ڪيا، جيڪي نبوت تائين جيتوڻيڪ پهچي نہ سگهيا تہ نبوت جي ڪمالات جا امين ضرور بڻجي ويا ۽ انهن جي هر قول ۽ فعل مان نبوت جي روشني چٽي ۽ ظاهر ٿي.

تنهنڪري هن مرڪب تشبيهہ سان پاڻ سڀورن جون ٽي صفتون ثابت ڪرڻ منظور هيون. هڪڙي اها تہ پاڻ سڀورا پنهنجي ذات سان روشن تر آهن، ٻي اها تہ پاڻ سڀورا ٻين کي روشن ڪري رهيا آهن (اهي ٻئي صفتون تہ ٻنهي، سج ۽ ڏيئي، ۾ هڪجهڙيون هيون) ۽ ٽين اها تہ پاڻ سڀورا پنهنجي روشني پکيڙڻ سان پاڻ جهڙا روشن نمونا بہ تيار ڪرڻ ورا آهن. اها ئي اها صفت آهي جيڪا سج ۾ ڪونهي، صرف ڏيئي ۾ ملي ٿي. انهيءَ ڪري هن خاص صفت کي تہ ڏيئي جي لفظ سان پڌرو

ڪيو ويو. جيڪا سج سان نٿي ڪُلي سگهي ۽ نبوت جي باقي صفتن کي سج جي لفظ سان کوليو ويو جيڪي سراج (ڏيئي) جي لفظ سان نٿي ڪُلي سگهيون. انهيءَ ڪري سراج چيو ويو ۽ سج مراد ورتي وئي يعني لفظن ۾ تہ تشبيهہ ڏيئي سان ڏني وئي ۽ معنيٰ ۾ تشبيهہ سج سان ڏني وئي تہ جيئن تشبيهہ جي ان مرڪب سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نبوت جي ٽنهي صفتن تي روشني پئجي وڃي.

## تشبيهہ جو سبب ۽ نبوت ۽ سيرت جون ڳالهيون

سج جا هزارين شان ۽ صفتون آهن. جيڪي ذهن ۾ ياد اچي رهيون آهن جيڪڏهن انهن کي هڪ هڪ ڪري گڏ ڪيو وڃي تہ هي مضمون هڪڙو وڏو ڪتاب ٿي وڃي ۽ پکيڙ ڪري قابو ۾ نہ رهي. انهيءَ ڪري صرف بنيادي تشبيهون اختيار ڪري انهن سان سيرت ۽ نبوت جي بنيادي ڳالهين تي روشني وڌي وئي آهي ۽ انهن سوين تشبيهن مان صرف ڪجهہ بنيادي تشبيهون مثال طور اختيار ڪيون ويون آهن. مقصد صرف ذڪرِ رسول ﷺ جي برڪت حاصل ڪرڻ ۽ سيرت جي ڳالهين کي انهن مثالن جي سلسلي سان قرآن شريف مان نڪرندي ڏيکارڻ آهي. صفتن جو احاطو ڪرڻ مقصد ڪونهي ۽ نہ اها ڳالهہ پنهنجي وس جي آهي.

## روحاني آفتاب جي ضرورت

هن تشبيهہ سان ابتدائي طور جيڪا ڳالهہ پڌري ٿئي ٿي، اها هي آهي تہ جيڪڏهن مادي ڪائنات جي لاءِ هڪڙي جسماني سج جي ضرورت آهي، بيشڪ آهي، تہ معنوي ۽ روحاني ڪائنات جي لاءِ بہ هڪڙو روحاني سج اٽتر آهي. جيئن الله تعاليٰ هن جسماني ڪائنات جي لاءِ هڪڙو مادي سج ٺاهيو جنهن سان دنيا جهان روشن آهن، ائين ئي ان الله هڪڙو روحاني سج ذات بابرڪات نبوي ﷺ بہ ٺاهيو. جنهن سان ڪائنات روشن آهي. اهو جسمن کي روشن ڪري ٿو ۽ هي روحن کي. اهو صورتن کي ظاهر ڪري ٿو ۽ هي حقيقتن کي. اهو طبيعتن کي اپاري ٿو ۽ هي عقلن ۽ فطرتن کي. ان جي ڪارگذاري حياتين ۾ آهي ۽ هن جي معنويات ۾ جنهن سان حياتيون بہ فائدي کان

محروم ڪونہ ٿيون رهن. مطلب تہ مادي جهان وانگر روحاني دنيا جي لاءِ بہ هڪڙي سج جو وجود ضروري آهي. ڇوتہ سڀ ڄاڻن ٿا تہ جتي ساهوارا ۽ جسم گرميءَ بنا جي زندهہ نٿا رهي سگهن، جو انهن جي لاءِ قدرتي گرمي روح وانگر آهي. جيڪڏهن گرمي نہ رهي تہ هي فاني دنيا يا مادي دنيا بہ نہ رهي. جمادات، نباتات ۽ ساهوارن ۾ انسان کان وٺي ننڍڙن جيتن جڙن تائين جي زندگيءَ جو وڏو جزو گرمي آهي. مثال طور، جيڪڏهن جسم ۾ گرمي ۽ جوش نہ هجي تہ جسماني شيون باقي نٿيون رهي سگهن. نہ، بلڪ جيڪڏهن هن پوري دنيا ۽ ان جي جزن مان گرمي ڇڪي ڪڍي وڃي تہ پوري ڪائنات برفاني ٿي ڄمي وڃي، رڳو ڄميل حالت ٿي وڃي ۽ ان ۾ چرڻ پرڻ جي سگهہ نہ رهي، جيڪا زندگيءَ جي شروعاتي نشاني آهي. سو ڪائنات جي لاءِ گرمي روح وانگر آهي ۽ سيني کي خبر آهي تہ گرمي ۽ گرمي واري روح جو سرچشمو سج کان سواءِ ٻي ڪا شي ڪونهي، جو ان کان ئي سيني کي گرمي جو فائدو پهچي ٿو. ايتري تائين جو گرميءَ جا جيڪي بہ وسيلا دنيا ۾ باهہ پکيڙي رهيا آهن، اهي بہ سڀ سج کان ئي فيض حاصل ڪري باهہ جهڙا لڳا پيا آهن. ايستائين جو خود باهہ پيدا ڪرڻ واريون شيون بہ پنهنجي گرمي ۽ تيزيءَ ۾ ان ئي باهہ جهڙي سياري جون محتاج ۽ ان مان فائدو وٺندڙ آهن. جيڪڏهن سج نہ هجي تہ چقمق مان باهہ نہ نڪري. جيڪڏهن سج نہ هجي تہ سڀ پٿر ۽ لوهہ ٿڌا ٿي وڃن ۽ انهن کي رڳڙڻ سان ڪڏهن بہ باهہ جون چڻنگون نڪري نہ سگهن. جيڪڏهن سيني باهہ وارين شين کي هڪ ئي وقت سمنڊ ۾ اڇلايو وڃي جن کي سج جي گرمي ڇهي نہ سگهي تہ اهي وسامي ختم ٿي وڃن ۽ انهن کي رڳڙڻ سان ڪڏهن بہ باهہ نہ ٻري. خود سمنڊن تي بہ جيڪڏهن سج جي اس نہ پوي تہ اهي برف جا پهاڙ ٿي وڃن، ان ۾ رهندڙ سيئي ساهوارا مري وڃن. ان مان اٿندڙ سيئي برساتي هوائون ختم ٿي وڃن ۽ دنيا کي پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو بہ نہ ملي سگهي. جيڪڏهن پوکن تي سج پنهنجو نوراني پاڇو ۽ گرمي وارو اثر نہ وجهي تہ هڪڙو داڻو بہ پچي راس نہ ٿئي ۽ دنيا داڻي داڻي کان سِڪي فنا جي گهاٽ تي پهچي وڃي. جيڪڏهن سج جي روشني ۽ اثر واري گرمي سج ۾ نہ هجي تہ ان ۾ بجلي باقي نہ رهي جيڪا گرمي پاڻي جي حق ۾ بقا جو روح آهي. وري خود انسان جيڪو

هن ڪائنات جو سڪليڊو آهي، ان ئي سج واري گرمي جي ڪري زمين تي گهمي ڦري ٿو. جڏهن ان مان قدرتي گرمي ختم ٿي ويندي آهي، تڏهن ئي اهو بہ ختم ٿي ويندو آهي. حالانڪ مٽي، پاڻي ۽ هوا دستور موجب ان ۾ موجود هوندا آهن ۽ ان جي لاش ۾ اصلي حالت ۾ قائم هوندا آهن، پر ان کي جيئرو انسان نٿا چئي سگهون. رڳو حياتي ئي نہ، زندگيءَ جا لاها چاڙها صحت، طاقت، امنگ، حوصلو، همت وغيره بہ ان ئي گرميءَ جي ٻل تي قائم آهن. سج اڀرڻ وقت طبيعتن ۾ اڀار ٿيندو آهي، آخري پساهہ کڻندڙ مريض جي طبيعت ۾ جان محسوس ٿيڻ لڳندي آهي ۽ امنگ ۽ حياتي تازيون ڊوڙندڙ نظر ايندڙيون آهن. پر سج لٿڻ وقت ۽ خاص ڪري سج جي لهڻ کان پوءِ طبيعتن ۾ ٿڪاوٽ، سُستي ۽ هيٺائي محسوس ٿيڻ لڳندي آهي، سج کان جڏهن بلڪل پري ٿي ويندا آهيون ۽ سج جي روشني ختم ٿيڻ سان رات جي اونداهي دنيا تي ڇانئجي ويندي آهي تہ اهي ئي ٿڪل ساٽا ٿيل ساهوارا ننڊ جي عارضي موت جو شڪار ٿي ويندا آهن. پوءِ جيئن ئي سج جي اڀرڻ جون نشانيون ظاهر ٿينديون آهن تئين ئي انهن ۾ موت کان پوءِ جيئرو ٿيڻ (بعثت بعد الموت) جا آثار شروع ٿي ويندا آهن. اهي مڙدا سڪون واري ننڊ مان اٿڻ لڳندا آهن ۽ دنيا جي ميدانن ۾ گوڙ گهمسان جي بازار گرم ٿي ويندي آهي. مطلب تہ جمادات، نباتات، حيوان، انسان، عنصرن ۽ مواد جي مادي زندگي قدرتي گرمي تي ٻڌل آهي ۽ گرمي جو ذريعو سج آهي. انهيءَ ڪري سيني مادي شين جي جسماني زندگي سج جي وجود جي تابع ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري الله جي فطرت جي تقاضا ٿي تہ هن فاني دنيا کي هڪڙو سج ڏنو وڃي جيڪو ان جي مادي زندگيءَ جو ضامن هجي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح شعور واري ڪائنات جي روحاني زندگي ۽ روح جي احوال ۽ مقامن جي ڏيک ويک بہ ايماني گرمي ۽ الله جي عشق جي گرمي سان قائم آهي، جنهن جو نالو ايمان آهي. علم، اخلاق، معرفت، احوال، مقام، قلبي واردات ۽ وصول ۽ قبول جي گرم بازاري ان ئي ايماني گرمي سان قائم آهي. جنهن حد تائين ايمان ۽ عشق جي گرمي آهي ان حد تائين ديني ننگ، مذهبي غيرت، نفس ڪشي ۽ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ جو جوش ۽ جذبو اڀرندو آهي. جيڪڏهن ايمان جي گرمي باقي نہ رهي تہ هي سيئي روحاني ڪمالات ۽ ڳالهيون ختم ٿي انسان صرف

پٿر، وڻ يا جانور يا رڳو هڪڙي انساني شڪل رهجي وڃي، جنهن ۾ ساهه هجڻ جو ڪو سوال ئي ڪونهي. ان ايماني گرميءَ جي جوش سان دنيا جي معاملن، امن امان، سک سلامتي، مهر ۽ وفا، قرباني ۽ همدردي جا نظارا قائم آهن. جيڪڏهن اها گرمي، اهو الله الله ڪرڻ وارو جوش ۽ جذبو، ۽ اها اندروني عشق ۽ محبت سان شوق جي باهه دلين ۾ ڀڙڪيل نه هجي ته نفس ۽ نفس جي سڌُن جون تخريبي ڪارروايون زمين ۽ آسمان جي سڪون ۽ اطمينان کي ڀسم ڪري ڇڏين. بهرحال، الله جي محبت جي اها باهه الله کان سواءِ هر شي کي ساڙي انسان کي هر شي کان بي نياز ڪري ڇڏي ٿي. جنهن سان نفساني جهڳڙا ۽ شهوتي خرابيون ختم ٿي وينديون ۽ دنيا امن ۽ سڪون جو ساهه کڻڻ جي قابل ٿيندي آهي. سڀني کي خبر آهي ته ان ايماني گرمي ۽ الله جي عشق جي جوش جو سرچشمو نبي سڳورا آهن ۽ وري انهن جي ايماني گرميءَ جو اڪيلو سرچشمو نبي ڪريم ﷺ ذات بابرڪات آهي. ڇوته پاڻ سڳورا خاتم النبوت آهن، جن جي فيض سان نبين سڳورن ۽ امتن کي اها روحاني قدرتي گرمي ملي آهي. تنهنڪري ٻيا نبي سڳورا نبوت جا ستارا آهن ته پاڻ سڳورا آفتابِ نبوت آهن. انهيءَ ڪري اڳين ۽ پوين جي ايماني ۽ احساني آب و تاب، روشني ۽ گرميءَ جو سرچشمو آفتابِ نبوت آهي، جنهن سان پوري روحاني دنيا جي گرمي ۽ گرم بازاري ۽ ٻين لفظن ۾ روحاني زندگي قائم آهي. بلڪ پوري عالم روحانيت جي گرمي ۽ گرم بازاري ۽ روحاني زندگي آفتابِ نبوت سان ئي ممڪن ۽ وابسته هئي ته الله جي فطرت جي تقاضا اها ٿي ته مادي ڪائنات وانگر اهو روحاني ڪائنات کي به هڪڙو روحاني آفتاب بخشي، جيڪو روحاني دنيا جي زندگيءَ جو ضامن هجي. تنهنڪري جيڪڏهن مادي ڪائنات کي پنهنجي بقا جي لاءِ هڪڙي مادي آفتاب جي ضرورت هئي ته روحاني ڪائنات کي به پنهنجي بقا ۽ زندگي لاءِ هڪڙي روحاني آفتاب جي ضرورت هئي ۽ اهي ذات بابرڪات محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن آهن.

"دَاعِيًا اِلَى اللهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا"﴿٤٦﴾ معنيٰ: "۽ الله جي حڪم سان ان ڏانهن سڏيندڙ ۽ روشن ڏيئو ڪري موڪليو آهي" ﴿٤٦﴾

مطلب تہ هن تشبيهہ سان پهريان نبوت جي ضرورت ۽ ختم نبوت جي ضرورت ثابت ٿي جيڪا آفتابِ نبوي سان ئي وابستہ هئي، ۽ سراجا منيرا جو اهو پهريون مقام آهي، جنهن سان سيرت نبوي جي پهرين ڳالهہ (سيرتِ نبوت جي ضرورت) پڌري ٿي. وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا.

## سج جو آسمان

جيئن مادي سج جي لاءِ هڪڙو دائرو ۽ هڪڙو محور ضروري آهي، جنهن تي اهو حرڪت ڪري ۽ اهو آسمان آهي، ائين روحاني سج جي لاءِ بہ هڪڙو محور (گردش جي جاءِ) اٽڪر آهي، جنهن تي ان جي چرپر هجي. فرق هوندو تہ صرف اهو تہ مادي سج جو آسمان بہ مادي هوندو، جيڪو حِسي نگاهن جي سامهون اچي سگهندو ۽ روحاني سج جو آسمان روحاني هوندو، جيڪو دل جي نگاهہ جي سامهون ايندو ۽ سيني کي خبر آهي تہ روحانيت جو سرچشمو نبوت آهي. انهيءَ ڪري هن روحانيت جي سج جي آسمان کي آسمانِ نبوت چيو ويندو ۽ نبين سڳورن کي ان آسمان ۾ چمڪندڙ ستارا، جن ۾ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم آفتابِ نبوت آهن. انهيءَ ڪري هن روحاني سج جي چرپر ان ئي آسمانِ نبوت ۾ ٿيندي. نبوت جون ڳالهيون جڻ ان آسمان جا بُرج آهن جن ۾ آفتابِ نبوت جي چرپر ٿيندي ۽ انهن برجن جا خاص خاص آثار هوندا جيڪي ڪائنات تي پوندا. بهرحال، آفتابِ نبوت آسمانِ نبوت ۾ ۽ ان جو اڀرڻ ۽ لهڻ ۽ عروج ۽ نزول ان ئي آسمان ۾ ٿيندو آهي.

## اونداهي رات ۽ روشنيءَ جو بندوبست

سيني کي خبر آهي تہ سج اڀرڻ کان اڳ جي حالت اها هوندي آهي تہ رات شروع ٿيڻ سان آسمان جي هيٺان اونداهي ڇانيل هوندي آهي. زمين تي اوندهہ هوندي آهي. رات جو ڊيڄاريندڙ ديو پنهنجي ڀيانڪ شڪل سان پوري دنيا تي مسلط هوندو آهي. ڪم ڪار تقريبن رڪيا پيا هوندا آهن ۽ هر ساهوارو پنهنجي گهر ۽ پنهنجي نڪاٽي جو قيدي ٿي ويندو آهي. ماڻهو ڪجهہ روشنيءَ جو بندوبست بہ ڪندا آهن

۽ ڪنهن حد تائين رات جي شروع ۾ ان مان ڪم ڪيندا آهن. پر پهريان تہ اها محدود ۽ مصنوعي روشني همہ گير ڪونہ هوندي آهي جو هر جاءِ تي ڪم ڏئي يا هر جاءِ تي ملي سگهي. شهرن ۾ جيڪڏهن ڪجهہ رونق هوندي آهي تہ ڳوٺ اونداهي ۾ هوندا آهن. جيڪڏهن انهن ۾ بہ ڪجهہ ٽمڪندڙ ڏيئا ٻرندي ڏسڻ ۾ اچن تہ اهو ناممڪن هوندو آهي تہ پوري ٻهراڙِي ان سان روشن ٿي وڃي ۽ ان روشنيءَ ۾ پوکي راهي جو ڪم ٿيندو رهي. جيڪڏهن ڪجهہ جاين تي روشني هوندي بہ آهي تہ اها پوري ڪونہ هوندي آهي جو دل ۽ دماغ جي ٿڪاوٽ ۽ ساڻائي جي اونداهي کي ختم ڪري ڇڏي ۽ ان ۾ جوش ۽ ولولي جو اهو روح ڦوڪي ڇڏي،جيڪو ڏينهن جي روشني سان ٿيندو آهي. بهرحال، ڪابہ مصنوعي روشني نہ تہ مڪمل هوندي آهي ۽ نہ همہ گير، جو رات جي اونداهي ۽ ان جي طبعي اثرن جو پورو پورو مقابلو ڪري سگهي. اهڙيءَ طرح اهي اونداهي رات جون اونداهيون هڪٻئي پٺيان لهي ڪائنات جي ظاهر ۽ باطن تي ڇائنجي وينديون آهن ۽ حسي اونداهي، غفلت ۽ ننڊ جي اونداهي ڇانيل هوندي آهي، جنهن ڪان ماڻهو رڪجي ڪٽن تي ڊگها ٿي ويندا آهن ۽ دنيا جيئرن ماڻهن جو قبرستان ٿي ويندي آهي.

پر جڏهن اونداهي جا پردا گهاٽو گهاٽا ٿي ويندا آهن ۽ مصنوعي روشنيون ان کي ختم ڪرڻ ۾ بي اثر ثابت ٿينديون آهن تہ الله تعالىٰ پنهنجي رحمت ۽ قدرت سان رات جي حال مناسب خود روشني جو بندوبست ڪرڻ فرمائيندو آهي ۽ آهستي آهستي آسمان جي فضا ۾ تارا ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويندا آهن. هڪڙو نڪتو، وري ٻيو ظاهر ٿيو، پوءِ ٿيون، ايستائين جو هڪ ٻئي پٺيان تارا هجوم ڪري پوري آسمان کي ڍڪي ڇڏيندا آهن ۽ انهن سيارن جي مسلسل اڀرڻ سان پورو آسمان تارن سان چمڪندڙ لڳندو آهي، جنهن سان اونداهي رات جي انڌيري جي اها شدت باقي نہ رهندي آهي جو هٿ بہ هٿ کي نہ ڏسي سگهي. بلڪ ڪنهن حد تائين دنيا جي پوري فضا شهرن جي هجي يا ڳوٺن جي، جهنگلن جي هجي يا دريائن جي هڪ مُنو هلڪي روشني ۾ اچي ويندي آهي.

# هدايت جي ستارن جو اڀرڻ

نيڪ اهڙيءَ طرح آسمانِ نبوت جي هيٺان روحانيت جي زمين ۽ دلين جا گوشا جڏهن جهالت ۽ گمراهيءَ جي اونداهين ۾ گهيريل هيا ۽ گمراهي ۽ جهالتن انسان کي ان جي جبلت جي شهواني اونداهين ۽ شڪ شبهن جي اونداهين گهيري ڇڏيو هو. نفس اماره ۽ شيطانن جو ان جي عادتن تي پورو پورو تسلط هو تہ خود ان کي بہ پنهنجي روشنيءَ جو فڪر ٿيو. ان انهن اونداهين ۾ واٽ تي هلڻ لاءِ عقل جي روشني سان ڪم ڪيو. سمجهہ جي بجلي سان پنهنجي انفسي جهان ۾ ڏيئا روشن ڪيا. فلسفيت جي مصنوعي لالٽينن سان ڪجهہ ڪم هلايو. مگر عقل، سمجهہ ۽ فلسفي جي ٽمڪندڙ ڏيئن جي روشني پهريان تہ مڪمل نہ هئي جو دنيا سان گڏ آخرت ۽ حسياتي زندگيءَ سان گڏ آخرت جي معنوي زندگي جون منزلون بہ طئي ڪرائي ڇڏي ها. ڪنهن حد تائين اهو ممڪن بہ ٿئي ها ۽ مخصوص پاڪ ۽ پرهيزگار نفس ان رستي سان ڪجهہ منزلون طي بہ ڪن ها تہ ان روشنيءَ ۾ روحن جي حياتي ۽ عشقِ الاهي جي گرمي نہ هئي جو اها دلين ۾ امنگ ۽ روحن ۾ تڙپ پيدا ڪري سگهي ها. مطلب تہ عقلن جي روشنيءَ جو بندوبست ڪيو ويو ۽ آسمانِ نبوت تي رنگ رنگ جا ستارا اڀرڻ شروع ٿيا. سڀني کان پهريون ستارو آدم عليہ السلام جو اڀريو. پوءِ شيث عليہ السلام آيو. پوءِ ادريس عليہ السلام آيو. پوءِ نوح عليہ السلام آيو. پوءِ هود ۽ صالح عليهم السلام آيا. پوءِ ابراهيم، موسيٰ ۽ عيسيٰ عليهم السلام آيا. ايستائين جو آسماني تارن وانگر آسمانِ نبوت تي هڪ کان پوءِ ٻئي نبوت جي ستاري جو ظهور ۽ اچڻ شروع ٿيو.

"ثُمَّ اَرْسَلْنَا رُسُلَنَا تَتْرَا" معنيٰ: پوءِ هڪ ٻئي پٺيان پنهنجن رسولن کي موڪليوسين. (مومنون:44)

نبوت جي انهن تارن جي نورن ۽ برڪتن سان دلين جون اونداهيون ختم ٿيڻ شروع ٿيون ۽ دنيا انهن کي ڏسي ۽ انهن جي مثالي نمونن کي معيار ٺاهي حق جي راهہ جون منزلون طئي ڪرڻ شروع ڪيون.

## آسمانِ نبوت تي هدايت جي ستارن جو جهڳٽو

اهي آسمانِ نبوت تي هڪ کان پوءِ ٻيو اڀرڻ وارا ستارا چمڪندا رهيا. يعني آدم، نوح، ابراهيم، موسيٰ، سليمان ۽ دائود عليهم السلام سيئي پنهنجي پنهنجي وقت تي چمڪيا ۽ پنهنجي پنهنجي دور ۾ جهان وارن جي لاءِ هدايت ۽ رهنمائي جو سبب ٿيا. جيڪو بہ نبي سڳورو هن دنيا مان روانو ٿيو اهو پنهنجون نوراني نيشانيون ڇڏي ويو. جنهن تي ان کان پوءِ اچڻ واري جي عمارت بيٺي ۽ اهڙيءَ طرح نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت کان پنج سو سال پهريان هڪڙو وقت آيو جو سيئي روحاني ستارا پنهنجي نورن جي پردي ۾ آسمانِ نبوت تي هڪ ئي وقت گڏ ٿي ويا ۽ ظلمات بعضها فوق بعض جي مقابلي ۾ نور عليٰ نور جو ظهور ٿيو.

## آسمانِ نبوت تي آفتابِ نبوت جي اڀرڻ جون فطري گهرجون

آسمان ۽ زمين جي حالت اها ٿي وئي جو رات جي آخري گهڙيءَ ۾ آسمان تي لکين ننڍا وڏا تارا روشن آهن ۽ زمين تي ڪروڙين ڏيئا ۽ مصنوعي روشنين جا لکين لالٽين، بتيون ۽ شمعون ٻري رهيون آهن، پر پوءِ بہ ڏکهي رات ۽ ان جي اونداهي ختم نٿي ٿئي. نہ رات ختم ٿي ٿئي نہ ڏينهن ٿو اچي. مطلب تہ انهن سڀني روشنين ۾ گڏجي ڪري بہ اها طاقت نہ آهي جو رات کي ڏينهن ڪري ڇڏين. انهيءَ ڪري رات جي اونداهي جي انتهائي درجي تي پهچڻ تي زمين تہ دانهون ڪندي آهي تہ نور ڪامل سان ان جي مدد ڪئي وڃي جيڪو انهن اونداهين جي ڪکرن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏي ۽ تارن جي اها اڻپوري روشني اها ڪوڪ ڪندي آهي تہ ان جي تڪميل ڪئي وڃي تہ جيئن اها رات جي اونداهيءَ تي غالب اچي وڃي ۽ روشن ڏينهن ظاهر ٿي وڃي.

تنهنڪري دنيا جي اها پکڙيل اونداهي ۽ انهن تارن جي اها گڏيل روشني جي خاموش فرياد بلند ٿي تہ اسان کي هڪڙو اهڙو ڪامل نور

عطا ڪيو ويجي جيڪو رات کي ڏينهن ثاهي ڇڏي ۽ اڻپورن نورن کي مڪمل ڪري ڇڏي.

## اڀرڻ جي نيشاني

آدم عليہ السلام کان هزارين سال پوءِ جڏهن آسمانِ نبوت پنهنجي سڀني ستارن سان جڳ مڳ ڪري رهيو هو تہ عطاءِ الاهي متوجہ ٿي.

## آسمانِ نبوت جي صبح صادق

آسمانِ نبوت تي جهان کي روشن ڪرڻ واري سج جي اچڻ جون نشانيون ظاهر ٿيون، اوچتو پرهہ ڦٽي ۽ روحانيت جي صبح صادق ظاهر ٿي، جنهن خوشخبري ڏني تہ جلد نور جو اهو ذخيرو ۽ روشنيءَ جو اهو سرچشمو يعني آفتابِ نبوت سامهون اچڻ وارو آهي، جنهن جا سڀ منتظر هيا، ۽ نور ۽ اونداهي جنهن جي هڪ زبان ٿي گُهر ڪري رهيا هيا. اهو اچي رهيو آهي جنهن جي اچڻ کان پوءِ وري ڪنهن نور جي ضرورت نہ پوندي، ڇوتہ سج کان پوءِ ٻيو ڪو سج ڪونہ اڀرندو آهي. اها آفتابِ نبوت جي خوشخبري ڪهڙي هئي جنهن ان سج جي اڀرڻ جي خوشخبري ڏني؟

اها حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام جي بابرڪت ذات هئي، جنهن پنهنجي اچڻ جو حقيقي مقصد ئي آفتابِ نبوت جي اڀرڻ جي خوشخبري ڏيڻ ٻڌايو ۽ اعلان ڪيو تہ

"وَاِذْ قَالَ عِيْسَى ابْنُ مَرْيَمَ يٰبَنِيْٓ اِسْرَآءِيْلَ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ مُّصَدِّقًا لِّمَا بَيْنَ يَدَيَّ مِنَ التَّوْرٰىةِ وَمُبَشِّرًاۢ بِرَسُوْلٍ يَّاْتِيْ مِنْۢ بَعْدِي اسْمُهٗٓ اَحْمَدُ" معنيٰ: "جڏهن عيسيٰ بن مريم چيو تہ اي بني اسرائيل! بيشڪ آءُ توهان ڏانهن الله جو رسول آهيان، پاڻ کان اڳ آيل ڪتاب توريت جي تصديق ڪندڙ ۽ ان رسول جي خوشخبري ڏيندڙ آهيان جيڪو مون کان پوءِ ايندو، جنهن جو نالو احمد آهي." (صف:6)

تنهنڪري جيئن صبح صادق سج جي اڀرڻ جي خوشخبري ڏيندي آهي، ائين ئي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو سڀني کان وڏو مقصد حضرت خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دنيا ۾

تشريف آڻڻ جي خوشخبري ڏيڻ هيو. انهيءَ ڪري اهي نبوت جي دائري ۾ صبح صادق وانگر آهن.

پر جيئن تہ ٻارهن ڪلاڪن جي ڏينهن لاءِ ڏيڍ ڪلاڪ جي صبح صادق هوندي آهي، جو جيترو وڏو ڏينهن ايتري ئي وڏي صبح صادق هوندي آهي، سو ختم نبوت جي دائري جي ان عظيم الشان ڏينهن جي لاءِ جنهن جي ڊيگهہ بعثت نبوي کان وٺي قيامت جي صبح تائين آهي، صبح صادق بہ ايتري ڊگهي ٿيڻ گهربي هئي. جيترو وڏو هي ڏينهن هيو تہ اها صبح صادق حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو اچڻ آهي جنهن جي نبوت جو دور يا ٻين لفظن ۾ خوشخبري جو زمانو جنهن جي پڄاڻي تي آفتابِ نبوت اڀريو اٽڪل ڇهہ سو سالن جو عرصو آهي.

## اها صبح صادق بہ ان آفتابِ جو ئي اثر هئي

هتي هي نڪتو بہ آساني سان سمجهہ ۾ اچي ويندو تہ صبح صادق جي روشني ڪا مستقل روشني نہ هوندي آهي، بلڪ ان ئي سج جو سوجهرو هوندو آهي، جيڪو ان روشنيءَ جي هڪڙي شروعاتي جهلڪ هوندي آهي. جنهن ۾ آثار اهي ئي هوندا آهن جيڪي سج جي روشنيءَ ۾ هوندا آهن. تنهنڪري ان جي ظاهر ٿيڻ سان ئي سيئي تارا جهڪا ٿي ويندا آهن ۽ صبح صادق ٿيڻ کان ڪجهہ دير پوءِ ڪوبہ تارو ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو آهي. ايئن ئي حضرت عيسيٰ عليہ السلام بہ نورِ محمدي جي هڪڙي جهلڪ هيا، ۽ پاڻ سڳورن سان ڪمال جي گهڻين صفتن ۾ ڪامل مشابهت رکندا هيا. تنهنڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جيڪڏهن رحمت للعالمين ۽ رحمت مهدات فرمايو ويو

"وَمَآ اَرۡسَلۡنٰكَ اِلَّا رَحۡمَةً لِّلۡعٰلَمِيۡنَ﴿۱۰۷﴾" معنيٰ: "اسان توکي جهانن جي لاءِ رڳو رحمت ڪري موڪليو آهي ﴿۱۰۷﴾" (سورت الانبياء)
تہ عيسيٰ مسيح عليہ السلام کي بہ رحمت چيو ويو

"وَلِنَجۡعَلَهٗۤ اٰيَةً لِّلنَّاسِ وَرَحۡمَةً مِّنَّا ۚ وَكَانَ اَمۡرًا مَّقۡضِيًّا﴿۲۱﴾" معنيٰ: "جيئن ان کي ماڻهن لاءِ پنهنجي طرف کان نشاني ۽ ٻاجهہ جو وسيلو ڪريون، ۽ اهو ڪم طئي ٿيل آهي ﴿۲۱﴾" (سورت مريم)

جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي عبد ڪامل فرمايو ويو يعني ڪنهن خاص صفت سان قيد ڪري ذڪر نہ ڪيو ويو جيئن

عبد شڪور، عبدصبور وغيره. بلڪ عبد مطلق چيو ويو جنهن جي معنيٰ ڪمال عبديت آهي. ان ڪان علاوه، الله تعاليٰ خود ئي پاڻ سڳورن جي عبديت جو اعلان ڪيو، جيڪو خود پاڻ سڳورن جي ڪمال عبديت جو دليل آهي. تنهنڪري ارشاد ٿيو:

"سُبۡحٰنَ الَّذِیۡۤ اَسۡرٰی بِعَبۡدِہٖ لَیۡلًا مِّنَ الۡمَسۡجِدِ الۡحَرَامِ اِلَی الۡمَسۡجِدِ الۡاَقۡصَا"

معنيٰ: "اهو الله پاڪ آهي جنهن پنهنجي ٻانهي (محمد ﷺ) کي راتورات مسجدالحرام ڪان مسجد الاقصيٰ تائين سير ڪرايو." (سورت بني اسرائيل)

تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بہ اهڙيءَ طرح عبد مطلق جي خطاب سان نوازيو ويو. مگر لفظ "عبد" خود ان جي زبان مان بہ چورايو ويو جو قوم ان کي معبود سمجهڻ واري هئي. فرمايو:

"قَالَ اِنِّیۡ عَبۡدُ اللّٰهِ ؕ اٰتٰنِیَ الۡكِتٰبَ وَ جَعَلَنِیۡ نَبِیًّا ﴿۳۰﴾" معنيٰ: چيو تہ بيشڪ آءٌ الله جو ٻانهو آهيان، ان مون کي ڪتاب ڏنو آهي ۽ مون کي پيغمبر ڪيو اٿس ﴿۳۰﴾. (سورت مريم)

جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي خاتميت سان نوازيو ويو جو پاڻ سڳورا خاتم الانبياء والمرسلين آهن "وَلٰكِنۡ رَّسُوۡلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ" (احزاب) تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بہ هڪڙي قسم جي خاتميت ڏني وئي جو اهي خاتم الانبياء بني اسرائيل آهن. سو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم خاتم مطلق آهن ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام خاتم اسرائيليت آهن. ٻنهي ۾ گڏيل وصف خاتميت آهي.

جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امت کي پاڻ سڳورن جو رحمت للعالمين هجڻ ڪري امتِ رحمت بڻايو ويو ۽ رحمت ڪيل امت چيو ويو جو رحماء بينهم (پاڻ ۾ هڪٻئي تي رحم ڪرڻ وارا) ۽ ڪجهہ حديثن ۾ هينون لينون (نرم مزاج وارا، نرم اخلاق وارا) چيو ويو تہ مسيحي امت کي بہ اها وصف عطا ٿي

"وَجَعَلۡنَا فِیۡ قُلُوۡبِ الَّذِیۡنَ اتَّبَعُوۡهُ رَاۡفَةً وَّرَحۡمَةً" معنيٰ: ۽ جن ان جي پيروي ڪئي انهن جي دلين ۾ نرمي ۽ ٻاجهہ رکيسين. (الحديد:27)

جيڪڏهن پاڻ سڳورن جي امت کي عالمي حڪومت سان نوازيو ويو جو شروع ۾ بہ مسلمان پوري دنيا تي ڇائنجي ويا ۽ اوير ڪان اولهہ

تائين انهن جي رعب ۾ دٻدٻي جو ڏاڪو ڄمي ويو ۽ آخري وقت ۾ بہ پوري دنيا تي انهن جي ڇائنجي وڃڻ جون خبرون ڏنيون ويون آهن

"هُوَ الَّذِیۡۤ اَرۡسَلَ رَسُوۡلَهٗ بِالۡهُدٰی وَدِیۡنِ الۡحَقِّ لِیُظۡهِرَهٗ عَلَی الدِّیۡنِ كُلِّهٖ"

معنيٰ: "اهو الله ئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو آهي تہ ان دين کي سمورن دينن تي غالب ڪري." (فتح:28)

۽ حديثِ نبوي ۾ آهي تہ

"ان الله زويٰ لي الارض مشارقها ومغاربها و سيبلغ ملك امتي ما زويٰ لي منها" يعني الله تعاليٰ منهنجي لاءِ زمين جي اوڀر ۽ اولهہ کي گڏ ڪيو آهي ۽ منهنجي امت جي حڪومت ان تائين پهچندي جيستائين زمين کي منهنجي لاءِ گڏ ڪيو ويو آهي.

تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي امت کي بہ امت مسلمہ جي کلهي سان ڪلهو ملائي سدائين ۽ عالمي رکيو ويو ۽ انهن کي فرمايو ويو

"والروم ذوات القرون اذا هلك قرن خلفہ قرن الحرب بيننا و بينهم سجال ينالون منا ونناا منه" يعني ۽ حڪومت صدين تائين رهڻ واري آهي، صدين تي صديون گذرنديون ۽ اسان ۽ انهن جي لڙائي قائم رهندي، ڪڏهن اهي اسان تي عالب ٿيندا ۽ ڪڏهن اسان انهن تي.

يعني اها امت غلبي ۽ مغلوبيت سان امتِ مسلمہ جي ڪلهي سان ڪلهو ملائي هلندي رهندي ۽ انتهائي عروج ۽ اقتدار ۽ پوري دنيا ۾ غلبي جي خبر ظهورِ مهدي عليہ السلام جي ويجهڙي زماني تائين جي لاءِ ڏني وئي آهي. جيئن اج اهو غلبو ڏسڻ م اچي ٿو ۽ مسلمانن تي هڪ هزار سال گذرڻ کان پوءِ ئي نصارن جي غلبي ۽ اقتدار جي شروعات ٿي چڪي هئي جيڪا اج پوري عروج تي آهي.

جيڪڏهن پاڻ سڳورن کي مادي جسم سان معراج ڪرايو ويو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بہ مادي جسم سان آسمانن ڏانهن کنيو ويو. فرق ايترو آهي تہ ان کي چوٿين آسمان تائين کڻي ويا جيڪو ان جو مقام هيو ۽ اتي رهايو ويو ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي ستن ئي آسمانن کان اڳتي وٺي وڃي سدرت المنتهيٰ (مقام جبرائيل) ۽ سدرت کان گذاري جنتن تائين ۽ جنتن کان گذاري دفتر قضا و قدر

تائين ۽ اتان کٽي عرش تائين پهچايو ويو ۽ ويجهڙائيءَ جو انتهائي درجو عطا ڪيو.

جيڪڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي سندن جنم ڀومي مان هجرت ڪرائي وئي تہ جيئن پاڻ سڳورا قوت ۽ شوڪت سان وري پنهنجي ماڳ ڏانهن واپس ورن ۽ پوءِ نہ صرف وطن تائين محدود رهن بلڪ پوري دنيا جي خزانن جون ڪنجيون پاڻ سڳورن ۽ سندن امت جي حوالي ڪيون وڃن ۽ پوري دنيا ۾ سندن دين جي پڪڙجڻ جو بنياد رکجي وڃي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي بہ دنيا واري وطن مان آسمان واري وطن ڏانهن هجرت ڪرائي وئي تہ جيئن آخري زماني ۾ قوت ۽ شوڪت سان پنهنجي ملڪ شام ڏانهن واپس وري ۽ مسجد اقصيٰ وٽ لهي، جيڪا ان جي ڄمڻ جي جاءِ ۽ مراد هئي. پوءِ نہ صرف ان علائقي تائين محدود ٿي وڃي، بلڪ پوري دنيا ۾ ان جي حڪمراني قائم ٿي وڃي ۽ اهو مجددِ اسلام جي حيثيت سان اسلام کي پوري دنيا ۾ غالب ۽ حڪمران بڻائي ڇڏي. فرق ايترو آهي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام اتي هزارين سال گذاري اها قوت وٺي ايندو ۽ دنيا تي غلبو حاصل ڪري سگهندو جڏهن تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم معراج واري رات ڪجهہ گهڙين ۾ ئي اهي سڀئي عروج واريون قوتون وٺي واپس آيا ۽ پنهنجي وطن مڪي ڏانهن دٻدٻي واري شان سان موٽيا ۽ مڪي جي فتح سان فتوحات ۽ عالمگير عروج ۽ اقتدار جا دروازا کوليا ويا.

جيتوڻيڪ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اهلِ وطن (اهل حجاز) جي لاءِ ڪو جزيو نہ رکيو ويو جو اهي اهو خاص قسم جو جزيو ادا ڪري پنهنجي مذهب تي قائم رهندي اسلام جي دٻدٻي هيٺ زندگي گذارين، بلڪ انهن جي حق ۾ يا اسلام هو يا قتل. ڇوتہ اهي نبي ۽ نبيءَ جي دين کي پوريءَ طرح ڄاڻڻ جي باوجود نبي کي ان جي وطن مان ڪڍڻ وارا هيا ۽ قومي تعصب ۽ دشمنيءَ جي ڪري انهن نٿي گهريو تہ نبي پنهنجي دين سان پنهنجي وطن ۾ بلڪ وطن کان ٻاهر دنيا جي ڪنهن علائقي ۾ بہ زندگي گذارين. انهيءَ ڪري انهن جو بدلو ان کان سواءِ ڪو ٻيو ٿي نٿي سگهيو تہ انهن کي بہ ان ڪفر سان گڏ ڪنهن ڪنڊ ۾ پناهہ نہ ملي ۽ اهي پنهنجي باطل مذهب سان گڏ اسلامي دنيا ۾

جيئرا نہ رهن، جيڪڏهن رهن تہ مسلمان ٿي رهن ورنہ قتل ٿي وڃن. ايئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي آخري دور ۾ (نازل ٿيڻ کانپوءِ) بہ قومن ۾ خاص طور تي يهودين جي لاءِ جزيو باقي نہ رهندو يا اسلام قبول ڪرڻو هوندو يا قتل ٿيڻو پوندو. ڇوتہ يهودين خاندان وارا (بني اسرائيل) هجڻ جي باوجود ۽ سيني کان وڌيڪ عيسيٰ عليہ السلام جي صداقت جون نشانيون ڏسڻ جي باوجود تعصب ۽ دشمنيءَ جي ڪري هڪڙو منٽ بہ گوارا ڪونہ ڪيو تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي دين سان دنيا ۾ زندهہ رهي. ان کي ڦاهو ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ويو ۽ پنهنجي پر ۾ ڏئي بہ ڇڏيائون، اها ٻي ڳالهہ آهي تہ الاهي امر سان ڦاهو ان جي هم شڪل کي لڳو تہ الله تعاليٰ کين عزت سان آسمان ڏانهن هجرت ڪرائي. هوڏانهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي دنيا ۾ نازل ٿيڻ کان پوءِ ئي جڏهن ان وقت دنيا ٻن مخالف ڌڙن ۾ ورهايل هوندي يعني هڪڙا عيسيٰ عليہ السلام جي نازل ٿيڻ جا حمايتي هوندا جن ۾ مسلمان ۽ اسلام قبول ڪندڙ نصارا تہ ٻيا دجال جا ساٿي هوندا جن ۾ گهڻو تڻو يهودي هوندا تہ اهي دجالي يهودي ۽ خود دجال هڪڙي منٽ لاءِ بہ برداشت نہ ڪندا تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ۾ زندگي گذاري سگهي. انهيءَ ڪري انهن جو بہ بدلو اهو ئي هوندو ۽ ٿيڻ بہ ائين ئي کپي تہ انهن کي بہ دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڦڏي فساد لاءِ پناهہ نہ ڏني وڃي، جو اهي ان سخت ڪفر ۽ دشمنيءَ جي گندگيءَ سان دنيا کي آلوده ڪن، بلڪ يا اسلام قبول ڪن يا قتل ٿي وڃن.

بهرحال، حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي حضرت خاتم المرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان ڪمال درجي جي مناسبت ۽ مشابهت حاصل آهي، جنهن جو پهريون سبب ويجهو زمانو آهي جو اهي زماني جي لحاظ کان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان سڀني نبين سڳورن کان قريب تر آهن. ان جي ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وچ ۾ ٻيو ڪوبہ نبي ڪونهي ۽ ظاهر آهي تہ زماني جي ويجهڙائي سان مناسبت ۽ مشابهت جو نمونو پيدا ٿيڻ طبعي ڳالهہ آهي.

ٻيو تہ خلقي طور تي بہ ظاهري ويجهڙائي آهي جنهن سان انهن ذڪر ڪيل مشابهتن جو دروازو کليو. ڇوتہ اهي (عيسيٰ عليہ السلام)

تشبيھ محمدي جو اولاد آهن. جنهن موجب قرآن جي تفصيل مطابق جبرائيل عليہ السلام ڪامل الخلقت ۽ قرآن جي لفظن مطابق انساني شڪل ۾ ظاهر ٿي مريم عليہ السلام جي گريبان ۾ ڦوڪ هنئي جنهن سان اها اميد سان ٿي وئي تہ ان وقت حضرت جبرائيل صورت محمدي ۾ هيو (جيئن روح المعاني ۾ ان جي باري ۾ ڪجھ نشانيون ۽ روايتون نقل ٿيل آهن) ۽ هر صورت پنهنجي مناسب ئي حقيقت جي تقاضا ڪندي آهي. انهيءَ ڪري اها صورت محمدي ڪمالاتِ محمدي جي نوعيت جي تقاضا ڪندڙ هئي، توڙي جو اها ان وقت جبرائيل جو چولو بڻيل هئي ۽ ان ڃڻ ان صورت ۾ حقيقت محمدي جي نوعيت کي ڪٺي مريم عليہ السلام جي گريبان ۾ ڦوڪ هنئي، جنهن سان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ماءُ جي پيٽ ۾ وجود ٿيو. جنهن جي اها معنيٰ ٿي تہ ڃڻ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حقيقت ۾ محمدي شبيھ جي واسطي سان خود حقيقت محمديہ جي نوعيت شامل هئي. انهيءَ ڪري حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي ڪمالات، ڳالهين، شان ۽ احوال ۾ بہ اها نوعيت گهر ڪري وئي، جيڪا ڪمالاتِ محمدي جي هئي. جنهن سان ان جا ڪمالات، ڪمالتِ محمدي جي مشابھ ٿي ويا ۽ اهي ظاهري مشابهتون ۽ مناسبتون ظاهر ٿيون، جن جا ڪجھ نمونا اسان پيش ڪيا. انهن ئي ڪجھ مناسبتن ۽ مشابهتن جي ڪري ان کي شروع ۾ آفتابِ نبوت جي خوشخبري ڏيڻ يا ٻين لفظن ۾ ان آفتاب جي صبح صادق ٿيڻ لاءِ چونڊيو ويو جو صبح صادق جي روشني ٻي صورت ۾ سج جي ئي روشني هوندي آهي، جيڪا ان جي اڀرڻ کان ٿورڙو وقت اڳ ۾ لشڪر جي اڳواڻ وانگر ظاهر ٿيندي آهي ۽ سج اڀرڻ جي خبر ڏيندي آهي. مطلب تہ صبح صادق سج جو اولاد هوندي آهي ۽ ان جو وجود سج مان ئي هوندو آهي، باقي ظهور ان کان اڳ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جيڪو روحانيت ۾ ممڪن آهي. يعني جسماني جم ۾ تہ پيءُ کان پوءِ پٽ جو ظهور ٿيندو آهي، پر روحانيت ۾ اهو اڳ ۽ پوءِ جو جهڳڙو ڪونهي. تنهنڪري حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي فيض مان سڀني نبي سڳورن فائدو حاصل ڪيو تہ روحاني منزل مطابق فروع آهن. توڙي جو اهي فروع اڳ ۾ آيل آهن ۽ اصل جو ظهور ٻين کان پوءِ

آهي. پر پوءِ بہ انهن جي فروعيت ۾ ڪوئي فرق نٿو پوي. ان مطابق حضرت عيسيٰ عليہ السلام ئي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي روحاني ذريت ۾ گهڻو ويجهو ۽ شبيهہ ترين آهي. جيڪو پيءُ جي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ پيءُ کان اڳ ظاهر ٿيو ۽ ان جو وجود حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي وجود مبارڪ جو ثمر آهي. وري جيئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي صبح صادق طور يا خوشخبري ڏيڻ وارو ڪري موڪليو ويو. جيڪي ڏينهن جون شروعاتي گهڙيون هونديون آهن، ايئن ئي آفتابِ نبوت جي رحلت (غروب) کان پوءِ صدين جي ڊگهي رات آئي، جنهن ۾ خليفن امامن، مجددن ۽ مجتهدن ستارن وانگر دين جي روشني قائم رکي. ان جي آخر ۾ دين جي آخري تجديد ۽ دين جي اشاعت جي انتهائي تڪميل جي لاءِ بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي رکيو ويو. چوٿہ مهيني جي ختم ٿيڻ وقت آخري راتين ۾ چنڊ سيني کان آخر ۾ اڀرندو آهي ۽ اها روشني بہ واسطي سان سج جي ئي روشني هوندي آهي. مطلب تہ شروع ۽ آخر ٻنهي لاءِ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي رکيو ويو ۽ ٻنهي صورتن ۾ ان جي نورانيت ۽ نور جي بخشيش آفتابِ نبوت جا ئي آثار ثابت ٿين ٿا. تنهنڪري خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي امت ۾ جيڪڏهن هزارن نبين کان ڪم نہ ورتو تہ هڪڙي ئي اهڙي نبيءَ کان ڪم وٺي ڇڏيو جيڪو خاتم اسرائيليت هجڻ جي ڪري سيني اسرائيلي طاقتن جو مجموعو ۽ پنهنجي روحانيت جي خصوصيتن ۾ سيني کان مٿانهون هجڻ جي ڪري ان جو لقب ئي روح الله ۽ ڪلمت الله هيو. مطلب تہ دينِ محمدي جي تجديد دائره ولايت ۽ دائره نبوت، ٻنهي سان ڪرائي وئي تہ جيئن واضح ٿي وڃي تہ ولايت هجي يا نبوت سيني ۾ نورانيت صرف آفتاب کان ئي آيل آهي. انهيءَ ڪري اهو پنهنجي خدمت ٻنهي دائرن کان وٺڻ جو حقدار آهي.

بهرحال، حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي اول ۽ آخر جي لحاظ کان جڏهن تہ آفتابِ نبوت جي آثار کان متاثر ۽ پاڻ سڀني سڳورن جي صورت ۽ سيرت کي گهڻو ويجهو ۽ شبيهہ تر هيو. جڻ تہ نور مسيحي حقيقت ۾ نور محمدي ئي هيو تہ انهن ڪامل مناسبتن جي ڪري ان

ڪي ٿي آفتابِ نبوت جي حق ۾ صبح صادق, خوشخبري ڏيڻ وارو ۽ منبر ٻڌائي سگهجيو پئي جو صبح صادق حقيقت ۾ آفتاب جي ئي نور جي هڪڙي جهلڪ هوندي آهي. آفتاب کان الڳ ڪٿي ان جي روشني ڪونه ايندي آهي ۽ ان ڪي ئي اسلام جي آخري زماني ۾ ان جي حفاظت جي لاءِ بہ چونڊيو ويو. جيئن ان ڪي ان يوم نبوت جي صبح صادق ٻڌايو ويو هو جو سج جي حق ۾ اهائي وڏي خوشخبري ڏيندڙ هوندي آهي ۽ ان ڪي ئي سج جي حق ۾ شفق ٻڌايو ويو جو سج لهڻ کان پوءِ اها ئي سج جو ڪم ڪرڻ ڪري سيني کان وڏو دليل هوندي آهي. انهيءَ ڪري جتي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ نبيءَ جي خوشخبري ڏيندڙ جي شاهدي ڏني وئي جيڪو صبح صادق جو ڪم آهي ۽ فرمايو ويو

"وَمُبَشِّرًا بِرَسُوْلٍ يَّاْتِیْ مِنْ بَعْدِی اسْمُهٗ اَحْمَدُ" معنيٰ: ۽ ان رسول جي خوشخبري ڏيندڙ آهيان جيڪو مون کان پوءِ ايندو. جنهن جو نالو احمد آهي. (سورت صف:6)

ان کان ئي آخر ۾ تجديد جو ڪم ورتو ويندو جو سج لهڻ کان پوءِ شفق ئي سج جي روشنيءَ جي باقي نشاني هوندي آهي جيڪا ان جي روشني تي دليل هوندي آهي. تنهنڪري حديث نبوي ﷺ ۾ ان ڪي ئي اسلام جي تجديد جي آخري روشني چيو ويو. ارشاد نبوي ﷺ آهي:

"ڪيف تهلڪ امت انا اولها والمهدي وسطها والمسيح آخرها"يعني اها امت ڪيئن هلاڪ ٿي سگهي ٿي جنهن جي شروع ۾ مان آهيان, وچ ۾ حضرت مهدي ۽ آخر ۾ حضرت عيسيٰ آهن.

## صبح صادق جي وقت جي عالمگير اونداهي

پرهہ ڦٽي ۽ صبح صادق ظاهر ٿي, حضرت عيسيٰ عليہ السلام صبح صادق ٻڻجي آفتابِ نبوت جي اڀرڻ جي خبر ڏني ۽ سج اڀرڻ کان اڳ هلڪي هلڪي روشني ظاهر ٿي وئي, جيڪا حقيقت ۾ سج جي ئي روشني هئي. انهيءَ ڪري اونداهي رات ختم ٿي وئي. پر سيني کي خبر آهي تہ جڏهن صبح صادق ٿيڻ وقت جتي چنڊ جي چمڪندو رهڻ جو نظارو سامهون ايندو آهي اتي اهو منظر بہ سامهون هوندو آهي تہ عام

طور تي دنيا ۾ رهندڙ انسان ان وقت ننڊ ۾ مست هوندا آهن. ننڊ جي غلبي جو انتهائي وقت هوندو آهي ۽ هر ننڍو وڏو ننڊ ۾ غرق ۽ گهري ننڊ جو موالو لڳو پيو هوندو آهي، مطلب تہ ان وقت خاص طور تي ننڊ جو دماغ تي پورو غلبو ۽ تسلط هوندو آهي. ايستائين جو گهڻا ماڻهو سج اڀرڻ کان پوءِ بہ ڪونہ جاڳندا آهن بلڪ جڏهن گهڻو مٿي چڙهي ايندو آهي ۽ ان جي اُس جي تيزي انهن تي پوندي آهي تڏهن انهن جي اک کُلندي آهي. بس هوڏانهن صبح صادق ٿيڻ سان تارا ٽمڪڻ لڳندا آهن ۽ انهن جي روشني گم ٿيل محسوس ٿيڻ لڳندي آهي، ڇوتہ صبح جو سوجهرو تيز ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي ۽ هيڏانهن ستل ماڻهو عام طور تي پنهنجي ننڊ ۾ مست ۽ محو هوندا آهن. انهيءَ ڪري ٻاهر تہ سوجهرو ٿيندو رهندو آهي ۽ اندر اوندھ گهاٽي ٿيندي رهندي آهي، جيستائين سج اڀري نہ وڃي. يعني ان صبح مان فائدو اهو ئي حاصل ڪندو رهندو آهي جيڪو سجاڳ هوندو آهي ۽ اهي خاص ماڻهن کان سواءِ جيڪي صبح صادق جي وقت هڪدم جاڳي وڃڻ جو جذبو رکي ستا هجن، عام انسان نہ هوندا آهن. انهيءَ ڪري اهو وچ وارو حصو جيڪو نہ رات آهي نہ ڏينهن، آهستي آهستي روشني ڏانهن وڌندو رهندو آهي ۽ عام انسانن جي اندروني حالت جي ڪارڻ ۽ اونداهي ڏانهن هلندو رهندو آهي.
جنهن موجب صبح صادق جي انهن گهڙين ۾ جنهن کي سُستي جو وقت چوڻ گهرجي هوڏانهن تہ صبح صادق جا آثار ظاهر ٿيا ۽ روشني وڌڻ شروع ڪيو. تنهنڪري مخصوص ماڻهن جي دلين جو رخ توحيد ۽ سچائي جي نورن ڏانهن هليو. پر عام مخلوق جو اهو وقت وڏيڪ غفلت ۽ ننڊ جي مستي جو ثابت ٿيو. ان وقت جي دنيا تي ڪارڻ ۽ گمراهيءَ جا جيڪي ڪڪر هرطرف ڇانيل هيا، اهي اجا وڌيڪ گهاٽا ٿي ويا. تنهنڪري مڪو جيڪو دنيا جو مرڪز هيو ان جي اندر ۽ ٻاهر چئني طرفن ۾ پوري دنيا وارن جي دلين تي قسمن قسمن جي اونداهين واري ننڊ مسلط هئي ۽ سڀئي سخت غفلت واري ننڊ ۾ مست هيا.

عرب جزيري جي هڪڙي طرف خليج فارس هيو جنهن جي ڪناري تي ايران ۽ فارس جون حڪومتون هيون، جتي ايرانين جي

بادشاهي قائم هئي. فارس جا ڪسريٰ تخت تي ويٺل هيا. اتي شرڪ ۽ ڪفر جي تاويل ۽ توجيهه سان نہ بلڪ ڪلم ڪلا ٻن خدائن جي خدائي جو دٻدٻو قائم ٿيل هيو. انهن جي نظر ۾ جهانن جي نظام جي لاءِ هڪڙو خدا ڪافي نہ هيو بلڪ برابر جا بہ خدا اهرمن ۽ يزدان خدائي ڪري رهيا هيا.

عربستان جي ٻئي طرف رومي سمنڊ هيو جنهن جي ڪناري تي مغربي حڪومتن جا جهنڊا لهرائي رهيا هيا. قيصر جي بادشاهي جو دٻدٻو هلندڙ هيو. هتي عيسائيت مذهب جي نالي تي ٽن خدائن جي پوڄا جو اعلان ڪري ڇڏيو هو. اهي فارس جي مقابلي ۾ عبادت جي معاملي ۾ ترقي يافتہ هيا، جن ٻن خدائن تي قناعت ڪرڻ کي ڪافي نہ سمجهندي ان ۾ هڪڙي ٻئي خدا جو اضافو اچا وڌيڪ ضروري سمجهيو. هڪڙو خدا، هڪڙو اڪيلو پٽ ۽ هڪڙي زال يا ڪن جي نظر ۾ روح القدس. هتي خدائي هلائڻ جا معاملا انهن ٽن جي حوالي هيا.

ٽئين طرف هندي سمنڊ هيو جنهن جي ڪناري تي هندوستان جو وڏو ملڪ ۽ ٻيا اوير وارا ملڪ واقع آهن. اها سر زمين پوڄا جي حوالي سان مٿي ذڪر ڪيل ٻنهي طرفن کان بہ وڌيڪ ترقي يافتہ هئي، جنهن کي ٽن خدائن تي بہ قناعت نہ هئي، بلڪ انهن جو تعداد ڪروڙن تائين پهچايو ويو هو. اهو ملڪ بت پرستيءَ جو ڳڙهہ بڻيل هيو ۽ بت جي مطلب ۾ صرف مورتي شامل ڪونہ هئي، بلڪ جبلن جا پٿر، دريائن جو پاڻي، وڻن جون ٽاريون، جانورن جا سِر، انساني عضوا ۽ فن ۽ هنر جا اوزار، ايستائين جو ڪائڻ پيئڻ جون شيون بہ، سڀ جا سڀ معبود ۽ پوڄا جي لائق هيا ۽ مندرن جو تعداد پوڄا ڪرڻ وارن کان گهڻو زياده هيو ۽ ان دور جي ان عام گمراهي کي خود هندو اڳواڻ بہ تسليم ڪندا هيا. تنهنڪري پنڊت ديانند سرسوتي لکيو آهي تہ ويدن جو علم پنج هزار سالن کان گم ٿي چڪو هو. جنهن کي انهن زنده ڪيو ۽ ظاهر آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي بعثت کان اڳ ڪجهہ صدين وارو دور جنهن کي جاهليت وارو زمانو چيو وڃي ٿو انهن پنج هزار سالن جي اندر ئي اندر آهي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن جي بعثت کان اڳ خود هندوستاني اڳواڻ جي خيال ۾ بہ هندوستان جو اهو عام گمراهي جو دور هيو.

عربستان جي چوٽين طرف سمنڊ جي ڇولين کان هٽيل ۽ خشڪيءَ سان مليل علائقو هيو. جنهن ۾ مصر، سوڊان ۽ آفريڪا جون آباديون هيون. انهن ان حوالي سان مٿي بيان ڪيل ٽن طرفن کان به وڌيڪ پيش قدمي ڪئي هئي. اتي نه به خدا هيا، نه تثليث هئي، نه گهڻا خدا، اتي نه گهڻن خدائن جو جهڳڙو هو نه خدائي ذات جو بلڪ موروڳو ان راهه کان الڳ ٿي انهن وٽ ڏوهه گناهه، بدعملي ۽ زنا ۽ شهوت پرستيءَ جون زهريليون انڌاريون هلي رهيون هيون. مطلب ته هر شخص خدا بڻيو ويٺو هو. هر شخص پنهنجين خواهشن ۽ شهوت ۾ آزاد هيو. جنهن کي قرآن شريف فرمايو "سَاُورِيۡكُمۡ دَارَ الۡفٰسِقِيۡنَ (١٤٥)"معنيٰ: سگهو اسان توهان کي بي فرمانن جو گهر ڏيکاريندا سين ﴿١٤٥﴾ (سورت اعراف)

بهرحال، عربستان جي چئني طرفن بحر ۽ بر ۾ گمراهين جي اها گهٽائي اونداهي رات جي خوف ۽ اٽڪٽ ڪناري واري سمنڊ جو منظر پيش ڪري رهي هئي. اها ڳالهه ته ذاتِ خداوندي جي حد تائين هئي. رهي صفاتِ خداوندي جي ڳالهه سو اهائي حالت ان وقت جي دنيا انهن سان به ڪري رکي هئي. ڪجهه ماڻهن خالق جي خاص صفتن کي مخلوق ۾ مڃي ڪري مخلوق کي خالق جي درجي تائين پهچائي ڇڏيو هو. جيئن نصارن حضرت عيسيٰ عليه السلام کي خدا ۽ خدا جو پٽ سڏڻ شروع ڪيو هو ۽ ان کي مجسم معبود سڏيو ٿي. ڪجهه ماڻهن مخلوق جون عيب ۽ نقص واريون صفتون خالق ۾ مڃي رکيون هيون. جيئن ان جو بيمار ٿيڻ، ملهه وڙهڻ ۾ حضرت يعقوب عليه اسلام کان هارائي وڃڻ وغيره، اهي يهودي هيا. ڪجهه ماڻهن خالق کي صفتن کان بلڪل وانجهو قرار ڏئي ڇڏيو هو. جيئن فلاسافرن ۽ ڪجهه ٻين خالق ۽ مخلوق جون صفتون بلڪل هڪ ٻئي جي مشابهه بڻائي رکيون هيون. جيئن مجسما ۽ تشبيهون. ڪجهه ماڻهن اوتار وارو عقيدو مڃي الله جو مخلوق ۾ حلول ڪري اچڻ وارو عقيدو مڃي ورتو هو. مطلب ته مخلوق جڻ هڪڙو ٿانو هيو جنهن ۾ معاذ الله خالق ويٺل هو. ڪجهه ماڻهن ان جي برخلاف خالق کي ٿانو قرار ڏئي مخلوق کي ان ۾ اهڙيءَ طرح سمايل مڃي ڇڏيو هو جيئن ڪنهن ميوي ۾ ڪيڙا پيل هوندا آهن. اهوئي معاملو نبوت سان ڪيو پئي ويو. ڪنهن نبوت کي ان حد تائين مافوق

البشريت سمجهي رکيو هو جو ڪنهن انسان جو رسول هجڻ ئي ممڪن نہ هيو جيڪو کائيندو پيئندو هجي. "مَالِ هٰذَا الرَّسُوْلِ يَاْكُلُ الطَّعَامَ وَيَمْشِيْ فِي الْاَسْوَاقِ" معنيٰ: هن رسول کي ڇا ٿيو آهي جو ماني کائيندو آهي ۽ بازارن ۾ گهمندو آهي. (فرقان:7). وري ڪنهن ٽولي نبوت کي ايترو هلڪي ۽ معمولي ڳالهہ سمجهي ڇڏيو هو جو اها هر انسان کي ملي سگهي ٿي "بَلْ يُرِيْدُ كُلُّ امْرِئٍ مِّنْهُمْ اَنْ يُّؤْتٰى صُحُفًا مُّنَشَّرَةً﴿۵۲﴾" معنيٰ: بلڪ انهن مان هرهڪ شخص گُهري ٿو تہ سندس هٿن ۾ کليل ڪتاب ڏنو وڃي ﴿۵۲﴾ (سورت مدثر). ڪنهن نبين کي مجسم خدا ڇئي انهن جي پاڪائي ۾ مبالغہ آرائي ڪري رکي هئي، تہ ڪنهن نبين سان اهڙا اهڙا گندا عيب منسوب ڪري ڇڏيا هيا جو انهن کي هڪڙو صحيح انسان سمجهڻ ئي مشڪل بڻائي ڇڏيو هو.

مطلب تہ الوهيت جي لائين ۾ جسماني تشبيهہ، اٿڻ ويهڻ وغيره ڪوبہ نقص ۽ عيب اهڙو نہ هيو جنهن کان الله جي پاڪائي کي مخلوق برباد نہ ڪري رکيو هجي ۽ نبوت جي لائين تي ڪابہ گهٽ وڌائي ڪرڻ کونہ ڇڏي هئي، جيڪا نبين ۾ نہ سمجهندا هجن. هتي اهي سيئي معنوي گمراهيون ۽ اونداهيون هيون جن "بعضها فوق بعض" بڻجي پوري دنيا کي اونداهو ڪري ڇڏيو هو. جنهن سان ان وقت جي پوري دنيا الله جي نگاهہ ۾ غضب جي لائق بڻجي چڪي هئي.

"ان الله نظر الي القلوب بني آدم فمقت عربهم و عجم....."

(الله بني آدم جي دلين ڏانهن نظر ڪئي تہ عرب ۽ عجم سيني کي ڪاوڙ مان ڏٺو.)

بهرحال، اهي جيترا بہ ملڪ هيا اهي ڪنهن هڪڙي نموني جي گمراهي تي قائم کونہ هيا. جيڪڏهن هندوستان ۾ شرڪ هيو تہ اتي تثليث نہ هئي. روم ۾ تثليث هئي تہ اتي گهڻا خدا کونہ هيا جو ڪروڙين معبود هجن. جيڪڏهن ايران ۾ اهرمن ۽ يزدان جي ٻِٽائي (ثنويت) هئي تہ اتي اوتار وارو عقيدو کونہ هيو. جيڪڏهن مصر ۾ دهريت ۽ عيش پرستي هئي تہ بس اهائي هئي، اتي مذهبي رنگ واريون رسمون کونہ هيون. پر الله جي هي مقدس سرزمين مڪہ مڪرمہ ان وقت سيني نمونن جي گمراهين جو مرڪز بڻيل هئي. اتي دهريت،

شرڪ، بدڪاري ۽ گناهه، نبوت جو انڪار، نبوت جي صفتن جو انڪار وغيره سيني نموني جون گمراهيون جاءِ وٺي چڪيون هيون. انهيءَ ڪري جتي صبح صادق نور وسائي رهي هئي اتي دلين جي دنيا ۾ اوندهه ئي اوندهه ڇانيل هئي ۽ گمراهيءَ جي اوندهي رات ۾ جيڪو عمل دنيا ۾ جاري هيو اهو به انتها تي پهچي چڪو هو. انهيءَ ڪري سج اڀرڻ جو وقت اچي ويو ۽ ان آفتابِ نبوت جي صبح صادق حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي صورت ۾ ظاهر ٿي وئي.

## شفق جو اڀرڻ

جڏهن صبح صادق پنهنجي وقت جو پنڌ پورو ڪري ورتو ۽ هزارين ورهين جي ڏکهي ڏينهن جي ڏکهي صبح صادق پنج سو سال کان وڌيڪ عرصي ۾ پوري ٿي وئي. صبح صادق جي آخر ۾ سج اڀرڻ کان اڳ شفق ظاهر ٿيندي آهي ۽ آسمان هڪدم ڳاڙهاڻ واري روشنيءَ سان ايترو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي جڻ ان جا ڪنارا باهه ۾ ٻري رهيا آهن. شفق جو اهو اڀرڻ سج اڀرڻ جون بلڪل قريبي نشانيون هونديون آهن. جنهن سان اها اوندهه به ختم ٿي ويندي آهي جيڪا صبح صادق وقت زمين تي ڇانيل هوندي آهي. اهو سوجهرو به سج جي روشني هوندي آهي، ڪٿان ٻاهران ڪونه ايندي آهي، جيئن صبح صادق به ان جي روشني هئي. فرق صرف ويجهي ۽ پري جو هوندو آهي جو شفق جي روشني بنا واسطي جي خود سج سان گڏ هلندي آهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي صبح صادق کان پوءِ بعثت کان اڳ ان آفتاب جي شفق ظاهر ٿي يعني آفتاب نبوت جون ويجهڙيون نشانيون ظاهر ٿيڻ شروع ٿيون. اهي ئي اهي اڳمتي نشانيون هيون جيڪي پاڻ سڳورن جي ولادت باسعادت کان اڳ دنيا جي سامهون آيون. مثال طور، ساوه سمنڊ (بحيره ساوه) جو سُڪي وڃڻ، ڪسريٰ جي محلات جا ڪنگرا ڪري پوڻ، ايران جو آتش ڪده جيڪو هزار سالن کان مسلسل روشن رهندو پئي آيو هڪدم وسامي وڃڻ وغيره. اهو جڻ آفتابِ نبوت جي شفق جو ظهور هيو جنهن سان آسمان روشن ٿي ويا ۽ دنيا کي اندازو ٿي ويو ته اڀرڻ وارو ستارو ڪوئي

ننڍڙو معمولي تارو ڪونهي، بلڪ ڪو عظيم ترين سيارو ماحول کي زينت بخشڻ وارو آهي، جيڪو هن وقت تائين ڪونہ اڀريو هو. سو صبح صادق ٿيڻ سان تہ رات ختم ٿي هئي ۽ شفق جي ظاهر ٿيڻ سان اها گهري اونداهي ختم ٿي ۽ ڏينهن جي خالص روشنيءَ جي شروعات ٿي وئي، جنهن سان آسمان جا ڪنارا ۽ زمين جا سيئي طرف سج جي شروعاتي چمڪ دمڪ سان چمڪي ويا. دلين ۾ توحيد ۽ ديانت جي لياقت پرجڻ شروع ٿي ۽ چارئي طرف ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اهڙا ماڻهو اڀرڻ لڳا جيڪي بت پرستي کان نفرت ڪري توحيد جو نالو وٺڻ وارا ٿي ويا ۽ هاڻي وقت اچي ويو تہ آفتابِ نبوت اڀري انهن سيني چمڪندڙ لياقتن کي اڀاري دلين جي زمينن کي نوراني بڻائي ڇڏي. مطلب تہ اهي نورانيون اڀرڻ جون آخري نشانيون ۽ اڀرڻ جون گهرجائو هونديون آهن.

حاصل مطلب اهو تہ گمراهين جي انتها ۽ نور جي شروعات ۽ اٽڪٽ پڪارن تي الله جي بخشش جوش ۾ آئي ۽ انهن مسلسل التجائن جي انتها تي پهچڻ تي تڪميل نور جي حل جو سامان عطا فرمايو. پهريان پرهہ ڦٽي صبح صادق جي نشاني ظاهر ٿي، جيڪي سج اڀرڻ جون خوشخبري هيون. صبح صادق يعني حضرت عيسيٰ عليہ السلام اعلان ڪيو تہ زمين جي اونداهي ۽ تارن جي روشني جيڪو نور گهري رهيا هيا اهو شهنشاهہ نور جلد اچڻ وارو آهي. ان کان پوءِ شفق ظاهر ٿي ۽ نشانيون ظاهر ٿيون ۽ اڀرڻ ويجهو ٿي ويو. اجا نور جو اهو سرچشمو (آفتابِ نبوت) سامهون ڪونہ آيو هو صرف پرهہ ئي ڦٽي هئي، شفق ئي ظاهر ٿي هئي تہ گمراهي جي رات جي اونداهي فرار ٿيڻ شروع ڪيو. تارا هڪدم جهڪا ٿي منهن لڪائڻ لڳا. توڙي جو اهو محسوس ڪونہ ٿيو پر انهن جون ننڍڙيون نوراني هستيون نورِ عظيم جي درياء ۾ غرق ٿي منظر عام تان هٽي ويون، ايستائين جو انهن خوشخبرين جي ڪجهہ عرصي کان پوءِ آسمان جي ڇهري تي هڪڙو چمڪندڙ اهڙو ڪامل نور ظاهر ٿيو جو ان کان پوءِ قدرتي رات جي لاءِ ڪنهن نور جي گهرج باقي نہ رهي. انهيءَ ڪري سيئي نور پنهنجو منهن لڪائي سامهون کان هٽي

ويا. يعني آفتاب عالمتاب اڀريو ۽ پنهنجن ڏگهين شعاعن ۽ ڪرڻن سان دنيا جي ڪليل ۽ لڪل حصن تائين پهچي انهن کي منور ڪري ڇڏيو.

هرطرف ان ئي سرچشمہ نورِ آفتاب جون نوراني چادرون آفاق تي ايئن وڇائجي ويون جو گمراهي ۽ اونداهي جو ڪٿي ڳولڻ سان بہ اثر باقي نہ رهيو. سو جيڪو ڪم ڪروڙين ۽ اربين ستارا گڏجي بہ نٿي ڪري سگهيا، اهو اڪيلي آفتاب، ۽ نہ آفتاب جي ذات، بلڪ ان مان پکڙجڻ واري روشني ڪري ڇڏيو ۽ درجي بدرجي رفتار سان دنيا جي روشني سج اڀرڻ سان ئي مڪمل ٿي وئي. جنهن جو بندوبست آهستي آهستي رات جي شروعات کان ئي ڪيو پئي ويو.

## روشن فضا ۽ روشنيءَ جا درجا

جيئن سج اڀرڻ سان ئي سڀ کان پهريان پنهنجا ڪرڻا اڀرڻ واري مرڪز تي وجهندو آهي، پوءِ اڀرڻ واري جاءِ کي روشن ڪندو آهي، پوءِ ڪجهہ وڌيڪ مٿي اڀري پوري فضا کي روشن ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ جيئن جيئن مٿي ٿيندو آهي تيئن روشنيءَ جي تيزي فضا جي چئني طرف دنيا جي آسمان ۾ پکڙجندي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳندي آهي. جيڪا فضا ڪنهن مرڪزي حصي ۾ هجي جنهن سان روشني چئني طرفن ۾ پکڙجي سگهي ۽ آخرڪار پوري جهان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ روشني پهچي ويندي آهي، اونداها ڪمرا بہ روشن ٿي ويندا آهن.

## اڀرڻ واري جاءِ

ايئن آفتابِ نبوت اڀرڻ سان ئي سڀ کان پهريان پنهنجي اڀرڻ واري جاءِ کي روشن ڪيو جيڪو پاڻ سڳورن جو گهراڻو هيو ۽ گهراڻو حرم خانو بڻجندو آهي تہ پهريان محرم نبوي ام المومنين حضرت خديجہ رضي الله نعها ايمان جي نور سان منور ٿيون، جنهن جو مطلب پوري گهر جو روشن ٿيڻ آهي ۽ "قُوٓا اَنۡفُسَکُمۡ وَاَهۡلِيۡکُمۡ نَارًا" معنيٰ: اي ايمان وارو! پاڻ کي ۽ پنهنجي گهر وارن کي ان باهہ کان بچايو (سورت تحريم: آيت 6) جو ظهور ٿيو.

## اڀرڻ جو ماڳ

نبوت جو آفتاب ڪجهہ مٿي ٿيو تہ اڀرڻ واري ماڳ تي ڪرڻا پيا ۽ اهو روشن ٿي ويو. اهو سندن قبيلو هيو جنهن ۾ سندن ظهور ٿيو ۽ اهو "وَاَنْذِرْ عَشِيْرَتَكَ الْاَقْرَبِيْنَ﴿٢١٤﴾" معنيٰ: ۽ اي محبوب! پنهنجن ويجهن مائٽن کي خبردار ڪر ﴿٢١٤﴾ (سورت الشعراء) جو ظهور هيو. پوءِ آفتابِ نبوي اڃا مٿي ٿيو، ايستائين جو پورو اڀري ويو تہ فضا جي ماحول تي روشني پئي ۽ اهو مڪي جو مقدس شهر ۽ ان جو ماحول هيو. جنهن سان "وَلِتُنْذِرَ اُمَّ الْقُرٰى وَمَنْ حَوْلَهَا" معنيٰ: هن لاءِ لاٿوسين تہ تون مڪي وارن کي ۽ ان جي آس پاس وارن کي ڊيڄار (سورت انعام:92) جو ظهور ٿيو ۽ جڏهن تہ ان آفتاب جهان تاب جي روشني گهر، شهر ۽ قبيلي تائين محدود رکڻي نہ هئي بلڪ جهانن جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکيڙڻي هئي.

## اڀرڻ واري دائري جو مرڪز

جهڙيءَ طرح مادي سج جي اڀرڻ جي جاءِ اوڀرندي (مشرقي) افق جو بلند ترين حصو رکيو ويو آهي تہ جيئن اتان ا ن جي روشني پوري دنيا تي پکڙجي سگهي، اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي لاءِ اڀرڻ وارو مرڪز مقدس ڪعبي کي تجويز ڪيو ويو. جيڪو دنيا جو ڌُن ۽ زمين جو وچ هيو ۽ ان کي دنيا جي ٻين چئني طرفن سان نسبت هڪجيتري هئي. جيئن مرڪز کي پنهنجي دائري سان هوندي آهي تہ جيئن ان جا ڪرڻا جيڪڏهن هڪڙي طرف رومي سمنڊ جي ڪنارن سان ٽڪرائجن، جنهن سان ان جي روشني اولهہ جي وادين ۾ پکڙجي تہ ٻئي طرف هندي سمنڊ سان وڃي ٽڪرائين، جنهن سان اوڀر وارا ملڪ هند، سنڌ، ايران، خراسان، چين ۽ جاپان روشن ٿي وڃن ۽ جيڪڏهن هڪڙي طرف خليج فارس جي ساحلي پٽين تي پنهنجو نوراني پاڇو وجهن، جنهن سان اتر وارا علائقا منور ٿين تہ ٻئي طرف سُڪي وارن ماڳن ۾ مصر ۽ سوڊان جا علائقا چمڪي وڃن. انهيءَ ڪري هن آفتاب کي مڪي جي افق تان بلند ڪيو ويو ۽ پاڻ سڀورن ان دنيا جي ڌُن کان آواز ڏنو تہ سندن ايمان جي لاءِ صدا هرجاءِ تي پهتي. دنيا جي بادشاهن ۽ قومن ۽ رعيتن کي حق جي آواز کان روشناس ڪيو. اهڙيءَ طرح "لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ

نَذِيۡرًا﴿۱﴾" معنيٰ: تہ جيئن جهان وارن لاءِ ڊيڄاريندڙ هجي ﴿۱﴾ (سورت فرقان)، جو ظهور ٿيو. سو جيئن مادي سج جي عروج ۾ چڙهڻ ۾ روشني جا درجا (مرحلا) فرق رکندڙ هوندا آهن، جيڪي سج جي درجي بدرجي اڀار ۾ عروج سان ظاهر ٿيندا آهن، ائين ئي آفتابِ نبوت ۾ بہ علمي نور پکيڙڻ جا درجا مختلف ٿيا. جيڪي ان روحاني آفتاب جي درجي بدرجي ظهور جي صورتن سان منظر عام تي اچي ويا ۽ آفتاب جو اڀري اچڻ بلڪل ويجهو ٿي ويو.

## آفتابِ نبوت ۾ هدايت جي ستارن جي نور ۾ جزوي ۽ ڪُلي جو فرق

پوءِ جيئن ستارن جي روشني جزوي هجڻ ڪري اهڙي عمومي ۽ ڪُلي رنگ جي نہ هوندي آهي جو پکڙجندي وڃي ۽ نہ اهڙي تيزيءَ واري هوندي آهي جو ان جو نوراني پاڇو اس ۾ چانڊوڪيءَ وانگر پکڙجي سڄي اوجهل ۾ لڪل گوشن کي بہ ظاهر ڪري ڇڏي، اهڙيءَ طرح اڳ گذريل نبوتن يعني اڳين شريعتن جي روشني جزوي ۽ مقامي رنگ جي هئي، جنهن سان انهن ۾ ڪو اهڙو قيلاءُ ڪونہ هيو جو دنيا جي سڀني قومن کي انهن جي مختلف نفسياتن سان هڪڙي ميدان تي گڏ ڪري سگهن ها يا زندگيءَ جي سڀني ڳجهن ڪان ڳجهن گوشن تي اهي ڇائنجي وڃي ها. نہ انهن جا احڪام اهڙين جامع علتن ۽ اصولن تي مشتمل نظر اچن ٿا جنهن سان احڪامن ۾ شعبہ ۽ شاخون هجڻ جون صورتون نمايان هجن. ڇوتہ قيلاءُ ۽ احاطي جو شان اصول ۽ علل ۾ ئي ٿي سگهندو آهي. رڳو جزن ۾ نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن هڪڙو اصول ڪلي سامهون آهي تہ ان مان هزارين جزا نڪري پکڙجي سگهن ٿا. جيڪڏهن هڪڙو قائده ڪليہ معلوم آهي تہ هزارين احڪامن جو ان سان فيصلو ٿي سگهي ٿو ۽ دين شاخ در شاخ ٿي هڪڙي همہ گير قانون جي شڪل ۾ اچي ويندو آهي. جيڪڏهن مسئلو جزوي بہ هجي مگر ڪنهن علت تي مشتمل هجي جيڪو ان جزوي حڪم جي منشا آهي تہ ان جزي جي اها اصولي علت بہ ان مان هزارين جزن جي نڪري اچڻ جو ذريعو ٿي ويندي آهي. يا جزوي حڪم ۾ علت ڪلي تہ نظر نہ اچي مگر خود حڪم ڪجهہ جامع ۽ مشترڪ قسم جي وصف تي مشتمل

هجي تہ وصفن جي اها عموميت ئي ڪلي علت جي صورت ٻڌجي جتي جتي بہ ڏسڻ ۾ ايندي اتي ان حڪم کي بہ منتقل ڪندي رهندي ۽ اهڙيءَ طرح دين جا ڪيترائي مختصر ۽ ڳجها حصا ظاهر ٿي دين کي تفصيل وارو ۽ همہ گير بڻائي ڇڏيندا. بهرحال، دينن ۾ همہ گيري ڪليت ۽ جامعيت جي اصوليت کان بغير ممڪن ڪونهي. رڳو جزويت ۽ اها بہ رسمي شان واري جزويت سان دين ۾ وسعت پيدا ٿيڻ جي بجاءِ ان ۾ محدوديت، تنگي ۽ رجعت پسندي جو شان پيدا ڪري ڇڏيندي آهي.

ظاهر آهي اڳين شريعتن ۾، (جنهن هيئت ۾ اڄ اسان جي سامهون آهن) جڏهن جزويت جو غلبو آهي ۽ اصولي احڪام هجڻ جي بجاءِ شخصي رسمن جي رنگ واريون آهن، جن جي پيروي بس شخصتن جي نسبت سان ئي ڪئي وڃي ٿي، نہ ڪي ڪنهن اصولي حجت سان، تہ اتي ڪنهن پير طريقت جي مخصوص سلسلي يا شاخ در شاخ ٿي دين جي پکڙجڻ ۽ همہ گير ٿيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. ڇوتہ جيستائين جزويت ڪنهن علت ڪُلي يا عمومي وصف تي مشتمل نہ هجي جزوي ڳالهہ مان جزو پيدا ڪونہ ٿيندو آهي. ان جو واضح نتيجو اهو نڪري ٿو تہ ان قسم جي جزوي شريعتن ۾ وقت جي تقاضائن کي پورو ڪرڻ وارا نوان حڪم ڪڍڻ جي ڪائي واٽ ئي ڪونهي جو دين وڌي ۽ شاخ در شاخ ٿي قوم در قوم هلي، جڏهن تہ انهن جي احڪام ۽ مسئلن ۾ علل ڪليہ ۽ بنيادي حقيقتن جو وجود ئي ڪونهي، جيڪو انهن ۾ ڦيلاءُ پيدا ڪري. انهيءَ ڪري اهي شريعتون نہ هر دور ۾ هلي سگهن ٿيون نہ هر دور جي وقتي تقاضائن کي پورو ڪري سگهن ٿيون. انهيءَ ڪري اهڙيون شريعتون هر ايندڙ شريعت جي سامهون رد ڪرڻ يا تبديل ڪرڻ جي حيثيت سان رهنديون آيون آهن ۽ ختم ٿينديون رهيون آهن.

ها، البت ان رد ٿيڻ يا تبديل ٿيڻ واري عمل کان جيڪڏهن محفوظ رهي سگهي ٿي تہ صرف اها ئي شريعت جيڪا خالص اصول ڪليہ ۽ زندگيءَ جي جامع دستور جي بنياد تي قائم هجي. ان ۾ ڪنهن وقت يا ڪنهن موجوده قوم جي مزاج جي رعايت نہ هجي، بلڪ انساني فطرت اصل سمجهي وئي هجي، جيڪا سيني انسانن ۽ سيني قومن ۾

هڪجهڙي يا مشترڪ ڳالهہ آهي تہ جيئن ان جي مشترڪ ۽ عمومي اصول سان دنيا جي هر قوم ۽ هر قوم جو زمانو ۽ هر دور فائدو ڪٽي سگهي. سيني نون نون حادثن جي نون نون احڪامن جا بنياد ان ۾ پهريان کان رکيل هجن. ٻين لفظن ۾ ان جو نور سج جي روشني وانگر عام هجي. ستارن جي روشني وانگر خاص ۽ محدود مقرر ٿيل نہ هجي.

تنهنڪري اسلام جي آخري شريعت ۾ اصول ۽ ڪليت جي غلبي جي ڪري اهوئي شان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اها ترقي پذير ۽ اصلي احڪام سان گڏ فروعي احڪامن جا سڀ بنياد پنهنجي اندر سمايون پئي آهي. ڇوتہ فروعي احڪام اصولي علتن ۽ جامع حقيقتن سان پيدا ٿيندا آهن. سو ان جي هرهڪ جزوي حڪم ۾ بہ ڪلي علتون مخفي آهن. هر حڪم جو هڪڙو اصل هڪڙو ڪلي بنياد آهي، جنهن تي اهو حڪم هلندڙ آهي. وري ڪليات ۽ اصول بہ ڪيترن قسمن جا آهن، جن ۾ بنيادي اصول الڳ آهن ۽ فروعي اصول الڳ آهن. وري انهن جون تعبيرون ۽ بيان جو اسلوب الڳ جامع ۽ فطرت ڪليہ جو رنگ ورتيون پيون آهن، جو خود ان مان بہ احڪام پيدا ٿيندا آهن. معنائون الڳ جامع ۽ عموميت جي رنگ سان ڀريل آهن ۽ هڪڙو هڪڙو حڪم پنهنجي قسم جي مڙني احوالن ۽ مڙني رُخن ۽ پهلوئن تي مشتمل آهي ۽ جيڪو پهلو وقت جي تقاضا سان قابل ترجيح هجي، ان جي سامهون ڪري ڇڏڻ جي عبارت حڪم ۾ صلاحيت رکيون پئي هوندي آهي. انهيءَ ڪري هڪڙي آيت ۽ ڪهڙي روايت ايتري درجي ۾ پنهنجي حڪم جون هيٺ مٿانهيون، گهٽ وڌايون ۽ اڳ پوءِ جي گهربل حالتن جي لچڪ رکيون پئي آهي، جو اها هر دور ۾ زندگيءَ جي هر موڙ ۽ وقت جي هر تقاضا تي حاوي ۽ ان جي لاءِ رهنمائيءَ جي قوت رکي ٿي. اهي اصول شخصيتن کي ٺاهي رکندا آهن ۽ انهن مان مختلف رنگن جا عملي اسوه ظاهر ٿيندا رهندا آهن. جيڪي اصول جي روشنيءَ کان ٻاهر ڪونہ هوندا آهن. سو ٻين جاين تي اهي اسوه آهن جن جو بنياد شخص آهن ۽ هتي اهي اسوه آهن جن جو بنيادد اصول آهن ۽ شخصيتن سان انهن جي تائيد ۽ تقويت هوندي آهي. انهيءَ ڪري هن دين جون حجتون چار مقرر ڪيون ويون آهن. جن مان بہ شرعي آهن جن سان

شريعت نهي ٿي ۽ اهي الله جو ڪتاب، سنتِ رسول الله ﷺ آهن ۽ ٻه فروعي آهن جن سان شريعت ڪُلي ٿي ۽ ان ۾ تشريح ۽ تعريف جو اضافو هوندو آهي ۽ اهي اجماع ۽ قياس آهن. ظاهر آهي تہ جيستائين خود دين جي حڪمن ۽ مسئلن ۾ ڪلياتي علتون رکيل نہ هجن تہ قياس ۽ تشريح پنهنجو ڪم نٿا ڪري سگهن، جن جي اصوليت مان فروع پيدا ڪيا وڃن ۽ جيستائين خود ان ۾ پکڙجڻ جون صلاحيتون نہ هجن تہ دين تعريف سان پکڙجي نٿو سگهي. پر جيئن تہ آفتابِ نبوت جي اُس وانگر پکڙجندڙ دين ۾ پکڙجڻ جون صلاحيتون هيون ۽ جزئيات سان گڏ ان ۾ اصول ڪليہ بہ هر باب جا الڳ الڳ موجود هيا تہ اجتهادي قوتن دين جي اصول ڪليہ مان جزئيات کي چڪي ڪڍيو ۽ جزئيات کي جزئيات تي ڪنهن گڏيل علت جي اشتراڪ سان قياس ڪري هڪڙي جزي جو حڪم ٻئي جزي ۾ منتقل ڪيو ۽ وري هڪڙي باب جي جزئيات کي نموني طور استعمال ڪري ڪليات اصول پيدا ڪيا. جن مان وري هزارين نون نون جزئيات جو فيصلو ٿيو. جنهن سان هن دين ۾ تفصيلن جو دروازو کليو ۽ هي دين دنيا جي هر قوم جي مزاج مناسب احڪام ۽ انداز تربيت جو مجموعو ثابت ٿيو.

جيڪڏهن دين ۾ اصوليت ۽ همہ گيري ۽ ان جي اصول ۾ فروع جي جز جي اها صلاحيت نہ هجي ها يعني هي دين بہ ٻين دينن وانگر جزوي رنگ جو هجي ها جنهن ۾ رڳو رسمون هجن ها، عام حقيقتون نہ هجن ها تہ اجتهاد ۽ نتيجو ڪڍڻ جي قوت جي بہ ضرورت نہ پوي ها. جيئن اڳين دينن ۾ ڪونہ هئي ۽ اهي محدود ٿي رهجي ويا، ايستائين جو ختم ٿي ويا. پوءِ ان دين ۾ دين جي ڪلي اصولن مان نڪتل انهن تفصيلن جو نہ ڪو تصور هجي ها جن سان دين شاخ در شاخ ٿي دنيا جي هر قوم جي درد جو درمان بڻجي سگهي ها ۽ نہ ان ۾ قيامت اچڻ تائين بقا ۽ هدايت جو شان پيدا ٿئي ها. پر جڏهن دين جي جامعيت ۽ همہ گيريءَ جو نقشو اهو آهي جيڪو هاڻي عرض ڪيو ويو تہ ان جي طبعي تقاضا اها هجڻ گهربي هئي ۽ ٿي بہ، جو هن امت جي دل ۽ دماغ ۾ ان جامع دين جي تربيت سان اجتهادي قوتون ۽ مسئلي جو نتيجو ڪڍڻ واريون قوتون ظاهر ٿيون ۽ انهن ان اصول ۽ ڪلياتي علتن مان وقت جي تقاضا

مطابق عملي طريقا ڪيديا ۽ ڪيڻ جا اصول بہ ان ئي جامع شان سان ٺاهيا جن سان مختلف رنگن جون فقهون پيدا ٿي اجتهادي مذهب پڌرا ٿيا ۽ بين لفظن ۾ اصلي شريعت مان ٺهيل شريعتون نڪتيون جن سان دنيا جي مختلف قسمن جي طبقن کي پنهنجي پنهنجي ذوق جي مطابق دين تي عمل ڪرڻ جون واٽون نظر اچي ويون ۽ اهڙيءَ طرح هي دين پنهنجن مختلف شانن سان قوم در قوم، ملڪ در ملڪ ۽ زمانو در زمانو پکڙجي عالمگيريءَ سان هليو ۽ وڌيو.

مطلب تہ جهڙيءَ طرح دنيا جي قومن جا مزاج مختلف، جذبات الڳ، ۽ رجحان ۽ لاڙا جدا جدا هيا، ڪا قوم نرم طبيعت واري آهي ۽ ڪا سخت طبيعت، ڪائي وسعت پسند آهي ۽ ڪا تنگي پسند، ڪائي ترقي پسند آهي ۽ ڪائي رجعت پسند، ڪائي انفراديت دوست آهي ۽ ڪائي اجتماعيت پسند، ڪائي ديانت مزاج آهي ۽ ڪائي سياسي مطلب واري تہ پوءِ الله تعاليٰ دنيا جي قومن جي انهن مختلف طبعي ۽ فطري جذبن جي تسڪين جي لاءِ خود دين جي احڪام ۽ اصول ۾ نرمي ۽ گرمي، انفراديت ۽ اجتماعيت، اڪيلائي ۽ محفل، وسعت ۽ محدوديت، ديانت ۽ سياست، درويشي ۽ شاهي، عقل ۽ نقل، حڪم ۽ حڪمت ۽ زهد ۽ تقويٰ وغيره جا سيئي مختلف رنگ چڱيءَ طرح پيري ڇڏيا تہ جيئن دنيا جي ڪنهن بہ قوم جي ڪنهن بہ ذوق جي ڪا تقاضا اهڙي نہ رهي جنهن کي هي عالمگير دين پورو ڪري نہ سگهي. ائين ان فياض قدرت امت ۾ مجتهد بہ اهڙا مختلف طبيعتن وارا، مختلف ذوق وارا، ۽ مختلف قسمن جا پيدا ڪيا جن جا ذوق الڳ الڳ، مزاجن جو رنگ جدا جدا ۽ ديانت ۽ حق پرستي جي قدرِ مشترڪ سان گڏ ذوق الڳ الڳ ٿيا. ڪن جي طبيعت ۾ احتياط جو غلبو آهي، جيڪي دين جي عبارت ۽ تعبير کان هڪڙو انچ بہ هيڏي هوڏي ٿيڻ پسند نٿا ڪن ۽ ڪن ۾ ڪشادگي ۽ همہ گيريءَ جو غلبو آهي، جيڪي دين جي روايت مان ان جي سمجهاڻي ۾ غور ڪري ان سان عالمگير رنگ کي ظاهر ڪرڻ گهرن ٿا. ڪن ۾ فرد جي اصلاح کي اصل رکڻ جو جوش آهي ۽ ڪن ۾ جماعتي نظام کي بہ برپا رکڻ جو جذبو آهي. ڪن ۾ دين جي بنياد جي پرک ۽ ان کي قائم رکڻ جو جوش غالب آهي ۽

ڪن ۾ ان سان گڏ نظم دين ۽ نظام ملت جي پختگي جي اهميت بہ لازمي آهي. ڪن ۾ ديني معيار کان طبقاتي نظام کي برقرار رکڻ جي دعوت ڏيڻ وارا غالب آهن ۽ ڪن ۾ ملڪي نظام ۽ همہ گير تنظيم جا جذبا موجود آهن. ڪجھہ تہ مسئلن تائين محدود رهڻ گهرن ٿا ۽ ڪي وري آڏو ايندڙ مصلحتن کي بہ نظرانداز ڪرڻ نٿا گهرن.......

مطلب تہ الله تعاليٰ دين ۾ جيترا رنگ گڏ ڪيا آهن دين جي چاهوگرن ۾ بہ ايترا ذوق پيدا ڪري ڇڏيا تہ جيئن هرهڪ ذوق جو حڪيم ۽ مجتهد پنهنجي پنهنجي مڪتبہ فڪر جي مطابق دين جي اصل مقصد کي سمجهي ۽ جڏهن امت مان ان ذوق جا خاص طبقا ان ڳانڍاپي واري رنگ جي ڪري ان ڏانهن جهڪن تہ اهو ان رنگ ۾ پنهنجي مڃڻ وارن کي تربيت ڏئي تہ جيئن هر طبقي جي فطري جذبن جي تعليم ۽ تربيت، اصلاح ۽ ترقي جو سامان دين وارن جي وسيلي دين مان ئي مهيا ٿيندو رهي. مطلب تہ دنيا جي قومن مان جنهن قوم تي جنهن قوم جي طبعي يا عقلي يا ذوق وارن رجحانن جو غلبو هجي، اها ان ذوق واري مجتهد ۽ امام جو دامن پڪڙي پنهنجي لاءِ دنيا ۽ آخرت جي ڇوٽڪاري واري سامان جو بندوبست ڪندي رهي. دنيا جي ڪنهن بہ طبقي کي ائين چوڻ جو موقعو نہ ملي تہ اهو فطرتي طور تي فلاڻي پهلو کي معقول سمجهي ٿو مگر اهو دين جي اصول ۽ فروع ۾ موجود ئي ڪونهي يا آهي تہ ڳجهو يا منجهيل آهي، جنهن کي ڪوئي مفڪر کولي نہ سگهيو انهيءَ ڪري اهو هن دين کي اڻپورو سمجهي ان کي قبول ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪونهي. بلڪ هرهڪ فرد ۽ طبقي کي ان جي روحاني دوا ۽ غذا هن جامع دين ۾ آساني سان ملي سگهي ٿي. ظاهر آهي تہ جامعيت جو اهو رنگ آفتابِ نبوت جي ئي شريعت ۾ ٿي سگهيو ٿي، نہ ڪي هدايت جي عام ستارن جي محدود شريعتن ۾. ان جو سبب سج جي ئي مثال مان پڌرو آهي تہ سج بنا شڪ جي هڪڙو ئي آهي ۽ ان مان نڪرڻ واري اُس بہ هڪڙي آهي جنهن جو رنگ بہ هڪڙو آهي جيڪا هر ديوار ۽ در تي پئي ٿي. پر جڏهن تہ اها پکڙجڻ واري آهي ۽ پکڙجي هر در ۽ ديوار، روشندان ۽ سوراخ ۾ پهچڻ واري اُس آهي تہ ان کي جنهن رنگ جي شيشي مان ڏنو وڃي تہ اها ان رنگ ۾ ڏسڻ ۾ ايندي،

جيڪو اصل ۾ آئيني جو پنهنجو رنگ هوندو، اُس جو نہ هوندو. پوءِ بہ اها اس سج جي ئي چٽي ويندي پلي ان جو رنگ ڪهڙو بہ هجي ۽ سج جي ئي روشني ڳٽي ويندي چاهي اها ڪهڙي بہ رنگ ۾ ظاهر هجي. تاهم ان کي مختلف رنگن جي آئينن سان انهيءَ ڪري ڏنو ويندو آهي تہ اُس ڪائڻ وارن ماڻهن جي اکين کي ان رنگ جي ضرورت هوندي آهي.

هڪڙي طبقي جي نظر ڪمزور آهي جنهن کي سج جي سڌي روشني چُنجهو ڪري ڇڏيندي آهي تہ ان کي لازمي طور سائي رنگ جي آئيني سان اُس ڏسڻ جي ضرورت پوندي، جنهن سان ان روشني کي برداشت ڪري سگهي، ائين ئي ٻين رنگن کي بہ گمان ڪيو وڃي. انهيءَ صورت ۾ ان کي چُنجهو ٿيڻ جو بهانو ٻڌائي اُس کان پڇڻ جي ضرورت نہ بلڪ سائي رنگ جو آئينو ڳولي ان جي وسيلي اس ڏسڻ جي ضرورت آهي. سو اُس تہ هڪڙي ئي آهي مگر آئينن جي رنگن جي ڪري ان ۾ شدت، تڪليف، برداشت ۽ عدم برداشت جو فرق پئجي ويندو آهي.

پر ان سان گڏ ان ڳالهہ کان بہ انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ اُس کي پڪيڙڻ ۽ آئينن جي عڪس مان ان کي رنگ رنگ جي انداز ۾ پڪيڙڻ جي صلاحيت سج ۾ ئي آهي، ستارن ۾ ڪونهي، ڇوتہ ستارن مان پکڙجندڙ روشني ئي ڪونهي جيڪا آئيني جي عڪس سان مختلف رنگن ۾ پڌري ٿئي. توهان رات جي وقت ستارن کي ڪيترو ئي آئينو ڏيکاريو يا تہ انهن جي روشني آئيني ۾ ظاهر ئي ڪونہ ٿيندي ۽ جيڪڏهن ڪجهہ ٿيندي تہ پکڙجندڙ نہ هوندي جو آئيني جي عڪس ذريعي ان جو اولڙو ڪوٺن ۽ ڪمرن ۾ پهچائي سگهجي. جنهن جو مطلب اهو آهي تہ تارا خود تہ آئيني ۾ ظاهر ٿي ويندا پر انهن جي روشني جيئن آئيني جي عڪس کان سواءِ بہ ڪونہ ٿي پکڙجي ائين هاڻي آئيني جي عڪس سان بہ پکڙجي ڪونہ سگهندي، ڇوتہ اتي پکڙجندڙ ڪرڻا يا روشني آهي ئي ڪونہ. جنهن کي سڌو سنئون يا ڪنهن ذريعي سان پکيڙي سگهجي.

ان مثال مان واضح آهي تہ آفتابِ نبوت کان اڳ وارين راتين ۾ جڏهن هدايت جا ستارا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي موجود هيا تہ انهن جي

روشني يعني شرعي هدايتون جزوي هيون، جيڪي انهن جي شخصي خصوصيتن سان وابسته هيون. هم گير اصول ۽ جامع علل و ڪليات تي مبني نه هيون، جن کي پکڙجڻ واري روشني سان تعبير ڪري سگھجي ۽ اها ان وقت دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي ۽ پوءِ به پهچندي رهي. انهيءَ ڪري انهن امتن ۾ فقهه جي علم ۽ اجتهاد جو شان به ڪونه هيو ۽ مجتهدن جو وجود ئي ڪونه هيو جو اها شريعت انهن جي رهنمائي (روشني) ۾ شاخ در شاخ ٿي اڳتي هلي ها ۽ ڊگھي عمر حاصل ڪري ها. ٻين لفظن ۾ گذريل امتن ۾ اصلي شريعتون ته هيون مگر وضاحتي شريعتون ڪونه هيون. انهن ۾ احڪام ضرور هيا مگر هم گير عقل ۽ اسرار جو وجود ڪونه هيو. بس انهن ۾ صرف هڪڙو ذوق هيو. دنيا جي مختلف قومن جي مزاج ۽ امتن جي رنگ برنگي ذوقن جو اجتماع ڪونه هيو. انهيءَ ڪري هڪڙو ئي طبقو پنهنجي مزاج جي مناسب ان شريعت کي قبول ڪندو هو ۽ ان جي ذريعي ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندو هو. حقيقت ۾ اها ان جي لاءِ ئي مخصوص طور تي آسمان مان نازل به ٿي هئي. ٻين طبقن جي لاءِ ٻي شريعت ۽ ٻي پيغمبري جي گھرج هوندي هئي. مطلب ته دين قومي ۽ وطني هوندو هو. عالمگير ۽ ابدي نه هوندو هو. ڇوته اهو هدايت جي ستارن جو دين هو جيڪي مخصوص ۽ محدود روشني وٺي آيا هيا. آفتابِ هدايت جو دين نه هو. جنهن جي روشني عالمگير هوندي آهي.

"كان النبي يبعث الىٰ قومه خاصته وبعثت الي الناس كافت"
يعني پهريان نبي خاص ڪري پنهنجي قوم ڏانهن موڪليا ويندا هيا (جو اهي هدايت جا ستارا هيا) ۽ مان پوري دنيا جي انسانن لاءِ (قوم ۽ وطن جي فرق کان سواءِ) موڪليو ويو آهيان (جو آفتابِ نبوت آهيان).

انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڪنهن پهرين نبيءَ جي شريعت غير قومن لاءِ برداشت جي قابل نه ٿي هئي ته اها انهن لاءِ موڪلي به ڪونه ويندي هئي ۽ نه ٻيون قومون ان سان ٻڌل رهنديون هيون. انهيءَ صورت ۾ انهن شريعتن کي مختلف المزاج قومن ۽ طبقن جي لاءِ گھڻ رنگو بڻائڻ جي ضرورت نه هئي جو انهن کي مختلف الذوق مجتهدن جو رنگ

برنگ آئينو آڏي انهن جي روشنين کي هلڪو يا تيز ڪري ظاهر ڪيو وڃي ۽ هروڀرو هر امت جي لاءِ قابلِ قبول بڻايو وڃي. مگر آفتابِ نبوت جي روشني يعني اسلامي شريعت اُس وانگر همہ گير عمومي ۽ اصولي هجڻ ڪري دنيا جي هر طبقي ۽ هر قوم لاءِ پيغام هئي ۽ طبقن جي قوت برداشت ۽ مزاج الڳ الڳ هيا. انهيءَ ڪري ان جي پکڙجندڙ همہ گير روشنيءَ کي مختلف مزاجن جي موافق بڻائڻ جي لاءِ مختلف رنگن جا آئينا يعني رنگ برنگي ائمہ مجتهدين، مجددين ۽ علماءِ مفڪرن جي ذات هئي جو پنهنجي مختلف الذوق دلين ۾ ان شريعت جي اصولي علم کي جذب ڪري پنهنجي پنهنجي مخصوص قوتِ اجتهاد ۽ پنهنجي خاص مڪتبہ فڪر سان ان کي پڌرو ڪن تہ جيئن دنيا جو هر طبقو پنهنجي ذهنيت ۽ پنهنجي ذوق ۽ مزاج جي مناسبت سان امام جي چونڊ ڪري ان جي مڪتب فڪر جي دائري ۾ دين کي سمجهي ۽ چوٽڪاري جو وسيلو بڻائي ۽ ڪنهن کي ائين چوڻ جو موقعو نہ ملي تہ دين ۾ منهنجي فلاڻي فطري ذوق جو ڪوئي سامان موجود ڪونهي تہ مان ان دين سان ٻڌل نہ آهيان.

## سج ۽ تارن جي روشنيءَ ۾ جزوي ۽ ڪلي جو فرق آهي

آسمانِ نبوت جي انهن ستارن جون روشنيون خود انهن جون ذاتي يا ذات مان سرزد هجڻ وارين ذاتي علامتن تائين ئي محدود هيون. يعني اهي پنهنجي ذات ۾ هدايت جا روشن منارا هيا، جن کي ڏسي دين جو رستو ملندو هو. انهن جي شريعت صرف انهن جو عملي اسوه هوندو هو جنهن کي ڏسي ان جي پيروي ڪئي ويندي هئي، پر انهن مان پکڙجڻ واري روشني، اُس يا چانڊوڪيءَ وانگر ڪونہ هئي جو ان کان غائب رهڻ وارا دنيا جا سڀ ماڻهو بہ جيڪي انهن جي شريعت جا مخاطب نہ هيا، انهن جي ذات مان اهو ئي فائدو حاصل ڪري سگهن ها، جيڪو سامهون موجود رهڻ وارا حاصل ڪندا هيا. چوتہ ڦيلاءَ جي اها صورت جو حاضر ۽ غائب هڪجيترو هدايت وارو ٿئي، اصول ۽ قانونن جي علم جي هوندي آهي، نہ کي رڳو عمل جي نموني جي. ڪوبہ عمل عامل

جي ذات سان گڏ قائم رهندو آهي، انهيءَ ڪري جيڪو ذات کي ڏسي رهيو آهي اهو عمل کي بہ ڏسي رهيو آهي. ذات نظرن کان اوجهل ٿي تہ ان جو عمل بہ سامهون کان غائب ٿي ويو. پر علم ۽ اصول ئي اها چانڊوڪي آهي، جيڪا ذات مان نڪري ذات کان پوءِ تائين هلندي رهندي آهي. ڇوتہ علم، عالم جي فوت ٿيڻ سان فوت نہ ٿيندو آهي، بلڪ دستور مطابق ان جي روشني قائم رهندي آهي. وري علم ۾ بہ جڏهن امور ڪليہ، قواعد عامہ ۽ اصول ڪلي جي روشني بہ سمايل هجي تہ اهو علم علائقي، حالتن ۽ زمانن جي قيد کان آزاد هوندو ۽ ابد تائين روشني پهچائيندو رهندو آهي.

ان مطابق گذريل نبين جي شريعتن ۾ عِلم جو نہ پر عملي رسمن ۽ نمونن جو غلبو هوندو هيو. اهي ئي نمونا انهن جي آسماني ڪتابن ۾ شامل ڪري رواج ۾ آندا ويندا هيا ۽ انهن نمونن جي متعلق جيتري علم جي ضرورت هوندي هئي اهو لکتن يا يادداشتن جي ذريعي ڏنو ويندو هيو. مطلب تہ عمل سان علم هوندو هيو، علم سان عمل نہ هيو. شريعتون علم جي گهراين ۽ احڪام جي جامع علتن تي مشتمل نہ هونديون هيون، جو احڪام علمي علتن تي مبني هجن ۽ عملن کي نشونما ڏيڻ وارا انهن جا مخفي علل، اسرار، حقائق ۽ معرفتون هجن. جن جي عموميت سان دين عام وسيع الاحڪام ۽ پائيدار ٿي، هر دور جي تقاضائن کي انهن اصول ڪليہ جي وسعتن جي روشني ۾ پورو ڪندو هلي، تان تہ بعد وارن جي لاءِ بہ اهو انهن اصولي علمن ۽ ڪليات جي ذريعي اهڙيءَ طرح هدايت وارو ثابت ٿئي، جهڙيءَ طرح وقت تي حاضر ماڻهن ۽ قومن جي لاءِ هو. انهيءَ ڪري دين جي صورت اها هوندي هئي جو نبين سڳورن ۽ انهن جي خليفن جي موجودگيءَ ۾ جيستائين اهو عملي نمونو جيئن جو تيئن قائم رهندو هيو تہ دين بہ باقي رهندو هيو ۽ جيئن ئي شخصيتون دنيا مان موڪلائينديون هيون، اهو دين بي روح ٿي ختم ٿي ويندو هو. ڇوتہ دين جو دارومدار ديني شخصيتن ۽ انهن جي محسوس ٿيندڙ عملي نمونن تي هيو. سو عمل جو روح شخصيتن جو وجود هيو، جيڪو پائيدار نہ هوندو آهي، نہ کي علمي اصول، حقائق عامہ ۽ قواعد ڪليہ تي جيڪي داعمي هوندا آهن. انهيءَ ڪري دين جو

نقشو آخرڪار بگڙجي بئي دين جي لاءِ جاءِ خالي ڪري ڇڏيندو هو ۽ ان جي قوم ختم ٿي ويندي هئي. هيٺين حديث مان ان حقيقت تي روشني پوي ٿي.

عن ابي مسعود قال قال رسول الله ﷺ ما من نبي بعثه الله في امته حواريون و اصحاب ياخذون بسنة و يقدون بامره ثم انها خلف من بعدهم خلف يقولون مالا يفعلون و يفعلون مالا يومرون الي اخر الحديث (مشڪواة ....) يعني: عبدالله بن مسعود رضِي الله عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم فرمايو: ڪوئي بہ نبي جنهن کي الله تعاليٰ ان جي امت جي اصلاح لاءِ موڪليو هجي، ائين ضرور ٿيو آهي جو ان جي امت ۾ ان جا حواري ۽ ان جا دوست هوندا هيا جيڪي ان جي سنت کي اختيار ڪندا هيا ۽ ان جي ڳالهہ جي پيروي ڪندا هيا مگر آخرڪار انهن کان پوءِ اهڙا پوئلڳ پيدا ٿيندا هيا جيڪي دعوا اها ڪندا هيا جنهن موجب عمل نہ ڪندا هيا ۽ عمل اهي ڪندا هيا جن جي لاءِ انهن کي حڪم ٿيل نہ هوندو هيو.

ان مان پڌرو آهي تہ گذريل امتن ۾ نبين جي سنت ۽ پيغمبرن جو اسوه ئي شريعت هوندي هئي، جنهن جي پيروي ڪئي ويندي هئي. پر انهن نبين سڀورن ۽ انهن جي شروعاتي خليفن جي وفات کان پوءِ جڏهن ان اسوه جا عملي نمونا ۽ ان جا پابند ماڻهو دنيا ۾ باقي نہ رهندا هيا تہ شريعت جو نقشو بدلجي ويندو هو. ڇوتہ دليلن ۽ حقيقتن جون علمي طاقتون انهن نمونن جي پٺ تي نہ هونديون هيون، جو اهي ان بگاڙ کي سنڀالي سنواري بدلائي سگهن. ڪجهہ هوندا بہ هيا تہ صرف انهن کي مکيہ عمل بڌائڻ جي لاءِ هوندا هيا، انهن کي سڌارڻ جي لاءِ نہ.

انهيءَ موجب گذريل قومن جي باقيات اڄ جن رسمن تي قائم آهن، جيڪڏهن اهي انهن جي دعويٰ جي مطابق اهي ئي قديم رسمون آهن جيڪي انهن جي نبين انهن کي ورثي ۾ ڏنيون آهن تہ ان سان مٿي ذڪر ڪيل دعويٰ ثابت ٿي وڃي ٿي تہ گذريل شريعتن جو بنياد علمن، حقائق يا دليل ۽ شاهدين جي بجاءِ زياده تر شخصي يا قبائلي رسمن ۽ مخصوص عملي هستين تي هيو. تنهنڪري اڄ بہ جيڪڏهن انهن کان

انهن رسمن جو دليل پڇيو وڃي تہ اهي هن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونہ چوندا تہ
"اِنَّا وَجَدۡنَاۤ اٰبَآءَنَا عَلٰۤی اُمَّۃٍ وَّ اِنَّا عَلٰۤی اٰثٰرِهِمۡ مُّهۡتَدُوۡنَ﴿۲۲﴾" معنيٰ: اسان پنهنجن ابن ڏاڏن کي هڪ طريقي تي ڏٺو ۽ اسان انهن جي نشانن تي هلي رهيا آهيون ﴿۲۲﴾ (سورت زخرف)
چوٿ تہ انهن وٽ آثار کان سواءِ سبب ۽ دليل آهن ئي ڪونہ ۽ آثار اهي ئي ماضي جون رسمون ۽ نمونا هوندا آهن، جن کي اڳين جو نقش قدم چئي بنا دليل جي اختيار ڪيو ويندو آهي. ان کي ئي عرف عام ۾ رسم ۽ رواج چيو ويندو آهي. جنهن ۾ سبب ۽ دليل جو روح ڪونہ هوندو آهي، ڍانچو ئي ڍانچو هوندو آهي.
تنهنڪري مٿين آيت ۽ حديث ان ڳالهہ جي ڪليل شاهدي ڏئي رهيون آهن تہ گذريل امتن ۾ طريقن ۽ شريعتن ۾ زياده زور عملي نمونن تي ئي رهندو هو، علمي ماحول ۽ حقائق ڪليہ تي نہ، جنهن سان دين ۾ جان ۽ قوتِ معنيٰ جي ڪشادگي ۽ تفصيل جي لياقت پيدا ٿي وڃي جيڪا دين کي همہ گير بڻائيندي آهي.

## مذهبي عبادتون

جيڪڏهن انهن جي عبادتن کي ڏسجي تہ اهي انهن رسمن جو مجموعو نظر اينديون. جيئن ڪنهن قوم ۾ عبادت جي وقت گِهہ ٻارڻ، گهنٽيون وڄائڻ، سنگهہ ڦوڪڻ وغيره. جيڪڏهن معبودن سان محبت ۽ خدمت جي طريقي کي ڏسو تہ بتن جي سامهون کاڌو رکڻ، پاڻي پيش ڪرڻ ۽ پوءِ ان کي پاڻمرادو ان جي اوبر قرار ڏئي تبرڪ سمجهڻ، حقيقت ۾ رسم نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي. جنهن جي هيٺان ڪوبہ عقلي ۽ نقلي حجت ۽ اصل ڪلي ڪونهي، سواءِ ان جي تہ ابي ڏاڏي جي رسم چئي وڃي. عيسائين وٽ عبادت جي وقت صليب جي رسن ۾ ڳنڍيون لڳائڻ ۽ کولڻ، ڪنهن کي عيسائي بڻائڻ وارو غسل (بپتسمہ) ڏيڻ وقت يعني عيسائيت ۾ داخل ڪرڻ وقت ڦڪي رنگ جو پاڻي ان تي ڇڙڪائڻ، خاڪساري جي اخلاق جو مظاهرو ڪرڻ جي لاءِ پوري بدن تي مٽي هڻڻ ۽ ڀڀوت ٿي وڃڻ، دنيا ترڪ ڪرڻ يعني رهبانيت اختيار ڪرڻ وقت مخصوص گيڙو لباس پائڻ ۽ مٿو ڪوڙائڻ جي رسم ادا

ڪرڻ، نوڙت ۽ انڪساري ۽ ٻانهپ واري صورت ٺاهڻ جي لاءِ گهر گهر ۽ دوڪانن تي وڃي خيرات گهرڻ. نڪاح جي سلسلي ۾ زال مڙس ڪي پاڻ ۾ گڏ رکڻ لاءِ هڪٻئي جي پلاندن کي گڏ ڳنڍ ڏيڻ وغيره. سيئي اهي ئي حسي ۽ مظاهرو ڪرڻ واريون رسمون آهن جن جي اندر علمي روح ۽ اصولي طاقت بطور حجت جي سمايل ڪونهي. صرف اڳ ۾ گذري ويلن جون رسمون آهن، جن کي رڳو اڳين جي تقليد سمجهي ادا ڪيو وڃي ٿو. جنهن مان پڌرو ٿئي ٿو تہ انهن قومن ۾ احڪام جو دارومدار علل ڪليہ ۽ حقائق علميہ تي ڪونهي، بلڪ ابن ڏاڏن جي تقليد ۽ رسم پرستي آهي. مطلب تہ مذهب جي سڃاڻپ ئي علمي دليل ڪونهي عملي رسمون آهن، چاهي بي دليل هجن يا دليل جي خلاف.

## مذهبي شعائر

مذهب ئي رڳو نہ انهن مذهبن ۾ مذهبي انساني علامتون بہ رسمن ۽ نمونن جي ئي صورت ۾ ڏنيون وڃن ٿيون. جيڪي مذهبي ماڻهن سان چنبڙيل هونديون آهن ۽ انهن کان ئي اهي ان جا ماڻهو سمجهيا ويندا آهن. جيئن عيسائيت جي لاءِ ڳچيءَ ۾ صليب جو نشان پاتل هجڻ شعائر دين ۽ عيسائيت جي امتيازي علامت آهي، هندن جي لاءِ ڳچيءَ ۾ جڻيو پاتل ۽ نراڙ تي تلڪ لڳل هجڻ ان جي ڌرمي هجڻ جي علامت آهي يا سکن جي لاءِ ٻانهن ۾ ڪڙو پاتل هجڻ ۽ ڳچيءَ ۾ ڪريان لڙڪيل، مٿي ۾ ڦڻي ۽ پوري بدن تي وار ان جي مذهبي هجڻ جي نشاني چئي ويندي آهي، جنهن مان پڌرو ٿيندو آهي تہ اهي علمي امتون نہ آهن جو انهن کي يا انهن جي مذهب کي علم ۽ استدلال سان سڃاتو وڃي، بلڪ رسمي قومون آهن جن جو تعارف مخصوص حسي رسم ۽ رواج ۽ مخصوص قسم جي جسماني نشانن سان ٿيندو آهي.

## معبود جو تصور

محسوس پرستي ۽ رسم پرستيءَ جي اها حد آهي جو اهي قومون معبود کي بہ بغير ڪنهن رسمي صورت جي سڃاڻي نٿيون سگهن ۽ ان جي عبادت جو بہ ان وقت تائين يقين نہ ٿيندو آهي جيستائين معبود ڪنهن مخصوص صورت ۾ انهن جي اکين جي سامهون نہ هجي.

ڪنهن قوم تہ معبود جو روپ، پٿر، سون ۽ چانديءَ وغيره جي مورتين کي قرار ڏنو ڪنهن ڳئون، مينهن ۽ ڏاند وغيره جي مجسمن کي، ڪنهن روشنيءَ ۽ باهہ کي، ڪنهن پاڻي ۽ درياء کي، ڪنهن وڻن ۽ گلن ٻوٽن کي، ڪنهن سج ۽ چنڊ ستارن کي، ڪنهن انساني عضون کي، ڪنهن آمدنيءَ جي ذريعن ۽ مالي وسيلن کي ۽ ڪنهن هنر ۽ ڪاريگريءَ جي اوزارن کي معبود سمجهيو. جن جي پوڄا کي مذهب سڏيو ويو. مطلب تہ جيستائين ڪانہ ڪا حسي صورت انهن جي نظرن جي سامهون نہ اچي، اهي حقيقي معبود کي سڃاڻي بہ ڪونہ سگهندا هيا.

يهودين جي انهي حس پرستيءَ جو جذبو جڏهن انتها تي پهچي ويو تہ انهن جي تسڪين ان وقت تائين نہ ٿي جيستائين الله کي بہ اکين سان ڏسڻ جو مطالبو نہ ڪيو. تنهنڪري فرعون کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري بني اسرائيل جڏهن صنعاء يمن مان گذريا ۽ اتي پٿل جي مورتين کي وچندي ڏٺو تہ رڙ ڪري چيائون

"يٰمُوْسَى اجْعَلْ لَّنَآ اِلٰـهًا كَمَا لَهُمْ اٰلِهَةٌ" معنيٰ: اي موسيٰ! اسان لاءِ بہ هڪڙو اهڙو معبود ٺاهي ڏي جيئن انهن جي لاءِ ايترا معبود آهن. (سورت اعراف آيت 138)

آخرڪار پنهنجي ان محسوس پسندي جي جذبي جي غلبي هيٺ اچي ڪلم ڪلا چيائون تہ

"لَنْ نُّؤْمِنَ لَكَ حَتّٰى نَرَى اللّٰهَ جَهْرَةً" معنيٰ: جيستائين اسان الله کي ظاهرظهور نہ ڏسون توتي هرگز يقين نہ ڪنداسين. (سورت بقره آيت 55)

نصارن ان حِس پسنديءَ ۽ رسم پرستي کان مغلوب ٿي هڪڙو جسم رکندڙ الله مڃيو. جيڪو انهن وٽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام آهي. ڇوتہ محسوسات جي عادي انسانن کي ڪابہ شي اکين سان نظر نٿي اچي سگهي.

## مذهبي شريعتون

مطلب تہ پراڻا طريقا ۽ گذريل شريعتون پنهنجن پنهنجن مڙني جزن سميت زياده تر حِسياتي ۽ رسمي انداز جون هونديون هيون. جن ۾ عملي عقيدي جون ڪجهہ مقرر ٿيل رسمون سامهون هونديون هيون.

جنهن کي عوام سهوليت مطابق اختيار ڪري پاڻ کي مذهب جا پيروڪار باور ڪرائيندا هيا.

جيڪڏهن انهن رسمن کي ترڪ ڪيو وڃي ته انهن قومن جي مذهبي سڃاڻپ گم ٿي انهن جي سڃاڻپ بي نشان ٿي ويندي، ڇوته مذهب جو دارومدار فقه ۾ بصيرت، حجت ۾ دليل، استدلال ۾ بيان ۾ احڪام جي علمي ۽ اصولي علتن جي تحقيق ۽ تشريح تي ڪونهي. بلڪ صرف انهن رسمن ۽ ظاهري علامتن جو پابند ٿي وڃڻ تي آهي جن کي علامت طور اپنائڻ سان ئي ماڻهو ڌرمي ٿي وڃي ٿو ۽ ان کي ڪنهن فقه يا دليل يا ذوق ۽ وجدان جي ضرورت ڪونهي پوندي، جو اهو انهن رسمن جي صحت ۽ ڪوٺ کي سمجهي يا سمجهائي سگهي ۽ واقعو به اهو آهي ته حسي جزئيات ۾ صرف ڏسڻ جي ضرورت هوندي آهي سمجهه جي نه. انهيءَ ڪري اهي رسمون جيستائين نبين ۽ انهن جي خليفن جي موجودگيءَ ۾ پنهنجي معنويت سان باقي رهنديون هيون ته هدايت جو ذريعو بڻيون رهنديون هيون. پر نبين سڳورن جي عدم موجودگي يا انهن جي پهرين جانشينن جي وفات کان پوءِ اهي رسمون بي حقيقت رسمون بڻجي رڳو رواج ٿي وينديون هيون، جن ۾ نه روح هوندو هو نه حقيقت. نتيجو اهو نڪرندو هو ته اهو بي روح دين ختم ٿي ويندو هو ۽ نئين دين جي راهه هموار ٿي ويندي هئي.

## مذهبي ڪرامتون

اهڙيءَ طرح قومن جي حس پسند ذهنيت جي مناسب دين جي معجزاتي حجت ۽ نبوت جو دليل يعني ڪرامتون ۽ معجزا به صرف عملي ۽ حسي ئي ڏيکاريا ويندا هيا. جن کي اکين سان ڏسي اهي قومون تسلي حاصل ڪنديون هيون ۽ پيغمبر جي تابع ٿي دين جي راهه تي هلنديون هيون. جيئن موسيٰ عليه السلام جي لٺ ۽ چمڪندڙ هٿ، عيسيٰ عليه السلام جو ماڻهو جيئرو ڪرڻ، خليل الله جي باهه، صالح عليه السلام جي ڏاچي، يوسف عليه السلام جي قميص، حضرت سليمان عليه السلام جو اڏرندڙ تخت وغيره. سڀئي اکين سان ڏسڻ وارا معجزا آهن جيڪي عملي هيا، علمي ڪونه هيا. عملي ڳالهيون عامل جي ذات

۽ شخصيت تائين ئي قائم رهنديون آهن. جڏهن عامل دنيا مان موڪلائي ويندو آهي تہ اهي ڳالهيون بہ موڪلائي ويندڀون آهن. انهيءَ ڪري اهي عملي معجزا ڏيکارڻ واريون مقدس هستيون وفات ڪري ويون تہ انهن جا اهي عملي معجزا بہ ختم ٿي ويا ۽ نبوت جو دليل گم ٿي ويو. جنهن جي سهاري اها نبوت قوم کان قوم ۽ ملڪ کان ملڪ اڳتي نہ هلي ۽ ان جو قدرتي نتيجو اهو ٿيو ۽ ٿيڻو بہ هو جو اها گم ٿيل دليل جي نبوت، اچڻ وارن نسلن جي لاءِ سڏو سنئون حجت ۽ واجب الاتباع باقي نہ رهندي هئي.

نتيجو اهو ٿيو تہ اڳين مذهبن جي سلسلي ۾ احڪامن ۽ حجتن کي ونجي تہ اهي حجتون سڀ شخصياتي ۽ رسمي قسم جون هونديون هيون جن جو دارومدار اصول ڪليہ تي نہ پر شخصيتن تي هوندو هو. انهيءَ ڪري شخصيتن جي وفات سان جڏهن انهن جو عملي نمونو سامهون نہ رهندو هو تہ شريعت جي صورت بہ اصل حالت ۾ قائم نہ رهندي هئي. رڳو رسمون ۽ رواج ۽ انهن جو بہ نقل در نقل واري ڳالهہ رهجي ويندي هئي. جنهن ۾ مذهب جو روح تہ بجاءِ خود عملي صورت بہ باقي نہ رهندي هئي. انهيءَ ڪري اها بي روح ۽ ڦيرڦار واري شريعت آخرڪار گم ٿي نئين شريعت جي لاءِ جاءِ خالي ڪري ڇڏيندي هئي. جيڪڏهن معجزن کي ونجي، جيڪي دليل نبوت ۽ دليل شريعت آهن تہ اهي بہ عملي هوندا هيا، انهيءَ ڪري اها عملي ڪرامت بہ جيئن ئي صاحب ڪرامت جي ذات وفات ڪندي هئي تہ دليل نبوت بہ باقي ڪونہ رهندو هو، جنهن کي پيش ڪري اها نبوت ۽ ان جي شريعت مڃرائي سگهجي. انهيءَ ڪري ٻنهي صورتن ۾ نتيجو اهوئي نڪرندو هو تہ مذهب ۽ شريعت اڳتي وڌي نہ سگهي ۽ ختم ٿي ٻئي ڪنهن زندهہ مذهب جي لاءِ جاءِ خالي ڪري ڇڏي. جنهن جو خلاصو ٻين لفظن ۾ اهو ئي نڪري ٿو تہ ستارن وانگر گذريل نبين جون روشنيون خود انهن جي ذات هئي. چاهي احڪام ۽ عمل جي لحاظ کان ڏٺو وڃي يا معجزن ۽ ڪرامتن جي لحاظ کان. يعني دين جي صورت ۽ ان جي حجت سڀ شخصياتي ۽ رسمي انداز جي هئي. انهيءَ ڪري انهن بزرگن سان صرف انهن جو قريبي ماحول تہ روشن ٿي ويندو هو ۽ انهن جا اهي ملڪ

۾ قوم جا مخصوص وابستگي رکندڙ ماڻهو جيڪي شخصيت جي ويجهو هوندا هيا انهن مان نور ايمان ۾ اخلاقي گرمي حاصل ڪري وٺندا هيا، پر ٻين قومن کي انهن سان ڪوبہ سروڪار نہ هوندو هيو. انهيءَ ڪري نہ انهن جو پيغام همہ گير هيو ۽ نہ انهن جو توجهہ، تصرف ۽ تربيت عام هوندي هئي ۽ نہ شريعت عالمگير ۽ بين الاقوامي هوندي هئي جيڪا دنيا کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي. انهيءَ حقيقت کي نبوي زبان مبارڪ سان فرمايو ويو:

"ڪان النبي يبعث الیٰ قومه خاصة وبعثت الیٰ الناس ڪافتہ"

يعني هر نبي پنهنجي قوم ڏانهن موڪليو ويندو هو (مطلب ان جي دعوت قومي ۽ مقامي هوندي هئي) ۽ مان سڀني انسانن ڏانهن (بين الاقوامي دعوت کڻي) موڪليو ويو آهيان.

تنهنڪري هدايت جي انهن ستارن نبين سڳورن جو مثال "وَبِالنَّجْمِ هُمْ يَهْتَدُوْنَ﴿١٦﴾" معنیٰ: ستارن سان بہ ماڻهو واٽ لهندا آهن ﴿١٦﴾ (سورت نحل)، وانگر هيو جو ستارن وانگر پاڻ هدايت جي علامت هيا. پر انهن کان پکڙجڻ واري ڪابہ عمومي ۽ ڪلي روشني نہ هئي، جيڪا ان وقت جي پوري دنيا کي پنهنجي همہ گير دائري ۾ وٺي سگهي ها، باقي کهڙي ڳالهہ جو قيامت تائين اچڻ وارن جي لاءِ حجت هجي ها. انهيءَ ڪري هدايت جو تعلق صرف انهن جي ذاتي اسوه سان هوندو هيو. نہ ڪي اصولي ۽ ڪلي روشني سان. اهي ئي اسوه يا مخصوص عملي رسمون ڪتاب ۾ شامل ڪري انهن کي ڏنيون وينديون هيون، جيڪي هڪڙي يادداشت جي حيثيت رکنديون هيون، نہ ڪي هڪڙي ڪلي قانون طور يا دائمي دستور العمل طور. اهڙيءَ طرح باطن جي اصلاح جي سلسلي ۾ نفس اماره ۽ شيطاني وسوسن جو مقابلو انهن جي ڪشف ۽ ڪرامتن سان ٿيندو هو. جيڪي شخصن جي ذات سان وابستہ هونديون هيون. مطلب تہ ستارن ۾ شهاب ثاقب وانگر انهن جي ذات ئي خود شيطانن تي اڇلائي هنئي ويندي هئي، جنهن سان شيطاني وسوسن جو تاجيپيٽو وکري ويندو هو. مطلب تہ علمي يا استدلالي قوت وسوسن کي دفع ڪرڻ ۾ ڏوهہ کي رفع ڪرڻ جي نہ هوندي هئي جيڪا اصولي طور تي هميشہ دنيا جي لاءِ ان حوالي سان ڪارآمد ثابت ٿئي ها. انهيءَ ڪري انهن

هدايت جي ستارن جا اهي مذهب جزئياتي ۽ محدود هوندا هيا، جيئن تارن جي روشني جزوي ۽ محدود آهي.

پر آفتابِ نبوت يعني حضرت خاتم النبيين والمرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي جيڪو نور ڏنو ويو آهي اهو رسمي يا علامتي انداز جو ناهي جو عملي رسمن تائين محدود هجي. بلڪ علمي ۽ برهاني ۽ بياني ۽ تبياني آهي. جنهن ۾ هر عمل هڪڙي خاص علم ۽ اصولي حجت جي تابع آهي. هر حڪم، حڪمت ۽ امر ۾ ڪا نہ ڪا اصولي علت آهي. ديني احڪام رسمي ۽ رواجي صورتن وارا نہ آهن جيڪي رڳو شڪل ۽ هيئت خالص هجن، جن جو مقصد نفس کي رڳو ڪنهن طريقي تي لڳائي رکڻ يا وڌ کان وڌ نفس ڪُشي يا لذتن کي ترڪ ڪرڻ سان گڏ ڪوئي اندروني ڌيان گيان ۽ مراقبو هجي، جنهن جو اجتماعي نظام سان ڪوئي تعلق ڪونهي. تنهنڪري هن دنيا ۾ مسلمان ڪجهہ رسمن يا مخصوص قسم جي چند ظاهري علامتن سان مسلمان ڪونہ چورائيندو آهي، بلڪ تحقيق ۽ استدلال، ۽ عقيدي ۽ معرفت سان پيدا ٿيل هيئت ۽ عمل سان مسلمان چورائيندو آهي. جنهن جي لاءِ اهو حجت ۽ دليل ۽ بصيرت رکندڙ هوندو آهي "وعليٰ بصيرت انا ومن اتبعني" يعني مان ۽ منهنجا پيروڪار بصيرت تي آهيون. يعني حقيقت کي سمجهي عملي نموني کي قبول ڪندا آهن جن وٽ اصل ڳالهہ رسن نہ پر حجت آهي. انهيءَ ڪري ان جي اسلام کي سڃاڻڻ جي لاءِ ڪجهہ خاص مقرر ٿيل رسمون نہ رکيون ويون آهن، جن کي ان سان لڳل ڏسي ان جي اسلام کي باور ڪيو وڃي. جيڪڏهن اهي ان جي هٿن پيرن، پيشاني يا ڳچيءَ ۾ موجود نہ هجن تہ ان کي مسلمان نہ سمجهيو وڃي. بلڪ ان جو عقيدو ۽ عمل ۽ ان جي بصيرت ۽ معرفت ان جي پيشانيءَ جو نور ۽ ان جي عمل جو طريقو ملڻ جو ڍنگ ۽ ڳالهائڻ جو انداز اخلاقي نمونو وغيره، ان جي دين جا شاهد هوندا آهن، جنهن سان ان جو مسلمان هجڻ معلوم ٿيندو آهي. نہ صرف مجموعہ دين بلڪ دين جي جزوي حجت ۽ دليل ۽ علمي قوت ان جي پٺ تي هوندي آهي، جنهن سان ان جو دين قائم ۽ سڃاپجندو رهندو آهي، نہ ڪي رسم، رواج ۽ نمائشي علامتون.

جنهن جو سبب اهوئي آهي تہ ان جي عظيم رهنما نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو دين ۾ مذهب حقيقت، عقل ۾ بصيرت جي طريقي ۾ ڏنو ويو آهي. ايستائين جو پاڻ سڳورن جو سيني ڪان وڏو ۾ خاص معجزو ئي علمي هيو. جيڪو قرآن جي صورت ۾ اڄ بہ ان ئي معجزاڻي شان سان موجود آهي. ليڪن اهو معجزو ڪائي لٺ يا چمڪندڙ هٿ ڪونهي، جنهن ڪي دشمن تي اڇلائي هنيو وڃي يا اهو ڪو باهہ وسائڻ وارو گولو ڪونهي، جو منڪرن ڪي ان جي هيٺان آڻي ڀسم ڪيو وڃي يا اهو ڪا طوفاني انڌاري ڪونهي، جو ان سان دشمن قومن ڪي اڏاري ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏجي يا اهو ڪا خوفناڪ رڙ ڪونهي، جنهن سان حق جي دشمنن جا هياوء ڏاري ڇڏجن، جو ان سان نہ تہ ان جي مسئلن جي معقوليت ثابت ٿي سگهي ٿي ۽ نہ اهو معقول پسند قومن جي لاءِ پيغام ٿي پئي سگهيو. بلڪ ان جو معجزاڻو شان پختا دليل، بيان جو ڍنگ، تسڪين ڏيندڙ ۾ فطرتن ڪي اپيل ڪرڻ واريون معجزاتي حجتون آهن، جن سان دشمنن جا صرف بدن نہ پر دل ۾ دماغ بہ فتح ٿي ويندا آهن. انهن جون زبانون جيڪڏهن دشمني سبب نہ بہ مڃين تڏهن بہ انهن جا ضمير مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. جنهن سان انساني ذهنن ۾ انقلاب برپا ٿي ويندو آهي. مطلب تہ ان علمي معجزي جي ذريعي قومن کي فنا نہ ڪيو ويندو آهي، بلڪ انهن جون دليون ڪٺيون ويندي ون آهن، ماريون ڪونہ وينديون آهن، بلڪ زنده ڪيون وينديون آهن. يعني ان جو معجزاتي پهلو موت جي صورت ۾ ظاهر نہ ٿيندو آهي، بلڪ حياتيءَ جي صورت ۾ نمايان ٿيندو آهي. اهو ڌمڪائڻ وارين نشانين مان ڪونهي، بلڪ خوشخبريون ڏيڻ وارين نشانين وارو آهي.

"اِنَّ هٰذَا الْقُرْاٰنَ يَهْدِىْ لِلَّتِىْ هِىَ اَقْوَمُ وَيُبَشِّرُ الْمُؤْمِنِيْنَ الَّذِيْنَ يَعْمَلُوْنَ الصّٰلِحٰتِ اَنَّ لَهُمْ اَجْرًا كَبِيْرًا ﴿۹﴾" معنيٰ: بيشڪ هي قرآن اها راهہ ڏيکاري ٿو جيڪا بلڪل سڌي راهہ آهي ۽ انهن مومنن کي جيڪي چڱا ڪم ڪندا آهن خوشخبري ڏئي ٿو تہ انهن لاءِ وڏو ثواب آهي ﴿۹﴾ (سورت بني اسرائيل).

اڄ بہ اهو علمي معجزو بنا ڪنهن گهٽ وڌائي جي ان ئي معجزاڻي شان سان بدستور قائم آهي، توڙي جو معجزو ڏيکارڻ واري ذاتِ مقدس

نگاهن کان اوجهل آهي. ڇوته علم ڪنهن عالم جي وفات سان منجي نٿو سگهي، جيئن ڪوبه عمل عامل جي وفات سان ختم ٿي ويندو هيو. جيڪڏهن قرآن ڪو علمي نه پر عملي معجزو هجي ها ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم کان پوءِ اڄ سامهون نه اچي سگهي ها ۽ جڏهن اهو دائمي معجزو بدستور قائم آهي ته دين جي حجت به بدستور قائم آهي. جنهن سان قرآني نبوت تي اڄ به دليل پيش ڪري سگهجي ٿو ۽ قيامت تائين پيش ڪري سگهبو. انهيءَ ڪري نه حجت منجي سگهي ٿي نه دين جيڪو ان جي دعويٰ آهي. تنهنڪري هن دين جو بنياد رسم يا رسمن ۽ رواجي انداز جي ڳالهين يا ظاهرداري جي علامتن تي ناهي، بلڪ قدرتي حقيقتن ۽ فطري بصيرت تي آهي.

"عليٰ بصيرت انا ومن اتبعني و سبحان الله وما ان من المشرڪين" يعني مان ۽ منهنجا پيروڪار بصيرت تي آهيون، الله پاڪ آهي ۽ مان مشرڪن مان نه آهيان.

هتي پيغمبر جي ذات ۽ پيغمبراڻيون خصوصيتون اقتدا کان بالاتر آهن، اها ذات پنهنجي جاءِ تي هڪڙو عظيم الشان روشنيءَ جو منارو آهي، پر خود ان تي نظرون ڄمي نٿيون سگهن، جو انهن خصوصيتن کي ڏسي ان جي اقتدا ڪئي وڃي، بلڪ هتي ان آفتابِ نبوت کان ڇٽي ايندڙ روشني ئي دنيا جي رهنمائي لاءِ رکي وئي آهي، جنهن جو نالو شريعت ۽ قانون آهي. سو جيئن عين سج کي ڏسي رستو معلوم نه ڪيو ويندو آهي، بلڪ ان جي روشنيءَ ۾ رستو طي ڪيو ويندو آهي، بشرطيڪ سج کي ڇتائي ڏسڻ جي جرئت نه ڪئي وڃي. ائين ئي هتي آفتابِ نبوت جي خصوصي زندگي ايتري ارفع ۽ اعليٰ ۽ عزم جو ايترو تيز نور رکندڙ آهي جو ان ڏانهن نگاهه کڻي ڏسڻ به نظر کان هٿ ڌوئڻ بلڪ رستو طي ڪرڻ کان ئي هٿ ڌوئڻ جي برابر آهي. تنهنڪري نبوي خصوصيتون اقتدا جي لاءِ نه رکيون ويون آهن ۽ نه وري اقتدا ڪنهن جي وس جي ڳالهه آهي، جو انهن کي زندگيءَ جو دستور بڻائي سگهجي. ڪامل ولي ۽ خاص اصحابي به ان جو حوصلو نٿا رکي سگهن، باقي ٻين نيڪ ماڻهن جي کهڙي ڳالهه؟ ها، صرف آفتابِ نبوت مان ڇٽي ايندڙ روشني يعني عام شريعت ۽ ان جو پکڙيل عام دستور ئي

دنيا جي لاءِ پيغام ۽ رهنمائي آهي، جنهن سان وڏي انسانيت جي تڪميل وابسته آهي.

مطلب ته نبوت جي ستارن ۽ آفتابِ نبوت ۾ اهوئي فرق آهي ته نبوت جي ستارن (اڳ گذريل نبين) جون شخصيتون ۽ انهن جا شخصي اعمال دين جي علامت هيا، جيڪي هدايت بخش هيا. انهيءَ ڪري جيستائين اهي سامهون موجود هوندا هيا ته هدايت ملندي هئي، جڏهن لاڏاڻو ڪري ويندا هيا ته هدايت ختم ٿي ويندي هئي. جيڪو ستارن جو شان آهي ته سامهون هجن ته رهنمائي ممڪن، اوجهل ٿي وڃن ته رهنمائي ناممڪن. گذريل شريعتن ۾ جڻ هدايت حاصل ڪرڻ جو تعلق معنويات کان وڌيڪ حسيات سان هيو. ڇوته ذات ۽ ذات جون خصوصيتون ڏسڻ جون ئي شيون آهن. پر آفتابِ نبوت جي روشنيءَ سان منور ٿيڻ جي لاءِ آفتاب جو سامهون رهڻ ضروري ناهي، بلڪ جيڪڏهن آهي ته ان جي ذات ۽ ذاتيات کي سامهون نه رکڻ ضروري آهي، جو هتي نبوي خصوصيتون پيروي ڪرڻ کان بالاتر آهن. ان مان ڇٽي اچڻ واري روشني جيڪا علمي رنگ ۾ پکڙي ان کي هادي بڻايو ويو آهي، جيڪا هر ننڍي وڏي ماڻهوءَ جي لاءِ پيغام آهي. اکين سان ڏسڻ جي شي نه پر سمجهڻ جي شي آهي. انهيءَ ڪري هتي هدايت حاصل ڪرڻ جو رستو حِسيات کان وڌيڪ معنويات آهن. صورتن ۽ نالن جي بجاءِ حقائق ۽ معارف آهن. جن جي لاءِ بصارت کان وڌيڪ بصيرت واري نور جي ضرورت آهي. اها الڳ ڳالهه آهي ته امت جي ڪامل رهنمائي جي لاءِ سيني شرعي ڳالهين کي به پاڻ سڳورن خود ئي ڪري ڏيکاريو. جنهن جو نالو اسوه حسنه آهي ته جيئن عملي صورتون هرهڪ جون پنهنجون ناهيل نه ٿي وڃن. جنهن سان امت ۾ اُڃ پيدا ٿي وڃي ۽ بڏتر واري حالت ٿي وڃي. پر اهي اسوه ۽ عملي نمونا به رڳو رسمون نه آهن، جن کي حقيقي وجود نه بخشيو هجي. بلڪ انهن جي هيٺان معقول اصول ۽ ڪليات، علم ۽ اسرار لڪل آهن، جن سان عمل جي انهن مخصوص شڪلين جو وجود قائم آهي. اهي خود به عقل ۽ بصيرت ۽ قوت ۽ نتيجو ڪيڻ جي لاءِ هڪڙي مستقل دعوت آهن. تنهنڪري جيئن قولي حديثن مان مجتهدن ۽ علم ۾ پختن عالمن

مسئلن جو نتيجو ڪڍيو آهي، ايئن ئي فعلي حديثن مان بہ اهڙي طرح علمن ۽ مسئلن کي ڪڍي بيان ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اهي مخصوص شڪليون ۽ عمل جا اهي خاص ڍانچا جيڪڏهن ڪنهن وقت بگڙجڻ لڳندا آهن تہ اهوئي اندروني روح ۽ اصول جي رهنمائي سامهون رکي انهن کي درست ڪيو ويندو آهي. اهو نہ تہ شخصيتن جي وفات کان پوءِ اهي عملي نمونا بہ مڪمل طور فنا ٿي وڃن. بلڪ شخصيتن جو بدل پوءِ اچڻ وارين شخصيتن سان اصول، قانون، حجت ۽ دليل ۽ اصولي طريقا ۽ استقامت آهن، جن جي ذريعي عملي نمونن ۾ پيدا ٿيل بگاڙ کي دور ڪري سگهبو آهي ۽ ڪيو ويندو رهيو آهي.

بهرحال، ٻيون شريعتون پنهنجن عبادتن، علامتن ۽ معجزن جي لحاظ کان علامتي هيون، جن ۾ حسي نشانن جو اکين سان سامهون رکڻ ضروري هيو. ورنہ نہ مڃڻ وارن جي دلين ۽ ذهن کي تسلي ۽ اطمينان ٿي نہ سگهندو هو ۽ آفتابِ نبوت جي هيءَ آخري ۽ ڪامل شريعت حقيقي ۽ تحقيقي آهي، جنهن ۾ حسيات جي ڪائي اهميت ڪونهي. ڇوتہ اها ڪجهہ آڱرين تي ڳڻڻ جيترين رسمن جو مجموعو نہ آهي، بلڪ حقائق، بصيرتن، حجت ۽ دليل جو مجموعو آهي. جنهن ۾ نگاهہ جي بجاءِ عقل، فهم، ذوق ۽ بصيرت جي ضرورت آهي. بس هُتي حس ۽ نظر اصل هيا ۽ هِتي فڪر ۽ نظر اصل آهي. انهيءَ ڪري ٻيون قومون جڏهن بہ پنهنجن اڳين اڳواڻن جون ذاتون ۽ انهن جي عملي رسمن يا رواجي شڪلين کي گم ڪري ڇڏينديون هيون (انهيءَ جي باوجود تہ اڳواڻن جي وفات سان انهن جو گم ٿي وڃڻ قدرتي ڳالهہ هئي جو عمل عامل جي وفات سان ختم ٿي ويندو آهي) تڏهن ئي دين ۽ ڌرم گم ٿي ويندا هيا ۽ مستقبل جي لاءِ اهو صرف، ڪهاڻين، اصطلاحن ۽ رواجن جي صورت ۾ بي حجت ۽ غير مُستَنَد طريقي سان نالي ڪنيو باقي رهجي ويندو هيو. جنهن ۾ حقيقت نہ هوندي هئي ۽ هِتي مسلمان امت، جيڪڏهن آفتابِ نبوت جي اوٽ ۾ اچي وئي تہ آفتابِ نبوت جي علمن ۽ آثارن سان ڪنهن بہ وقت اوٽ ۾ نٿي اچي سگهي، جو دين جي ختم ٿيڻ جي نوبت اچي. ڇوتہ علم ۽ اصول عالم جي وفات سان گم نٿا ٿي سگهن، اهي اڄ بہ پنهنجي ڪلي ۽ اصولي شڪلين سان محفوظ آهن. جيڪڏهن ان

جي جزوي صورت ۾ ڪوئي بدگمان نواڻ پسند فرق بہ ڪري ڇڏي تہ ان جي باطني حقيقت ۽ اصولي علت جنهن ان کي اها صورت بخشي هئي وري ان صورت کي درست ڪري وٺندي آهي. جيئن پاڻ پنهنجي خراب ٿيل ٿاريءَ کي، روح پنهنجي بدن جي زخم واري حصي کي خود درست ڪري وٺن ٿا ۽ اهڙيءَ طرح هي آخري دين پنهنجي پوري حقيقت ۽ صورت سان بدستور قائم ۽ محفوظ آهي.

ان مان صاف واضح آهي تہ نور پکيڙڻ جو ڪم رڳو سج جي ذات ئي نہ ڪندي آهي، بلڪ ان جا آثار بہ ڪندا آهن. جنهن جو نالو چمڪ ۽ روشني آهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف ستارن جي ذات کي تہ هادي چيو آهي "وَبِالنَّجۡمِ هُمۡ يَهۡتَدُوۡنَ﴿۱٦﴾" (سورت نحل). چنڊ انهن کان ڪجهہ وڌيڪ روشن هيو جو ان جي نورانيت چانڊوڪي بہ پکيڙيندي هئي. توڙي رات کي ڏينهن نہ ڪري سگهندي هئي تہ بہ ان کي نور چيو. مگر سج جي چمڪ ۽ دمڪ خود سج وانگر فعال ۽ رونق بخش هئي تہ سج سان گڏ ان جي روشنيءَ کي بہ ان جي هم پلہ چوندي مساوات سان ذڪر فرمايو تہ جيئن واضح ٿي وڃي تہ سج ئي خود رات کي گم ڪرڻ جو ڪم نہ ڪندو آهي پر ان جا آثار بہ اهو ئي ڪم ڪندا آهن. تنهنڪري سج سان گڏ ان جي چمڪ جو بہ قسم کنيو ۽ برابري واري انداز ۾ ذڪر فرمايو. ارشاد ٿيو تہ:

"وَالشَّمۡسِ وَضُحٰهَا﴿۱﴾" معنيٰ: سج جو ۽ ان جي سوجهري جو قسم آهي ﴿۱﴾

"هُوَ الَّذِیۡ جَعَلَ الشَّمۡسَ ضِيَآءً" معنيٰ: اهو الله ئي آهي جنهن سج کي چمڪندڙ بڻايو. (سورت يونس:5)

ظاهر آهي تہ تارن ۾ اهو سوجهرو ۽ پکڙجڻ واري چمڪ نہ هوندي آهي، بلڪ صرف انهن جا روشن جسم ئي قدرتي طاقت موجب سوجهرو ڪندا آهن ۽ انهيءَ ڪري سج جو لقب "سراج" (ڏيئو) رکيو ويو جو ان جي هڪڙي جيي ئي ڪم ڪونہ ڪندي آهي پر جيءَ مان پکڙجڻ واري روشني ۽ روشنيءَ مان نڪرندڙ چمڪ بہ ڪم ڪندي آهي. يعني ڏيئو پنهنجي جاءِ تي قائم رهندو آهي مگر ان مان نڪرڻ واري روشني

۽ چمڪ پوري ڪمري تي قبضو ڄمائي رکندي آهي، جنهن مان اهي بہ فائدو حاصل ڪندا آهن. جيڪي ڏيئي جي بلڪل سامهون ڪونہ هوندا آهن. بس پوءِ ستارن جي صرف ذات هادي ٿي، چنڊ جو نور هادي ٿيو مگر ڪمزوريءَ سان، پر سج سان گڏ ان جي ضحيٰ (سوجهرو) بہ هادي ٿي ۽ ضيا (چمڪ) بہ هادي ٿي ۽ پکڙجندڙ روشني بہ هادي ٿي. جنهن سان سڀني ستارن ۾ ان جو ممتاز شان نور بخشي ڪلي وجي ٿو ۽ واضح ٿي وڃي ٿو تہ اڳ گذريل نبي سڀ‍ُورا هدايت جا ستارا هيا. جن جي ذات سان دنيا روشن ٿي هئي، پر ذات جو موجود نہ رهڻ ڪري روشني ختم ٿي ويندي هئي، جو ذات سان گڏ پکڙجڻ وارا روشن آثار ڪونہ هيا. جيڪي ذات جي اوجهل ٿيڻ سان بہ روشني پکيڙين ها. ليڪن آفتابِ نبوت جا آثار بہ روشني بخش آهن. جيئن خود ذات روشني بخش آهي ۽ ذات جو سامهون نہ رهڻ تي بہ ان جا نوراني آثار ذات جو ئي ڪم ڪندا آهن. تنهنڪري ان جي صبح صادق ٿيڻ سان ئي رات گم ٿي ويندي آهي. حالانڪ سج اڃا سامهون ڪونہ ايندو آهي، مگر ان جي روشنيءَ جا ڪمال جيڪي ان مان نڪري دنيا ۾ پکڙجندا آهن، روشني ۽ رهنمائيءَ جو ڪم ذات وانگر ئي ڪندا آهن. ستارن جي برخلاف جو انهن جي نہ صبح صادق هوندي آهي ۽ نہ شفق اڀرندي آهي. اهي پاڻ ئي اڀرندا آهن.

خلاصو اهو آهي تہ سراج منير جي بليغ تشبيهہ سان اسان پهريان دلين جي زمين ۾ پکڙيل اونداهي کي سمجهيو. پوءِ آفتاب جي اڀرڻ واري آثار يعني ان جي چمڪندڙ صبح صادق سان تعارف ٿيو. پوءِ ڳاڙهي شفق ۽ ان جي آب و تاب کي سمجهيو. پوءِ آفتابِ نبوت جي فضا کي سڃاتو. پوءِ آفتاب جي درجي بدرجي ظهور ۽ عروج کي سمجهيو ۽ پوءِ ان جي رونق پکيڙڻ جي رفتار ۽ درجي بدرجي آثار کي ڏٺو ۽ پوءِ هدايت جي سڀني ستارن جي مقابلي ۾ ان جي امتيازي روشنيءَ کي ڏٺو. پوءِ انهن نورن جو اڄ تائين موجود رهي نورِ آفتاب ۾ گڏجي وڃڻ کي سمجهيو. پوءِ انهن جي روشنيءَ جي جزوي هجڻ ۽ آفتابِ نبوت جي ڪلي ۽ جامع هجڻ کي سمجهيو ۽ اهڙيءَ طرح اسان قرآني تشبيهہ جي دلالت جي روشنيءَ ۾ سيرت نبوي جي ابتدائي مگر

جامع ڳالهين کان روشناس ٿي وياسين. يعني مادي آفتاب (سج) جي نقشي سان روحاني آفتاب جي اپرڻ، اپرڻ جي آثارن، اپرڻ جي سببن، اپرڻ جي نوعيت ۽ خود آفتاب جي نوعيت جو مڪمل نقشو اسان جي سامهون اچي ويو ته اسان ان بليغ تشبيهه جي روشنيءَ ۾ اپرڻ جي انهن ممتاز مقصدن کي به سمجهون ۽ آفتابِ نبوت مان نڪتل انهن مخصوص صفتن ۽ ڪمالات جي ڳوڙهن گوشن تائين پهچون، جيڪي هدايت جي عام ستارن ۾ نظر نٿا اچن، بلڪ صرف آفتاب نبوت جون ئي خصوصيتون سمجهيون ويون آهن. بلڪ ان جي ئي عڪس مان هدايت جي سڀني ستارن ۾ روشني پهتي آهي. شرعي اصطلاح ۾ نبوت جي انهن ئي امتيازي، انتهائي ۽ مصدريت جي ڪمالات جي مجموعي جو نالو ختم نبوت آهي.

## ختم نبوت

هن مان اهو سمجهو ته جيئن سج جو سڀ کان وڏو امتيازي شان ۽ سڀ کان وڏي خصوصيت فقط اها ناهي ته اهو گهڻي روشني وارو آهي، جيڪا ٻين ستارن ۾ ڏسڻ نٿي اچي. بلڪ اها آهي ته اهو روشنين جي انتها ۽ ٻين ستارن جي حق ۾ روشني بخش آهي، جنهن مان تارن ۾ روشني اچي ٿي ۽ ان جي ذريعي قائم رهي ٿي. يعني سج جو ڪمال رڳو روشن هجڻ يا سڀني تارن کان وڌيڪ نوراني هجڻ ناهي، بلڪ انهن سڀني جي نور جو اصل هجڻ آهي، جو ٻيا سڀ پنهنجي نور لاءِ سج جا محتاج آهن ۽ خود سج پنهنجي نور ۾ ڪنهن جو محتاج ڪونهي. ڇوته ان جو نور خود پنهنجو آهي ۽ باقي تارن جو نور خود انهن جو پنهنجو ڪونهي، بلڪ سج مان نڪتل آهي. تنهنڪري هيئت جي ماهرن ۽ فلاسافرن جي نظر ۾ سج کان سواءِ سڀني ستارن جو وڏو ڪمال صرف جسم جي صفائي ۽ شفائي آهي جو نور قبول ڪري سگهن، خود پنهنجي ذات سان نوراني هجڻ ڪونهي. تنهنڪري اصل ۾ نوراني ته سج آهي، ان جي فيض سان اهي سڀ تارا به ان جي حلقي ۾ اچي نوراني ٿي وڃن ٿا. چاهي وزن ۽ ماپ ۾ سج کان ڪيترو به وڏا هجن، مگر نور ۾ وڌو ڪير به ڪونهي. جڏهن ته ڪنهن به تاري جو نور ئي ان جو پنهنجو

ناهي، بلڪ سج ڪان ورتل آهي، تنهنڪري سج سڀني ستارن جي حق ۾ مربي ۽ فيض جو سرچشمو ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري سج جو امتياز رڳو نوراني هجڻ ڪونهي، بلڪ نورانيت جو بڻ بنياد هجڻ بہ آهي.

انهيءَ بنياد تي اهو سمجهڻ غير معقول نہ ٿيندو تہ سڀني نورن جي انتها سج تي ٿي وڃي ٿي. اتان ئي نور سڀني ستارن لاءِ هلي ٿو جڏهن اهي ان جي سامهون هجن. چاهي مٿي هجن يا هيٺ ۽ وزن ۽ ماپ ۾ وڏا هجن يا ننڍا، ۽ سڀني مان ٿيندو ان ئي طرف موٽي اچي ٿو.

اهوئي شان ڪنهن صفت جي خاتم جو هوندو آهي تہ اها صفت ان ڪان هلي ۽ ان تي موٽي اچي، اهوئي منڍ هجي ۽ اهو ئي خاتم هجي. اهوئي ان صفت جي شروعات هجي ۽ اهوئي انتها هجي. اهوئي اول هجي ۽ اهوئي آخر هجي. انهيءَ ڪري هاڻي اسان سج کي رڳو نوراني نہ چونداسين، بلڪ نور بخشيندڙ ۽ نور پهچائيندڙ چونداسين. رڳو صاحب انوار نہ چونداسين، بلڪ خاتم الانوار چونداسين، جڏهن سڀني ستارن کي نور ان مان ملي ٿو ۽ ان نوري حرڪت ۾ وري ان ڏانهن ئي موٽي اچي ٿو. بس سج جي اها خاتميتِ انوار ئي حقيقت ۾ ان جي سڀني ڪمالات جو ممتاز عنوان ٿيندو جيڪو ان جي امتيازي شان کي ظاهر ڪري سگهندو. نہ کي مطلقاً نوراني هجڻ، جو اهو قدر گڏيل طور تي سڀني ستارن ۾ درجي بدرجي ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ان ڪان علاوه، رڳو نسبتن ٻين ستارن ڪان نور ۾ وڌيڪ هجڻ بہ ان جو ڪو آخري امتيازي شان نہ هوندو، ڇوتہ اهو ٿورو کي گهڻو سڀني ستارن ۾ موجود آهي. جڏهن هر ستارو روشنيءَ ۾ ڪنهن ستاري ڪان وڏو ۽ ڪنهن ستاري ڪان ننڍو آهي. بلڪ اصل امتيازي خصوصيت اها ئي نور بخشي ۽ سڀني تارن جي نور جو اصل هجڻ آهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت (حضرت رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جو شان صرف نبي هجڻ ڪونهي، جو اهو شان گڏيل طور تي هر نبي ۾ موجود آهي. ان ڪان علاوه، انهن هدايت جي سڀني ستارن (نبي سڳورن) ڪان ڪمالاتِ نبوت ۾ رڳو اضافي طور تي ڪجھ وڌيڪ يا برتر هجڻ بہ ڪونهي، جو اها فضيلت ۽ مرتبن جو فرق ٻين نبين ۾ بہ قائم آهي.

"تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ" معنيٰ: اهي رسول آهن جن کي اسان ڪنهن کي ڪنهن تي فضيلت ڏني آهي. (بقره: 253)

بلڪ اصل امتيازي صفت اها آهي تہ پاڻ سڳورا نورِ نبوت ۾ سڀني نبين جا مربي، انهن جي حق ۾ فيض جو سرچشمو ۽ انهن جي انوار ڪمال جو بڻ بنياد آهن. انهيءَ ڪري اصل ۾ نبي پاڻ سڳورا آهن ۽ ٻيا نبي سڳورا اصل ۾ نہ آهن، بلڪ پاڻ سڳورن جي فيض سان نبي بڻيل آهن. انهن اڳين مقدس هستين جو ڪمال حقيقت ۾ انهن جي جوهرن جي صفائي ۽ شفائي ۽ انهن جي لياقت ۽ انهن جي باطني صلاحيتن جو فطري ڪمال آهي، جو جيئن ئي انهن جي قلوب صافي ان جي سڀني شعائن کي قبول ڪري ورتو ۽ پاڻ روشن ٿي ٻين کي اها روشني پهچائڻ شروع ڪئي. تنهنڪري پاڻ سڳورا انهن سڀني نبين جي حق ۾ مربي ۽ اصل نور ثابت ٿين ٿا. اهوئي سبب آهي جو پاڻ سڳورن پاڻ کي رڳو نبي الامت ئي نہ بلڪ نبي الانبياء بہ فرمايو آهي. جيئن حديث جي روايتن ۾ صاف آهي. تنهنڪري جيئن پاڻ سڳورا امت جي حق ۾ نبي امت هجڻ ڪري مربي آهن، ائين ئي نبين جي حق ۾ نبي الانبياء هجڻ ڪري مربي آهن. هاڻي جيڪڏهن جسم يا قدڪاٺ ۽ بدن جي ڍانچي ۾ ڪوئي هدايت جو ستارو آفتابِ نبوت کان وڏو هجي يا ننڍو تہ ان سان پاڻ سڳورن جي مربي عام هجڻ ۾ ڪوبہ فرق نہ پوندو. آخر هن انساني جهان جي شروعاتي دور ۾ سڀئي انسان جن ۾ نبي سڳورا بہ شامل آهن، قدڪاٺ ۽ وزن جي لحاظ کان بعد وارن زمانن ۾ پيدا ٿيڻ وارن انسانن کان يقينن وڏا، ڊگها ۽ ٿلها هوندا هيا. آدم عليہ السلام جو قدڪاٺ پنهنجي هٿ جي ماپ سان سٺ هٿ ڊگهو ۽ ست هٿ ويڪرو هيو. اهو ئي حال نوح عليہ السلام ۽ حضرت هود عليہ السلام ۽ صالح عليہ السلام جي قد ڪاٺ جو هيو. سيرت جي روايتن ۾ آهي تہ ان دور جي ڪن نبين سڳورن جي قبر کُلي پوڻ ڪري جسم مبارڪ کُلي ويو تہ انهن جي نڪ جي ماپ هڪڙو وال نڪتي. جيئن فلڪياتي ماهرن جي تشريح مطابق گهڻائي ستارا ٿولهہ ۽ جسامت ۾ سج کان وڏا آهن. مگر نور (روشني) جي فيض لاءِ سڀ ان جا محتاج آهن. ائين ئي جيڪڏهن گهڻا نبي سڳورا قدڪاٺ ۾ يا پنهنجي ڪنهن جزوي خصوصيت ۾

حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان گهٽو هجن تہ ان سان نورِ نبوت ۾ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان انهن جو آزاد هجڻ يا انهن جي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي وڏائي ثابت نٿي ٿي سگهي. جڏهن اها صورت آهي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو شان رڳو نبوت هجڻ ئي نٿو ٿئي، بلڪ نبوت بخشڻ بہ ٿئي ٿو جو جيڪو بہ نبوت جي لياقت ڀاتل شخص پاڻ سڳورن جي سامهون آيو نبي ٿي ويو ۽ اهڙيءَ طرح نورِ نبوت پاڻ سڳورن کان ئي هليو ۽ پاڻ سڳورن تي ئي موٽي اچي ختم ٿيو ۽ خاتم جو اهوئي شان هوندو آهي. ان کان ان جي خاص صفت جي شروعات بہ ٿيندي آهي ۽ ان تي ئي پڇاڙي ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪري اسان صفتِ نبوت جي لحاظ کان پاڻ سڳورن کي صرف نبي ئي ڪونہ چونداسين، بلڪ خاتم النبيين چونداسين جو پاڻ سڳورن تي سيني انوارِ نبوت جي پڇاڙي ٿئي ٿي، جنهن سان پاڻ سڳورا نبوت جي انتها آهن. پاڻ سڳورن کان ئي نبوت هلي ٿي ۽ آخرڪار پاڻ سڳورن تي ئي موٽي اچي ٿي. تنهنڪري سچ جي مثال سان آفتابِ نبوت مان نبوت جي شروعات بہ ثابت ٿئي ٿي ۽ انتها بہ. نبوت ۾ اول بہ معنيٰ نڪري ٿي ۽ آخر بہ. شروع ڪرڻ وارو بہ ٿئي ٿي ۽ ختم ڪرڻ وارو بہ. تنهنڪري پاڻ سڳورن پنهنجي نبوت جي اوليت جو تہ هنن لفظن ۾ اعلان فرمايو:

> "کنت نبيا آدم بين الروح والجسد" يعني مان ان وقت نبي هيس جڏهن آدم عليہ السلام اڃا روح ۽ جسم جي وچ واري حالت ۾ هيو (يعني ان جي جسم لاءِ اڃا مٽي ڳوهجي رهي هئي ۽ ان جي پيدائش اڃا مڪمل ڪونہ ٿي هئي).

ٻئي طرف پنهنجي نبوت جي آخري هجڻ ۽ ختم ٿيڻ جو هن عنوان سان اعلان فرمايو تہ نبوت کي هڪڙي محلات طور ٻڌائي پاڻ کي ان جي آخري سِر طور تعارف ڪرايو. ارشاد آهي:

> "فانا اللبنة وانا خاتم النبيين" يعني بس مان ئي اها آخري سِر آهيان ۽ آءُ ئي خاتم النبيين آهيان.

پوءِ نبوت جي ان اوليت، آخريت ۽ خاتميت جي انهن ٻن متضاد پهلوئن کي هڪڙي ذات ۾ گڏ ڪرڻ جي صورت هي فرمائي:

**"انا اولهم خلقا وآخرهم بعثا" يعني مان خلقت جي لحاظ کان سڀني کان پهريون آهيان ۽ بعثت جي لحاظ کان سڀني کان پويون.**

**قرآن شريف انهيءَ حقيقت جي تصديق ڪندي پاڻ سڳورن کي خاتم النبيين فرمايو. جنهن سان پاڻ سڳورن جي نبوت جي ڪمالات جي انتها هجڻ واضح آهي. جيڪا پاڻ سڳورن جو نبوت جو سرچشمو هجڻ جو ڪليل دليل آهي. ارشاد رباني آهي:**

**"مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَآ اَحَدٍ مِّنْ رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ" معنيٰ: محمد (ﷺ) توهان جي مردن مان ڪنهن جو بہ پيءُ نہ آهي پر الله جو رسول آهي ۽ سمورن نبين ۾ آخري (پويون) آهي. (احزاب:40)**

**جنهن مان پڌرو آهي تہ پاڻ سڳورا ٻين نبين جي حق ۾ بڻ بڻياد جي حيثيت ۾ آهن ۽ نبي سڳورا پاڻ سڳورن جي بنسبت فرع جي منزل ۾ آهن جو انهن جو علم ۽ خُلق پاڻ سڳورن جي فيض سان ظهور ۾ آيو. پاڻ سڳورن جي اها فيض رساني ۽ نبوت جي ڪمالات جو سرچشمو هجڻ جو امتيازي شان انسانيت جي آغاز کان شروع ٿيو تہ ڪائنات جي پڄاڻي تائين وڃي پهتو.**

**تنهن ڪري الست واري عهد ۾ جڏهن پوري انساني لڏي جي روحن کان سوال ڪيو ويو "اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ" معنيٰ: ڇا مان توهان جو رب نہ آهيان؟ (اعراف:172) تہ سڀ هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لڳا. سڀني کان پهريان جنهن هائو چئي اقرار الوهيت ڪيو اها حضور خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات بابرڪات هئي، جنهن جي صداءِ حق ٻڌي سڀني "بَليٰ" (هائو) جا آواز ڪيا تہ چونہ بيشڪ تون اسان جو رب آهين. جنهن مان واضح آهي تہ آغازِ بشريت جي وقت حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ئي عالم بشريت جا پهريان استاد ۽ ان جي معرفتِ ربوبيت جا مربي هيا. ٻين لفظن ۾ پاڻ سڳورن جي ئي عملي رهنمائي سان سڀئي اَوَلين ۽ آخرين جون ايماني لياقتون ڪلي سگهيون ۽ ڪم واريون ٿي ويون. جن ۾ نبي سڳورا بہ شامل آهن. بس اها پاڻ سڳورن طرفان اها پهرين تربيت ۽ مختصر عنوان مطابق پاڻ سڳورن جو پهريون**

اڳواٽي ۽ رهنمائي ڪرڻ جو شان آهي، جيڪو تعليم ۽ تربيت جي دائري ۾ ڪليو ۽ پاڻ سڳورن جي شانِ خاتميت جو پهريون ظهور ٿيو. ورنہ اهو جيڪڏهن رڳو نبوت جو اثر هجي ها تہ سڀئي نبي سڳورا الست بربڪم ٻڌڻ سان هڪدم بليٰ (هائو) جو لفظ چوڻ شروع ڪن ها ۽ پاڻ سڳورن جي جواب جو انتظار نہ ڪن ها. پر سڀني جي ماٺ ۽ پاڻ سڳورن جو ڳالهائڻ پاڻ سڳورن جي معلم اول ۽ مربي اول هجن جو ڪليل دليل آهي. جيڪو رڳو نبوت جو اثر ناهي، بلڪ ختم نبوت جو اثر آهي.

اهو اثر وري عهد الست تائين محدود ڪونهي، بلڪ عالم دنيا، پوءِ عالم برزخ، پوءِ عالم حضر ونشر ۽ پوءِ عالم جنت تائين خاتميت جو اهو شان مختلف طريقن سان ظاهر ڪيو ويندو رهيو تہ جيئن سڀني نبين سڳورن تي پاڻ سڳورن جي فضيلت ۽ سرداري کلي ڪري نبين ۽ امتن جي سامهون ايندي رهي.

تنهنڪري تڏهن معراج ۾ جيڪو خود بہ پاڻ سڳورن جي امتيازي شان جو هڪڙو عظيم الشان اظهار آهي، پاڻ سڳورن کي سڀني نبين کان اڳيان بيهاري ۽ نماز جو امام بڻائي سڀني نبين کي جماعتي بڻايو ويو تہ جيئن پاڻ سڳورن جو افضل الانبياء ۽ نبوت جي ڪمالات جي انتها هجڻ نبين ۽ انهن جي امتن تي پڌرو ٿي وڃي. ڇوتہ قرآن جي پيغام مطابق دنيا جي تخليق جو مقصد ۽ مطلب عبادت آهي ۽ نماز عبادتن ۾ افضل آهي. بلڪ جنهن سان عبد ۽ معبود جي وچ ۾ تعلق قائم ٿيندو آهي ۽ انسان کي حقيقي عبادت ڪرڻ نصيب ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري جيڪا ذاتِ اقدس نماز ۾ سڀني جي پيش امام ۽ سڀني تي ممتاز هوندي، اهائي تخليق جي مقصد کي سڀني کان وڌيڪ پورو ڪرڻ واري ثابت ٿيندي. جنهن جي اها معنيٰ ٿي تہ ڪمالاتِ بشريت ۾ اهائي سڀني کان وڌيڪ فوقيت رکندڙ هوندي، جيڪا نماز ۾ امامت لاءِ سڀني تي فوقيت رکندڙ هوندي ۽ سڀني کان وڌيڪ ممتاز هوندي. انهيءَ ڪري معراج واري رات نماز ۾ امامت لاءِ پاڻ سڳورن جي فوقيت ڏيکارڻ لاءِ کين امام بڻايو ويو. جيڪا پاڻ سڳورن جي نبوت جي ڪمالات جي انتها هجڻ جو دليل آهي ۽ ختم نبوت جو ثبوت آهي. ان

کان علاوه، انهيءَ ڪري معراج ۾ پاڻ سڳورن کي ستن ئي آسمانن تان گذاري ۽ عرش تائين پهچائي ظاهر ڪيو ويو ته پاڻ سڳورا سڀني نبين سڳورن ۽ مقرب ملائڪن جي مقام کان گذري ان مقام تي وڃي پهتا، جنهن جاءِ تائين نه نبي ۽ رسول پهتا ۽ نه مقرب ملائڪ پهچي سگهيو. بس اهو حِسي طور ته اهو آسمانن مان گذرڻ هيو ۽ معنوي طور تي مقاماتِ انبياء کان گذاري انتهائي ويجهڙائي (قرب) جي مقام تي پهچائڻ هيو، جنهن تائين ڪنهن جي به پهچ ڪونه هئي. ڇوته نبي سڳورا جڏهن انهن آسمانن تي پنهنجي پنهنجي مقام تي ملندا ويا ۽ پاڻ سڳورا اتان اڳتي گذرندا ويا ته ان سان مقاماتِ نبوت ۾ پاڻ سڳورن جي فوقيت، افضليت ۽ امتياز ثابت ٿي وڃن ٿا.

وري اهڙي طرح قيامت جي ڏينهن پاڻ سڳورن کي مقام محمود تي پهچايو ويندو، جنهن تائين ڪير به پهچي نه سگهندو ۽ انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن کي شفاعت ڪبريٰ جي مقام تي آندو ويندو، جنهن تائين اچڻ کان سيئي نبي سڳورا رڪجي ويندا ۽ پنهنجي ڪا ڪمي ڪوتاهي ظاهر ڪري ان مقام ڏانهن وڌڻ کان معذرت ڪندا، جيڪا ڳالهه سيني اڳين نبين تي پاڻ سڳورن جي فوقيت جو دليل آهي. انهيءَ ڪري ئي پاڻ سڳورن لاءِ ڪائنات جي تخليق جو سبب هجڻ ٻڌايو ويو ۽ ظاهر ڪري پاڻ سڳورن خاطرپوري ڪائنات جو اهو خيمو کوڙيو ويو آهي. اهو به ٻڌائڻ هيو ته پاڻ سڳورا ئي هن خلقيل دنيا جو ميوو ۽ اصلي مقصد آهن، جن جي لاءِ هن عالمي ڪائنات جو عظيم الشان وڻ پوکيو ويو هو ۽ ظاهر آهي ته وڻ ۾ ڦر اچڻ ئي مقصد ۽ اصل هوندو آهي، جنهن جي لاءِ وڻ پوکيو ويندو آهي. باقي سڀ ٽاريون، پن ۽ گل ان جو منڍ هوندا آهن. جنهن سان پاڻ سڳورن جو پوري ڪائنات جي نسبت اصل مقصد هجڻ ظاهر ٿئي ٿو. جڏهن ته ڦل ۾ ئي اهي سڀ قوتون گڏ هونديون آهن جيڪي وڻ جي ڌگهي ۽ ويڪري ڦيلاء ۾ پکڙيل هونديون آهن. يعني سمورو ميوو وڻ جون گڏيل قوتون هوندو آهي ته ان مان پاڻ سڳورن جي جامع ڪمالات بشر ۽ جامع ڪمالات جميع انبياء هجڻ به پڌرو ٿي وڃي ٿو جيڪي هن ڪائناتي وڻ جا ڇڳا ۽ ساوا گل آهن.

تنهنڪري پاڻ سڳورن خود بہ پاڻ کي ڪمالات انبياء جو جامع فرمايو. چوتہ نبين جي ڪمالاتِ نبوت جو بنياد ٻن شين تي آهي. هڪڙو علمي ڪمال ۽ ٻيو اخلاقي ڪمال. انهيءَ موجب پاڻ سڳورن پنهنجي نسبت سيني نبين ۽ اولياء جي سيني علمي ڪمالات جو جامع هجڻ هنن لفظن ۾ فرمايو:

"اوتيت علام الاولين والآخرين" يعني مون کي اڳين ۽ پوين جا سڀ علم ڏنا ويا ( جنهن جو وڏو ثبوت قرآن شريف آهي).

پاڻ سڳورن جي اخلاقي ڪمالات جي جامعيت ان مان واضح آهي تہ حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان جڏهن پاڻ سڳورن جي اخلاق جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائين:

"وكان خلقه القرآن (روح المعاني) يعني هي قرآن ئي تہ پاڻ سڳورن جو خلق (اخلاق) آهي.

يعني جيڪو ڪجھ قرآن ۾ علم جي شڪل ۾ آهي اهو ئي پاڻ سڳورن جي ذات ۾ اخلاق ۽ گڻن جي شڪل ۾ آهي ۽ جيڪي قلبي مقام ان ۾ رسمن ۽ نمونن جي شڪل ۾ آهن اهي ئي پاڻ سڳورن ۾ خلق ۽ عمل جي درجي ۾ آهن.

ظاهر آهي تہ جڏهن قرآن شريف اڳين ڪتابن جو مجموعو آهي، جيڪو پاڻ سڳورن جي اخلاق جو مجموعو آهي تہ پاڻ سڳورن جا اخلاق بہ اڳين جي اخلاقن جا جامع ثابت ٿي ويا. جيڪي پاڻ سڳورن جي خاتم ڪمالات اخلاق ۽ ڪمالِ خُلق جي انتها هجڻ جو واضح دليل آهي. ان مان پاڻمرادو واضح ٿي وڃي ٿو تہ جيڪا ذات بابرڪات نبوت جي بنيادن ۾ سيني جي جامع ۽ سيني تي فوقيت رکندڙ آهي، اها ئي انهن بنيادن ۾ سيني جو اصل بہ ٿي سگهي ٿي.

تنهنڪري ان اصل هجڻ جي بنياد تي سيني نبين سڳورن کان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم تي ايمان آڻڻ ۽ سندن پيروي ۽ مدد ڪرڻ جو عهد ۽ ميثاق ورتو ويو. جيئن قرآن شريف جي آيت "وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ" (سورت آل عمران: آيت 81) مان پڌرو آهي ۽ پوءِ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ان ئي آيت جي روشنيءَ ۾ سيني اڳين نبين جو سندن خاتم نبوت جي تابع هجڻ جو مثال هي ارشاد فرمايو:

"لوكان موسيٰ حتا لما وسعه الا اتباعي" يعني جيڪڏهن اڄ موسيٰ (عليہ السلام) بہ زندهہ هجي تہ ان کي بہ منهنجي اطاعت کان سواءِ ڪوئي چارو ڪونهي.

ان جو مطلب ان کان سواءِ ٻيو ڇا آهي تہ موسيٰ عليہ السلام جهڙو اولي العزم ۽ صاحبِ شريعت پيغمبر بہ خاتم الانبياء جي غير موجودگيءَ جي صورت ۾ تہ واجب الاطاعت آهي، مگر خاتم جي موجودگيءَ جي صورت ۾ واجب الاطاعت هجڻ جي بجاءِ پاڻ اطاعت ڪرڻ واري جي حيثيت ۾ اچي وڃي ٿو ۽ اهو ان ئي وقت ممڪن آهي تہ ان جو عهدو خاتم جي ماتحت هجي. ڇوتہ ماتحت جا سڀ اختيار ۽ اقتدار حقيقت ۾ مٿئين ۽ اعليٰ آفيسر جا ئي هوندا آهن، جيڪي ان طرفان ڏيڻ سان ماتحت وٽ اچي ويندا آهن. انهيءَ ڪري اصل جي هوندي فرع جو حڪم نہ هلندو آهي. اهو ايئن آهي جيئن زيراعظم سيني وزيرن کي ائين چوي تہ منهنجي سامهون توهان جو حڪم نہ هلندو. صرف منهنجي غير موجودگيءَ ۾ توهان جي حاڪميت بحال رهي سگهي ٿي. جنهن مان صاف ظاهر آهي تہ ماتحت جا اختيار بالا آفيسر جي سامهون ختم ٿي ويندا آهن، چاهي عهدو بدستور باقي بہ رهي. هي هڪڙو اصول آهي جيڪو ان سان مخصوص ناهي، پر هر دائري جي اصل ۽ نقل جو اهوئي حال آهي تہ اصل جي هوندي فرع جو اختيار ناهي هلندو. پيءُ سامهون اچي وڃي تہ ان جو اولادي پٽ بہ پاڻ کي پيءُ چوندي شرمائيندو. ڪهڙي ڳالهہ جو اهو اولاد هجڻ ڪري پنهنجي پيءُ هجڻ واري حق کي جتائي ۽ دليل بازي ڪري. ڇوتہ ان جو پيءُ هجڻ پنهنجي پيءُ جي پيءُ هجڻ کان پوءِ ۽ شاخ آهي ۽ اصل جي سامهون سيني شاخن جي حيثيت ڪمزور ٿي ويندي آهي. مثال طور سمنڊ سامهون هجي تہ واهہ ۽ واهڙن کي درياء چوندي شرم ايندو. ڇوتہ پاڻي ڪٿي بہ هجي سڌو سنئون ۽ اڻ سڌيءَ طرح سمنڊ جو ئي فيض آهي. انهيءَ ڪري اهي سڀ وڏا وڏا درياء سمنڊ جي سامهون پهچي سمنڊ جي ئي وهڪري ۽ لهرن ۾ سمائجي ويندا آهن. انهن جي پنهنجي رفتار باقي نہ رهندي آهي. سج سامهون هجي تہ تارا پاڻ کي نوراني

چوندي بہ شرمائيندا. جو انهن جو اصل سامهون آهي ۽ اصل جي هوندي نقل پنهنجي وجود کان بہ شرمائڻ لڳندو آهي، ڇا مجال جو وجود جي دعويٰ ڪري ويهي. ٺيڪ اهڙيءَ طرح هدايت جي سڀني ستارن (نبين سڳورن) جو آفتابِ نبوت جي اچڻ تي پنهنجي پنهنجي نبوت جو حڪم هلائڻ يا هلائڻ جو حڪم ڏيڻ جي بجاءِ خاتم نبوت جي پٺيان لڳڻ هڪڙي قدرتي ۽ طبعي ڳالهہ آهي، نہ ڪي پنهنجو حڪم جاري ڪرڻ. اها ئي حقيقت آهي جنهن ڪي مٿي بيان ڪيل حديث ۾ پڌرو ڪيو ويو آهي تہ جيڪڏهن فرض ڪجي ڪوئي اڳيون نبي خاتم النبيين جو دور ڏسي تہ ان تي ۽ ان جي امت تي ختم نبوت جو حڪم هلندو، نہ ڪي خود ان جو. اها ڳالهہ بہ حقيقت ۾ خاتم جي اصل ڪمال هجڻ ۽ ٻين سڀني نبين جي فروع ڪمال هجڻ جو واضح دليل آهي. وري مٿي بيان ڪيل حديث ۾ فرض ڪرڻ واري ڳالهہ کي ئي واقعي جي صورت ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ محمدي دور ۾ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آسمان مان لاهي زمين تي موڪليو ويندو تہ اهو خاتم النبيين جي دين جي پيروي ڪندو. بلڪ شايد ان حقيقت کي ڏيکارڻ جي لاءِ ئي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي آسمان تي زندهہ رکي دنيا جي آخري دور ۾ آسمان تان زمين تي موڪليو ويندو تہ جيئن اهو پنهنجي نبوت جي سڀني قوتن سان ان وقت جي فتني واري دور ۾ شريعت محمدي جي تجديد بہ ڪندو ۽ ان جي اطاعت بہ ڪندو. اهڙيءَ طرح دورِ محمدي ۾ پهرين نبي طرفان اطاعت محمدي رڳو عقيدو نہ رهي پر عملي صورت بہ سامهون اچي وڃي. بلڪ ان هڪڙي واقعاتي مثال سان ئي عقيدي جي طور اها ڳالهہ بہ ثابت ٿي وڃي ٿي تہ اهو رڳو هڪڙي اسرائيلي پيغمبر جو واقعو ناهي، بلڪ سڀني اسرائيلي نبين جي تابعداري جو عملي ثبوت آهي. ڇوتہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام بني اسرائيل نبين ۾ آخري ۽ اسرائيلي نبوت جي آخري ڪڙي آهي. ظاهر آهي تہ ڪنهن زنجير جي آخري ڪڙيءَ کي جيڪڏهن ڇڪيو وڃي تہ پورو زنجير ئي ڇڪجي ايندو ۽ جيڪو آخر جو حڪم هوندو اهو ئي پوري سلسلي جو حڪم سمجهيو ويندو. انهيءَ ڪري ڪوئي سبب

ڪونهي جو حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو جيڪو اسرائيلي نبوتن جي آخري ڪڙي آهي، آسمان مان هيٺ اچڻ کان پوءِ فرمان محمدي جي تابع اچڻ ان سموري سلسلي جو تابع فرمان هجڻ لاءِ دليل نہ سمجهيو وڃي.خاص طور تي جڏهن تورات جي تشريح مطابق (جنهن کي حديثن ۾ بيان ڪيو ويو آهي) موسيٰ عليہ السلام جي هي دعا بہ هئي تہ جيڪڏهن امت محمدي جهڙي امت مون کي امت طور نٿي ڏئي سگهجي جو اها امتِ احمد ﷺ آهي تہ پوءِ مون کي ان امت ۾ شامل ڪيو وڃي، تہ انهن جي نبوت واري سلسلي جي آخري ڪڙي (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) کي هن امت ۾ مجدد اسلام طور ۽ شريعت محمدي جي هڪڙي تابع جي حيثيت ۾ آڻي موسيٰ عليہ السلام جي نيڪ خواهش کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي امت ۾ داخل ڪرڻ جي صورت ۾ پورو ڪيو ويو. جيئن تہ اهو نبي هوندي امتِ محمدي جو فرد بڻجي ويو. جيڪو اسرائيليت جو نچوڙ آهي تہ پوري اسرائيليت موسيٰ عليہ السلام کان عيسيٰ عليہ السلام تائين هڪڙي تابع ۽ پيروڪار جي حيثيت ۾ امت محمدي ۾ شامل ٿي وئي. مطلب تہ پهرين اسرائيلي پيغمبر (موسيٰ عليہ السلام) ۽ آخري اسرائيلي نبي (عيسيٰ عليہ السلام) جي اتباع محمد ﷺ کي پنهنجي پنهنجي نوعيت ۾ ظاهر ڪري سڀني اسرائيلي نبين کي (جيڪا پنهنجي دور ۾ دنيا جي سڀني کان افضل ترين نبوت هئي، ان جي پهرين ۽ آخري جي واسطي سان) آفتابِ نبوت جو پيروڪار ثابت ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ جن نبوتن جي ڪري اسرائيليت جو مقام پيدا ٿيو اهي بہ اسرائيليت جي حصي جي حيثيت ۾ ان پيروڪاري ۾ ان سان شريڪ سمجهيون ويندييون ۽ ائين سڀني نبين سڀورن جي لاءِ اهو ئي حڪم نڪري ٿو تہ انهن جون نبوتون ختم نبوت جي تابع ۽ شاخ جي حيثيت رکن ٿيون. جنهن سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو نبي الانبياء هجڻ ڪليل نموني سان سامهون اچي وڃي ٿو.

ان مان اهو مسئلو بہ صاف ٿي وڃي ٿو تہ محمدي دور ۾ جيڪو دنيا جو آخري زمانو آهي، جڏهن نبين کي بہ اتباع محمدي کان سواءِ چارو

ڪونهي تہ اهو ان ڳالهہ جو ڪليل اعلان آهي تہ انهن جي قوم ۾ امت کي بہ هن دور ۾ اتباع خاتم کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي، بلڪ ڇوٽڪاري جو انحصار ئي دينِ خاتم ۾ آهي.

"وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ (٨٥)"معنيٰ: ۽ جيڪو اسلام کان سواءِ ڪو ٻيو دين گهرندو تہ اهو ان کان هرگز قبول نہ ڪبو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان هوندو (٨٥)(سورت آل عمران)

تنهنڪري حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هن عام تابعداري ۽ نبوت جي اصل هجڻ کي خاتم النبيين جي عنوان سان پڌرو ڪيو ويو آهي.

## نورِ آفتاب سڀني ستارن جي نور جو اصل آهي

هن عنوان کان سواءِ ٻيو ڪو جامع عنوان هيو ئي ڪونہ جنهن سان آخرالانبياء جي سرچشمہ نبوت هجڻ کي ظاهر ڪيو وڃي ها. جيئن مادي سج سڀني تارن جي نور جو اصل هجڻ جي ڪري خاتم الانوار آهي ۽ هرهڪ تارو نور ۾ ان جو ڳيجهو ۽ تابع آهي، ائين ئي روحاني آفتاب (حضرت محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم) جي ذات بابرڪات سڀني نبين جي نبوتن جو اصل هجڻ ڪري خاتم النبيين آهي، جو هدايت جو هرهڪ ستارو ۽ نبي نورِ نبوت ۾ پاڻ سڳورن کان فيض ورتل ۽ تابع آهي.

## نور جي سرچشمي جو قدڪاٺ ۾ وڏو هجڻ ضروري ڪونهي

جيئن سج سڀني تارن جي نور ۾ انهن جو مربي آهي توڙي ڪوئي ستارو قدڪاٺ ۾ ان کان وڏو هجي يا ننڍو هجي، ائين ئي آفتابِ نبوت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم سڀني هدايت جي ستارن (نبين سڳورن) جي نبوت جي نورن ۾ انهن جو مربي ۽ فيض بخشيندڙ آهي. چاهي ڪنهن نبيءَ جو قدڪاٺ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڏو هجي يا ننڍو.

## هدايت جي ستارن جو مخصوص رنگ آفتابِ نبوت جو ئي فيض آهي

جيئن سڀني تارن جو نور سج جي ئي فيض سان قائم آهي، توڙي هر ستاري جي ظرف جي خاصيت الڳ الڳ آهي، جنهن سان انهن ستارن جي نور جو رنگ الڳ الڳ آهي ۽ تاثير بہ الڳ الڳ، مگر سڀني ۾ سج جو ئي نور ڪم ڪري ٿو. ايئن ئي هدايت جي سڀني ستارن (نبين سڳورن) جو نور بہ خاتم الانبياء جي ئي فيض سان آهي. توڙي انهن جي تعليم ۽ تربيت جا رنگ الڳ الڳ ۽ قومن ۾ تربيت جا آثار مختلف آهن، جنهن سان انهن جي تربيت يافتہ امتن جا ذهن بہ الڳ الڳ ٿي ويا. مگر نور سڀني ۾ خاتم الانبياء جو ئي ڪم ڪندو رهيو آهي، جو ان جي نور وجهڻ کان سواءِ نبين سڳورن جي پاڪ قلبن جي فرق رکندڙ نورن جو ظهور نٿي ٿي سگهيو ۽ نہ نبوت جي علمن جون اهي قسم قسم جون خاصيتون انهن هستين کان گذري ڪُلي سگهيون ٿي.

## سج جي اصل روشني اچڻ کان پوءِ

### ڪنهن بہ نقلي روشني جي گهرج نہ رهندي آهي

جيئن سج اڀرڻ کان پوءِ تارن جي روشنيءَ جي ڪا ضرورت باقي نہ رهندي آهي، جو سڌو سنئون روشني اچڻ کان پوءِ ڪنهن ٻئي ذريعي سان روشنيءَ جي قدرتي طور ڪائي ضرورت باقي نہ رهندي آهي، ايئن ئي خاتم النبيين جي اچڻ کان پوءِ ڪنهن بہ هدايت جي ستاري (نبي سڳوري) جي نور جي ضرورت نٿي رهي. جڏهن انهن نورن جو اصل بڻ بنياد وارو نور سڌو سنئون ختم نبوت جي ذريعي سامهون اچي ويو تہ هاڻي اڪيلي سج جي ئي روشني پوري جهان لاءِ ڪافي آهي.

تنهنڪري جيئن سج اڀرڻ کان پوءِ تارا جهڪا ٿي ان روشنيءَ ۾ گم ٿي ويندا آهن، جو انهن جي روشني باقي رهڻ جي باوجود بہ سامهون ڏسڻ ۾ نٿي اچي سگهي. ائين ئي خاتم النبيين جي بعثت کان پوءِ ٻين نبين جا نور بہ نورِ خاتم ۾ گم ٿي ڪجهہ بہ نہ رهيا ۽ هاڻي شخصي طور پنهنجي پنهنجي شريعت جي صورت ۾ سامهون نٿا اچي سگهن. ان جي

معنيٰ نسخ الشرائع آهي جو پاڻ سڳورن جي شريعت اڳين شريعتن جي لاءِ تہ ناسخ ٿي وئي، مگر قصوان جي برخلاف نہ ٿيندو.

## آفتابِ نبوت صرف خاتم النبيين ئي نہ پر آخرالنبيين بہ آهن

جيئن سج سيني ستارن جي اڀرڻ کان پوءِ آخر ۾ اڀرندو آهي تہ جيئن نورانيت جي پکڙجڻ واري هر کمي کي پورو ڪري ڇڏي، ايئن ئي حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي آخرالانبياء بہ ڪيو ويو تہ جيئن پاڻ سڳورن جو زمانو بہ سيني نبين جي آخر ۾ رهي تہ جيئن آخري عدالت جو فيصلو هر پهرين عدالت جي فيصلن لاءِ حرف آخر ۽ انهن جي متعلق ناسخ ثابت ٿي سگهي.

## آفتابِ نبوت ئي نورن جو سرچشمو آهي

جيئن سج جي لاءِ رڳو روشن هجڻ اصل ڪمال ڪونهي، بلڪ روشنيءَ جو سرچشمو ۽ روشنين جو اصل بڻ بنياد هجڻ ڪمال آهي، ايئن ئي آفتابِ نبوت، ذات بابرڪات نبوي جي لاءِ رڳو نبي هجڻ امتيازي ڪمال ڪونهي جو اهو ڪمال سيني نبين ۾ گڏيل آهي، بلڪ نبوت جو سرچشمو ۽ نبوت جو بڻ بنياد هجڻ ڪمال آهي جو اهو ڪمال ٻين نبين ۾ ڪونهي. انهيءَ ڪري ان جا مخصوص آثار بہ ٻين نبين ۾ ڪونهن جو اهي خاتم نہ آهن.

## آفتاب نبوت پهرين ۽ پوين سيني جي لاءِ فيض جو سرچشمو آهي

ظاهر آهي تہ جڏهن ٻين سيني نبين جون نبوتون پاڻ سڳورن جي نبوت مان نڪتل آهن ۽ ان جون تربيت يافتہ آهن تہ ولايت ۽ امامت بہ يقيني طور ختم نبوت جو فيض هوندي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورا نبوتن جو بہ سرچشمو آهن ۽ ولايتن جو بہ. گڏريل نبي هجن يا اولياء، سيني کي نور هڪڙي آفتاب مان مليل آهي. جيڪڏهن ڪو فرق آهي تہ صرف اهو تہ پهرين کي پاڻ سڳورن کان اهو نور نبوت جي صورت ۾ پهتو ۽ پوين کي ولايت جي صورت ۾ مليو. تنهنڪري ٻين امتن جا نبي

ٻـ پاڻ سڳورن کان فيض ورتل آهن ۽ هن امت جا اولياء بـ پاڻ سڳورن جي درجا فقير آهن. سيني ۾ نور ان ئي هڪڙي آفتاب جو ڪم ڪري رهيو آهي. البت، اهو فرق ضرور آهي تـ جيڪڏهن آئينو سج جي سامهون رکيو وڃي تـ اهو چمڪڻ لڳندو، پر ان جي اها چمڪ دمڪ ان وقت تائين قائم رهندي جيستائين آئينو سج جي سامهون رهندو. پر جيڪڏهن آئينو هٽي وڃي يا ان تي پردو رکيو وڃي تـ آئيني جي چمڪ دمڪ ان ئي وقت ختم ٿي ويندي. پر جيڪڏهن سج جي ڪرڻن ۽ شعاعن سان بيٽري ڀري وڃي، جيڪا سج جي ڪرڻن جي روشني ۽ گرمي ٻئي پاڻ ۾ جذب ڪري تـ سج جيڪڏهن اوٽ ۾ اچي وڃي تـ بـ بيٽري پنهنجو ڪم ڪندي رهندي. پوءِ ان کان روشنيءَ جو ڪم ورتو وڃي يا گرمي حاصل ڪرڻ جو. پهريون مثال امت جي اولياء جو آهي ۽ ٻيو نبين سڳورن جو. ان مطابق نبين سڳورن جي نبوت پنهنجي وجود ۾ تـ خاتم النبيين جي تابع آهي پر بقا ۾ مستقل آهي. مگر امت جي اولياء جي ولايت وجود ۽ بقا ٻنهي ۾ آفتابِ نبوت جي محتاج ۽ انهن جي در جي فقير آهي. انهيءَ ڪري پهرين گذريل نبين جون نبوتون جتي آفتاب جو پاڇو آهن اتي هڪڙي قسم جي پختگي بـ رکن ٿيون، پر اولياء جي ولايت وجود ۽ بقا ۾ تابع آهي ۽ آفتابِ نبوت کان هٽي ڪنهن بـ حالت ۾ باقي نٿي رهي سگهي.

هاڻي خاتم النبيين جي ان جامع فرائض ۽ رهنمائي جي گهيرو ڪندڙ نقشي تي انهن مثالن جي روشنيءَ ۾ غور ڪيو تـ ان دنيا ۾ اڀري هن دنياوي جهان جي ڪهڙي خدمت ڪئي ۽ ڪيئن هن اونداهي دنيا کي نوراني سطح جي سيني کان مٿين حصي تي وٺي وڃي بيهاريو. جنهن سان هر قوم ان جي نور مان فائدو حاصل ڪرڻ تي مجبور آهي ۽ ان نورانيت جا درجي بدرجي مرتبا جيئن تـ خاتم النبيين جي سعادت واري جم کان شروع ٿي وڃن ٿا، انهيءَ ڪري سراج منير جي هن بليغ تشبيهہ ۾ جم، بعثت ۽ بعثت جي ڪمن جو نقشو ڏسو.

# آفتاب عالمتاب جا ڪم
## ۽ انهن سان
# نبوت جي ڳالهين جي پڌرائي.

## خلقت ۽ ولادت

طبعي طور تي سج جي سلسلي ۾ سڀ کان اڳ ۾ ان جو وجود ۽ خلقت آهي، جنهن سان ان کي پنهنجي متعلق مقصدن جي تڪميل جو موقعو مليو ٿو. جيڪڏهن ان کي پيدا نه ڪيو وڃي ها ته دنيا ۾ سوجهري ۽ روشنيءَ جو وجود ئي نه هجي ها ۽ ڪير به دنيا کي نه سڃاڻي ها. مطلب ته ان جي نه اچڻ جي صورت ۾ نه صرف اهو ته اهو پاڻ به نه سڃاڻجي ها، بلڪ دنيا جي ڪابه شي سڃاڻپجڻ ۾ نه اچي ها. ٺيڪ اهڙيءَ طرح هن روحاني آفتاب (آفتابِ نبوت) جي سلسلي ۾ به اڳ ۾ حضور صلي الله عليه وآله وسلم جو ڄمڻ آهي ۽ پاڻ سڳورن جي هن فاني دنيا ۾ تشريف آوري آهي، ان کي اسان اصطلاح ۾ ولادت باسعادت يا ميلاد شريف چوندا آهيون. جيڪڏهن پاڻ سڳورا دنيا ۾ تشريف نه کڻي اچن ها ته صرف اهو ته پاڻ ڪونه سڃاپجن ها، بلڪ جهان جي ڪابه شي پنهنجي مطلب ۽ مقصد جي لحاظ کان سڃاپجڻ ۾ نه اچي ها، محمد ﷺ نه هجي ها ته ڪجهه به نه هجي ها. تنهنڪري جيڪا ڳالهه آسماني سج ۾ خلقت چورائي ٿي، ان کي اسان روحاني آفتاب لاءِ ولادت يا ميلاد چيو آهي. قرآن شريف ۾ ان جسماني ولادت جو تفصيل سان ڪٿي به ذڪر ڪونه ٿو ملي. ظاهري طور انهيءَ ڪري جو اها ولادت ذاتي طور مقصد ڪونه هئي، بلڪ ان مان نبوت ۽ رسالت جي ولادت مقصد هئي. تاهم قرآن شريف ان پهلو کي مڪمل طور ڇڏيو به نه آهي. اشاري ۾ لاڳاپي طور ان جو ذڪر به ڪيو آهي. ارشاد رباني آهي:

"لَعَمْرُكَ اِنَّهُمْ لَفِيْ سَكْرَتِهِمْ يَعْمَهُوْنَ﴿۷۲﴾" معنيٰ: اي محبوب! تنهنجي جان جو قسم! بيشڪ اهي پنهنجي گمراهي ۾ انڌا هيا ﴿۷۲﴾ (سورت الحجر)

ظاهر آهي تہ عمر جو تعلق ڄمڻ واري ڏينهن کان وٺي وفات جي آخري پساهن تائين هوندو آهي. انهيءَ ڪري ان لاڳاپي ۾ ولادت شريف جو ذڪر بہ اچي وڃي ٿو. پر صرف ان حوالي طور، ڇوتہ مادي زندگي خود ذاتي مقصد ڪونهي، ان سان مقصد روحاني زندگي آهي. انهيءَ ڪري جڏهن ڪنهن جي روحاني زندگي جي ان جي حيثيت جي حد تائين تڪميل ٿي ويندي آهي، تڏهن جسماني زندگي ختم ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن اها ذاتي طور مقصد هجي ها تہ ختم نہ ڪئي وڃي ها، جيئن روحاني زندگي ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندي. تنهنڪري ان تشبيهہ سان اها ڳالهہ بہ "و سراجا منيرا" جي سِري هيٺ اچي سراجِ منيرا جو دليل ٿي وڃي ٿي.

## ولادت ۽ بعثت

سج ۾ وجود کان پوءِ ٻيو درجو ظاهر ٿيڻ جو آهي، جو اهو ايري اچي تہ جيئن دنيا کي روشني حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي، جنهن جي لاءِ ان کي آسمانن ۾ چمڪايو ويو آهي. ٺيڪ اهڙيءَ طرح هن روحاني آفتاب (آفتابِ نبوت) جي ولادت باسعادت کان پوءِ سندن ظهور آهي، يعني پيغمبر جي حيثيت سان سندن دنيا جي سامهون اچڻ آهي. جنهن سان سندن لقب 'محمد بن عبدالله' جي بجاءِ 'محمد رسول الله' ٿيو. مطلب تہ اها حضور ﷺ جي ٻي ولادت هئي، جيڪا جسماني ولادت جي چاليهہ سالن ڪانپوءِ ٿي. تنهنڪري اها ولادت يا ٻيو ظهور ئي مڙني سعادتن ۽ ڪمالات جو سرچشمو آهي. شريعت جي اصطلاح ۾ ان ئي ظهور جو نالو بعثت آهي. سو مادي سج ۾ جنهن ڳالهہ جو نالو ايرڻ آهي، روحاني آفتاب ۾ ان ڳالهہ جو نالو بعثت آهي. جيئن تہ ولادت شريف جو اصل مقصد بہ بعثت هيو ۽ پاڻ سڳورن جي نبوت ۽ رسالت کي دنيا ۾ پکيڙڻ هو، انهيءَ ڪري قرآن شريف ۾ تفصيل سان ۽ وري وري احسان، مثبت ۽ نهي سان ان جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ارشاد باري تعاليٰ آهي:

“لَقَدۡ مَنَّ اللّٰهُ عَلَى الۡمُؤۡمِنِيۡنَ اِذۡ بَعَثَ فِيۡهِمۡ رَسُوۡلًا مِّنۡ اَنۡفُسِهِمۡ يَتۡلُوۡا عَلَيۡهِمۡ اٰيٰتِهٖ وَيُزَكِّيۡهِمۡ وَيُعَلِّمُهُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ ۚ وَاِنۡ كَانُوۡا مِنۡ قَبۡلُ لَفِىۡ ضَلٰلٍ مُّبِيۡنٍ (١٦٤) ” معنيٰ: بيشڪ الله مومنن تي وڏو احسان ڪيو آهي جو انهن ۾ منجهائن ئي هڪ رسول موڪليائين جيڪو انهن کي سندس آيتون پڙهي ٻڌائيندو آهي ۽ کين پاڪ ڪندو آهي ۽ انهن کي ڪتاب ۽ دانائي سيکاريندو آهي ۽ بيشڪ اهي ان کان اڳ کليل گمراهي ۾ هئا (١٦٤) (سورت آل عمران)

## سڏ ۽ دعوت

اپرڻ کان پوءِ سج جي اها خصوصيت جيڪا سڀ کان اڳ ۾ سامهون ايندي آهي، اِها آهي تہ اهو منهن ڏئي دنيا تي اپرندو آهي. يعني منهن موڙي يا پٺي ڏئي بي رخي سان سامهون نہ ايندو آهي، بلڪ پنهنجو سهڻو رخ سامهون ڪري ايندو آهي. جيڪڏهن اهو دنيا ڏانهن رخ نہ ڪري ها، بلڪ ان جو چهرو صرف ان جي خالق ۽ مالڪ جي ئي سامهون رهي ها، مخلوق سان ان جو ڪوبہ واسطو ۽ تعلق نہ هجي ها تہ دنيا ۾ روشنيءَ جي نوعيت نہ هجي ها جيڪا هن وقت آهي.

تنهنڪري سج جو اهو منهن ڏئي اچڻ ۽ رخ ڏئي ڪائنات ڏانهن ڏيان ڏيڻ ان جي طرف کان سڏڻ جي درجي ۾ آهي تہ اي روشنيءَ جا گهرجائو مان روشني ڪٺي اچي ويو آهيان، روشني ڏيڻ منهنجو ڪم آهي، جنهن کي روشني گهرجي اهو منهنجي سامهون اچي وڃي ۽ مون سان تعلق جوڙي تہ مان ان کي وابستگيءَ جي حد تائين روشن ڪري ڇڏيندس. پوءِ ان وابستگيءَ جي سلسلي ۾ پيغمبراڻي توسيع ۽ گنجائش ڏيندي ان ئي طريقي سان ان جي اها بہ پڪار هوندي آهي تہ، اي روشني جا طلبگارو! روشني وٺڻ جو اهو طريقو ڪونهي تہ توهان ٽڪ ٻڌي مون کي ڏسندا رهو. ڇوتہ هر ننڍو وڏو منهنجي ذات کي ٽڪ ٻڌي نٿو ڏسي سگهي، جو منهنجي ذات انهن ڪمزور نگاهن کان بالاتر ۽ نور جي اعليٰ ترين قوت ۽ شدت واري آهي، جنهن تي ڪڏهن بہ نظرون ڄمي نٿيون سگهن ۽ جيڪڏهن نظرون ڄمائي رکڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي تہ اهي باقي نہ رهي سگهنديون. انهيءَ ڪري مون کان روشني حاصل ڪرڻ جو صرف اهو طريقو آهي تہ مون سان ۽ منهنجي

نوري خاصيتن سان نظرون ملائڻ کان سواءِ منهنجي ڪرڻن جي هيٺان اچي وڃو. جنهن سان توهان کي تيز کان تيز، مگر برداشت جي قابل روشني ملي ويندي ۽ منهنجي ذات سان تعلق به جڙي ويندو. جو ڪرڻا منهنجي ذات جا ئي نمائندا آهن. پر جيڪڏهن ڪير منهنجي ڪرڻن جو تاب برداشت نه ڪري سگهي ته منهنجي اُس ۾ اچي وڃي، جيڪا ڪرڻن جي هيٺان هرطرف پکڙيل آهي. جيڪو به گهر مان نڪري ان جي دائري ۾ هليو ايندو ته اهو پوري جو پورو روشن ٿي ويندو ۽ ان کي به روشني ۾ مون سان وابستگي ملي ويندي. ڇوته اُس به منهنجي ئي آهي، مون کان ڪٽيل يا الڳ ناهي. جنهن کي اُس به برداشت نه ٿئي ۽ اهو ڪمري مان نڪري ڪليل اڱڻ ۾ به نٿو اچي سگهي ته منهنجي اُس سان گڏ ان جو سوجهرو به آهي، جيڪو منهنجي ئي چمڪ دمڪ آهي. اِهو گهر جي اندر رهي گهٽ ۾ گهٽ ڪمرن جا دروازا ئي کولي ڇڏي ته منهنجو سوجهرو به اندر پهچي ويندو ۽ ان کي سوجهري مان ئي روشني حاصل ٿي ويندي. روشني هلڪي ۽ جَهڪي هوندي مگر اهو پوءِ به مون کان ڪٽيل نه هوندو. ڇوته اهو سوجهرو به منهنجو ئي فيض آهي. باقي جيڪو ڪرڻن کان به پري رهي، اُس ۾ به نه اچي، گهر جو دروازو به سوجهري لاءِ ڪليل نه رکي، بلڪ ڪنهن اونداهي تهه خاني ۾ وڃي اونڌو منهن ڪري سمهي رهي ۽ اکيون به ٻوٽي ڇڏي ۽ ان سان گڏ اکين تي پٽي به ٻڌي ڇڏي، جنهن جو مطلب اهو ته نه صرف ان کي روشنيءَ جي گهرج ڪونهي، بلڪ ان کي روشنيءَ سان وير ۽ نفرت به آهي ته ان جي لاءِ روشن ٿيڻ جي ڪائي صورت ڪونهي. اهو سدائين روشنيءَ کان محروم رهندو. حالانڪ ڪنهن حد تائين ان جي ارادي کان سواءِ بلڪ مرضي جي خلاف رڳو علم ۽ شعور جي درجي ۾ ان کي اهو معلوم ٿيندو رهندو ته ڏينهن آهي، رات ڪونهي ۽ سج نڪتل آهي، لڪل ڪونهي. پر اهو علم ان جي لاءِ ڪارائتو ۽ روشني بخش ڪونهي، جنهن سان ان جي بدن ۾ منهنجي روشني ۽ گرمي جا صحت بخش آثار گِهري سگهن ۽ ان جي طبعي زندگي ان سان اپري سگهي. پوءِ ان حالت ۾ اهو پنهنجي صحت ۽ سگهه سڀ ڪجهه وڃائي ويهندو ۽ ان جي زندگي دائمي طور ختم ٿي ويندي، جيڪا ٻالهه هر طرح جو گهاٽو ئي گهاٽو ۽ نقصان ئي نقصان آهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي اها خصوصيت جيڪا فاران جي چوٽين تان اڀرڻ کان پوءِ سڀ کان پهريان سامهون اچي ٿي، اها هي آهي تہ هي مبارڪ آفتاب مخلوق جي سامهون انهن کان منهن موڙي نہ اڀريو آهي جو ان جو سهڻو رُخ صرف خالق جي ئي سامهون هجي ۽ اهو اڪيلائيءَ ۾ رهي هر وقت صرف يادالاهي ۾ مشغول هجي. بلڪ توجهہ الي الله سان گڏوگڏ ان جو پورو پورو توجهہ مخلوق جي طرف بہ آهي ۽ پيغمبريءَ جي سهڻي رُخ جو پورو پورو رُخ الله جي خلق طرف بہ آهي.

اُدھر اللہ سے واصل اِدھر مخلوق میں شامل

پيغمبريءَ جو رُخ ڏيڻ جو مطلب هي آهي تہ پاڻ سڀ ڪورن روحاني گمراهي ۾ ڦاٿل انسانن کي للڪاريو ۽ پڪاريو تہ اي روحانيت ۽ سعادت جي روشنيءَ جا طلبگارو، مان روحانيت جو اهم ڪامل نور کڻي آيو آهيان، جنهن لاءِ دنيا عرصي کان انتظار ڪري رهي هئي. هاڻي جنهن کي روشني گهرجي اهو منهنجي سامهون ڪليل دل سان اچي وڃي ۽ پيروي ۽ اطاعت ڪرڻ جو جذبو کڻي اڳتي وڌي تہ مان سلامتيءَ جا رستا ڏيکاري ڇڏيندس ۽ اونداهين مان ڪڍي نوراني فضائن ۾ وٺي ايندس.

"قَدۡ جَآءَكُمۡ مِّنَ اللّٰهِ نُوۡرٌ وَّكِتٰبٌ مُّبِيۡنٌ ﴿١٥﴾ يَهۡدِىۡ بِهِ اللّٰهُ مَنِ اتَّبَعَ رِضۡوَانَهٗ سُبُلَ السَّلٰمِ وَيُخۡرِجُهُمۡ مِّنَ الظُّلُمٰتِ اِلَى النُّوۡرِ بِاِذۡنِهٖ وَيَهۡدِيۡهِمۡ اِلٰى صِرٰطٍ مُّسۡتَقِيۡمٍ ﴿١٦﴾" معنيٰ: بيشڪ توهان وٽ الله جي طرفان هڪ نور ۽ پڌرو ڪتاب (قرآن) آيو آهي (١٥) الله ان سان انهن کي هدايت ڏئي ٿو جيڪي سلامتي جي واٽ سان الله جي مرضي تي هلن ۽ الله پنهنجي حڪم سان انهن کي اونداهين مان سوجهري جي طرف ڪڍي ٿو ۽ انهن کي سڌي واٽ ڏيکاري ٿو (١٦) (سورت مائده)

## آفتابِ نبوت طرفان نور جي پيشڪش نہ ڪي ذات جي پيشڪش

هن آفتابِ نبوت طرفان اهو بہ سمجهايو ويو تہ نور حاصل ڪرڻ جو اهو طريقو ڪونهي تہ ماڻهو پيغمبر جي ذاتي زندگي ۽ پيغمبر جي خصوصيتن ڏانهن ڏسندا رهن، جو اها زندگي نبوت وارين ڳالهين سان وابستہ نهايت اعليٰ ۽ مٿانهين آهي، جنهن ڏانهن ڪير بہ نگاهہ پري نٿو

ڏسي سگهي. جيڪڏهن ڪير ان جي جرئت ڪندو ته عقل ۽ سمجهه مائوف ٿي ويندا ۽ باطني اک جي نظر به ختم ٿي ويندي.

اهوئي سبب آهي ته خصوصياتِ نبوي جي پيروي کان روڪيو ويو جو ان کي صرف نبوت جي قوت ئي برداشت ڪري سگهي ٿي. جيئن ابوقتاده رضہ جي روايت ۾ آهي ته ڪنهن شخص حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سوال ڪيو "ڪيف تصوم؟" يعني توهان روزا ڪيئن رکندا آهيو؟ ته پاڻ سڳورن کي ڪاوڙ اچي وئي ته پيغمبر جي مخصوص ڪمن ۽ طريقي جي پيرويءَ جو حوصلو پنهنجي طاقت ۽ اندازي کان وڌيڪ دعوا آهي، جيڪا بي ادبي به آهي ۽ محرومي به. جڏهن عمر فاروق رضہ هي سوال ڪيو ته يا رسول الله! افضل روزا ڪهڙا آهن، تڏهن پاڻ سڳورن جي ڪاوڙ ٿڌي ٿي ۽ جواب ڏنائون. يا جيئن پاڻ سڳورا صوم وصال (ٻن ڏينهن ۽ راتين جو لاڳيتو روزو) رکندا رهندا هيا، پر ٻين کي ان جي اجازت نه ڏنائون ۽ "ايڪم مثلي؟" يعني توهان مان مون جَهڙو ڪير آهي؟ چئي اهڙي حوصلي کان روڪي ڇڏيو.

ويهي ڪري نفل پڙهڻ لاءِ فرمايو ويو ته ثواب اڌ ملندو آهي، پر عبدالله بن عمر رضہ پاڻ سڳورن کي ويهي نماز پڙهندي ڏٺو ته عرض ڪيو ته يارسول الله! توهان ته ان ۾ اڌ ثواب جو ٻڌائيندا آهيو پوءِ ويهي نماز ڇو پڙهي رهيا آهيو؟ پاڻ سڳورن فرمايو: " اني لست ڪاحد منڪم" يعني مان توهان مان ڪنهن جهڙو به نه آهيان.

پاڻ سڳورن تي تهجد فرض هئي پر ٻين ۾ اها طاقت ڪونه هئي جو ان کي فرض طور نڀائي سگهن ها ته انهن کي فرضيت کان روڪيو ويو. پاڻ سڳورا روزانو پنجاهہ نمازون فرض طور ئي ادا ڪندا هيا، جيڪي معراج ۾ پهريان فرض ٿيون ۽ پوءِ گهٽجي صرف پنج رهجي ويون. پر ٻين جي لاءِ ان کي عادت بڻائڻ ممڪن ڪونه هيو جو اها تڪليف سدائين ڪري سگهن ها، انهيءَ ڪري انهن تي اهو فرض ڪونه ڪيو ويو. بلڪ انهن تان ختم ڪيو ويو.

پاڻ سڳورن جي خُلق عظيم لاءِ معاف ۽ درگذر ڪرڻ واري عادت کي ڇڏي انتقام وٺڻ ڏکيو هيو. انهيءَ ڪري پوري عمر پنهنجي ذات لاءِ ڪنهن کان به انتقام نه ورتائون. پر ٻين جي اهڙي مجال ڪٿي آهي جو

اهڙي نفس مارڻ واري پختگي ڏيکارين. انهيءَ ڪري انهن کي انتقام وٺڻ جي اجازت ڏني وئي. پاڻ سڳورا 9 زالون رکي سگهيا ٿي ۽ سڀني سان مڪمل انصاف ڪري سگهيا ٿي، ٻين جي لاءِ ڏکيو هيو. جڏهن ته اهي عام طور تي ٻن ۾ به انصاف مشڪل ڪري سگهن ٿا ته انهن کي گهٽين زالن کان روڪيو ويو. پاڻ سڳورن جي گهر ۾ تر جيترو به چانديءَ جو ذرو ڪونه رهندو هو ٻين جي لاءِ اهو مشڪل هيو ته انهن کي ان ۾ رعايت ڏني وئي ته اهي مالي حق، زڪوات ۽ خيرات وغيره ڏئي باقي مال دولت گهرن ۾ رکن. بهرحال، اهي ۽ انهن جهڙيون گهٽيون ئي نبوي خصوصيتون امتين جي زندگين کان گهٽيون مٿانهيون آهن، جنهن تي عمل ڪرڻ ڪنهن جي به وس جي ڳالهه نه هئي. اصحابن سڳورن به نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ان ذاتي زندگيءَ جي پيروي ڪونه ڪئي ته اولياء ڪٿي پهچي سگهندا؟ انهيءَ ڪري آفتابِ نبوت جي ذات ۽ ذاتي زندگيءَ جي خصوصيتن کي ڇڏي ان مان ڇٽي ايندڙ نور يعني شريعت جو قانون ئي دنيا جي لاءِ رهنما بڻايو ويو. جنهن ۾ عام مخلوق جي حوالي سان رعايت ۽ گنجائش رکي وئي ۽ ان کي گهٽو آسان ڪيو ويو ته جيئن عام ۽ خاص ان مان هڪجيترو فائدو حاصل ڪري سگهن، جو اها شريعت ئي نورِ نبوت آهي. مگر عام قانون جي صورت ۾ نه کي ذاتي زندگيءَ جي صورت ۾. بهرحال، آفتابِ نبوت سڀ کان پهريان پنهنجي اچڻ ۽ اچڻ جي مقصد جو اعلان ڪندي ان مقصد ڏانهن گڏيل دعوت ڏني ۽ سڏيو:

یہ فرمایا سب سے کہ اے آلِ غالب
سمجھتے ہو تم مجھ کو صادق کہ کاذب
کہا سب نے قول آج تک کوئی تیرا کبھی ہم نے جھوٹا سنا اور نہ دیکھا
کہا گر سمجھتے ہو تم مجھ کو ایسا تو باور کرو گے اگر میں کہوں گا
کہ فوج گراں پشت کوہ صفا پر
پڑی ہے کہ لوٹے تمہیں گھات پا کر
کہا تیری ہر بات کا ہاں یقین ہے کہ بچپن سے صادق ہے تو اور امین ہے
کہا گر میری بات یہ دل نشین ہے تو سن لو خلاف اس میں اصلا نہیں ہے

که سب قافله یہاں سے ہے جانے والا
ڈرو اس سے جو وقت ہے آنے والا
وہ بجلی کا کڑکا تھا یا صوت ہادی عرب کی زمیں جس نے ساری ہلادی
نئی اک لگن دل میں سب کے لگادی اک آواز سے سوتی بستی جگادی
پڑا ہر طرف غل یہ پیغام حق ہے
کہ گونج اٹھے دشت و جبل نام حق ہے
وَدَاعِيًا اِلَى اللّٰهِ بِاِذْنِهٖ وَسِرَاجًا مُّنِيْرًا۔

اها دعوت آفتابِ نبوت جو سڏ هيو. جيڪو مادي سج ۾ ظاهر ٿيڻ جي صورت ۾ حالت مطابق هوندو آهي ۽ هن روحاني آفتاب ۾ توجهه ڪرڻ جي صورت ۾ حالت مطابق ٿيو ڇوته اها قدرتي عمل جي پڪار هئي ۽ هيءَ شريعتي پڪار هئي.

## سجاڳ ۽ خماريل جي ورهاست

جهڙيءَ طرح سان مادي سج جي عالمي پڪار ۽ ان جي روشن رُخ جي پاڇي سان ماڻهو هڪدم مڻ مڻ ڪري اٿي ويهندا آهن ۽ اکيون مهٽيندي شروع ۾ حيرانگيءَ ۾ اکيون کوليندا آهن. پوءِ جن کي زندگيءَ جا مقصد عزيز هوندا آهن اهي اٿي پوندا آهن ۽ پنهنجي ڪم ڪار کي لڳي ويندا آهن. پر جن کي ننڊ پياري هوندي آهي انهن کي اهو سج جو ظاهر ٿيڻ سخت ڏکيو لڳندو آهي ۽ اهي منهن تي ڪپڙو وجهي اجا وڏيڪ گهري ننڊ ۾ سمهي پوندا آهن. ٺيڪ اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب جي ان هادياڻي پڪار ۽ دعوت الي الله کي ٻڌي ٻڌڻ وارا حيران ٿي ويا. پوءِ ڪن کي سمجهه ۾ آيو ته اهي غفلت واري ننڊ کي ڇڏي ان روحاني روشنيءَ ۾ پنهنجي روحاني مقصدن ڏانهن ڊوڙي پيا ۽ انهن ان جي ڳولا ۽ جاکوڙ شروع ڪري ڇڏي ۽ جن کي تعصب ۽ ساڙ ئي عزيز هيو انهن ان روشنيءَ کي پنهنجي حق ۾ ڏکيو ۽ نقصان وارو سمجهيو ته اڳ کان به وڌيڪ غافل ۽ اعتراض ڪرڻ وارا ٿي ان روشنيءَ کي ختم ڪرڻ جي پنيان پئجي ويا. ”فَمِنْهُمْ مَّنْ اٰمَنَ وَمِنْهُمْ مَّنْ كَفَرَ“ معنيٰ: انهن مان ڪن ايمان آندو ۽ انهن مان ڪن ڪفر ڪيو (بقر:253).

بهرحال، آفتاب جي تشريف آوري ۽ ان جي پڪار ڪان پوءِ سندس موقعو اچي ويو تہ آفتاب پنهنجو ڪم ڪري ۽ اهو جيڪو ڪجهہ ڪٽي آيو آهي اهو دنيا کي ڏئي. انهيءَ ڪري هاڻي ان بليغ تشبيهہ جي روشنيءَ ۾ آفتابِ نبوت جي ايرڻ جي چوطرفن مقصدن کي سمجهو.

## نور ۽ تعليم

جهڙيءَ طرح مادي سج جي ان توجهہ يا پڪار ڪان پوءِ سڀني ڪان وڏو ۽ سڀني ڪان اهم ڪم روشني آهي، يعني دنيا کي نور بخشڻ. جنهن جي روشنيءَ ۾ ماڻهن کي سفيد ۽ ڪاري ۾ فرق ۽ شين جي سڃاڻپ ٿئي. انهن جي زندگيءَ جا ڪم ڪار عمل ۾ اچن ۽ دنيا سڄي ماڻهن جو قبرستان نہ لڳي. بلڪ جاڳندڙ گهمندڙ ڦرندڙ ۽ زنده انسانن جو جهان نظر اچي ۽ اها زندگي بغير سوجهري جي ناهي. تنهنڪري قرآن زندگيءَ جي گذر بسر جي تڪميل جو انحصار سج جي روشني ۽ ڏينهن تي رکيو آهي. "وَّجَعَلۡنَا النَّهَارَ مَعَاشًا ﴿۱۱﴾" معنيٰ: ۽ ڏينهن کي روزگار جو وقت ڪيو آهي ﴿۱۱﴾ (سورت نبا). جنهن کي اسان نور چئون ٿا.

اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب جي دعوت ۽ پڪار ڪان پوءِ نبوت جو سڀني ڪان وڏو ۽ سڀني ڪان اهم ڪم علم الاهي جي روشني پهچائڻ آهي جو ان ڪان سواءِ نہ حق ۽ باطل ۾ فرق جي خبر پوي ٿي نہ روحاني زندگيءَ جا بنياد ئي قائم ٿي سگهن ٿا ۽ نہ آخرت واري زندگي سنورجي سگهي ٿي. ان کي شرعي اصطلاح ۾ تعليم چوندا آهن. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن فرمايو: "انمابعثت معلما" يعني مون کي معلم بڻائي موڪليو ويو آهي. ان کي فرماياٺون: "انا قاسم والله يعطي." يعني مان (علم) ورهائڻ وارو آهيان ۽ الله ڏيڻ وارو آهي. ان کي ئي قرآن فرمايو: "وَيُعَلِّمُكُمُ الۡكِتٰبَ وَالۡحِكۡمَةَ" معنيٰ: ۽ توهان کي ڪتاب (علم) ۽ ڏاهپ (حڪمت) سيکاري ٿو. (سورت بقره آيت 151).

تنهنڪري جيئن مادي سج پنهنجو جسماني جمال ڏيکاري زمين و مڪان ۾ سوجهرو ڪندو آهي اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب يعني آفتابِ نبوت پنهنجو پيغمبراڻو جمال ڏيکاري ڪون و مڪان ۾ سوجهرو ڪري ٿو. اهو پنهنجو مادي چهرو ڏيکاري ٿو جيڪو ظاهري جمال آهي،

پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم پنهنجي پيغمبريءَ جو جمال ڏيکاري ٿو جيڪو انهن جو حقيقي جمال آهي ۽ جنهن جي حقيقت علم آهي، جو اهو ئي پيغمبريءَ جو اصل اصول آهي. ڇوته پيغمبري وحي الاهي سان ٿيندي آهي ۽ قلب نبيءَ تي علم لاهڻ کي ئي وحي چئبو آهي. تنهنڪري پيغمبري حقيقت ۾ علم الاهيءَ جو ظاهر ٿيڻ ٿيو ۽ ان علم کي ٻين تائين پهچائڻ ئي تعليم آهي. انهيءَ ڪري جيڪا حالت مادي سج جي حوالي سان نور ڇيو ويندو (يعني روشني پهچائڻ) اهائي حالت روحاني آفتاب جي سلسلي ۾ تعليم چئي ويندي يعني وحي الاهي ۽ علم پهچائڻ.

## اثر ۽ تربيت

مادي سج رڳو روشني ڪونہ پهچائيندو آهي، جيڪا ڪائنات ۾ موجود شين جي بدنن، ڇهرن ۽ جسمن تي پئجي ويندي آهي، جنهن سان ظاهري جسمن جي سطح روشن ٿي ويندي آهي. بلڪ روشني سان گڏ اهو ڪائنات تي گرمي ۽ گرمائش بہ اڇليندو آهي، جيڪا بدنن ۾ اندر گِهري ۽ ويهي ويندي آهي. ڪچي کي پڪو ڪندي آهي، شين جي اندر موجود ڏپ کي ختم ڪندي آهي. پليتين کي خشڪ ڪري پاڪ ڪندي آهي. جيڪڏهن سج گرمي نہ ڪڍي ۽ پنهنجي گرمائش ۽ تپش سان شين جي اندر نہ گِهري وڃي تہ شڪليون تہ روشن ٿي وڃن مگر مزاج بدستور بيڪار رهجي وڃن. انهن جي اصلاح نہ ٿئي ۽ اهي آلا رهي فنا جي ور چڙهي وڃن. انهيءَ ڪري اهو ظاهر کي روشن ڪرڻ سان گڏوگڏ باطن ۾ بہ گرمي پهچائيندوآهي تہ جيئن مزاجن ۾ گرمائش پيدا ٿئي ۽ زندگيءَ جو ڏيکاءُ قائم رهي. تنهنڪري انهي گرمائش پهچائڻ سان آلين مزاجن ۾ بہ گرمائش اهڙي طرح ويهي ويندي آهي، جو انهن جون آلاڻ واريون خرابيون مڪمل طور تي سڪي ختم ٿي وينديون آهن. سردي جا مريض گرمي ۾ اچي ويندا آهن. حالانڪ در ۽ ديوارون اهي ئي هوندا آهن جيڪي پهريان هيا. فرق اهو آهي تہ سج پنهنجي گرمائش کي مزاجن ۾ اندر ويهي وڃڻ جو موقعو ڏيندو آهي ۽ ان موسم ۾ ان کي تيز ڪري وڏ کان وڏ طبيعتن جي گهراين ۾ پهچائي

ڇڏيندو آهي، جيڪو سردي ۾ نہ ڪندو آهي. باقي جيڪي ماڻهو قدرتي طور تي اعتدال مزاج يا برداشت جي قوت نہ رکندا آهن، ڪڏهن ڪڏهن گرميءَ جي موسم ۾ گرمي جي شدت کان انهن جي مزاجن ۾ گهبراهٽ بہ پيدا ٿي ويندي آهي، جيڪو انهن جي مزاج جو قصور هوندو آهي نہ ڪي سج جو. پر عام طور تي گرمين ۾ صحت سٺي ٿي ويندي آهي، ڇوتہ سج جي گرمي اندر ۾ گهري پگهر جي رستي خراب ۽ نقصان وارين رطوبتن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيندي آهي، جنهن سان بدن هلڪو ۽ صاف ٿي ويندو آهي.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جيئن علم جو نورِ انسانن تي وجهي انهن جي ظاهرن کي سنواري ٿو ايئن ئي پاڻ سڳورن جو اخلاقي جذبو ۽ عشق خداونديءَ جي گرمي دلين جي اندر وڃي روحن کي گرمائي ٿي ۽ روحاني مزاج يعني فطرت کي صحتمند بڻائي ڇڏي ٿي. سُستي ۽ ڪاهلي، تڪبر ۽ غرور ۽ سڀني اخلاقي خرابين جي نقصانڪار رجحانن جي مير کي ڪرڙي ساڙي دل کي پاڪ ۽ صاف بڻائي ڇڏي ٿي، جنهن سان روحاني صحت بحال ۽ ترقي پذير ٿي وڃي ٿي. ڪريماڻو اخلاق، صبر ۽ شڪر، حياء ۽ سخاوت، شجاعت ۽ مروت، غيرت ۽ حميت، حلم ۽ بردباري، رضا ۽ تسليم، زهد ۽ قناعت، قرباني ۽ ايثار ۽ ٻين پاڪ خصلتن کي نکاري نفس ۾ روشني پيدا ڪري ٿو. مزاجن ۾ عشق الاهي جي گرمي ۽ محبت نبوي جي باهہ ڀڙڪي وڃي ٿي، جنهن سان نفس پاڪ ۽ صاف ٿي وڃن ٿا. تنهنڪري مادي سج جي حوالي سان جنهن ڳالهہ کي اسان اثر چئون ٿا، روحاني آفتاب جي حوالي سان ان ڳالهہ کي اسان تزڪيو ۽ تربيت چئون ٿا. تنهنڪري جيئن مادي سج جو اثر جسمن جي اندر پهچي انهن کي تپائي ٿو ايئن ئي روحاني آفتاب جو اخلاقي اثر روحن ۾ پهچي انهن کي عشق خداوندي ۾ گرم جوش ۽ روان دوان ڪري ڇڏي ٿو. جنهن جو ثمر انساني نفسن ۾ رباني اخلاق پيدا ٿي وڃڻ جي صورت ۾ نڪرندو آهي. دليون چمڪڻ لڳنديون آهن، روح شفاف ٿي ويندا آهن. مجاهدو، رياضت ۽ الله جي راهہ ۾ جهاد ڪرڻ آسان ٿي ويندا آهن.

ان کي ٿي حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم ارشاد فرمايو: "بعثت لاتمم مکارم الاخلاق." يعني مان اخلاقي خوبين جي تڪميل لاءِ مبعوث ڪيو ويو آهيان.

بهرحال، آفتابِ نبوت جي تعليم ۽ تربيت جو مثال مادي سج جو نور ۽ اثر آهي ۽ خود پاڻ سڀني سڳورن جي علم ۽ اخلاق جو مثال سج جي روشني ۽ گرمي آهي. تنهنڪري جيئن سج جو اثر روشني ۽ گرمي آهي، روشني سان رستو نظر ايندو آهي ۽ گرمي سان رستي تي هلڻ جون قوتون اڀرنديون آهن. مطلب تہ انسان جي علمي قوت ۽ عملي قوت، ٻنهي جي اڀرڻ جو سامان مهيا ٿي ويندو آهي، جيڪي قوتون مادي دنيا ۾ ڪم ڪنديون آهن. ايئن آفتابِ نبوت جو اثر علم اخلاق جي قوتن جو اڀار آهي جنهن سان انسان ۾ علم ۽ معرفت، همت ۽ قوت جون طاقتون اڀري اچن ٿيون. چوتہ نبي سڳورا سعادتمندن کي جيڪو پهريون تحفو ڏيندا آهن، اهو ايمان آهي ۽ ايمان جي حقيقت معرفت جو اول جزو آهي، جنهن سان حق جي راهہ سڃاتي ويندي آهي ۽ ٻيو جز محبت آهي، جنهن سان پرهيزگاريءَ جو جذبو پيدا ٿيندو آهي. پهرين شي سان علم جي قوت مضبوط ٿيندي آهي ۽ ٻي شي سان عمل جي قوت پختي ٿيندي آهي. اهي ئي ٻہ طاقتون نبين سڳورن جون مخصوص طاقتون آهن. جنهن کي ڏيڻ جي لاءِ دنيا ۾ ايندا آهن. انهن جي ٻن طاقتن ڏانهن قرآن شريف ۾ ارشاد ڪيو ويو آهي:

"وَاذْكُرْ عِبٰدَنَآ اِبْرٰهِيْمَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ اُولِي الْاَيْدِيْ وَالْاَبْصَارِ ﴿٤٥﴾" معنيٰ: ۽ اسان جي ٻانهن ابراهيم ۽ اسحاق ۽ يعقوب جو قصو ياد ڪر، جيڪي طاقت ۽ عقل وارا هيا ﴿٤٥﴾ (سورت ص)

عبدالله بن عباس رضي الله عنهما "اولوالايدي" جو تفسير "اولوالقوت في العبادات" (عبادت جي طاقت وارا) طور ڪيو آهي ۽ "اولي الابصار" جو تفسير "اولوالفقہ في الدين" (دين جي سمجهہ رکڻ وارا) طور ڪيو آهي ۽ اهي ئي ٻہ قوتون آهن جن کي علمي قوت ۽ عملي قوت سان تعبير ڪيو ويو آهي. ٻي جاءِ تي فرمايو آهي:

"وَ جَعَلْنَا مِنْهُمْ اَىِٕمَّةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا لَمَّا صَبَرُوْا وَ كَانُوْا بِاٰيٰتِنَا يُوْقِنُوْنَ ﴿٢٤﴾"

معنيٰ: ۽ اسان انهن مان کي اڳواڻ ڪيا هئا جيڪي اسان

**جي حڪم سان سڌو رستو ڏيکاريندا هيا، جيستائين اهي ڏکن تي صبر ڪندا رهيا ۽ اهي اسان جي آيتن تي يقين ڪندا هئا ﴿٢٤﴾ (سورت سجده)**

هن ۾ صبر مان عملي قوت ڏانهن اشارو آهي، ڇوته شهوت کان نفس کي روڪڻ ۽ اطاعتن تي نفس کي هلائڻ ئي عمل آهي ۽ ايمان مان علمي قوت ڏانهن اشارو آهي ڇوته يقين سان ئي علم پيدا ٿيندو آهي. جيئن شڪ ۽ ٻڌتر مان جهالت. انهن ٻن قوتن سان جڏهن علم کي ٻين تائين پهچايو ويندو ته ان کي تعليم چونداسين ۽ عمل پهچايو ويندو ته ان کي تربيت چونداسين. انهيءَ ڪري آفتابِ نبوت جي تعليم ۽ تربيت جو مثال سج جي روشني ۽ اثر ٻڌجي ٿو جنهن سان نبوت جون اهي ٻه بنيادي ڳالهيون به سراج منير جي تشبيهه سان ثابت ٿي ان قرآني آيت جو دليل ٿي وڃن ٿيون.

## ڪردار ۽ طريقو (سنت)

جهڙيءَ طرح مادي سج جي نورانيت ۽ ان نور سان ڪائنات ۾ اثر ۽ ان جي تربيت جو ڪو هڪڙو نمونو ڪونهي، بلڪ آسمان ۾ اهو پنهنجي نقل ۽ حرڪت سان مختلف ڍنگ ۽ طريقا ۽ مختلف هيئتون قائم ڪندو رهندو آهي. جن جي مختلف نشانين سان دنيا متاثر ٿي پنهنجي مادي تڪميل ڪندي آهي. جيئن ڪڏهن اڀرڻ ۽ ڪڏهن لهي وڃڻ، ڪڏهن عروج ۽ ڪڏهن زوال، ڪڏهن جوش ۽ ڪڏهن لاٿ، ڪڏهن پاسيري چرپر ۽ ڪڏهن سڌي چرپر، وري انهن مان هر چرپر ۾ نور به تفاوت وارو پوي ٿو ۽ اثر به مختلف ٿئي ٿو. اڀرڻ وقت روشني ۽ گرمي هلڪي هوندي آهي ۽ هرجاءِ تي ڪونه هوندي آهي. مٿي چڙهي اچڻ وقت روشني ۽ گرمي جي شدت هوندي آهي ۽ هرجاءِ تي پهچي ويندي آهي.

زوال کان پوءِ ٽئين پهر ۾ اها شدت ڪونه رهندي آهي ۽ لهڻ وقت انتهائي جَهڪي ٿي ويندي آهي. مطلب ته سج جي رفتار ۽ رفتار سان پيدا ٿيڻ واري طور طريقي جو ڪوبه هڪڙو نمونو ۽ هڪڙو ئي ڍنگ ڪونهي. بلڪ سوين طريقا ۽ گهڻا ئي چرپر جا نمونا آهن، جن مان دنيا

الڳ الڳ قسم جو اثر وٺي ٿي. ان جو شروعاتي ڍنگ يعني اڀرڻ واري حالت سان تہ طبيعتن ۾ اڀار واري آمادگي پيدا ٿي ويندي آهي. ان جي مٿي چڙهي اچڻ سان همت ۽ ڪم ڪرڻ جي قوت اچي ويندي آهي. ان جي عروج وقت مزاجن ۾ گرمي ۽ شدت پيدا ٿي ويندي آهي. ان جي لڙڻ سان مزاجن ۾ آرام ڪرڻ ۽ ليٽي پوڻ جا جذبا اڀري ويندا آهن. ان جي لهڻ سان ٿڪاوٽ, ڍڪر اچڻ ۽ سڪون واري ننڊ ڪرڻ جا رجحان اڀري ايندا آهن. انهن سيني ڳالهين سان گڏ ٿي انساني زندگي ٻڌجي ٿي ۽ ان جي مزاج ۾ پختگي ايندي آهي, جنهن کي تڪميل انسانيت چئبو آهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب جي تعليم, ڳالهين ۽ تربيت جي حالتن جا نمونا ان جي روحاني رفتار ئي آهي ۽ ان جا اثر الڳ الڳ انداز ۾ امت جي روحاني مزاجن تي پيا, جن کي پنهنجي پنهنجي ڍنگ تي آفتابِ نبوت عملي طور تي پيش ڪيو. آفتابِ نبوت اڀرڻ کان پوءِ جڏهن اٿيو تہ ان جو نور هلڪو ۽ گرمي جهڪي هئي تہ اهو ئي عدم تشدد ۽ صبر جو نمونو هو. جنهن ۾ روحاني مزاجن کي دٻجي ۽ هلڪو رهڻ تي ڍاليو ويو. نہ قتل جي اجازت هئي ۽ نہ وڙهڻ جي ۽ نہ سخت ڳالهائڻ جي اجازت هئي. جيڪا مڪي واري زندگي هئي ۽ جمالي هئي. پوءِ آفتابِ نبوت اڃا مٿي آيو ۽ تيزي وڌي تہ مزاجن ۾ روحاني غيرت جو هيجان برپا ٿيو ۽ هجرت جو نمونو پيش ڪيو ويو. جنهن ۾ اڳين درگذر ڪرڻ ۽ هٿين خالي هجڻ واري حالت کي ڇڏيو ويو. جيڪا وچواري زندگي هئي. بلڪ حق جي دشمنن کان ڪنارو ڪرڻ ۽ يڪسوئي جي حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي. پوءِ عروج تي پهتو ۽ نور ۽ گرميءَ جي شدت انتها کي پهچي وئي تہ يڪسوئي کي الوداع ڪري جهاد ۽ قتال جو نمونو پيش ڪيو ويو جيڪا مديني جي زندگي هئي ۽ جلالي هئي. جنهن ۾ قوت ۽ تشدد جي مظاهرن جو نمونو ڏيکاريو ويو. لهڻ جي وقت کي ويجهو پهتو ۽ شوڪت جي تعميل ٿي وئي تہ اجتماعيت ڪئي. وعظ, تعليم, تنظيم, تلقين, امربالمعروف و نهي عن المنڪر جا عملي نمونا ڏيکاريا ويا ۽ لهي ويو تہ دلين ۾ اوچتو حيرانگي ۽ ماندگي پيدا ٿي. ڪجهہ اصحابن جو چوڻ آهي تہ اڃان اسان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي قبر مبارڪ تي مٽي وجهي رهيا هياسين تہ

“انکونا قلوبنا” يعني اسان پنهنجي دلين ۾ اباڻڪا ئي محسوس ڪئي. ڪن کي تہ اونداهيءَ جو احساس ٿيو. ڪن تي حيرت زده ٿيڻ واري ڪيفيت طاري ٿي وئي. جيئن حضرت عثمان رضہ کي اهو معلوم ئي ڪونہ ٿيو تہ ڪنهن مون کي سلام ڪيو آهي ۽ مون کي سلام جو جواب ڏيڻ گهرجي. عمر فاروق رضہ محبت جي غلبي ۾ اهو بہ نظر ۾ نہ رکي سگهيو تہ پاڻ سڳورن جو لاڏاڻو ٿي ويو آهي. ڪجهہ اصحابن جي ذهنن ۾ اها ڳالهہ ويهي وئي تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر آسمان ڏانهن کنيو ويو آهي ۽ سڀ ڳالهيون وقت جي غلبي، حيرت جي غلبي ۽ حسرت جي غلبي جي ڪري ٿيون. مطلب تہ اهي دل جي اباڻڪائي ۽ ٿڪاوٽ جا آثار هيا. جنهن سان جتلايو ويو تہ آفتابِ نبوت جا ڪهڙا اثر هيا. جيڪي سڌو سنئون سامهون نہ رهيا آهن. مگر ان حوالي سان آفتابِ نبوت جي انهن هدايتن رهنمائي ڪئي، جيڪي اهڙن موقعن جي لاءِ اصحابن سڳورن کي ڏنيون ويون هيون. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي دلي همت ۽ باطني سمجهہ ڪم ڪيو. جنهن سان اصحابن پاڻ کي سنڀالي ورتو ۽ نبوي ڪم کي وري ان ئي قوت سان جاري رکيو. البت، ان موقعي تي بہ آفتابِ نبوت جو هڪڙو شان پڌرو ٿيو تہ اهڙي مصيبت واري وقت ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ پوءِ ان اپرڻ ۽ لهڻ جي وچواري اپار ۽ لاٽ واري زندگيءَ ۾ جلال ۽ جمال جا هزارين مختلف عملي نمونا امت جي سامهون ايندا رهيا. ڪڏهن جان جي بازي لڳائي جهاد جي ميدان کي گلزار بڻائڻ جو نمونو سامهون رکيو ۽ ڪڏهن ميدان کان هٽي مسجد جي ڪنڊ کي اعتڪاف، ذڪر، تسبيح ۽ صلوات جي عمل سان ڀرڻ جو نمونو پيش ڪيو. ڪڏهن مهينن تائين روزا رکڻ ۽ بکون ڪاٽڻ سان نفس کي مارڻ جا نمونا سامهون رکيا ۽ ڪڏهن جائز لذتن کي جائز بڻائڻ جي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪجهہ لذتن کي استعمال ڪرڻ، کائڻ پيئڻ ۽ ڪجهہ سٺن لباسن جو فائدو وٺڻ جا نمونا بہ ڏيکاريا. ڪڏهن مخلوق مٿان شفقت جي جذبي سان اولاد (حسنين عليهم السلام) سان محبت، زال (حضرت عائشہ رضہ) جي محبت، سچي دوست (حضرت ابوبڪر رضہ) جي محبت جي اعلان جو نمونو پيش ڪيو ۽ ڪڏهن توجهہ الي الله جي

جذبي ڪان مخلوق سان بي نيازي جا نمونا ائين چئي پيش ڪيا تہ مان جيڪڏهن ڪنهن کي دوست بڻايان ها تہ اهو ابوبڪر هيو. مگر منهنجو دوست صرف الله آهي. ڪڏهن مجسم رحمت بڻجي خوشخبريون ڏيڻ جو جذبو ڏيکاريو تہ جنهن لا اله الا الله چيو اهو جنت ۾ داخل ٿيو ۽ الله جي رحمت کان ڪڏهن بہ مايوس نہ ٿيو جو اهو ڪافرن ۽ انڪارين جو ڪم آهي ۽ ڪڏهن سخت ڪاوڙ ۾ اچي الله جي عذاب کان ڊيڄارڻ ۽ ڏمڪائڻ جو نمونو پيش ڪيو تہ جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ ذري برابر بہ غرور ۽ تڪبر آيو تہ اهو جنت جي هوا نہ ڪائيندو. ڪڏهن "بعثت مرحمة" يعني مون کي رحمت بڻائي موڪليو ويو آهي، سان حوصلا افزائي جو نمونو ڏيکاريو ۽ ڪڏهن "بعثت ملحمة" يعني مون کي مجسم جنگ بڻائي موڪليو ويو آهي، سان ڏمڪائڻ واري انداز جو نمونو پيش ڪيو. ڪڏهن جماعت سان گڏ نماز نہ پڙهڻ (ترڪِ جماعت) تي گهرن کي ساڙڻ جي ڏمڪي ڏني ۽ ڪڏهن مينهن ڪري جوتا پاڻي سان پرجي وڃڻ ڪري انهن کي گهرن ۾ نماز ادا ڪرڻ جي اجازت ڏني. ڪڏهن "اناالضحوڪ" يعني مان گهڻو کِلڻو آهيان، فرمائي دلداري ڪئي ۽ ڪڏهن "اناالقتال" يعني مان گهڻو جنگجو آهيان، فرمائي بي خوف دلين کي ڊيڄاريو. مطلب تہ مختلف سنتن ۽ عمل جي مختلف پاڪ نمونن جون جلالي ۽ جمالي روشنيون، مِهر ۽ قهر جا وچٿرا ۽ ڪامل نمونا، ديانت ۽ سياست جا اثرائتا ڍنگ ۽ صلح ۽ جنگ، تعبير ۽ دماغ جا دلپسند انداز ڏيکاري هڪڙو جامع ترين "اسوه حسنہ" قائم ڪيو. جيڪو هن روحاني آفتاب جي عروج و نزول ۽ روحاني نقل و حرڪت سان پيدا ٿيو. جنهن ۾ هزارين روحاني طور طريقا شامل آهن. جنهن سان سيرت جا ڪتاب پريا پيا آهن.

حالتن ۽ ڳالهين جا اهي عملي نمونا امت جي طبعي ۽ طبقاتي لاهن چاڙهن جي رعايت سان آفتابِ نبوت پيش ڪيا تہ جيئن دنيا انهن جي پيروي ڪري ۽ انهن حالتن جي سردي گرمي مان گذري پختگي جي منزل تي پهچي وڃي. تنهنڪري مادي سج ۾ جيڪو درجو فلڪي ڍنگ جي قسم قسم جي نمونن جو آهي، اهوئي درجو آفتابِ نبوت ۾ سنتِ نبوت ۽ روحانيت جي طريقن يعني اسوه حسنہ جو آهي. معاشي

ضرورتن جي تڪميل جي لاءِ مادي سج عروج ۽ زوال، روشنيءَ جي شدت ۽ جهڪائي ۽ گرميءَ جي گهٽ وڌائي جي نمونن سان حالتن مطابق اعلان ڪيو تہ جيئن دنيا انهن نمونن جي تقاضائن تي هلي ۽ پنهنجي ماديت کي انهن نمونن مان گذاري مڪمل ڪري. هتي آخرت جي تڪميل جي لاءِ روحاني آفتاب پنهنجي روحاني عروج ۽ نزول ۽ شدت ۽ جَهڪائي جا قولي ۽ عملي نمونا ڏيکاري دنيا کي انهن نمونن جي مطابق زندگي گذارڻ جي طرف سڏيو. بس هُتي فلڪي برج مادي سج جي منزلن جون عملي ڳالهيون آهن ۽ هِتي ملڪي حالتون ۽ منزلون روحاني آفتاب جون عملي ڳالهيون آهن. اهو مادي سج جو قدرتي اسوه حسنہ آهي ۽ هي روحاني سج جو شرعي اسوه حسنہ آهي. جنهن کي قرآن فرمايو:

"لَقَدْ كَانَ لَكُمْ فِيْ رَسُوْلِ اللّٰهِ اُسْوَةٌ حَسَنَةٌ لِّمَنْ كَانَ يَرْجُوا اللّٰهَ وَالْيَوْمَ الْاٰخِرَ وَذَكَرَ اللّٰهَ كَثِيْرًا﴿۲۱﴾" معنيٰ: بيشڪ توهان جي لاءِ الله جي رسول جي طريقي ۾ بهتر پيروي ان لاءِ آهي جيڪو الله ۽ آخرت جي ڏينهن جي اميد رکندو هجي ۽ الله کي گهڻو ياد ڪري ﴿۲۱﴾ (سورت احزاب)

اها ئي اها حڪمت عملي آهي جنهن کي قرآن حڪمت واري تعليم جي عنوان سان ذڪر ڪيو آهي. هاڻي تعليمي، تربيتي ۽ حڪمتي نمونن کي، جيڪي انهن ٻن مادي ۽ روحاني آفتابن مان نڪرن ٿا، اصطلاحي لفظن ۾ مختصر ڪري پيش ڪيو وڃي تہ ان جو خلاصو هي چار ڳالهيون نڪرنديون، جيڪي جڻ تہ انهن آفتابن جون ذميواريون آهن. مگر اهي ذميواريون مادي سج تي قدرتي انداز سان ۽ روحاني سج تي شرعي انداز سان عائد آهن. مادي سج کي ڏسجي تہ قدرتي طور تي ان تي چار ذميواريون عائد ڪيون ويون آهن.

**هڪ توجهہ** يعني منظرعام تي اڀري روشن رُخ ڏيکارڻ، مطلب حالت مطابق پڪارڻ تہ مان روشني کڻي آيو آهيان تہ جيئن روشنيءَ جا طلبگار خبردار ٿي وڃن.

**پيو روشني** يعني روشن چهري سان ٻين کي روشني پهچائي روشن ڪرڻ تہ جيئن هڪڙي شي ٻي کان فرق واري ٿي ڏسڻ ۾ اچي.

**ٽيون اثر ڪرڻ** يعني اهڙي خصوصيت ۽ اثر، جيئن گرمي، تپش ۽ گرمائش سان ٻين کي ڪوسو ڪرڻ ۽ انهن ۾ گرمي پري چڙهڻ تہ جيئن هر شي گرمي واري قوت سان گهمڻ ڦرڻ جي قابل ٿي وڃي ۽ زندگيءَ جون منزلون عملي طور طي ڪري سگهي.

**چوٿون گردش** يعني پنهنجي نقل ۽ حرڪت سان مختلف نمونا ۽ طريقا ٺاهي دنيا کي زندگيءَ جا مرحلا طي ڪرڻ جا نمونا ڏيکارڻ ۽ اسوه حسنہ ٺاهڻ تہ جيئن انهن مان گذرندي ماڻهو ان کي فطرت سمجهن ۽ تڪميل انسانيت جون منزلون طي ڪن.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح الله جي شريعت روحاني سج (نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ذات بابرڪت) کي پيدا ڪري انهن تي بہ چار ذميواريون عائد ڪيون.

## تلاوت

هڪڙو توجهہ يعني منظرعام تي پهچي پيغبريءَ جو جمال پيش ڪرڻ آهي ۽ علم جو جمال يا ان جي پاڪ صورت ان جا لفظ هوندا آهن. انهيءَ ڪري علم الاهي ۽ وحي خداوندي جا لفظ پڙهي ٻڌائڻ بيشڪ جمالِ علم ۽ جمالِ پيغمبري آهي. جنهن کي قرآني اصطلاح ۾ تلاوت چيو ويو آهي.

## تعليم

ٻيو نور يعني علم الاهي جي صورت سان ان جي اندروني حقيقت تائين پهچائڻ (جنهن جو نالو علم ۽ معنيٰ آهي) يعني لفظن جو مطلب ۽ مراد سمجهائڻ جيڪو بيشڪ ڪمالِ پيغمبري آهي.

## تزڪيو

ٽيون اثر يعني پنهنجي قلب جي اخلاقي گرمي ۽ سوزِ عشق سان طالبن جي دلين کي گرمائڻ ۽ قلب نبوي جي گرمي سان دلين کي گرمائي انهن جي صفائي ڪرڻ ۽ روشن ڪرڻ، جيڪو بغير رياضت ۽ مجاهدي جي نہ ٿيندو آهي. جنهن کي قرآن جي زبان ۾ تزڪيو چيو ويو آهي.

## اسوه حسنہ

چوٿون عملي نمونو يعني طالبن جي عمل جي لاءِ نمونا ڏيکاري اسوه حسنہ قائم ڪرڻ تہ جيئن دنيا انهن طور طريقن تي هلي زندگي جي منزل مقصد تائين پهچي وڃي ۽ ان کي عملي نمونا پاڻ ڪيڻ جي نوبت نہ اچي، جو من گهڙت ۽ پنهنجن اڻپورن نمونن تي هلي دنيا ڪمال جي حد تائين نٿي پهچي سگهي. بلڪ ڪمال جي بجاءِ نقصان ۽ گهاٽي جو شڪار ٿي ويندي آهي. جنهن کي قرآن جي اصطلاح ۾ حڪمت چيو ويو آهي. اهي ئي نبوت جون چار ذميواريون آهن جن کي قرآن شريف بعثت نبوي جو مقصد ۽ مطلب ڄاڻايو آهي ۽ فرمايو

"هُوَ الَّذِیْ بَعَثَ فِی الْاُمِّیّٖنَ رَسُوْلًا مِّنْهُمْ یَتْلُوْا عَلَیْهِمْ اٰیٰتِهٖ وَیُزَکِّیْهِمْ وَیُعَلِّمُهُمُ الْکِتٰبَ وَالْحِکْمَةَ وَاِنْ کَانُوْا مِنْ قَبْلُ لَفِیْ ضَلٰلٍ مُّبِیْنٍ ﴿۲﴾" معنيٰ: اهوئي آهي جنهن اڻ پڙهيلن ۾ انهن مان هڪ رسول موڪليو جيڪو انهن کي ان جون آيتون پڙهي ٻڌائي ٿو ۽ انهن کي پاڪ ڪري ٿو ۽ انهن کي ڪتاب جو علم ۽ دانائي سيکاريندو آهي ۽ بيشڪ اهي ان کان اڳي کليل گمراهي ۾ هُئا ﴿۲﴾ (سورت جمعہ)

انهيءَ بنياد تي جهڙيءَ طرح توجهہ، روشني، اثر ۽ گردش سان مادي سج جو مطلب ۽ مقصد پورو ٿي ويندو آهي، ايئن تلاوت، تعليم تزڪيي ۽ اسوه حسنہ سان روحاني آفتاب جي بعثت جو مقصد ۽ مطلب بہ پورا ٿي وڃن ٿا. جڏهن تہ مادي سج ۾ چار ئي ڳالهيون قدرتي قانون جي هڪڙي عظيم الشان آيت ۾ شبيهہ ۽ نظير آهن. ذڪر ڪيل چئني روحاني ڳالهين جا تہ اهي نبوت جا چارئي مقام "سرجا منيرا" جي تشبيهہ هيٺ اچي ان آيت جو دليل ۽ ثبوت ٿي وڃن ٿا. يعني ان تشبيهہ جي ذريعي نبوت جون اهي چارئي ذميواريون ۽ سيرت نبوي جا اهي بنيادي رڪن ان لفظ "سراج منير" سان قرآن مان ثابت ٿي وڃن ٿا. انهيءَ ڪري ان تشبيهہ جي حوالي سان اسان انهن چئني ڳالهين کي ٻين تشبيهن تي ترجيح ڏني آهي جو اهي نبوت جي وجود جو بنيادي مطلب ۽ مقصد ۽ ان جي ظهور جو اولين مقصد آهن.

## آفتابِ نبوت مان فائدي جا مرتبا

سج جي ان مثال سان آفتاب نبوت جي اثر ۽ تربيت، تعليم ۽ مشق سان امت جي فائدي ۽ منور ھجڻ جا مختلف درجا ۽ مرتبا بہ کلي وڃن ٿا. جن جو معيار آفتاب سان ويجھڙائي ۽ دوري آھي. يعني جيڪو انھن جي گھڻو ويجھو آھي اھو ايترو ئي گھڻو نوراني ۽ گھڻو متاثر آھي ۽ جيترو آفتاب کان پري آھي اوترو ئي ان جي فيض کان گھٽ فائدي ۾ آھي.

## اصحابيت جو درجو

سج جي اڀرڻ کان پوءِ جيڪا شي سڀني کان وڌيڪ ۽ سڀني کان اڳ ۾ سج جي آثار کان متاثر ٿيندي آھي، اھا فضا آھي. اھا جيئن تہ خلقت ۾ پنھنجي ذات سان شفاف آھي ۽ سج جي سامھون سڌيءَ طرح حاضر آھي، انھيءَ ڪري ان جي روشني ۽ گرميءَ جو سڀني کان پھريان ۽ سڀني کان وڌيڪ اثر وٺندي آھي. اھا ايترو روشن ھوندي آھي جو ان جي چمڪي وڃڻ جي باوجود خود ان جي چمڪ اکين کي نظر نہ ايندي آھي، بلڪ سج جي اُس ۽ ڪرڻا نظر ايندا آھن. جيڪڏھن فضا ۾ نگاھ کڻي ڏسجي تہ فضا جو جيڪو بہ حصو سامھون ايندو ان مان سج ئي نظر ايندو. خود فضا جي ھستي ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندي. مطلب تہ اھا ان جي روشنيءَ ۾ ايترو غرق ۽ فنا ٿي ويندي آھي جو ان جي پنھنجي روشني ڪنھن جي اک ۾ نہ ايندي آھي، بلڪ سج ان ۾ ايئن ڏسڻ ۾ ايندو آھي جيئن سڌو سنئون ڏسڻ ۾ اچي ٿو حالانڪ فضا پنھنجي بيحد ڪشادگي سان وچ ۾ حائل آھي.

ٺيڪ اھا ئي صورت روحاني آفتاب کان فائدي جي بہ آھي، جو ان جي عالمگير آثار سان متاثر تہ سڀ ٿيندا آھن، مگر سڀني کان وڌيڪ اھو طبقو متاثر ٿيندو آھي جيڪو سڌو سنئون ان جي ويجھو ٿي نور حاصل ڪندو آھي. اھو طبقو اصحابن سڳورن جو طبقو آھي، جيڪو فضا جي مثل آھي. جيڪو زمين کان بالاتر آھي ۽ فلڪ شمس يعني آسمانِ نبوت کان گھڻو ھيٺ آھي. اھو فضا وانگر خلقت ۾ خود شفاف آھي، جيڪو رڳو ان جي نور کي ئي ڏيکارڻ جي نہ بلڪ عين آفتاب کي ڏيکارڻ جي ڪامل لياقت رکي ٿو. جيئن حديثن ۾ پاڻ سڳورن فرمايو

تہ سڀني نبين جي اصحابن مان منهنجي اصحابن کي چونڊيو ويو. يا جيئن عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ فرمايو آهي تہ انهن جون دليون شفاف هيون. انهن جو علم اونهو هيو. انهن ۾ ڏيکاءُ ڪونہ هيو. انهن کي دين جي قائم ڪرڻ لاءِ پوري امت ۾ چونڊيو ويو هو. انهن جو نقش قدم واجب الاتباع آهي، وغيره. جنهن سان اصحابن سڳورن جي قابليت جو ڪمال ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جيڪا انهن کي انوارِ نبوت کي جذب ڪرڻ جي لاءِ عطا ٿي هئي. تنهنڪري اهي فطري شفافيت ۾ گهٽي ويجهڙائي جي لحاظ کان فضا جي نموني ۾ ٿيا. جيڪا شفاف آهي ۽ پوري دنيا جي نسبت سان سج جي گهڻو ويجهو بہ آهي، جو سڌو سنئون سج جي روشني جذب ڪندي آهي. تنهنڪري انهن اصحابن سڳورن انهن شفاف سينن سان آفتابِ نبوت جي نور جو ايترو اثر قبول ڪيو جو فضا وانگر ننهن کان چوٽيءَ تائين نور ٿي ويا. جيئن فضا سج سان ڳنڍيل ۽ پرسان ٿي اهڙيءَ طرح روشن ٿي وڃي ٿي جو اها پاڻ نظر نٿي اچي يعني اها پنهنجو پاڻ کي نہ ڏيکاريندي آهي، بلڪ صرف سج ۽ ان جي ڪرڻن ۾ چمڪ دمڪ کي ئي ظاهر ڪندي آهي. ايئن ئي اصحابي سڳورا پنهنجي فطري قابليتن جي بنياد تي ايترو پاڪ قلوب، عميق العلم، قليل التڪلف ۽ ڪيني ڪدورت کان صاف بڻايا ويا هيا، جو جڻ انهن ۾ خود انهن جي ڪابہ ذاتي خصوصيت باقي نہ رهي هئي. اهي صرف سنتِ نبوي جا مجسم نمونا بڻجي ويا هيا. انهيءَ ڪري حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جي عقيدي ۽ عمل کي پنهنجي عقيدي ۽ عمل سان ختم ڪري انهن کي حق جو معيار فرمايو ۽ اعلان ڪيو تہ سنتِ نبوي ۽ سنتِ صحابہ هڪ ئي آهن. جنهن مان پڌرو ٿي وڃي ٿو تہ اصحابن جون ديني خصوصيتون نبوي خصوصيتون هيون. تنهنڪري امت جي ٻاهتر فرقن جي باري ۾ جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سوال ڪيو ويو تہ انهن ٻاهتر فرقن مان اهو ڇوٽڪاري وارو فرقو ڪهڙو آهي؟ تہ پاڻ سڳورن فرمايو: "ما انا عليہ اليوم واصحابي" يعني جنهن تي اجوڪي ڏينهن مان ۽ منهنجا اصحابي آهن.

مطلب تہ پنهنجي عقيدي ۽ عمل سان گڏ انهن جي عقيدي ۽ عمل کي اهڙيءَ طرح گڏائي ٻڌايو جو انهن جي عقيدي ۽ عمل ۽ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي عقيدي ۽ عمل جي نوعيت هڪڙي ثابت ٿي وئي

۽ فِرقن جي حق ۽ باطل ھجڻ جو معيار پاڻ سڳورن پاڻ ئي پنھنجي ذات بابرڪت ۽ اصحابن سڳورن کي قرار ڏنو.

## اصحابيت تنقيد کان بالاتر

جيئن فضا تائين ڪائي گندگي نہ پھچندي آھي ۽ پھچائڻ جي ڪوشش بہ ڪجي تہ اھا موٽي اچي ڪوشش ڪرڻ واري تي ئي ڪرندي آھي، فضا ان سان گندي نہ ٿيندي آھي. ائين ئي اصحابن سڳورن جي جماعت روحاني فضا وانگر آھي. امت جي تنقيدن کان بالاتر آھي. جيڪڏھن انھن جي شان ۾ ڪوئي ٿولو گارگند يا گستاخي يا ادب جي خلاف ڪا ڳالھ يا جسارت يا انھن تي پنھنجي تنقيدي حقارت جي گندگي اڇلائيندو تہ ان جي اھا بچڙائي ان ڏانھن موٽي ايندي، ان شفاف فضا تي ان جو ڪوبہ اثر نہ ٿيندو.

بھرحال، اصحابي سڳورا ويجھڙي فضا جي مثل آھن، جو انھن کي شفافيت ۾ بہ آفتاب سان نسبت آھي. اھي آفتابِ نبوت جي گھڻو ويجھو بہ آھن. سڌو سنئون انھن سان ڳنڍيل بہ آھن. اھي زميني گندگين کان بالاتر بہ آھن ۽ اھي آفتابِ نبوت جي نور ۾ فاني بہ آھن، جو ان نور جي نمائش گاھ بڻجي ويا. جن ۾ پنھنجي خصوصيت انڪساري ۽ قبولِ حق کان سواءِ ٻي ڪابہ نہ رھي.

تنھنڪري اصحابن جي ان اعليٰ ترين زندگيءَ جو نور تيز بہ آھي ۽ پيغمبر ﷺ جي گھڻو ويجھو ۽ گھڻو مشابھ بہ آھي جو ان نبوت جي زندگيءَ سان پرسان رھي ان جي شعاعن جو نور قبول ڪيو آھي. انھيءَ ڪري اھا زندگي نہ صرف مقصدن واري زندگي ۽ اولوالعزماڻي زندگي آھي جو جائزن جي آڙ وٺڻ کان سواءِ عمل جي اعليٰ ترين حصي کي اپنايو ويو ۽ نفس جي راحت طلبي کي الوداع چئي عملي مجاھدي ۽ رياضت کي ئي زندگي بڻايو ويو. بلڪ اھا زندگي تضادن جو مجموعو بہ آھي، جيڪا وچٿرائي جو ڪمال رکي ٿي، جو ھڪڙي طرف نفس ڪُشي بہ انتھائي ۽ ان سان گڏ شريعت جو ادب ۽ سنتِ نبوي جي پيروي بہ انتھائي ۽ ھڪڙي طرف طبعي جذبات بہ قائم ۽ ٻئي طرف عقلي ۽ داعي ۽ ملڪيت بہ غالب. ان ڪمال وچٿرائي ۽ جامعيت سان اھا زندگي اصحابن کان سواءِ امت جي ڪنھن بہ طبقي کي طبقاتي

حيثيت سان نصيب ناهي. جماعتون ۽ فرد هن زندگي وارا نظر ايندا جن ۾ اصحابيت جي شرف کان سواءِ سڀ ڪجھ هوندو. پر طبقي جو طبقو هڪڙي ئي رنگ ۾ رنگيل هجي ۽ هروقت اخلاص ۽ معرفت جي ڪمال جي حد کي طئي ڪيل هجي، اصحابن جي طبقي کان سواءِ ٻيو ڪونهي. جن گهر ٻار ڇڏي ۽ نفس جي خواهشن کي پٺي ڏئي صرف ۽ صرف حق جي رضا کي پنهنجي زندگي بڻايو. طبعي لذتن کي شرعي ضرورتن تي قربان ڪري ڇڏيو. طبعي جنم ڀومي کان هجرت ڪري شريعت واري وطن ۾ اچي نڪاڻو ڪيو ۽ شرعي مرادن جي خاطر نفس جي حيله جوئين ۽ راحت طلبي کان ڪنارو ڪري سچي عزم سان هر وقت الله جي راضپي ۽ سنتِ نبوي جي پيروي ۾ غرق ٿي ويا ۽ ان کي پنهنجي زندگي بڻايو. ان جامع ۽ تضادن جي جامع زندگيءَ جو سڀني کان وڏيڪ پڌرو ۽ حيرت وارو پهلو هي آهي ته اهي مڪمل طور تارڪ الدنيا به هيا ۽ رهبانيت کان الڳ به. دنيا ۽ دنيا جو جاهه و جلال، ڌن دولت، حڪومت ۽ سياست، گهرٻار، زمين جائداد جي هجوم ۾ به هيا ۽ وري حقن جي ادائگي ۾ به مخلص. اهي زن، زر ۽ زمين انهن جي استعمال ۾ به هيا، وري دلي طور انهن سڀني شين کان بي تعلق ۽ ڪنارو ڪندڙ ڪامل درويش به آهن ۽ شاهاڻا وڳا به پائيندڙ آهن. حڪمران به آهن ۽ فقيراڻي گودڙي به ڪلهن تي آهي. ملڪ به فتح ڪري رهيا آهن ۽ فقيراڻي طبيعت به بدستور قائم آهي.

*یوں بہم کس نے کئے ساغر و سندان دونوں؟*

نبين سڳورن جي اهائي زندگي آهي ته بشر به آهن ۽ ملائڪ به. نه عادتن کي ترڪ ڪن ٿا، نه عقل ۽ سمجهه جي تقاضائن کان هڪ انچ هيڏي هوڏي ٿين ٿا. خالص طبعي جذبات جي پيروي جانور جو ڪم آهي ۽ طبيعت کي قائم رکندي ان کي عقل ۽ شعور سان عقل جي هيٺ انجام ڏيڻ ۽ حدون پار نه ڪرڻ، اهو انسان جو ڪم آهي. مگر ڪامل انسان چئي ان جي تقدس ۽ برگزيدگيءَ کي ظاهر ڪيو ويو. انهيءَ ڪري جنهن طبقي جا ڪم، قوت، عقيدا، حالت ۽ قول سڀني ۾ اها ڪامل وچٿرائي رچيل هجي اهوئي طبقو ڪامل انسانيت جو طبقو سڏيو ويندو. تنهنڪري طبقاتي حيثيت سان اهو ڪمال ذاتي طور ته

نبين سڳورن ۾ هوندو آهي ۽ هيئين طبقي جي حيثيت ۾ انهن جا اصحابي آهن. انهن کان پوءِ طبقاتي حيثيت ختم ٿي وڃي ٿي. صرف انفرادي حيثيت باقي رهجي وڃي ٿي ۽ اها بہ ان پائي جي ڪونهي جنهن تي اهو طبقو فائز هوندو هجي. تنهنڪري حقيقت ۾ اصحابي سڳورا نبوت جو ڪامل پاڇو هيا، جن جي طبقي سان نبوت ۽ ڪمالاتِ نبوت سجاتا ويندا آهن. انهيءَ ڪري ڪنهن طبقي جي جماعت کي الله ۽ رسول جي جماعت يا طبقي طور رضا وارو يا پسنديده قرار ڏنو ويو آهي تہ اهو صرف اصحابن جو طبقو آهي. جنهن جي شاهدي قرآن ۽ حديث ڏني ۽ "رَضِيَ اللّٰهُ عَنۡهُمۡ وَرَضُوۡا عَنۡهُ" (معنيٰ: الله انهن کان راضي ٿيو ۽ اهي ان کان راضي ٿيا. سورت بينه آيت 8) جي رضا وارو دستاويز انهن جي لاءِ آسماني ڪتاب ۾ قيامت اچڻ تائين لکيو ويو.

ڪٿي "اُولٰٓئِكَ الَّذِيۡنَ امۡتَحَنَ اللّٰهُ قُلُوۡبَهُمۡ لِلتَّقۡوٰى لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّاَجۡرٌ عَظِيۡمٌ ﴿۳﴾" (معنيٰ: اُهي ئي آهن جن جي دلين کي الله پرهيزگاري لاءِ پرکيو آهي، انهن لاءِ بخشش ۽ وڏو ثواب آهي ﴿۳﴾ سورت الحجرات) جي ذريعي انهن جي دلين جي پاڪائي جي شاهدي ڏني وئي ۽ ڪٿي "اُولٰٓئِكَ هُمُ الرّٰشِدُوۡنَ ﴿۷﴾ فَضۡلًا مِّنَ اللّٰهِ وَنِعۡمَةً" (معنيٰ: اهي ئي ماڻهو سڌي رستي وارا آهن ﴿۷﴾ انهن تي الله جو فضل ۽ احسان ٿيو(سورت الحجرات) ۽ ڪٿي "وَالَّذِيۡنَ مَعَهٗۤ اَشِدَّآءُ عَلَى الۡكُفَّارِ رُحَمَآءُ بَيۡنَهُمۡ تَرٰٮهُمۡ رُكَّعًا سُجَّدًا" معنيٰ: ۽ جيڪي ان سان گڏ آهن سي ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ نرم دل آهن، تون انهن کي الله جو فضل ۽ رضا ڳوليندي رڪوع ڪندي ۽ سجدا ڪندي ڏسندو آهين (سورت فتح آيت 29) چئي انهن جي اخلاق جي برتري ثابت ڪئي وئي. ڪٿي "اصحابي کالنجوم بايهم اقتديتم اهديتم" چئي انهن ۾ هرهڪ کي امت جو اڳواڻ بڻايو ويو جنهن جي پيروي ڪرڻ ۽ پيروي سان هدايت حاصل ڪرڻ ۾ ذرو بہ ڪٽڪو نہ هجي.

## امامن ۽ راسخين في العلم کان پوءِ طبقا

فضا مان گذري ڪرڻا جڏهن هيٺ ايندا آهن تہ زمين جي کليل ميدانن تي پوندا آهن ۽ اهي انهن جي گرمي واري روشني کي ايترو جذب ڪندا آهن جو انهن جو ظاهر ۽ باطن ٻئي روشنيءَ سان روشن ٿي

ويندا آهن. چوٿو ڪليل ميدان پاڻ ڪي مڪمل طور سج جي سامهون پيش ڪري ڇڏيندو آهي. مطلب ته سڀ ڪجهه سج جي گهيري ۾ اچي ويندو آهي ۽ وچ ۾ ڀت يا دروازو وغيره جي ڪابه رڪاوٽ حائل ٿيل نه هوندي آهي، جو روشني ڪنهن به ڪنڊ پاسي کان ان ڏانهن اچڻ کان رڪجي وڃي. اهو درجو امامن مجتهدن، راسخ عالمن کان متقي فقيهن ۽ معرفت وارن يعني ڪامل ولين جي زندگيءَ جو آهي، جن ڪليل صاف ميدانن وانگر پنهنجي ڪليل دل سان آفتابِ نبوت جي گرمائش لاءِ پاڻ کي پيش ڪري ڇڏيو آهي ۽ فضا مان ڇٽندڙ نور انهن پنهنجي ظاهر ۽ باطن ۾ سمائي ڇڏيو آهي. انهن۾ درياء جهڙي اٿاهه گهرائي، گهرن جهڙي اندر جي اونداهي، جبلن جهڙي سخت ۽ ٿوس دل ڪونهي جو ان ۾ ڪرڻا پهچي نه سگهن ۽ گهرائي وارو حصو نور پهچڻ کان رهجي وڃي. انهيءَ ڪري فضائي نور انهن ميدانن جي اندر ۽ ٻاهر سمائجي ويندو آهي جو جيڪو انهن جو اندر آهي، اهو ئي انهن جو ٻاهر آهي. ڪليل ميدانن جي معنيٰ ئي اها آهي ته ڪنهن به طرف کان بند يا اوٽ ۾ نه هجن. تنهنڪري جيڪو ان جو ظاهر آهي اهو ئي ان جو باطن آهي. انهيءَ ڪري انهن جو ظاهر ۽ باطن، ٻئي منور ٿي ويندا آهن. ڪليل ميدانن ۽ فضا ۾ فرق آهي ته صرف اهو آهي ته ميدان فضا وانگر پنهنجون خصوصيتون ڏيکارڻ کان سواءِ رڳو سج ئي سج ڪونه ڏيکاريندو آهي، بلڪ خود پنهنجون خصوصيتون به ڪجهه نه ڪجهه پڌريون ڪندو آهي. توڙي جو اهي خصوصيتون نوراني ۽ سنت جي رنگ ۾ ٻڏل هجن. تنهنڪري اهو نور پهرين نور کان هلڪو آهي. مگر پوءِ وارن ماڻهن جي نور کان تيز آهي. اهي ظاهر ۽ باطن ۾ فاني في الله آهن. علمِ نبوت ئي انهن جو سڀ ڪجهه هوندو آهي ۽ هر وقت ذڪر ۽ فڪر ۾ غرق رهندا آهن. انهن ۾ الله کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه خاڪ ٿي گم ٿي ويندو آهي ۽ الله کان سواءِ ٻئي ڪنهن کان انهن ۾ خوف ۽ لالچ باقي نه رهندا آهن، بلڪ اهي الله جي خوف ۽ ڊپ ۾ هر وقت ڏڪندڙ ۽ هيسيل رهندا آهن

"اَلَآ اِنَّ اَوْلِيَآءَ اللّٰهِ لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ وَلَا هُمْ يَحْزَنُوْنَ﴿٦٢﴾ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا وَكَانُوْا يَتَّقُوْنَ﴿٦٣﴾ لَهُمُ الْبُشْرٰى فِي الْحَيٰوةِ الدُّنْيَا وَفِي الْاٰخِرَةِ" معنيٰ: خبردار!

بيشڪ الله جي ولين تي ڪوبہ خوف نہ هوندو ۽ نہ ئي اهي غمگين ٿيندا ﴿٦٢﴾ اهي جن ايمان آندو ۽ پرهيزگاري ڪندا رهيا ﴿٦٣﴾ انهن جي لاءِ دنيا جي زندگي ۾ ۽ آخرت ۾ خوشخبري آهي. (سورت يونس)

ٽئين درجي ۾ جبل ۽ درياء وغيره متاثر ٿيندا آهن، جن جي سطح بلند آهي ۽ سج ڏانهن مائل، پر سڄي جا سڄا متاثر نہ ٿيندا آهن بلڪ انهن جو ڪو هڪڙو رخ اثر وٺندو آهي، جيڪو سج جي سامهون آيل هوندو آهي. جيڪڏهن اپرڻ جو وقت آهي تہ اوڀر وارو حصو روشن ۽ گرم ٿي ويندو آهي ۽ اولهہ وارو رهجي ويندو آهي. جيڪڏهن سج لهڻ وارو وقت آهي تہ اولهہ وارو حصو روشن ٿي ويندو آهي ۽ اوڀر وارو حصو اونداهو ٿي ويندو آهي. باقي اهو تہ سج منجهند جو بلڪل مٿان اچي پنهنجي پوري جوش سان انهن تي پوري روشني وجهي تہ اهي ڪجهہ گهڙين جي لاءِ مڪمل طور روشن ٿي ويندا آهن. پر اها روشني گهڻي دير تائين قائم نہ رهندي آهي. بيهڪ واري گهڙي گذارڻ کان پوءِ سج لڙڻ سان ئي ان جي اها ڪامل روشني گهٽجڻ لڳندي آهي ۽ آخرڪار هڪڙي پاسي يعني اولهہ طرف باقي رهجي ويندي آهي. تاهم انهن جبلن تي پوري ڏينهن ۾ ڪا گهڙي اهڙي نہ گذرندي آهي جو انهن جو ڪونہ ڪو پاسو روشن نہ هجي ۽ اهي روشني کان خالي رهجي وڃن. مگر وقت بہ وقت روشن ٿيندا رهندا آهن.

## عالم ۽ متقي

اهو مثال عام عالمن، صالحن ۽ متقين جي زندگيءَ جو آهي، جيڪي جبلن ۽ دڙن جي مثل آهن، جو اهي آفتاب ڏانهن اپريل آهن ۽ ڪنهن نہ ڪنهن طرف کان آفتاب کان روشن بہ ٿيندا رهندا آهن. ان کان علاوه انهن تي مڪمل روشني ڇانئجي وڃڻ جي ڪيفيت بہ ڪڏهن ڪڏهن اچي ويندي آهي. جيئن سج جي ڪاپار تي اچڻ وقت جبلن تي سج جي روشني هرطرف کان پئجي ويندي آهي. پر اهي هر وقت ان ڪيفيت ۾ نہ هوندا آهن، جو اونداها ٿي وڃن. البت، اهو ضرور آهي تہ ڪنهن نہ ڪنهن طرف کان ۽ ڪنهن نہ ڪنهن ڪيفيت ۾

حالت جي لحاظ کان هروقت روشن رهندا آهن. انهن تي ڪا گهڙي اهڙي نہ ايندي آئي جو اهي روشني کان بلڪل خالي ٿي وڃن، جيڪا جبلن جي ڪيفيت هوندي آهي. ڪڏهن ڪهڙو پاسو روشن هوندو آهي تہ ڪڏهن ڪهڙو پاسو. اهڙي نموني سان عالمن ۾ متقين لاءِ آفتابِ نبوت جو نور انهن جي وجود تي گهمندو رهندو آهي. ايئن اهي مجموعي طور تي تہ هروقت منور ٿي رهندا آهن، پر هر رخ جي لحاظ کان نہ، بلڪ ڪڏهن ڪڏهن انهن ۾ بشري اونداهي جا پاڇا بہ پوندا رهندا آهن، جڏهن ان حيثيت ۾ نبوت جا ڪرڻا اوٽ ۾ اچي ويندا آهن. توڙي اها حالت مغلوب ۾ ڪڏهن ڪڏهن هجي. جڻ ماڻهو گهرن مان ٻاهر نڪري سج جي اُس ۾ تہ اچي ويهندا آهن، جن جي ڪنهن نہ ڪنهن پاسي کان اس پوندي رهندي آهي ۽ مجموعي طور تي هر وقت روشني ۾ رهندا آهن. مگر اهي ڪرڻن کي ڏسندو رهڻ جي طاقت نہ رکندا آهن، جو هر شي سڙي خاڪ ٿي وڃي ۽ اهي هر وقت فاني في الله ۽ خشيت الله ۾ غرق ٿي باقي بالله ٿي وڃن. تاهم هروقت اس ۾ رهڻ سبب پنهنجي غالب زندگيءَ جي لحاظ کان اهي بہ نور ۾ ئي رهندا آهن ۽ زندگيءَ ۾ جيڪڏهن نفس جون گمراهيون انهن جي قدم کي ڪنهن وقت لوڏين تہ انهن جي پرهيزگاري ۽ پاڪائي انهن کي هڪدم خبردار ڪري ڇڏينديون آهن ۽ اهي هڪدم ڏِڪرن مان سجاڳ ٿي ويندا آهن

"اِنَّ الَّذِيْنَ اتَّقَوْا اِذَا مَسَّهُمْ طٰۤىِٕفٌ مِّنَ الشَّيْطٰنِ تَذَكَّرُوْا فَاِذَا هُمْ مُّبْصِرُوْنَ ﴿۲۰۱﴾" معنيٰ: بيشڪ جيڪي پرهيزگار آهن جڏهن انهن کي شيطان کان ڪو وسوسو پهچندو آهي تہ هوشيار ٿي الله کي ياد ڪندا آهن ۽ انهيءَ وقت سندن اکيون کلي وينديون آهن ﴿۲۰۱﴾ (سورت اعراف)

## صالح ماڻهو

چوٿون درجو عمارتن ۽ جاين جو آهي، جو انهن ۾ بہ سج جي روشني ايندي آهي. مگر صرف مٿان کان ئي اُس پوندي آهي، باقي ڪمرن جي اندر اُس ڪونہ ايندي آهي. تاهم گهر جا دروازا ۽ دريون کليل رهن تہ سوجهرو اندر ضرور پهچي ويندو آهي. سواءِ انهيءَ جي تہ

ڪنهن وقت مينهن وسي رهيو هجي يا هوا جي شدت وغيره جي ڪري گهرن جا دروازا بند ڪري ڇڏجن تہ سوجهري ۾ بہ گهٽي ڪمي اچي ويندي آهي. اهو مثال مسلمان ماڻهن جي زندگيءَ جو آهي تہ آفتابِ نبوت جي سامهون اهي گهر جي مثل آهن، جن جي اندر اُس ۾ صرف سوجهرو پهچي رهيو آهي. مطلب تہ جڏهن انهن گهرن مان نڪري اُس ۾ اچي ويهڻ تہ گوارا نہ ڪيو ۽ شهواتِ نفس جي اونداهن ڪمرن ۾ بند ۽ قيدي لڳا پيا آهن. پر گهر جا دروازا ۽ دريون بند نہ ڪيون آهن. دلين جا دروازا ڪليل رکيا آهن، جن مان نورِ نبوت جو ڪجهہ نہ ڪجهہ سوجهرو انهن جي اندر ضرور پهچي وڃي ٿو. تنهنڪري جيڪڏهن اهي نورِ نبوت جي هر وقت ديدار ۽ حاضري ۾ مشغول نٿا ٿين تہ گهٽ ۾ گهٽ آفتابِ نبوت جي چمڪ دمڪ کان محروم بہ نٿا ٿين. جنهن سان انهن ۾ طبعي اونداهين سان گڏ ڪجهہ ايماني نورانيت بہ گِهري وڃي ٿي ۽ انهيءَ ڪري جڏهن اهي ان سوجهري ڏانهن ڏسن ٿا تہ فلاح بهبود ۽ هدايت ڏانهن اچي نڪرن ٿا ۽ جڏهن طبعي اونداهي ڏانهن رُخ ڪن ٿا تہ گناهن ۽ ڏوهن جو شڪار ٿي وڃن ٿا. مگر جيئن تہ گناهہ کي گناهہ ئي سمجهندا آهن، انهيءَ ڪري انهن کان توبهہ جي آس ۽ ان جي اميد قائم رهندي آهي

"وَ اٰخَرُوۡنَ اعۡتَرَفُوۡا بِذُنُوۡبِهِمۡ خَلَطُوۡا عَمَلًا صَالِحًا وَّ اٰخَرَ سَيِّـئًا ؕ عَسَى اللّٰهُ اَنۡ يَّتُوۡبَ عَلَيۡهِمۡ ؕ اِنَّ اللّٰهَ غَفُوۡرٌ رَّحِيۡمٌ ﴿۱۰۲﴾" معنيٰ: ۽ ڪجهہ پيا آهن جن پنهنجن گناهن جو اقرار ڪيو آهي ۽ چڱا ڪم ۽ بڇڙا ڪم گڏوچڙ ڪيا اٿن اُميد آهي تہ الله انهن جي توبهہ قبول ڪندو، بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي ﴿۱۰۲﴾ (سورت توبه)

## ڪافر ۽ منافق

پنجون درجو سج کان شين جو گهٽو پري واري حصن جو آهي جن جي سطح تي اُس تہ پئجي ويندي آهي مگر اندروني گهرائي ۾ ڪابہ روشني نہ پهچندي آهي جو اچي ڪاري جو ڪو فرق ڪري سگهجي. ان جي لاءِ رات ۽ ڏينهن هڪجهڙا هوندا آهن. اهو حصو سمنڊن جي گهرائي جو آهي، جنهن ۾ مٿان ڪافي چمڪ مگر اندر اونداهي آهي. اهو مثال منافقن جي زندگيءَ جو آهي، جن ايماني نور کي مٿاڇرو تہ

قبول ڪيو آهي مگر اندر واري اک کي بند رکي پاڻ کي گمراهي ۾ ڇڏي ڏنو آهي. ڇهون درجو ان کان به وڌيڪ گمراهي ۽ اونداهي جو آهي. اهو زمين هيٺان تهه خانن جو آهي، جو انهن جو ظاهر ۽ باطن، ٻئي روشني کان محروم رهندا آهن. نه اُس پهچندي آهي ۽ نه چمڪ. مطلب ته اهي پنهنجي حالت مطابق اعلان ڪندا آهن ته نه اسان روشني قبول ڪنداسين ۽ نه قبول ڪري سگهون ٿا. ڇاڪاڻ اسان جو وجود ئي ان لاءِ ڪونهي ته اسان نوراني بڻجون. اهو مثال ڪافرن ۽ دشمنن جو آهي، جن نه آفتابِ نبوت جي ڪرڻن کي اکين ۾ ويهاريو نه اُس جي سطح تي ورتو ۽ نه ان جي چمڪ کي دل جي ڪنهن حصي ۾ اچڻ ڏنو. يعني دلين جا دروازا به مڪمل بند ڪري ڇڏيا ته اندر سوجهرو به نه اچي سگهي. "اَمْ عَلٰى قُلُوْبٍ اَقْفَالُهَا﴿۲۴﴾" معنيٰ: يا انهن جي دلين تي تالا لڳل آهن ﴿۲۴﴾ (سورت محمد)

مثان وري اکيون به بند ڪري ڇڏيون ته ڪنهن به سوراخ مان نورِ نبوت جو ڪرڻو اندر نه پهچي وڃي "وَلَهُمْ اَعْيُنٌ لَّا يُبْصِرُوْنَ بِهَا" معنيٰ: انهن کي اکيون آهن جن سان حقانيت نٿا ڏسن. (سورت اعراف آيت 179)

ان سان گڏ اکين تي پٽي به ٻڌي ڇڏي ته ڏسڻ جو موقعو ئي باقي نه رهي "وَعَلٰٓى اَبْصَارِهِمْ غِشَاوَةٌ" معنيٰ: ۽ انهن جي اکين تي ڳُوڙهو پردو آهي. (سورت بقره آيت 7)

وري اونڌي منهن ليٽي به پيا ته نظرن ۾ روشني اچڻ جو ڪو امڪان به باقي نه رهي "اَفَمَنْ يَّمْشِيْ مُكِبًّا عَلٰى وَجْهِهٖٓ اَهْدٰٓى اَمَّنْ يَّمْشِيْ سَوِيًّا عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ﴿۲۲﴾" معنيٰ: ڀلا جيڪو پنهنجي منهن ڀر اونڌو هلي ٿو سو وڌيڪ هدايت تي آهي يا جيڪو نيڪ سڌي واٽ تي هلي ﴿۲۲﴾ (سورت ملڪ)

ان سان گڏ اهو پختو عزم به ڪري ڇڏيائون ته ڪجهه به ٿئي، ان حق کي قبول ناهي ڪرڻو "بَلْ طَبَعَ اللّٰهُ عَلَيْهَا بِكُفْرِهِمْ فَلَا يُؤْمِنُوْنَ اِلَّا قَلِيْلًا (۱۵۵)"معنيٰ: بلڪ الله انهن جي ڪفر سبب انهن جي دلين تي مُهر لڳائي آهي، سو ٿورن کان سواءِ ٻيا ايمان نه آڻيندا (۱۵۵)(سورت نساء)

مطلب ته ڪنهن درجي ۾ به انهن آفتابِ نبوت جي چمڪ دمڪ مان فائدو وٺڻ گوارا نه ڪيو. بلڪ ان سان نفرت ۽ دشمنيءَ جو مظاهرو ڪيو. جنهن جي ڪري اهي ڪنهن درجي ۾ به روحاني روشني ۽ رضاءِ الاهي جو تجلو به حاصل ڪري نه سگهيا.

تنهنڪري جيئن مادي شيون سج کان محروم ٿيڻ تي پنهنجي صحت ۽ توانائي ۽ مادي زندگي کي قائم رکي نہ سگهنديون آهن، ايئن روحانيت طلبي جي دائري ۾ اهي گمراهہ انسان بہ آفتابِ نبوت کان محروم ٿي پنهنجي روحاني صحت ۽ توانائي هميشہ جي لاءِ وڃائي ويٺا ۽ ابدي هلاڪت جا حقدار ٿي ويا. ڇوتہ جيئن مادي زندگيءَ جو ضامن مادي سج آهي، ائين روحاني زندگيءَ جو ضامن هي روحاني آفتاب آهي.

بهرحال، سراج منير جي ان مثال سان آفتابِ نبوت جي فائدي ۽ ان کان امت طرفان فائدا حاصل ڪرڻ جا ڇهہ مرتبا بہ کلي ويا ۽ فائدي وارن جي درجن جو هڪڙو مختصر خاڪو بہ سامهون اچي ويو تہ طبعي طور تي انسانن ۾ آفتاب جي ويجهو ۽ پري هجڻ جي لحاظ کان اهي ڇهہ مرتبا نڪري سگهن ٿا. ڪجهہ طبقا آفتابِ نبوت جي تعليم ۽ تربيت سان هرهڪ پهلو واري حيثيت سان منور ٿي نورِ مجسم ۽ مظهرِ آفتاب بڻجي ويا، جيئن، امام ۽ راسخين في العلم. ڪن جي باطن وڌيڪ اثر ورتو، مگر ظاهر وڌيڪ چمڪي نہ سگهيو ۽ اهي مظهر ضياء آفتاب بڻجي ويا، جيئن علم ۽ معرفت جا صاحب. ڪن جي باطن اثر گهٽ ورتو مگر ظاهر وڌيڪ روشن ٿي پڌرو ٿي ويو ۽ اهي آفتاب جي ظاهري چمڪ دمڪ جو مظهر بڻجي ويا، جيئن مومن ماڻهو. ڪن باطن کي مڪمل طور بندي ڪري رڳو ظاهر کي چمڪ سان سينگاريل ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اهي منافق آهن. ڪي وري ظاهر ۽ باطن ٻنهي جي حوالي سان محروم ۽ گمراهہ رهيا ۽ انهن کي مظهريت جي ڪابہ نسبت حاصل نہ ٿي، جيئن ڪافر ۽ انڪار ڪندڙ. بهرحال، ان مثال سان اهلِ حق ۽ اهلِ باطل ۽ پوءِ اهلِ حق ۾ حق کي قبول ڪرڻ وارن جي درجن جو تفصيل سامهون اچي وڃي ٿو جيڪي آفتابِ نبوت جي تعليم، تزڪي ۽ عملي نموني سان امت ۾ پيدا ٿيا.

## معجزا ۽ ڪرامتون

جهڙيءَ طرح سج جي هڪڙي تہ روزاني جي مقرر عادت وارو شان آهي تہ عام عادت جي مطابق اڀري پنهنجي روشني ۽ اثر سان دنيا کي روشني ۽ گرمي پهچائيندو آهي. جيڪا هر ننڍي وڏي کي ملندي آهي

۽ ان جي فيض رسائڻ سان هرهڪ درجي بدرجي فائدو حاصل ڪندو رهندو ۽ ان کي ڄاڻندو سڃاڻندو آهي. پر ان سان گڏ ان جو هڪڙو غير معمولي ۽ غير مادي شان بہ آهي تہ ان جي ان ئي روشني ۽ گرمي سان جڏهن اها سميٽجي ڪنهن شي تي پوي تہ عادت جي خلاف بہ ڪڏهن ڪجهہ آثار ظاهر ٿيندا آهن. جنهن سان ان جي خاص قوتن جو اظهار ٿيندو آهي. جيئن مثال طور, ان جي عام عادت رڳو سوجهرو ڪرڻ ۽ شين کي گرمائڻ آهي, ساڙڻ ۽ باهہ لڳائڻ ڪونهي. ڪٿي جيڪڏهن آتشي شيشي جي ذريعي ان جي گرمي کي سميٽي ڪنهن شي تي وڌو وڃي تہ اها ڪپڙي ۽ ڪاغذ وغيره ۾ باهہ بہ لڳائيندي آهي يا جيئن اڄ ڪجهہ سائنسدانن ان جي ڪرڻن مان هڪڙي خاص درجي واري گرمي جذب ڪري هڪڙو اهڙو چلهو ايجاد ڪيو آهي جو ان تي صرف سج جي شعاعن سان ڪاڌو پچائي سگهجي ٿو يا جيئن روس وارن سج جي شعاعن سان هڪڙو اهڙو بم ايجاد ڪيو آهي جو ان کي موڪليو وڃي تہ اهو پاڻ ئي مقرر هدف تي پهچي وڃي ٿو ۽ مقرر وقت ۾ پاڻ ٻري پوندو آهي ۽ لکن ماڻهن جي موت جو ڪارڻ ٿيندو آهي. ظاهر آهي تہ سج جو عام عادت مطابق ڪم باهہ لڳائڻ ۽ مخلوق کي تباهہ ڪرڻ وغيره نہ هيو. پر اهو خاص حرڪتن سان پنهنجي طاقتن کي جڏهن خاص طريقن سان سميٽي ظاهر ڪري ٿو تہ ان کان تعميري ۽ تخريبي ٻنهي قسمن جا ڪم معجزاتي طور ظاهر ٿيندا آهن. تنهنڪري ان ڪاڌو بہ پچايو جيڪو تعميري انداز آهي ۽ ڪپڙي, ڪاغذ ۽ ماڻهن کي ساڙي ڪاري خاڪ بہ ڪري ڇڏيو جيڪو تخريبي رنگ آهي. يا مثال طور, يوشع بن نون عليہ السلام جي لاءِ الله جي حڪم سان سج جو رڪجي وڃڻ جو اهو پنهنجي عادت واري گردش ڇڏي بيهي رهيو تہ ڏينهن اتي جو اتي بيٺو رهيو ۽ جيستائين حضرت يوشع عليہ السلام لڙائي فتح نہ ڪئي سج ڪونہ لٿو. جيئن قيامت ويجهو ٿيڻ وقت بنا ڪنهن جي تحريڪ ۽ دعا جي پاڻمرادو الله جي حڪم سان سج جو اولهہ جي طرف کان اڀرڻ يا اڌ ڏينهن تي پهچي اولهہ ڏانهن موٽي وڃڻ ۽ لهي وڃڻ يا دجال جي ظاهر ٿيڻ وقت چاليهہ ڏينهن جي برابر هڪ ڏينهن ٿيڻ. مطلب تہ چاليهہ ڏينهن جي وقت جيترو سج پنهنجي گردش کان بيهجي

ويندو. جنهن سان هڪڙو ڏينهن چاليهن ڏينهن جيترو ٿي ويندو. اهي خاص ڪم آهن جيڪي ان جي گردش سان تعلق رکن ٿا، جنهن جي گهٽ يا وڌ ٿيڻ سان پوري ڪائنات جو زماني عرصو گهٽ وڌ ٿي ويو ۽ عظيم انقلاب ظاهر ٿي ويو. ظاهر آهي ته اهي سڀ ڳالهيون عادت نه آهن، عادت جي خلاف آهن. جيڪي دنيا جي تربيت ۾ اثرائتيون آهن. ان سان يا ته ڪنهن قوم تي حجت پوري ڪرڻ مقصد هوندو آهي يا ڪنهن قوم جو ايمان مضبوط ڪرڻ مطلب هوندو آهي. بهرحال، مادي سج جي حوالي سان اهي ڳالهيون عادت جي خلاف آهن. جيڪي خاص خاص وقتن تي خاص مقصدن جي لاءِ ظاهر ڪيون وينديون آهن.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب جي به هڪڙي عام ۽ عادت واري هلت آهي. جنهن سان دنيا جي قومن کي پنهنجي پنهنجي وقت تي علم الاهي ۽ اخلاق رباني جي روشني ۽ گرمي ملندي رهندي آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن عام عادت جي خلاف ڪرامت ۽ معجزي طور اهي علمي ۽ اخلاقي قوتون باطني قوت سان ڪنهن هڪڙي نقطي تي سميٽجي ظاهر ٿينديون آهن ته اهڙن دنياوي عجائبن جو ظهور ٿيندو آهي، جيڪي بشري طاقت سان خارج ٿيندا آهن ته جيئن ان جي نبوت جو ڪليل دليل دنيا ڏسي وٺي. پر اهو سڀ ڪجهه اها ئي علم ۽ اخلاق جي طاقت هوندي آهي جنهن کي ان ڏانهن منسوب ڪيو ويندو آهي. تنهنڪري سليمان عليه السلام جو بلقيس جو عرش ڪٽائي اچڻ جي واقعي ۾ علم جي ان طاقت ڏانهن قرآن شريف اشارو ڪيو آهي. جنهن سان ان کي علم الاهي جي قوتن جو ڪرشمو چئبو. چاهي اها ڳالهه پيغمبر جي هٿ تي ظاهر ٿئي، فرمايو ويو:

"قَالَ الَّذِىْ عِنْدَهٗ عِلْمٌ مِّنَ الْكِتٰبِ اَنَا اٰتِيْكَ بِهٖ قَبْلَ اَنْ يَّرْتَدَّ اِلَيْكَ طَرْفُكَ"

معنيٰ: ٻيو شخص جنهن وٽ ڪتاب مان علم هو ان چيو ته مان ان کي اک ڇنڀ کان به اڳ تو وٽ آڻيندس. (سورت نمل آيت 40)

بهرحال، علم جي قوت يا ان علم ۾ سمايل الله جي نالن جي قوت جي اثر سان پيغمبر جي هٿن تي غيرمعمولي راز پڌرا ٿيندا آهن، جن کي معجزو چيو ويندو آهي. ڇوته اهي ڳالهيون دنيا کي پاڻ جهڙو مثال آڻڻ کان عاجز ڪري ڇڏينديون آهن.

تنهنڪري آفتابِ نبوت جي هڪڙي روشني ۽ گرمي تہ اها آهي جيڪا عادت موجب ان جي علم ۽ اخلاق سان ڇٽي مخلوق تي وسندي رهي آهي. ڪٿي ڪڏهن ڪڏهن عادت جي خلاف معجزي طور اها قوت غير معمولي انداز ۾ ظاهر ٿيندي آهي. ڪڏهن تعميري صورت ۾ تہ ڪڏهن تخريبي رنگ سان. جيئن غزوه خندق جي موقعي تي ٻن مانين جا ٽڪڙا سوين انسانن جي پيٽ ڀرڻ جي لاءِ ڪافي ٿي ويا، اها تعميري صورت هئي ۽ غزوه بدر جي موقعي تي ڪجهہ پٿريون جيڪي پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم اڇلايون انهن سان سوين ڪافرن جون دليون دهلجي ويون ۽ اها تخريبي رنگ واري ڳالهہ هئي. يا هڪڙي طرف فتح بغداد جي موقعي تي اصحابن جا گهوڙا دجلہ نديءَ جي تارتار پاڻيءَ ۾ ٻيڙن کان بہ وڌيڪ تيز ڊوڙندا ويا تہ جيئن ايمان وارن کي ڪامل فتح نصيب ٿئي. اها اصحابن جي ڪرامت بہ اڻ سڌي طرح پيغمبري جو معجزو هئي ۽ ٻئي طرف هجرت واري لِڪي سفر ڪرڻ دوران سراقہ بن مالڪ جو گهوڙو ويجهو پهچڻ کان پوءِ سخت زمين تي بہ هلي نہ سگهيو ۽ ان جا پير زمين پڪڙي ورتا تہ جيئن ڪافر پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڳولا نہ ڪري سگهن. هڪڙي تعمير جي صورت هئي ۽ ٻي تخريب جي. مگر الله تعاليٰ جي انهن ٻنهي قسمن جي ڪمن جو واقع ٿيڻ، جنهن سان خدائي ڪم ظاهر ٿيا، اهائي علمي ۽ اخلاقي يعني روحاني قوت هئي، جيڪا پيغمبر صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي اندر مان ٿي گذري ۽ عادت خلاف معجزي جي صورت اختيار ڪئي. تنهنڪري جيئن مادي سج ۾ عادت ۽ عادت جي خلاف ٻنهي قسمن جا عمل موجود آهن ائين ئي روحاني آفتاب ۾ بہ عادت ۽ عادت جي خلاف ٻنهي قسمن جا عمل موجود آهن، جيڪي پنهنجي پنهنجي موقعي تي پڌرا ٿيا. فرق ايترو آهي تہ مادي سج جي عادت خلاف عمل ۾ سڌو سنئون خدائي ارادو ڪم ڪندو آهي. خود سج جي ارادي يا همت کي عمل دخل ڪونهي. جڏهن تہ روحاني آفتاب جي عادت خلاف ڪم ۾ خدائي ارادو نبوي همت ذريعي ظاهر ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري اهي معجزا نبي ڏانهن منسوب ٿيندا آهن. بهرحال، سراج منير جي مثال سان جيئن آفتابِ نبوت جا عادي افعال تعليم ۽ تربيت وغيره ذريعي واضح ٿيا هيا. ايئن

ئي عادت خلاف ڪمن ۾ معجزن جو ثبوت بہ مليو جيڪو هن آيت (عنوان واري آيت "سراجا منيرا") جو دليلي ثبوت آهي.

## آفتابِ نبوت جي دليل جي واقعيت ۽ صداقت

ان مان اهو بہ معلوم ٿيو تہ جيئن ستارن جي جهان جي اڀرڻ ۽ لهڻ جو ڪو عام علم ناهي هوندو بلڪ فنِ هيئت جي فني دليلن ۽ خارجي سببن سان معلوم ڪيو ويندو آهي تہ ڪهڙي تاري اڀرڻ جو ڪهڙو وقت آهي ۽ اهو ڪيتري مدت ۾ پنهنجو دورو مڪمل ڪندو آهي، ڪڏهن اڀريو ۽ ڪڏهن لٿو. بلڪ اڀري وڃڻ تي بہ ان جي اڀرڻ جو مقرر علم نہ هجڻ ڪري جيستائين نجوم جي فن جي قاعدن کان مدد نہ ورتي وڃي خود اهو پنهنجي علمن جو دليل ڪونہ ٿيندو آهي. خود انهن ستارن جي چال سان اهي سڀ ڳالهيون معلوم ڪري ڪونہ سگهبيون آهن. باقي صرف سج جي اڀرڻ جوئي عام علم هوندو آهي. بلڪ ٻهريان کان ئي معلوم هوندو آهي ۽ اڀرڻ جا آثار خود ان جو پتو ڏيندا آهن ۽ ان سان گڏ ان جي اڀرڻ کان پوءِ ان تي يقين ڪرڻ لاءِ ڪنهن ٻاهرين ۽ خارجي دليل جي ضرورت ڪونہ هوندي آهي بلڪ

*آفتاب، آمد دليل آفتاب — گر دليلت بايد از وے رو متاب*

جو قصو هوندو آهي جو ان جو اڀرڻ ۽ لهڻ حِسي آهي، جنهن جي لاءِ صرف اک جي ضرورت آهي، فني قاعدن جي ڪونهي. اها هڪڙي حِسي ۽ ظاهري شي آهي. پوءِ ان جي روشني ۽ گرمي جيڪا جسمن اندر ۾ سمائي چڙي آهي ۽ ان جو جاهہ ۽ جلال وارو روشن چهرو جيڪو امتياز سان ماڻهن جي نظرن سامهون هوندو آهي، خود ان جي وجود جو هڪڙو مستقل دليل هوندو آهي. ٻاهران ڪنهن فني دليل جي ضرورت ڪونہ پوندي آهي. ورنہ دنيا جي عام ۽ خاص ماڻهن ۾ فن هئيت کان ڪير واقف آهي. مگر سج کان سڀ واقف آهن. نيڪ اهڙيءَ طرح نبوت جي ستارن يعني نبين سڳورن جي ظهور، انهن جي علمن ۽ ڪمالات، ۽ انهن جي خدمتن جو علم ڪنهن کي بہ ذاتي طور ڪونهي بلڪ تاريخ جي فن تي يا عقل ۽ ٻڌڻ واري دليل تي موقوف آهي. مطلب تہ آفتابِ نبوت حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان

سواءِ ٻين نبين سڳورن جي سيرتن ۾ انهن طرفان آندل روشنين جو ڪنهن کي بہ سڌو سنئون علم ڪونهي. باقي پاڻ سڳورن طرفان آندل صداقت جي لاءِ ڪنهن خارجي يا منطقي ۽ فلسفاڻي دليل جي گهرج ڪونهي. ان جي ڦهليل علم جي روشني، ان جي اخلاقي ۽ عملي سيرت جي گرمي ۾ اثر جيڪو شعوري ۽ غير شعوري طور تي دنيا جي قومن جي روحن جي اندر لٿل ۽ انهن تي ڇانيل آهي خود ان جي وجود تي عدل واري شاهدي آهي. ان ڪان علاوه، پاڻ سڳورن جو مثالي چهرو جيڪو پاڪ زندگيءَ جي صورت ۾ هر وقت انهن جي نظرن جي سامهون رهي ٿو ان جي صداقت جي لاءِ ڪافي دليل آهي.

گر دليليت بايد ازوے رو متاب.

چوتہ اخلاق ۽ عمل جو اهو ڪردار جيڪو خاتم النبيين کان ظاهر ٿيو ۽ انتهائي ڳوڙهن علمن مان نڪتل انسانيت جا اهي جامع مقصد جيڪي خاتم المرسلين جي وجود مان ظاهر ٿيا، نہ اڳين ۾ نظر آيا ۽ نہ بعد وارن ۾. جنهن جو سبب اهوئي آهي تہ اڳيان ۽ پٺيان ان آفتاب کان سواءِ ٻيو ڪو آفتاب آهي ئي ڪونہ، جو اهڙي روشني ۽ گرمي ۾ اهڙو ٻهڪندڙ چهرو ڪنهن ٻئي جو هجي. انهيءَ ڪري صداقت جي ثبوت جي لاءِ اها ئي روشني ۽ گرمي ۽ سندن مثالي سيرت ڪافي آهي، جيڪا هر ڪچي ۽ پڪي گهر ۾ پهچي رهي آهي.

تنهنڪري اهي اعتراف ۽ بيان جيڪي دنيا جي قومن جي ذميوار ماڻهن پاڻ سڳورن جي صداقت جي سلسلي ۾ ڏنا آهن، توڙي جو انهن پاڻ سڳورن جو دين قبول ڪري پيروي ڪونہ ڪئي، ان جو ڪليل ثبوت آهن. مطلب تہ پاڻ سڳورن جي امتيازي فضيلت ۽ بزرگي جي اعتراف کان سواءِ غيرن ۽ مخالفن وٽ بہ ڪو ٻيو چارو ڪونہ هيو. پاڻ سڳورن جو سيني ڪان وڏو دشمن ابوجهل هيو (جنهن کي فرعونِ امت جو لقب مليل آهي) گهر ۾ ويهي پاڻ سڳورن جي سچائي جو قائل هيو ۽ عربستان جا سڀ مشرڪ سخت دشمنيءَ جي باوجود پاڻ سڳورن کي صادق ۽ امين چوندا هيا. نبوت جي دعويٰ ڪرڻ کان پوءِ بہ انهن جي دلين مان اهو اعتراف نہ نڪتو هو. مگر "حسدا من انفسهم" يعني زبانن تي انڪار ۽ تڪبر اچي ويو هو. انهيءَ ڪري انڪار جي باوجود بہ اهي

معترف ٿي سمجهيا ويندا. انهيءَ ڪري قرآن شريف انهن جي اقراري حالت جي لهجي ۾ فرمايو

"اَمۡ لَمۡ يَعۡرِفُوۡا رَسُوۡلَهُمۡ فَهُمۡ لَهٗ مُنۡكِرُوۡنَ﴿٦٩﴾" معنيٰ: يا انهن پنهنجي رسول کي نہ سڃاتو آهي جو ان جا منڪر ٿيا آهن ﴿٦٩﴾ (سورت مومنون)

اهلِ ڪتاب توڙي جو عام طور پاڻ سڳورن جا پيروڪار نہ ٿيا مگر پنهنجي آسماني ڪتابن جي خبرن ۽ پاڻ سڳورن جي ديانت ۽ صداقت جا روشن آثار ڏسي پاڻ سڳورن جي صداقت جو اعتراف ڪرڻ تي مجبور هيا. بحيره راهب جهڙن ماڻهن جي شهادت، ايستائين جو اعلانِ نبوت کان بہ اڳ ۾ پاڻ سڳورن جا مقبول آثار ۽ نشانيون ڏسي خاتم النبيين ﷺ کي سڃاڻي نصراني راهبن جو حضرت ابو طالب رضہ کي پاڻ سڳورن جي حفاظت لاءِ تاڪيد ڪرڻ ۽ اهو چوڻ تہ هن کي يهودين کان حفاظت ۾ رکجانءِ. ايستائين جو اعلانِ نبوت کان پوءِ ڪجھ يهودي پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪليل لفظن ۾ پاڻ سڳورن جي صداقت ۽ نبوت جو اقرار ڪندي ڏسڻ ۾ آيا. جيئن ترمذي ۾ صفوان بن غسال جي روايت ۾ آهي تہ ٻن يهودين، (جڏهن حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم انهن جي ئي مذهب جي اصول تي انهن کي ڇنڇر (سبت) جي ڏينهن جي باري ۾ نصيحت ڪئي) پاڻ سڳورن جا هٿ ۽ قدم چميا ۽ چيو تہ اسان شاهدي ڏيون ٿا تہ توهان پيغمبر آهيو. توڙي جو پاڻ سڳورن جا پيروڪار نہ بڻيا. ان کان علاوه، يهودي هڪڙي قوم جي حيثيت ۾ ان صداقت کي ڄاڻندا هيا، مگر تڪبر ۽ سرڪشي سبب ڄاڻي واڻي انڪار ڪندا هيا. تنهنڪري انهن جي اعتراف جي باري ۾ قرآن شريف فرمايو:

"يَعۡرِفُوۡنَهٗ كَمَا يَعۡرِفُوۡنَ اَبۡنَآءَهُمۡ وَاِنَّ فَرِيۡقًا مِّنۡهُمۡ لَيَكۡتُمُوۡنَ الۡحَقَّ وَهُمۡ يَعۡلَمُوۡنَ (١٤٦)" معنيٰ: هن پيغمبر کي ائين سڃاڻندا آهن جيئن پنهنجي اولاد کي سڃاڻندا آهن تنهن هوندي بہ انهن مان هڪ ٽولو ڄاڻ هوندي بہ سچ لڪائي ٿو (١٤٦) (سورت بقر)

پروري انهن جي سرڪشي ۽ تڪبر جي باري ۾ بہ فرمايو ويو: "وَجَحَدُوۡا بِهَا وَاسۡتَيۡقَنَتۡهَآ اَنۡفُسُهُمۡ ظُلۡمًا وَّعُلُوًّا" معنيٰ: ۽ ظلم ۽ وڏائي سبب انهن نشانين (معجزن) جو انڪار ڪيائون. (سورت نمل آيت 14)

اڳين تي ئي ڳالهہ ختم نٿي ٿئي پر اڄوڪي زماني جي مهذب قومن جي ليڊرن ۽ سردارن جا اهي بيان جيڪي وقت بہ وقت اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا ۽ سيرت جي جلسن ۾ زبان تي ايندا رهن ٿا جن ۾ گهٽي قدر حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي امتيازي شان کي ساراهيو ويندو آهي، ان جو شاهد آهن تہ آفتابِ نبوت جي نظرن کان اوجهل ٿيڻ (وفات) کان پوءِ بہ اعترافن جو سلسلو قائم آهي. سو اهي اعتراف ڪنهن منطقي دليل سان ظاهر ڪونہ ٿيا آهن، بلڪ صرف پاڻ سڳورن جي سيرت پاڪ جي پاڪ ڪردار ۽ سندن مثالي ۽ معياري علومِ ڪمالات ۽ قومن ۽ امتن ۾ ڦهليل سندن اثر ۽ سندن بين الاقوامي برڪتون انهن جي زبانن ۽ دلين ۾ آيون. يعني آفتاب پنهنجو دليل پاڻ ثابت ٿيو. مطلب تہ سج ۽ آفتاب جي ان مثال سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڪمالات جي امتياز جو اعتراف دوست دشمن ۽ هر ننڍي وڏي جي زبان تي عام هجڻ ثابت ٿيو جيڪو ستارن ۾ سج جو شان هيو.

## اعتراف اڻٽر

سراج منير واري انهيءَ مثال کي سامهون رکي منڪرن جي ان مجبوري واري اعتراف کي هيئن سمجهو تہ جيئن سج جي روشني کان ڪير ڪيترو بہ ڀڄي، اها خود ان جو پيڇو ڪندي آهي ۽ آخرڪار ان کي لڳي ۽ ان ۾ گهري ان کان پنهنجو اعتراف ڪرائي وٺندي آهي. چوتہ ڪير بہ ان جي وسيع ترين اثر واري دائري کان ٻاهر نڪري ڪنهن ٻئي سج جي عملداري ۾ نٿو وڃي سگهي.

زمان هجي يا مڪان، جڏهن هرجاءِ تي سج جي ئي عملداري آهي تہ انهن حدن کان نڪري ڪير ٻاهر وڃي بہ ڪيئن ٿو سگهي؟ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي صداقت کان ڪير ڪيترو بہ ڀڄي، صداقت پاڻ ان جو پيڇو ناهي ڇڏيندي. ايستائين جو اهو ارادي ۽ شعور سان ناهي مڃيندو تہ زبردستي ان جي دل مڃيندي آهي ۽ اها صداقت ان جي ضمير ۾ گهري ويندي آهي. ڪير اونداهي کان اونداهي ڪمري ۾ بہ وڃي ويهي تہ بہ روشني ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين اتي بہ پهچي ويندي آهي. تنهنڪري سخت کان سخت دل انسان بہ آفتابِ نبوت جي

صداقت کان انڪار نٿو ڪري سگهي. تنهنڪري اج بہ ۽ اج کان پهريان بہ دنيا جي قومن جون شاهديون، جيڪي انهن پيغمبر اسلام جي باري ۾ ڏنيون آهن ۽ انهن جون دليون ان جي سامهون جهڪي رهيون آهن، ان جون عدل واريون شاهديون ۽ حقيقت آهن. جيئن ان باري ۾ مستقل رسالا ۽ مقالا لکيا ويا ۽ ڇپيل مواد موجود آهي. چوٿہ دورِ محمدي بعد يعني حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ظاهري حياتي کان پوءِ جڏهن ڪا بہ نبوت ۽ ڪو پيغام اچڻ وارو ڪونهي تہ لازمي طور ان ئي هڪڙي پيغام جي روشني پوري دنيا ۾ پکڙجڻ ضروري هئي. تنهنڪري اج دنيا جي قومن ۾ نہ صرف پاڻ سڀورن جي حقانيت جو زباني ئي اعتراف ڪيو ويجي ٿو بلڪ دين ۽ سياست ٻنهي جي لحاظ کان اسلامي اصول ئي عملي طور قبول ڪيا وڃن ٿا، جيڪي برابر پکڙجندا ۽ رواج ۾ ايندا وڃن ٿا. ان حقيقت ڏانهن ڪلامِ نبوت ۾ هنن لفظن ۾ رهنمائي ڪئي وئي آهي.

"لايبقيٰ عليٰ ظهرالارض بيت مدر ولا وبرالا ادخلہ الله کلمة الا سلام بعز عزيز وذل ذليل (فيکون الدين کلہ لله)" يعني زمين جي مٿاڇري تي ڪوئي ڪچو يا پڪو گهر اهڙو باقي ڪونہ رهندو جنهن ۾ الله اسلام جي ڪلمي کي داخل نہ ڪري ڇڏي، عزت واري جي عزت ۽ ذلت واري جي ذلت جي باوجود ۽ تمام تر دين صرف الله جو ئي هوندو.

نہ بلڪ هن دنيا کي بہ ڇڏي پٺجي ويجي ۽ دنيا مان گذري، قبر واري جهان يا برزخ واري جهان ۾ بہ پهچي ويجي تہ اتي بہ جيئن مادي سج جي روشني ان جو پيڇو ڪندي آهي ائين ئي روحاني آفتاب جي روشني بہ پيڇو ناهي ڇڏيندي. اهي ٻئي سج انهن جون روشنيون بلڪ انهن ٻنهي آفتابن جي مثالي صورت اتي بہ اکين جي سامهون ايندي آهي ۽ اتي بہ ان کان ۽ ان جي ڪمالات جي اعتراف کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نٿو رهي. تنهنڪري حديث نبوي جي تشريح موجب جڏهن ميت کي قبر ۾ سمهاريو ويندو آهي ۽ ان جو ديني امتحان وٺڻ جي لاءِ منڪر نڪير سوال ڪرڻ ايندا آهن تہ ان وقت ميت کي ايئن نظر ايندو آهي تہ سج لهڻ وارو آهي. اُس تي ڦڪاڻ اچي وئي آهي ۽ ڏينهن ختم ٿي رهيو آهي

۽ سچ اولھہ ۾ لھڻ جي ويجھو پھچي چڪو آھي تہ اھو مرد صالح جيڪو دنيا ۾ نماز پڙھڻ جو شوقين ۽ الڪو رکندو ھو ھڪدم گھبرائي انھن ملائڪن کي چوندو آھي تہ ”دعوني اصلي“ يعني ھٽو مون کي ڇڏيو تہ مان نماز پڙھان. اھا مادي سج جي صورت مثالي ھوندي آھي، جنھن کي سامھون آندو ويندو آھي. سو سج جي صورت ۽ ان جي حقيقي مقصد ۽ مطلب اتي بہ ان جو پيڇو نہ ڇڏيو. اھڙيءَ طرح منڪر نڪير جڏھن ان ميت کان نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ پڇندا آھن تہ ”من ھٰـذا الرجل“ يعني ھي شخص ڪير آھي؟ تہ حديث جي شرح مطابق حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي مثالي صورت يا حقيقي صورت ان کي پري کان ڏسڻ ۾ ايندي آھي، تان جو اھو پنھنجي ضمير جي شاھديءَ سان سڃاڻي وٺندو آھي ۽ پڪاريندو آھي تہ ھي تہ منھنجا اھي پيغمبر آھن، جن جي عقيدت ۽ عظمت دنيا ۾ منھنجي دل جي امانت رھي آھي ۽ ھڪدم شاھدي ڏيندو آھي تہ اھي محمد صلي الله عليہ وآلہ وسلم آھن، جيڪي اسان وٽ الله جو ھدايت نامو وٺي آيا ھيا. البت، جنھن بہ دنيا ۾ ضمير جي شاھدي جي باوجود انڪار جي رَٽ ۽ تعصب ۽ دشمنيءَ سان خود پنھنجي ضمير کي جھالت جي حيرت جو شڪار بڻائي رکيو ھوندو، جنھن سان حيرت ۽ ڪن لاٽار ئي ان جي نفس جو جوھر ٿي ويو ھو تہ قبر ۾ بہ نہ مادي سج جي صورت ڏسي نماز جي چنتا ڪندو ۽ نہ روحاني آفتاب جي مثالي صورت ڏسي ان کي سڃاڻندو. بلڪ اھوئي حيرت ۽ جھالت جو اظھار ڪندو تہ ”ھاہ ھاہ لا ادري“ يعني ھڪو ٻڪو ٿي چوندو تہ مان تہ واقف ڪونہ آھيان تہ اھو ڪير آھي؟ بھرحال، ان مان واضح آھي تہ عالم برزخ ۾ جھڙيءَ طرح مادي سج جي مثالي صورت ڏيکاري ويندي آھي جنھن سان عمل ۽ عبادت ۽ نماز جو امتحان مقصد ھوندو آھي، اھڙيءَ طرح روحاني آفتاب جي مثالي صورت بہ ڏيکاري ويندي آھي جنھن سان عقيدي ۽ ايمان جو امتحان مقصد ھوندو آھي. مطلب تہ حسي صداقت ھجي جيڪا مادي سج ۾ آھي يا معنوي صداقت ھجي جيڪا روحاني آفتاب ۾ آھي، ھڪڙي فطرت آھي جيڪا ڪنھن بہ حالت ۾ انسان جو پيڇو نٿي ڇڏي سگھي. چاھي اھو دنيا ۾ رھي يا آخرت واري جھان ڏانھن ھليو

وجي. هاڻي جيڪڏهن ڪير قبول ڪرڻ جو ارادو نہ ڪري تہ ان سان صداقت ۾ فرق نٿو پوي. تنهنڪري آفتابِ نبوت جو اعتراف اڻٽر ۽ ان جو پنهنجو دليل پنهنجو پاڻ ئي هجڻ بہ ان مثال سان پڌرو ٿي ويو. ان جو هڪڙو وڏو سبب اهو آهي تہ پاڻ سڳورن دنيا ۾ تشريف کڻي اچي سيني اڳين نبين جي تصديق ڪرائي ۽ ڪوڙو چوڻ جي خراب عادت، جيڪا تعصب ۽ دشمنيءَ ڪري پيدا ٿيندي آهي، مٽائي ڇڏي. تنهنڪري ڪنهن بہ نبيءَ جو ڪو پيروڪار هجي ۽ جڏهن ان جي نبيءَ جي تعريف ان ڪان ڪرائي وڃي تہ ڪيئن ممڪن آهي تہ اهو ان تصديق ڪرڻ واري ڳالهہ کي ڪوڙو ڪري. ورنہ ان سان خود ان جو ڪوڙو هجڻ ثابت ٿي ويندو. تہ ڪير آهي جيڪو پاڻ کي خود ڪوڙو چوي. انهيءَ سبب ڪري بہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تصديق قومن لاءِ اڻٽر آهي جو پاڻ سڳورا سيني نبين سڳورن جي تصديق ڪندڙ پاڻ بہ آهن ۽ پوري دنيا کان انهن جي تصديق ڪرائڻ آيا آهن. مطلب تہ اڳين نبين جي نبوت جو تحفظ بہ ختم نبوت جو هڪڙو مقبول ڪم آهي. غور ڪيو تہ ختم نبوت جو اهو مقام بہ ان مادي سج جي مثال سان واضح ٿي وڃي ٿو. قرآن پنهنجو لقب "مصدق" ذڪر ڪيو آهي. "مُصَدِّقًا لِّمَا بَيۡنَ يَدَيۡهِ" (احقاف:30)، "مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمۡ" (آل عمران:81) وغيره. غور ڪيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي تصديق عام جو اهو سبب بہ ان ئي سراج منير جي مثال سان پڌرو ٿئي ٿو.

## عام تصديق

جيئن تہ سج ايرڻ کان پوءِ ستارن جون روشنيون مِٽجي ڪونہ وينديون آهن ۽ نہ انهن جو اثر گم ٿيندو آهي، بلڪ باقي رهنديون آهن. پر سج جي روشنيءَ جي تيزي ۽ غلبي جي ڪري انهن جو وجود الڳ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو آهي. اهي سج جي روشنيءَ ڪري گم ٿي ان ۾ مليل رهنديون آهن ۽ يقين هوندو آهي تہ اهي ان روشنيءَ ۾ گڏيل موجود آهن، جيڪي روشنيون سج سان گڏجي پئجي رهيون آهن. جڻ سج پنهنجي زبان سان اهو چوندو ايندو آهي تہ جيئن تہ منهنجي روشنيءَ ۾ سينيءَ جون روشنيون گڏ ٿيل آهن، انهيءَ ڪري مان سيني کي وٺي آيو

آهيان. منهنجي روشنيءَ کي قبول ڪرڻ سيني جي روشني کي قبول ڪرڻ آهي. منهنجي تصديق سيني جي تصديق آهي ۽ منهنجو انڪار سيني جو انڪار آهي. اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي ظهور کان پوءِ اڳين نبين جي علمن ۽ اثرن کي آفتابِ نبوت مِٽائي نہ ڇڏيو آهي، بلڪ باقي رکيو آهي. تنهنڪري انهن جي تصديق ضروري قرار ڏني وئي آهي. مگر اهي سڀ علم ۽ ڪمالات آفتابِ نبوت جي عظيم نور ۾ ايترا گم آهن جو انهن جو مستقل وجود الڳ نظر نٿو اچي سگهي. باقي اهي ختم ڪونہ ٿيا آهن. پري واري نظر رکڻ وارن کي انهن جي وجود جو علم ۽ يقين حاصل رهندو آهي. انهيءَ ڪري هن آخري شريعت جي لاڳاپي ۾ انهن اڳين شريعتن تي ايمان آڻڻ ضروري قرار ڏنو ويو. بلڪ هن شريعت تي ايمان آڻڻ ئي سيني شريعتن کي مڃڻ آهي، جو اهي سڀ جون سڀ هن گڏيل شريعتن (جامع الشرائع) واري شريعت ۾ موجود آهن. انهيءَ ڪري جيئن مادي سج تارن جي روشنين کي ڪوڙو ڪندو نہ ايندو آهي، بلڪ انهن کي پنهنجي لاڳاپي ۾ وٺي انهن جي حفاظت ڪندو ايندو آهي ۽ انهن جي وجود کي پنهنجي لاڳاپي ۾ زندگي ۽ دوام بخشيندو ايندو آهي. ايئن ئي آفتابِ نبوت اڳين نبوتن جي علمن کي پنهنجي اندرسمائي انهن کي ضايع ٿيڻ کان بچائي ورتو آهي. قومن انهن کي مسخ ڪيو ضايع ڪيو پر قرآن انهن جي تصديق ڪئي. انهن کي پنهنجي اندر جاءِ ڏني ۽ پنهنجي دائمي بقا سان گڏ انهن کي بہ باقي دوام بڻايو. انهيءَ ڪري انهن جي تصديق ضروري قرار ڏني ۽ ڪوڙوچوڻ کان منع ڪئي ۽ ڪليل اعلان ڪري ڇڏيو تہ مان سيني جا علم وٺي آيو آهيان. "اوتيت علم الاولين والاخرين." يعني مون کي اڳين ۽ پوين جا علم عطا ڪيا ويا آهن.

انهيءَ ڪري منهنجي تصديق سيني جي تصديق ۽ منهنجو انڪار سيني جو انڪار آهي. بلڪ اڳين نبين مان ڪنهن جو بہ انڪار سيني جو انڪار آهي. ڇو تہ هاڻي سيني جا نور مون ۾ گڏجي هڪ ٿي ويا آهن. انهيءَ ڪري ڪنهن هڪڙي جي تصديق ڪرڻ ۽ ڪوڙو چوڻ جو معاملو سيني لاءِ سمجهيو ويندو. خاص طور تي جڏهن

انهن اڳين نبين جي نبوتن جي صحيفن ۾ پهريان کان ئي هن آخري صحيفي (صحيفہ خاتميت) يعني قرآن شريف جو نور پکڙيل هيو. "وَاِنَّهٗ لَفِيْ زُبُرِ الْاَوَّلِيْنَ ﴿١٩٦﴾" معنيٰ: ۽ بيشڪ ان جي خبر اڳين ڪتابن (صحيفن) ۾ آهي ﴿١٩٦﴾ (سورت شعراء)

تہ ان حالت ۾ انهن صحيفن کي ڪوڙو ڪرڻ خود پاڻ کي ڪوڙو ڪرڻ آهي. جنهن جي ڪوبہ ڏاهو انسان جرئت نٿو ڪري سگهي. انهيءَ ڪري عام تصديق جو فرمان هنن جامع لفظن ۾ ڏنو ويو.

"قُوْلُوْٓا اٰمَنَّا بِاللّٰهِ وَمَآ اُنْزِلَ اِلَيْنَا وَمَآ اُنْزِلَ اِلٰٓى اِبْرٰهٖمَ وَاِسْمٰعِيْلَ وَاِسْحٰقَ وَيَعْقُوْبَ وَالْاَسْبَاطِ وَمَآ اُوْتِيَ مُوْسٰى وَعِيْسٰى وَمَآ اُوْتِيَ النَّبِيُّوْنَ مِنْ رَّبِّهِمْ ۚ لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْهُمْ ۡ وَنَحْنُ لَهٗ مُسْلِمُوْنَ (١٣٦)"معنيٰ: مسلمانو! هيئن چئو تہ اسان الله تي ايمان آندو آهي ۽ ان قرآن تي ايمان آندو آهي جيڪو اسان ڏي نازل ڪيو ويو آهي ۽ جيڪي صحيفا ابراهيم ۽ اسماعيل ۽ اسحاق ۽ يعقوب ۽ ان (يعقوب) جي اولاد ڏانهن نازل ڪيا ويا ۽ جيڪي موسيٰ ۽ عيسيٰ کي ڏنو ويو ۽ جيڪي ٻين نبين کي سندن پالڻهار کان مليو. اسان انهن مان ڪنهن تي ايمان آڻڻ ۾ ڪو فرق نٿا ڪريون ۽ اسان الله جا فرمانبردار ٻانها آهيون (١٣٦) (سورت بقر)

بهرحال، هن سراج منير جي مثال سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم طرفان اڳين دينن جي حفاظت ۽ عام تصديق بہ ظاهر ٿي وئي جيڪو ختم نبوت جو، جنهن جي تشريح اڳتي اچي رهي آهي، حقيقي ۽ بنيادي مقام آهي. ولله الحمد.

# دائمي ظهور

ان ئي مثال سان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي انهن مخصوص وصفن ۾ ڳالهين تي روشني پوي ٿي، جيڪي ذات بابرڪات کي ممتاز طرز تي عطا ٿيون. مثال طور، جيئن عام ستارن جي هر وقت ضرورت ڪونهي بلڪ عرصي ڪان پوءِ بہ ضرورت ناهي هوندي. تنهنڪري ڪي تارا سال ۾ هڪڙو ڀيرو اڀرندا آهن؛ يعني پوري سال ۾ پنهنجو واعدو پورو ڪندا آهن. ڪي ڏهن سالن ۾، ڪي سَو سالن ۾، ڪي هزار سالن ۾، يعني هزارن سالن ۾ اڀرندا آهن، جن جي اڀرڻ ۽ لهڻ جو اسان کي علم بہ ڪونہ هوندو آهي. دنيا کي خبر بہ نہ آهي تہ ڪهڙو ستارو ڪهڙي وقت اڀريو ۽ اهو ڪڏهن گم ٿي ويو. مطلب تہ انهن جو ظاهر ٿيڻ وقتي هوندو آهي ۽ ان وقت جي مصلحت مطابق ئي هوندو آهي. نہ تہ هر وقت اها مصلحت گهربل هوندي آهي ۽ نہ هر وقت اهي ظاهر ٿيندا آهن. جنهن جو مطلب اهو آهي تہ جيڪڏهن اهي هزارين سال بہ اسان جي نظرن کان بلڪ خود اسان کان اوجهل رهن تہ اسان جي نظر ۾ اسان جي پنهنجي دنيا ۾ ان سان ڪوئي خاص نقصان ناهي ٿيندو. ٻين لفظن ۾ دنيا انهن جي گهڻي محتاج ڪونهي. ليڪن سج کي ڏسو تہ ٻارهن ئي مهينا موجود ۽ چوويهن ڪلاڪن ۾ پنهنجي گردش پوري ڪري روزانو اسان کي زيارت بہ ڪرائيندو آهي، روشني بہ مهيا ڪندو آهي، گرمي بہ پهچائيندو آهي ۽ رستا بہ ڏيکاريندو آهي. پوءِ جيڪڏهن اهو رات جو نگاهن کان اوجهل ۽ غائب بہ ٿيندو آهي تہ صرف انهن کان جن جي اولهہ طرف ۾ اهو لهي ويندو آهي، باقي اهو دنيا جي گولي تان غائب نہ ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪٿي لهي رهيو آهي تہ ٻي جاءِ تي اڀري بہ رهيو آهي ۽ جڏهن زمين گول دائري واري آهي تہ هر قدم تي جيڪڏهن لهڻ آهي تہ هر قدم تي اڀرڻ بہ آهي. انهيءَ ڪري اهو هر وقت موجود ۽ فيض رسائيندڙ آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ علائقي ۾

اهو مقرر گهڙين کان وڏيڪ غائب ٿي وڃي ته دنيا تباهي جي ڪناري تي پهچي وڃي. انهيءَ ڪري اهو هر وقت دنيا ۾ انساني لاڏي جي سامهون آهي. ورنه لکين ستارا آهن جو پهريان ته انهن جي خاص ظاهر ٿيڻ ۽ ايرڻ جو ئي معلوم ڪونه ٿو ٿئي، پر جيڪڏهن ٿئي ٿو ته عام ستارن ۾ گڏجي سڏجي اهي به ظاهر ٿي وڃن ٿا. جنهن جو دنيا کي احساس به ڪونه ٿيندو آهي.

نيڪ اهڙيءَ طرح نبوت جي ستارن يعني نبين سڳورن جي ظهور جو هڪڙوخاص وقت مقرر هيو. جو اهي دنيا ۾ تشريف کڻي آيا ۽ پنهنجا نوراني آثار ڇڏي ويا. ڏهن، ويهن، سو، پنجاهه، هزار، ٻن هزار سالن ۾ هڪڙي نبيءَ جي ظهور جو وقت آيو ۽ انهن هڪڙي مدت تائين ظاهر رهي مخلوق کي رستو ڏيکاريو. پر جڏهن دنيا مان رخصت ٿي ويا ته اڄ هزارين انسان آهن، جيڪي انهن جي نالن مبارڪن کان به واقف نه آهن ۽ اهو به نٿا ڄاڻن ته دلين تي انهن جا ڪهڙا اثر هيا ۽ باقي آهن يا ختم ٿي ويا ۽ نه دنيا وارا ان جي تمنا ڪري سگهن ٿا ته اهي اثر وري موٽي اچن. جڏهن ته انهن اثرن جو تعارف ئي ڪونهي ۽ نه دلين ۾ انهن جي ضرورت آيل آهي. ليڪن آفتابِ نبوت جو ظهور پهرين ڏينهن کان آخرت تائين دائمي آهي يعني انهن جو دور ٻارهن جا ٻارنهن ئي مهينا آهي.

ايستائين جو ان ظاهري ظهور کان اڳ ۾ به پاڻ سڳورن جو علمي ظهور هيو. عهد الست ۾ آفتابِ نبوت جي ئي "بليٰ" (هائو)، (ڇو نه، بيشڪ تون ئي اسان جو رب آهين) چوڻ سان سڀني نبين، اوليائن ۽ صالحن جي زبان تي "بليٰ" جو ايماني ڪلمو جاري ٿيو. جيئن حديث الست مان پڌرو آهي. پوءِ هر نبي سڳورو پاڻ سڳورن جي اچڻ جي خوشخبري ڏيندو آيو ۽ حضرت عيسيٰ عليه السلام جي بعثت جو ته وڏو مقصد ئي بشارت ڏيڻ هيو. جيئن قرآن شاهد آهي. پوءِ ان ئي ازل ۾ سڀني کي پاڻ سڳورن جو اهو علمي ظهور ڏيکاري، پاڻ سڳورن کي مڃڻ ۽ اطاعت ڪرڻ جو واعدو ورتو ويو. جيئن آيت ميثاق مان ظاهر آهي. پوءِ پيدائش جي وقت امڙ جي پيٽ ۾ توحيد سان گڏ پاڻ سڳورن جي رسالت کي مڃڻ جي تجديد ڪئي ويندي آهي ۽ اڪيلي اڪيلي

هرهڪ ڪان اهو ئي واعدو ورتو ويندو آهي، جيڪو اجتماعي طور تي الست واري موقعي تي ورتو ويو هو. جيئن حديث جي روايتن ۾ موجود آهي.

پوءِ دنيا ۾ هرهڪ نبي سڳوري هن آفتابِ نبوت جي خوشخبري ڏني ۽ پنهنجن قومن کان واعدو ورتو تہ جيڪڏهن اهي سڳورا انهن جي سامهون اچن تہ سيئي ان جي اطاعت ڪن. جيئن قرآن ان ميثاق کي کولي بيان ڪيو آهي. پوءِ پاڻ سڳورن جي ئي اها قرآني تعليم اڳين زمانن جي سڀني آسماني ڪتابن ۾ ڪم ڪندي رهي. "وَاِنَّهٗ لَفِيۡ زُبُرِ الۡاَوَّلِيۡنَ ﴿١٩٦﴾" (۽ بيشڪ ان جي خبر اڳين ڪتابن (صحيفن) ۾ آهي ﴿١٩٦﴾ سورت شعراء).

مطلب تہ پاڻ سڳورا علم، آثار ۽ پنهنجي نالي ۽ ڪم جي لحاظ کان اڳين امتن ۽ قومن ۾ ظاهر، پڌرا ۽ متعارف رهيا. پوءِ قبر ۾ بہ پاڻ سڳورن کي يا سندن مثالي صورت يا صفاتي صورت کي ڏيکاري وري ان اڳئين واعدي جي باري ۾ امتحاني سوال ڪيا ويندا آهن. جنهن مان ظاهر آهي تہ برزخ ۾ بہ پاڻ سڳورن جو ظهور آهي. پوءِ محشر واري ڏينهن پاڻ سڳورن جي ئي جهنڊي جي هيٺان سيئي قومون ۽ امتون هونديون. پاڻ سڳورن ڏانهن سيئي بني آدم گڏجي اچي شفاعت ڪبريٰ جي لاءِ عرض ڪندا. جنهن مان آخرت واري دنيا ۾ بہ پاڻ سڳورن جي ظهور جي صاف خبر ملي ٿي. مطلب تہ الست واري زماني کان وٺي امڙ جي پيٽ، دنيا، قبر، برزخ ۽ قيامت جي ڏينهن تائين ڪهڙو جهان آهي جنهن ۾ پاڻ سڳورن جو ظهور ڪونهي ۽ اهو بہ هڪڙي اهڙي امتياز سان جيڪو ٻئي ڪنهن کي ميسر ناهي. حاصل اهو ٿيو تہ سج وانگر جيڪڏهن پاڻ سڳورا ڪنهن جهان مان ڪنهن وقت غائب بہ ٿيا تہ ڪنهن جهان ۾ علمي ظهور سان پاڻ سڳورا نمايان بہ رهيا. پاڻ سڳورا دنيا ۾ هيا تہ عالم غيب ۾ پاڻ سڳورن جا صالح آثار پکڙيل هيا ۽ هاڻي آخرت واري جهان ۾ آهن تہ عالم دنيا ۾ پاڻ سڳورا علمي ظهور سان جلوه گر آهن. تنهنڪري پاڻ سڳورن جو عظيم الشان زنده معجزو ئي علمي آهي، جيڪو قرآن جي صورت ۾ دنيا تي روشني پکيڙي رهيو آهي ۽ ان معجزي جي زنده شرح حديث پاڪ جي صورت ۾ جلوه گر آهي، جيڪا صحيح سند ۽ اعليٰ تاريخي اصولن سان اسان جي هٿن ۾

آهي. وري ان ڪتاب (قرآن) ۽ سنت جا زنده تفصيل فقه، تصوف ۽ ڪلام وغيره جي صورت ۾ اسان جي اکين کي روشن رکيون پيا آهن، جيڪي ذوق نبوي رکندڙ ۽ باذو ق راسخين في العلم جي دلين ۽ ذهنن تي نقش ٿيل آهن. انهيءَ ڪري سڌو سنئون يا واسطي سان آثارِ نبوت ان ئي شان سان دنيا ۾ اڄ به جلوه ڏيکاري رهيا آهن، جنهن شان سان اهي پهرين زماني ۾ روشني پکيڙي رهيا هيا.

هنوز آں ابر رحمت درفشان است
خم و خم خانه با مهر و فشان است.

اها پکڙيل روشني ۽ روشنيءَ جي جهلڪ ايتري ڪليل هوندي آهي جو پوري دنيا انهن اصولن ۽ علمن مان زندگي حاصل ڪري رهي آهي. تنهنڪري اهو آفتابِ نبوت پهريَن ۽ آخرين جي نگاهن جي سامهون هروقت موجود ۽ ڄاتل سڃاتل آهي. جنهن جي اثرن کي دنيا کليل اکين سان محسوس ڪري رهي آهي. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ان موجودگي يا حياتيءَ کي ڪوئي اندر جو انڌو حاضر ناظر جي معنيٰ ۾ نہ وٺي، جو حاضر ناظر الاهي خاصيت آهي. مخلوق ۾ جيڪو ظهور ٿئي ٿو اهو سڀ الله جي حڪم سان ٿي سگهي ٿو جيڪو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان وڌيڪ ڪنهن کي بہ نصيب ڪونهي. تنهنڪري مادي سج وانگر هي روحاني آفتاب بہ عالم ڪائنات ۾ جيڪڏهن هڪڙي جاءِ تي غائب آهي تہ ٻي جاءِ تي حاضر آهي ۽ جتان غائب آهي اتي ان جا علمي اثر قائم رهندا آهن. انهيءَ ڪري ڇڙ تہ اتان بہ غائب نہ هوندو آهي. ورنہ جيڪڏهن ان جا اثر دنيا مان هڪڙي گهڙي بہ ڪٽجي وڃن تہ دنيا جي روحانيت تباهہ ٿي وڃي. تہ، نہ دنيا جو موجوده تمدن برقرار رهي سگهي ٿو ۽ نہ ذهنيت ۾ ڪشادگي باقي رهي سگهي ٿي. آفتابِ نبوت جو دائمي ظهور ان مثال مان ثابت ٿي وڃي ٿو.

## عام عظمت ۽ شهرت، قبول عام ۽ قومن جي اڳواڻي

جيئن سيني تارن ۾ سج ئي سيني کان وڌيڪ بلند، مٿانهون، پرنور ۽ بزرگ ترين ستارو آهي. ان کان علاوه سيني کان وڌيڪ ڄاتل سڃاتل ۽ سيني کان وڌيڪ مشهور آهي، جو نہ ان جي شهرت جي حد کي

ڪوئي ستارو پهتل آهي ۽ نہ رفعت ۽ عظمت ئي ان جهڙي رکي ٿو. تنهنڪري ڪتابن ۽ آڪاٽين ۾ جيڪا شهرت ان جي آهي، اها ڪنهن بہ ستاري جي ڪونهي. گهڻن ستارن جي تہ نالن کان بہ دنيا واقف ڪونهي. نہ انهن جو ڪو خاص ذڪر زبانن ۽ قلمن تي آهي ۽ نہ انهن جي ڪا ياد دلين ۾ آهي. جن تارن جا نالا معلوم بہ آهن جيئن زهره، مشتري، زهل، مريخ، عطارد وغيره تہ اهي گهڻو ڪري جنترين جي زينت آهن. عام ۽ خاص ماڻهن مان تمام ٿورا ماڻهو آهن جن کي انهن نالن جي خبر آهي. باقي سج، تہ ڪوبہ انسان ان کان ۽ ان جي نالي کان بي خبر ڪونهي ۽ ڪير آهي جيڪو ان جي سهڻي صورت ۽ روشني پکيڙڻ واري سيرت کان خبروار نہ هجي. ايستائين جو گهڻيون قومون تہ سج کي معبود جي حيثيت سان سڃاڻن ٿيون. اڀرڻ ۽ لهڻ وقت ان جي سامهون سجدو ڪنديون آهن. ايستائين جو ابليس کي بہ معبوديت واري صورت ٺاهڻ جي لاءِ ان جي آڙ وٺڻي پوي ٿي، جو عين اڀرڻ ۽ لهڻ جي وقت ان کي مٿي تي کڻي بيهندو آهي تہ جيئن سجدو ڪرڻ وارين قومن جو سجدو پنهنجي حق ۾ تصور ڪري دل ئي دل ۾ خوش ٿئي تہ اهو انهن جي معبود جي صورت ٿي ويو آهي يا اهو سج جي معرفت غيرالله جي پوڄا ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. بهرحال، ابليس لعين منهن ڪاري بدنام کي بہ پنهنجي نام نهاد وڏائي ۾ چارچنڊ لڳائڻ جي لاءِ سج جي ضرورت پوندي آهي. ظاهر آهي تہ سج جي ان عام شهرت ۽ عظمت ۽ ان عام ۽ خاص تعارف جي بنياد تي ان جي عام فيض کان سواءِ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو. ڇوتہ فضا ۽ زمين جي مٿاڇري جو ذرو ذرو ان جي روشني ۽ اثر کان فيضياب ۽ ان جي روشني ۽ گرمي جو فيض وٺيون پيو آهي تہ عدم تعارف جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آسمانِ نبوت جي سيني ستارن ۾ آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين آفتابِ نبوت کي جيڪا عظمت ۽ بلندي ۽ جيڪا شهرت ۽ سونهن حاصل آهي، اها ڪنهن بہ ستاري کي ڪونهي. هزارين نبوت جا ستارا يعني نبي سڳورا آهن جن جي نالن کان بہ دنيا واقف ناهي، جن جو اڄ تائين ذڪر ئي ڪونهي. قرآن شريف بہ فرمايو:

"مِنۡهُمۡ مَّنۡ قَصَصۡنَا عَلَيۡكَ وَمِنۡهُمۡ مَّنۡ لَّمۡ نَقۡصُصۡ عَلَيۡكَ" معنيٰ: جن مان ڪنهن جو احوال توسان بيان ڪيو آهي ۽ ڪنهن جو احوال توسان بيان نہ ڪيو آهي (سورت مومن آيت 78)

قرآن شريف يا تاريخي ڪتابن مان جن نبين سڳورن جا نالا معلوم آهن، جيئن موسيٰ، عيسيٰ، يونس، سليمان، يعقوب، يوسف، دائود، شعيب، يحيٰ، زڪريا، ارميا، شعيا ۽ دانيال وغيره عليهم السلام تہ انهن جي مڪمل تاريخ جي خبر ڪونهي ۽ جيتري آهي بہ تہ اها هر قوم ۾ هڪجيتري ڄاڻايل ڪونهي. ڪا قوم ڪنهن پيغمبر کي ڄاڻي ٿي ۽ ڪا ڪنهن ٻئي کي. ڇوتہ انهن مان ڪوئي بہ عالمي پيغمبر ڪونہ هيو ۽ عالمي پيغام کڻي ڪونہ آيو هو. جو پوري دنيا ان کان واقف ٿئي ها ۽ پوري دنيا تي ان جو فيض عام ٿي وڃي ها. نہ انهن مان ڪنهن دنيا جي بادشاهن کي هدايت وارا خط موڪليا، نہ ڪنهن دنيا جي سڀني ماڻهن کي خطاب ڪري پنهنجي پيغام کان واقف ڪرايو. نہ اهو پيغام ئي پنهنجي اندر عالمي جوش جذبو رکندو هو. جو ايئن ڪيو وڃي ها. ڇوتہ هدايت جي ستارن جو نور محدود ۽ بغير پکڙجڻ وارو هوندو آهي. انهيءَ ڪري ستارن جو تعارف بہ عام ڪونهي ۽ ذڪر جي بلندي بہ عام ڪونهي.

پر آفتابِ نبوت سيدالمرسلين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو پاڪ نالو دنيا جي هر قوم ۾ مشهور. پاڻ سڳورن جي شهرت آسمانن ۽ زمين ۾ هڪجيتري، بحروبر، برپٽ ۽ بيابانن ۾ آذان جو آواز گونجندو آهي جنهن ۾ الله جي نالي سان گڏ پاڻ سڳورن جي نالي مبارڪ جو ذڪر لازمي آهي. ورفعنالڪ ذڪرڪ.

ڪائي جاءِ ڪونهي جتي پاڻ سڳورن جي علم جي روشني نہ پهتي هجي ۽ ڪو علائقو ڪونهي جتي پاڻ سڳورن جي اخلاق جو اثر ۽ برڪت نہ پکڙيل هجن. جنهن جو سبب اهوئي آهي تہ پاڻ سڳورن جو عام فيض پوري دنيا ۾ پهتو. ڇوتہ پاڻ سڳورا مقامي پيغمبر نہ هيا، بلڪ پاڻ سڳورا عالمي پيغمبر ۽ پوري انساني دنيا جا مصلح ۽ مربي هيا. پاڻ سڳورن جو پيغام ڪنهن هڪڙي قوم يا هڪڙي طبقي جي لاءِ مخصوص ڪونہ هيو. بلڪ عام هيو. شرعي حيثيت سان بہ، تاريخي

حيثيت سان بہ ۽ تمدني حيثيت سان بہ. شرعي طور تي ڏسو تہ قرآن شريف پاڻ سڳورن کي رحمت للعالمين، نذيرللعالمين چيو. جنهن مان پاڻ سڳورن جو سڀني جهانن جي لاءِ رحمت هجڻ ۽ سڀني جهانن جي لاءِ هادي ۽ نذير هجڻ پڌرو آهي. وري انهن ٻنهي صفتن سان گڏ پاڻ سڳورن جي رسالت کي سڀني انسانن لاءِ مقرر ڪيو ۽ چيو ويو. ۽ پاڻ سڳورن جي رحمت دنيا جي ملڪن ۾ پکڙي ۽ عام ٿي

"وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَآفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا" معنيٰ: ۽ اي محبوب! اسان توکي سڀني ماڻهن لاءِ فقط خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو آهي (سورت سبا آيت 28)

پاڻ سڳورن کي ارشاد فرمايو ويو تہ جهانن جي سڀني انسانن کي خطاب ڪن

"قُلْ يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّىْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعًا" معنيٰ: اي پيغمبر! چئو تہ اي انسانو! بيشڪ مان توهان سڀني ڏانهن ان الله جو رسول ٿي آيو آهيان (سورت اعراف آيت 158)

انهيءَ ڪري روم، شام، مصر، فلسطين، ايران، توران، هند ۽ سنڌ، ايشيا، آفريڪا، آمريڪا، چين، روس، افغانستان، ترڪستان، جاوا، سماٽرا وغيره، مطلب تہ اوپر ۽ اولهہ ۾ پاڻ سڳورن جي امت پکڙي ۽ پاڻ سڳورن جو ملڪ وسيع ٿيو. تاريخي حيثيت سان دنيا ان کي مڃي ورتو آهي تہ پاڻ سڳورا علمي مصلح ۽ عالمگير تعليم وٺي آيا آهن ۽ دنيا ان تعليم کي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور بہ آهي. جيڪي پاڻ سڳورن جي نبوت کي نٿا مڃين، اهي بہ پاڻ سڳورن کي دنيا جو سڀني کان وڏو حڪيم ۽ سڀني کان وڏو ڏاهو ۽ عاقل ضرور تسليم ڪن ٿا. پاڻ سڳورن جي تعليم ۽ فرمانن مان فائدو وٺي رهيا آهن، بلڪ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ فائدو حاصل ڪرڻ تي مجبور آهن.

ڪامل توحيد جو پيغام پاڻ سڳورن ئي ڏنو جيڪو مذهب جي جان ۽ روح آهي. ان ئي توحيدي گونج جو نتيجو هيو جو عيسائين ۾ پروٽيسٽنٽ فرقو پيدا ٿيو. جنهن تثليث کان بيزاريءَ جو اظهار ڪري وحدانيت جو سبق قبول ڪيو.

انهن ئي توحيدي واعظن جو نتيجو هيو جو هندوئن ۾ آريامت اٿي، جنهن توحيد جو نالو وٺڻ شروع ڪيو.

انهن ئي توحيدي تعليمات جو اثر هيو جو هندوئن ۾ سِکن جو فرقو توحيد جو نالو وٺندڙ بڻجي اٿي پيو. جنهن جي باني گرو نانڪ صاحب حضرت بابا فريد شڪر گنج کان فيض حاصل ڪري توحيد جي اشاعت شروع ڪئي.

ان ئي توحيدي تربيت جو نتيجو آهي جو اڄ بت پرست قومون بہ بت پرستيءَ کي عيب ۽ شڪ جي نگاهہ سان ڏسڻ لڳيون آهن. سماجي طريقي کي ڏسو تہ اعليٰ ۽ ادنيٰ کي مِٽائي برابريءَ جو سبق پاڻ سڀورن ڏنو ۽ دنيا جون قومون ان اصول کي اپنائڻ لاءِ مجبور ٿي ويون. خاص ڪري اڄوڪي مشيني دور ۾ جڏهن پوري دنيا هڪڙو ڳوٺ ۽ هڪڙو قبيلو ٿي چڪي آهي ۽ دنيا جي قومن جو هڪٻئي ۾ رلجي ملجي وڃڻ جي سبب عواميت ۽ عموميت ايري رهي آهي، جنهن ۾ مساوات کان سواءِ ڪوئي چارو ڪونهي. انهيءَ ڪري اعليٰ ۽ ادنيٰ جو تصور رکڻ واريون قومون بہ اڄ اعليٰ ۽ ادنيٰ واري سوچ کي لعنت قرار ڏيڻ لڳيون آهن. نسلي امتيازن کي حقارت جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو. اهو سبق انهن کي ڪٿان مليو؟ بيشڪ اتان ئي مليو آهي جتان اصولي طور اعلان ڪيو ويو هو تہ

1. "ان الناس کلهم اخوة" يعني بيشڪ سيئي انسان پاڻ ۾ ڀائر آهن. (حديث)
2. "يٰاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّاُنْثٰى" معنيٰ: اي انسانو! بيشڪ اسان توهان کي هڪ نر (مرد) ۽ هڪ مادي (عورت) مان پيدا ڪيو آهي (سورت حجرات آيت 13)
3. "کلکم بنو آدم و آدم من تراب" يعني سڀ انسان آدم جي اولاد آهن ۽ آدم مٽي مان پيدا ٿيو. (حديث)

هندوستان جو وزيراعظم (مسٽر نهرو) اعلان ڪري ٿو تہ جيڪڏهن اڄ عالميت گهرو ٿا تہ نسلي امتياز ختم ڪيو. ڇوت ڇات جي لعنت ختم ڪيو. اعليٰ ادنيٰ واري سوچ کي ڀڄايو! گانڌي صاحب بہ ڀنگي ڳوٺ ۾ رهي ٿو ۽ هريجنن لاءِ مندر کولڻ جي پرچار ڪري ٿو. پنڊت

صاحب ڇُهڙن جي گهر جي گلاس ۾ ڪير پيئي ٿو. آخرڪار ڇوت ڇات جي گهمنڊ وارن کي اها تعليم ڪٿان ملي؟ ڪوڊ بل پاس ڪرائڻ تي اڄ تعليم يافته هندو ڇو سندرو ٻڌيون بيٺا آهن، جيڪو ننهن کان چوٿيءَ تائين فقهه اسلامي جو نقل آهي. نياڻين جو ورثو زالن جو تعداد، طلاق بل، علحدگي وارن بلن وغيره جو اسيمبلين ۾ ڇو چرچو آهي؟ غلامي جي مسئلي واري نفرت تي اڄ ڇو نظرثاني ڪئي پئي وڃي؟

سياسي طبقن ۾ بادشاهت هاڻي ليڊري جي شڪل ۾ ڇو اچي رهي آهي؟ گادي نشيني جي بجاءِ چونڊ سڏارن جو اصول ڇو جاري ٿي رهيو آهي؟ شخصي راڄ جي بجاءِ عام راءِ جي اهميت ڇو پيدا ٿي رهي آهي، جنهن کان امير ۽ بادشاهه سدائين پڄندا ۽ نفرت ڪندا رهندا هيا. تنگدليءَ جي بجاءِ رواداريءَ جو سبق اڄ ڪنهن ڏنو آهي. تعصب کي خراب نگاهن سان ڇو ڏٺو وڃي ٿو، جنهن کي اڄ تائين قومي بقا جو بنيادي اصول سمجهيو ويندو هو. اڄ اسٽيجن تي ٻين جي اڳواڻن جي تعريف اهي ماڻهو ڇو ڪري رهيا آهن، جن جا مذهبي بنياد ئي مذهبي اڳواڻن جي گستاخي ڪرڻ تي قائم هيا. جن وٽ ٻين کي ڪوڙو قرار ڏيڻ مذهب جو نالو هو نه ڪي ٻين جي تصديق ڪرڻ. اڄ نفرت جي انهن ديوارن کي ڇو خراب سمجهيو وڃي ٿو ۽ انهن کي فرقه واريت چئي ان جي مقابلي ۾ بين الاقوامي محبت جو پرچار ڇو ڪيو وڃي ٿو؟ اهو بيشڪ صرف ان ئي آفتابِ نبوت جي روشن تعليمات کان شعوري ۽ غير شعري طور متاثر ٿيڻ جو نتيجو آهي. جنهن دنيا کي عالميت ڏانهن سڏيو. مذهبن جي سڀني اڳواڻن تي ايمان آڻڻ سيکاريو. جنهن رسولن ۾ ايمان جي سلسلي ۾ فرق ڪرڻ کان منع ڪئي. سڀني انسانن کي ڀائر سڏيو. پوري دنيا کي امن ۽ سلامتيءَ جو پيغام ڏنو. سڀني انسانن کي رنگ ۽ نسل جي فرق کان سواءِ هڪڙي اڪيلي ذات ڏانهن سڏيو ۽ ان تي گڏ ڪيو. سڀني قومن کي هڪڙي قوم بڻائڻ جو اصول ڏنو. دنيا جي بادشاهن ڏانهن دعوت موڪلي. قيصر ۽ ڪسريٰ جي ظالماڻين ۽ آمراڻين سياستن کي ختم ڪري اخلاقي سياست پکيڙي. پوري دنيا ۾ پنهنجا قاصد موڪلي فطرت جو پيغام پهچايو. جيڪو هر قوم جي لاءِ هڪجيترو قابل قبول هو.

اهائي اها عالمگير فيض رساني هئي، جنهن سان پاڻ سڳورن جي مقبوليت، عالمگير شهرت، عالمگير عظمت ۽ معرفت ۽ عالمگير سڃاڻپ ٿي، جيئن ستارن ۾ سج جي آهي. ڏسو دنيا ۾ ٻين نبين سڳورن جي نالن کان به واقف ڪونهي، جو انهن جي روشني پکڙجڻ واري روشني نه هئي. پر پاڻ سڳورن جي تعليمات سج جي اُس وانگر هئي، جنهن ڏينهن به ڪري ڇڏيو ۽ ذري ذري تي پکڙجي هر انسان ۽ ساهواري جي سامهون پاڻ کي خود سڃاڻايو. انهيءَ ڪري ڪوئي سبب ڪونه هيو ته آفتابِ نبوت کي پوري دنيا ڄاڻي نه وڃي ها ۽ سڃاڻي نه وٺي ها. ان کان علاوه، نبوت جي ٻين ستارن ۾ ان جي اها امتيازي معرفت ۽ سڃاڻپ عام نه ٿئي ها.

## شانن جو مجموعو

سج ۾ جيئن جامعيت جو شان موجود آهي، اهو ساڙي به ٿو ۽ وِسائي به ٿو. ان ۾ تپش ۽ گرمي به آهي ۽ سيءُ ۽ ٿڌڪار به آهي. جلال به آهي ۽ جمال به آهي. ڇوته هن مادي آسمان ۾ جڏهن سج اڀرندو آهي ته اها پڌري ڳالهه آهي ته گهٽي گرمي وسڻ لڳندي آهي، جنهن سان شيون تپي وينديون آهن ۽ سُڪي وينديون آهن. ان آسمان ۾ چنڊ به اڀرندو آهي جنهن سان ٿڌڪار وسڻ لڳندي آهي ۽ شيون ٿڌيون ٿي وينديون آهن. جيڪڏهن سج جي گرمي نه وسي ته شين ۾ وڌندڙ گرمائش نه رهي، جيڪا زندگيءَ جي علامت آهي ۽ جيڪڏهن چنڊ جي ٿڌاڻ نه وسي ته ميون ۾ رس ۽ نلين ۾ گودو ۽ کلن ۾ مغز پيدا نه ٿئي، جيڪا شين جي زندگيءَ جو بنياد آهي. تنهنڪري جيڪڏهن هڏا سُڪي وڃن، ميون ۾ رس نه اچي ۽ سُڪي وڃن ۽ کلن ۾ مغز نه هجڻ ڪري سُڪي سڪڙجي وڃن ته اها ئي انهن جي فنا آهي. جنهن مان واضح آهي ته جتي شين جي لاءِ خشڪي جي ضرورت آهي اتي آلاڻ جي به گهرج آهي ۽ اهي ٻئي شيون آسمان گڏ ڪري رکيون آهن. خشڪي سج آڻي ٿو ۽ آلاڻ چنڊ. پر غور ڪيو ته اها آلاڻ به سج ئي آڻي ٿو ڇوته چنڊ ۾ خود پنهنجي ڪا روشني ڪونهي. اهو ته هڪڙي شفاف آئيني وانگر آهي، جنهن جي چمڪ دمڪ ۽ روشني سڀ سج جو فيض آهي. انهيءَ

ڪري چنڊ ۾ حقيقت ۾ سج جي ئي روشني آهي. فرق ايترو آهي تہ خود چنڊ جي ظرف ۾ ڪجھ ٿڌاڻ جون خاصيتون رکيون ويون آهن، جنهن سان سج جي روشني ان ۾ پهچي رنگ بہ بدلائي ڇڏي ٿي. ان جي تيزي ۽ خيروڪرڻ واري خاصيت بہ باقي نٿي رهي ۽ تپش بہ تبديل ٿي وڃي ٿي، جو شعلا بہ ڪونہ ٿا وسن ۽ روشنيءَ جو نالو بہ تبديل ٿي وڃي ٿو جو اُس جي بجاءِ ان کي چانڊوڪي چوندا آهيون. پر اها سج جي ئي روشني هوندي آهي، تنهنڪري چنڊ جي ٿڌي روشني حقيقت ۾ سج جي ئي روشني آهي، جيڪا خصوصيتن وارين جاين تي ڪجھ تبديليون پيدا ڪندي آهي. جيئن بجلي جو هيٽر ٻاريو وڃي تہ ڪمرو گرم ٿي ويندو آهي ۽ ان ئي بجلي تي ايئرڪنڊيشن کي هلايو وڃي تہ ڪمرو ٿڌو ٿي ويندو آهي. بس، بجليءَ جي اصليت تہ حقيقت ۾ باھ واري ۽تيزي آهي. پر ايئرڪنڊيشن ذريعي ان کي استعمال ڪيو وڃي تہ اهائي تيزي ۽ گرمي ٿڌاڻ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي، جيڪا مشين ۽ ان جي ظرف جي خاصيت آهي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ بجلي باھ ٻارڻ ۽ وسائڻ جا ٻئي ڪم ڪري ٿي. صرف ظرف جون خصوصيتون بدلجن ٿيون، بجلي ڪونہ بدلبي آهي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح سج جي روشنيءَ ۾ بہ گرمي ۽ جيڪا چنڊ جي ٿڌاڻ واري خصوصيت آهي، ٻنهي جون خاصيتون موجود آهن. فرق آهي تہ اهو تہ گرمي سڌو سنئين آهي، جيڪا سج جي اصل خاصيت آهي ۽ ٿڌاڻ چنڊ جي واسطي سان آهي، جيڪا چنڊ جي ظرف جي خصوصيت آهي. پر روشني ٻنهي جاين تي سج جي ئي ڪم ڪري ٿي. انهيءَ ڪري انهن ٻنهي حالتن کي سج جا ئي شان چيو ويندو. جو اهو ساڙي بہ ٿو ۽ وسائي بہ ٿو. گرم بہ ڪري ٿو ۽ ٿڌو بہ ڪري ٿو. صرف سڌي طرح ۽ اڻ سڌي طرح جو فرق آهي. پر جيڪڏهن اجا گهري نظر سان ڏسجي تہ واضح ٿيندو تہ چنڊ جي واسطي کان سواءِ بہ سج ۾ اهي گرمي ۽ ٿڌاڻ هڪ ئي وقت گڏ موجود آهن. ڇوتہ سج جتي سمنڊن کي تپائي ٿو، جنهن جو ڪم ئي ساڙڻ ۽ تپائڻ آهي، اتي ان تپش سان ان ۾ پاڻيءَ جا بخار بہ اٿاري ٿو، جيڪي مونسون سان دنيا تي ٿڌو پاڻي وسائين ٿا، جنهن سان گرمي ختم ٿي وڃي ٿي. اهو سڀ سج جو ئي

فيض آهي. اهو نہ هجي تہ سمنڊن مان بخار بہ نہ اٿن. مونسون بہ نہ اچي ۽ دنيا ٿڌي پاڻيءَ کان محروم ٿي وڃي. ان مان ظاهر آهي تہ سج هڪ ئي وقت ۾ سمنڊن ۾ تپش ۽ ٿڌاڻ جا ٻئي سامان پيدا ڪري ٿو. رڳو سمنڊن ۾ نہ پر برن ۾ بہ اهي ٻئي ڪيفيتون سج جي ذات مان پڌريون ٿين ٿيون. عين گرميءَ جي شديد وقت جنهن گهڙي سج زمين جي مٿاڇري کي تپائي ٿو ان ئي گهڙي زمين جي ان اندروني حصي کي ٿڌاڻ بہ بخشي ٿو. تنهنڪري مٿاڇري تي جيتري گرمي سخت هوندي آهي تہ اندرين ٿڌاڻ ان حد تائين وڌي ويندي آهي. گرمين ۾ پاڻي زمين جي اندران ٿڌو نڪرندو آهي پر سردي جي موسم ۾ ان جي برخلاف گرم نڪرندو آهي. اهوئي سج جڏهن زمين جي مٿاڇري واري حصي کي گرمي گهٽ ڏيندو آهي، يعني ان ۾ ٿڌاڻ ملائي ڇڏيندو آهي تہ زمين جي هيٺان گرمي وڌائي ڇڏيندو آهي، ايستائين جو سردين ۾ پاڻي بہ زمين مان گرم نڪرندو آهي. تهہ خانا بہ گرم ٿي ويندا آهن. ان مان صاف ظاهر آهي تہ سج چنڊ جي واسطي کان سواءِ بہ سردي ۽ گرمي ۽ تپش ۽ ٿڌاڻ جا ٻئي شان پنهنجي اندر ۾ مليل جليل رکي ٿو. جنهن مان واضح ٿئي ٿو تہ ضدن جو مجموعو هجڻ ان جو خاص شان آهي. جيڪڏهن گرمين ۾ اها ٿڌاڻ زمين جي ذاتي هجي ها تہ سردين ۾ اها ذاتي وصف ڪٿي گم ٿي وڃي ٿي ۽ ڇو گم ٿي وڃي ٿي. جيڪڏهن زمين جي اندر گرمي ذاتي ۽ اصل آهي تہ گرمي ۾ اها ڇو ڏسڻ ۾ نٿي اچي. جيڪڏهن زمين جي اها سردي ۽ گرمي جيڪڏهن ذاتي ڪونهي، بلڪ سج جو اثر آهي تہ اهوئي اسان جي چوڻ جو مقصد آهي جنهن مان ظاهر ٿي وڃي ٿو تہ سج بحروبر ۾ گرمي، سردي ٻنهي جا آثار ظاهر ڪري ٿو.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت بہ جلال ۽ جمال، نرمي ۽ گرمي مهروقهر ٻئي شان پنهنجي اندر رکي ٿو. جنهن سان ان جي وچٽرائپ جو ڪمال ثابت ٿئي ٿو. حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم هڪڙي پاسي مجسم رحمت آهن تہ ٻئي طرف مجسم غضب بہ آهن. ارشاد نبوي آهي.

"بعثت مرحمة و ملحمة" يعني آءُ مجسم رحمت ۽ مجسم غضب بڻائي موڪليو ويو آهيان.

۽ فرمايو ويو
"انا الضحوک القتال" يعني مان گهڻو کِل مُک بہ آهيان ۽ وڏو جنگجو بہ آهيان.

تنهنکري هڪڙي طرف پاڻ سڳورن جي شريعت ۾ معاف ۽ درگذر ڪرڻ، غلطي جي معافي، عذر قبول ڪرڻ، مصلحت ۽ نظرانداز ڪرڻ جي انتها آهي، جيڪا مهر وارو شان آهي ۽ ٻئي طرف حد جاري ڪرڻ، قصاص وٺڻ، سزا ۽ تعزير ڏيڻ، جهاد ۽ قتال ۽ ڪفارو ڏيڻ بہ مڪمل پيماني تي آهن، جيڪو قهر ۽ سياست جو شان آهي. تنهنڪري جيئن هن روحاني آفتاب جي روشنيءَ سان مهر ۽ رحمت ٿمندي آهي، ايئن قهر ۽ سياست بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جيئن اهو جمال جو نمونو آهي ايئن ئي جلال جو مظهر بہ آهي.

انهيءَ ڪري هن روحاني آفتاب کي سراج منير چيو ويو. سراج جي لفظ مان جلال، قهر ۽ گرميءَ جو ثبوت ۽ منير جي لفظ مان ٿڌاڻ ۽ جمال جو شان ملي ٿو. سو سراج مان نذيرللعالمين جو شان ظاهر آهي ۽ منير جي لفظ مان رحمت للعالمين جو شان پڌرو آهي. اهي ديانت ۽ سياست جا ٻئي نور هڪڙي ئي ذات ۾ جمع ڪيا ويا. هڪڙي طرف حڪم آهي:

"خُذِ الۡعَفۡوَ وَاۡمُرۡ بِالۡعُرۡفِ وَاَعۡرِضۡ عَنِ الۡجٰهِلِيۡنَ﴿۱۹۹﴾" معنيٰ: اي محبوب! البت، معاف ڪرڻ اختيار ڪر ۽ ڀلائي ڪرڻ جو حڪم ڏي ۽ جاهلن کان منهن موڙ﴿۱۹۹﴾ (سورت اعراف)

۽ ٻئي طرف حڪم آهي

"يٰۤاَيُّهَا النَّبِيُّ جَاهِدِ الۡكُفَّارَ وَالۡمُنٰفِقِيۡنَ وَاغۡلُظۡ عَلَيۡهِمۡ" معنيٰ: اي نبي! ڪافرن ۽ منافقن سان جهاد ڪر ۽ انهن تي سختي ڪر (سورت توبه آيت 73)

هڪڙي طرف مڪي جي فتح وقت پاڻ سڳورا مڪي ۾ وڏي لشڪر سان هٿياربند ٿي داخل ٿين ٿا، جيڪو قهر ۽ سياست جو شان آهي ۽ ان ئي گهڙي نوڙت، خاڪساري ۽ شفقت جي اها حالت آهي جو نوڙت جي شدت کان ڪنڌ جهڪيل آهي، ايستائين جو مٿو مبارڪ اٺ جي ڄڪيءَ تي رکيل آهي ۽ عام اعلان بہ ڪندا وڃن ٿا. بس انداز بہ

آهي ۽ خوشخبري بہ، مهر بہ آهي ۽ قهر بہ، ديانت بہ آهي ۽ سياست بہ. فقيري بہ آهي ۽ شاهي بہ. پاڻ سڳورن جون روحاني قوتون جڏهن صديق اڪبر مان گذرن ٿيون تہ اهي خالص رحمت ۽ جمالي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿيون ۽ اهي ئي قوتون جڏهن فاروق اعظم مان گذرن ٿيون تہ جلالي ۽ سياسي شان اختيار ڪري وٺن ٿيون. مگر ٻنهي ۾ نور هڪڙي ئي آفتاب جو ڪم ڪري رهيو هو. مطلب تہ هن آفتابِ نبوت ۽ سراج منير ۾ نرمي ۽ گرمي ٻئي هڪ ئي وقت رلمل قائم آهن. بس، پوءِ جيئن سج جي تشبيهہ سان آفتابِ نبوت ۾ اجتماعيت ڪبريٰ جو شان ثابت ٿيو، ايئن ئي هن تشبيهہ سان ان ۾ جلال ۽ جمال جي جامعيت وارو شان بہ پڌرو ٿي ويجي ٿو ۽ هڪڙي ذات ۾ ٻئي متضاد ڪمال گڏ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ورنہ پهرين امتن ۾ اهي ٻئي شان الڳ الڳ هوندا هيا. نبي سڳورا شرعي احڪام ڏيندا هيا ۽ بادشاهہ ۽ امير انهن کي نافذ ڪندا هيا. يعني دين ۽ سياست ٻن طبقن ۾ الڳ الڳ ورهايل هيا. مطلب تہ ان وقت جو دين مادي قوت ۽ شوڪت برداشت نہ ڪري سگهندو هو. ڇوتہ ان وقت جون قوتون مزاج جي شديد قوتن جي لحاظ کان قوي تر ۽ نفساني طاقت جي لحاظ کان شديد تر هيون. انهن کي دين تي آڻڻ جي لاءِ ايتري يڪسوئي ۽ ترڪ دنيا جي ضرورت هئي، جو ان سان گڏ دنياوي جاهہ ۽ جلال ۽ تاج و تخت ڪنهن بہ طرح گڏ نٿي رهي سگهيا. جيڪڏهن گڏ ڪيا وڃن ها تہ انهن جون شديد نفساني قوتون ان شان شوڪت سان نفساني جذبات ڏانهن ئي مائل ٿي وڃن ها ۽ روحانيت جو ڪوئي ذرو بہ انهن ۾ قائم نہ هجي ها. تنهنڪري نبي سڳورا تہ انهن جي دلين ۾ ترڪِ دنيا جي مجاهدي سان دين ۽ خداترسي پيدا ڪندا هيا ۽ انهن جي سرپرستي ۾ امير ۽ بادشاهہ سياسي قوت سان ان دين کي نافذ ڪندا هيا. تڏهن قومن جو دين خالص هوندو هيو. پوءِ بہ عام قومون دين ۽ روحانيت تي نہ اچي سگهيون ۽ نبين سڳورن جو مقابلو ڪري هلاڪ ٿي ويون. مگر مسلمان امت آخري امت هئي، قديم دنيا جي ورهايل جلال ۽ جمال جو رد عمل ڏسي ان جي طاقت ۾ گهٽي وچٽرائي اچي چڪي هئي ۽ جامعيت جي صلاحيت پيدا ٿي چڪي هئي. انهيءَ ڪري ان کي نبوت ۽ شريعت گڏ ڏنيون ويون ۽ هڪڙي ئي ذات

بابرڪت (آفتابِ نبوت) ۾ اهي جلال ۽ جمال جا ٻئي شان رکيا ويا، جنهن سان ديانت ۾ سياست ۽ روحانيت سان گڏ حڪومت گڏ ٿي وئي. اهڙيءَ طرح ”الملڪ والدين توامان“ (ملڪ ۽ دين ٻه ڳنڍيل ٻار آهن جن کي هڪ ٻئي کان ڌار نٿو ڪري سگهجي) جو ظهور ٿيو. مطلب ته اڳين امتن ۾ انهن ٻنهي شين جو الڳ الڳ هجڻ امتن جي لياقت جي کوٽ جي ڪري هيو اصل حقيقت ڪونه هئي. اهو ضرور ٿيو ته ڪجهه نبين سڳورن کي جهاد جو حڪم ڏنو ويو ۽ ملڪ جو ڪو خاص حصو فتح ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. پر فتح کان پوءِ وري اها ديانت ۽ سياست جي ورهاست ٿيندي رهي. صرف اسلام ۾ جهاد ۽ فتح کان پوءِ دين ۽ ملڪ گڏ رکيا ويا آهن، جيڪا ان جي اصليت هئي. ان مان آفتابِ نبوت جو شانِ جامعيت ان مثال مان پڌرو ٿي وڃي ٿو جيڪو گهٽي قدر شرعي نص جي صداقت جو ثبوت آهي.

## جامعيت احوال

انِ ئي جامعيت جو هڪڙو ٻيو نمونو ۽ هڪڙو ٻيو پهلو ٻه هن مثال سان کُلي ٿو. اهو هي ته سج جي ئي هڪڙي ٻي خصوصيت تي نظر وجهڻ سان ظاهر ٿئي ٿو ته ان جا ٻه رُخ آهن. هڪڙي پاسي ته اهو هر وقت دنيا کي روشني، گرمي ۽ سوجهرو بخشيندو رهي ٿو. ڪا هڪڙي گهڙي ٻه ان کان خالي ڪونهي، جو ان کان دنيا کي روشني ۽ گرمي ملڻ بند ٿي وڃي. حيوانات ۽ نباتات کي گرمائڻ ۽ روشن ڪرڻ، هرهڪ جي گهر تي روشني ۽ گرمي وجهڻ، بيمارن جي طبيعت ۾ گرمي ۽ روشني پيرڻ، چڱن ڀلن ۾ وڌندڙ گرمي کي اپارڻ، وري ان ئي روشنيءَ ۽ گرمي سان دنيا جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪرڻ، جيئن مسافرن جو سفر مڪمل ڪرڻ جيڪو بنا سوجهري جي طي نٿو ٿي سگهي. گذربسر جي تڪميل جيڪا روشن ڏينهن کان سواءِ ممڪن ڪونهي. آتشگير مادن ۾ آتشين مادا پيرڻ. سج نه اڀري ته ڪنهن به آتشگير مادي ۽ آتشي شي ۾ باهه وارن اثرن جو نالو نشان به باقي نه رهي. نه چقمق مان چڻنگون نڪرن ۽ نه لوهه مان اُلا پيدا ٿين. نه پٿر مان باهه نڪري، نه پاڻي مان بجلي، نه سمنڊ مان مونسون اٿي. نه خراب رطوبتون خشڪ ٿين ۽ نه

آلين مزاجن ۾ وچٽرائپ پيدا ٿئي. جنهن مان واضح آهي تہ سج جي هڪڙي هڪڙي گهڙي ڪائنات جي سيني شين کي فيض پهچائڻ ۾ مشغول آهي. جنهن کي خدمتِ خلق جو عنوان ڏيڻ غير موزون نہ ٿيندو.

پر خدمتِ خلق سان گڏوگڏ جيڪڏهن ان جي ٻئي حال تي نظر ڪئي وڃي تہ نظر ايندو تہ ان جي ڪابہ گهڙي رب جي عبادت کان واندي ناهي. ڇوتہ حضرت ابوذر غفاري رضي الله عنہ کان بيان ڪيل حديث ۾ آهي تہ:

"ڪنت مع النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم في المسجد عند غروب الشمس فقال يا اباذرا تدري اين تذهب هٰذه الشمس؟ قلت، الله و رسوله اعلم. قال تذهب تسجد فتستاذن فيؤذن لها في الرجوع ڪما جاء (ڪما في رواية ترمذي و احمد" يعني مان هڪ ڏينهن مغرب جي وقت حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ مسجد ۾هيس. حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم مون کي فرمايو: اي ابوذر خبر اٿئي تہ هي سج ڪٿي ويندو آهي. مون عرض ڪيو: الله ۽ ان جو رسول ﷺ ئي بهتر ڄاڻن ٿا. پاڻ سڳورن فرمايو: (ان عرش وٽ) ويندو آهي ۽ سجدو ڪندو آهي ۽ اجازت گهرندو آهي. پوءِ جيئن آيو هيو ايئن وڃڻ جي اجازت ملي ويندي اٿس.

"ويوشڪ ان تسجد فلا يوذن لها فقال لها ارجعي من حيث جنت فتطلع من مغربها فذالڪ قوله عزوجل والشمس تجري لمستقرلها" يعني ٿي سگهي ٿو تہ سجدو ڪري ۽ اجازت نہ ملي ۽ چيو وڃي جتان آيو آهين اتي موٽي وڃ. (بس اهو وقت ئي قيامت جي ويجهو وقت هوندو) جو سج اولهہ کان اڀرندو. تنهنڪري الله تعاليٰ جي قول "وَالشَّمۡسُ تَجۡرِیۡ لِمُسۡتَقَرٍّ لَّهَا" (يٰس: 38)، جو اهوئي مطلب آهي.

حديث جو مطلب مقرر ڪرڻ جي لاءِ ان تي غور ڪيو تہ زمين گول آهي، جيئن اها ڳالهہ ثابت آهي. سج ان جي چوڌاري گردش ۾ آهي تہ ان جو مطلب ان کان سواءِ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو تہ هر گهڙي ڪٿي اڀريل آهي تہ ڪٿي لهي ٿو. مطلب تہ هر گهڙي اهو اڀري بہ ٿو ۽ لهي بہ وڃي ٿو. جڏهن تہ هر لهڻ واري گهڙي سجدو ڪري وري اڀرڻ جي اجازت گهري

ٿو تہ صاف نتيجو اهو نڪتو تہ اهو هر گهڙي سجدو ڪندي هلي ٿو. تنهنڪري جهڙيءَ طرح اهو ان چال سان هرگهڙي شين کي روشني ۽ گرمي بخشي ٿو اهڙيءَ طرح ان حال ۾ هر گهڙي سجدا بہ ڪندو آهي. جنهن کي رب جي عبادت چوڻ گهرجي. مطلب تہ سج جي هڪڙي هڪڙي گهڙي خدمتِ خلق ۽ رب جي عبادت ٻنهي ۾ هڪجيترو مشغول آهي. نہ خدمتِ خلق سان رب جي عبادت ۾ رخنو پوي ٿو ۽ نہ رب جي عبادت سان خدمتِ خلق ۾ فرق اچي ٿو جنهن مان سج جي جامعيت احوال واضح آهي.

نيڪ اهائي صورت روحاني آفتاب جي بہ آهي تہ هڪڙي طرف رات ڏينهن الله جي مخلوق جي تربيت ۽ انهن کي علم جي روشني ۽ عشقِ الاهي جي گرمي پهچائڻ جنهن کان هڪڙو منٽ بہ فارغ ڪونہ هيا. چوتہ پاڻ سڳورن جي پوري زندگيءَ کي اسوه حسنہ چيو ويو آهي. جنهن جي هڪڙي هڪڙي گهڙي دين ۽ شريعت آهي. اهو قول هجي يا فعل، عادت هجي يا عبادت، هرهڪ ۾ عملي نمونو ۽ تابعداري ۽ پيرويءَ جو ذخيرو موجود آهي. پاڻ سڳورن جو سمهڻ هجي يا جاڳڻ، سڀ شريعت جو نمونو آهن. ظاهر آهي تہ اها ڳالهہ دين جي تابعداري مان آهي، دنيا مان ڪونهي. انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن جي پوري زندگي ۽ زندگيءَ ۾ هر اٿڻ ۽ ويهڻ دين بخشڻ وارو آهي. جنهن جو مطلب ٻين لفظن ۾ اهوئي ٿي سگهي ٿو تہ پاڻ سڳورن جي هر گهڙي خدمتِ خلق ۽ تربيتِ مخلوق ۾ مصروف هئي. پر ان سان گڏ پاڻ سڳورن جي ڪائي گهڙي يادِ الاهي ۽ ذڪرِ خداوندي کان بہ خالي ڪونہ هئي. ڇِتي حديث ۾ آهي.

"ڪان يذڪرالله عليٰ ڪل احيانہ ڪان دائم الفڪرة حزينا" يعني پاڻ سڳورا هر وقت الله جو ذڪر ڪندا رهندا هيا ۽ هر وقت غوروفڪر ۽ الله جي خوف ۾ رهندا هيا.

هر گهڙي ذڪرِ الاهي ۾ ۽ هرهڪ منٽ غوروفڪر ۾ مشغول رهندو هو. ڪابہ گهڙي ذڪر ۽ فڪر کان خالي ڪونہ هئي. سمهڻ ۽ جاڳڻ جو ڪوبہ عمل نہ هيو. جنهن ۾ ڪامل خلوص ۽ ڪامل سوچ جو روح نہ ٻوڙندو هجي. تنهنڪري اهائي پوري زندگي جيڪا خدمتِ خلق ۾

مصروف هئي، اهائي پوري جي پوري رب جي عبادت ۾ بہ مشغول هئي. انهيءَ ڪري هر گهڙي پاڻ سڳورا شفقت عليٰ خلق الله (الله جي مخلوق تي شفقت) ۾ بہ مشغول هيا ۽ هر گهڙي تعظيم لامرالله (الله جي حڪمن جي تعظيم) ۾ بہ لڳا پيا هوندا هيا. نہ خدمتِ خلق عبادت کان غافل ڪندي هئي ۽ نہ رب جي عبادت خدمتِ خلق کان غافل ڪندي هئي. انهيءَ ڪري آفتابِ نبوت جي جامعيت احوال بہ ان مادي سج جي مثال سان واضح ٿي وئي.

# رحمتِ مطلق

جيئن سج جي لاءِ اڀرڻ ۽ لهڻ رکيو ويو. اڀرڻ سان اهو سامهون اچي وڃي ٿو ۽ لهڻ سان پردي ۾ هليو وڃي ٿو. نہ هر وقت موجود نہ هر وقت غائب. ڇوتہ ان جي هروقت جي موجودگي بہ عدم برداشت جي ڪري دنيا جي لاءِ تباهي جو سبب هجي ها. ان جو هر وقت غائب رهڻ بہ گرمي جي نہ هجڻ ڪري دنيا جي بربادي جو سبب ٿئي ها. انهيءَ ڪري ان جو ظاهر هجڻ بہ فائدي وارو آهي ۽ غائب رهڻ بہ فائدي وارو ۽ انهن ٻنهي حالتن جي لاءِ ضروري آهي. ان جي ظاهر هجڻ مان دنيا خود ان کان روشني وٺي ٿي ۽ ان جون فائدي واريون صلاحيتون ڪم ۾ اچن ٿيون ۽ ان جي غائب ٿيڻ سان دنيا پنهنجي ان نور وارن جزن مان فائدو وٺي ٿي جن ۾ سج جي فيض سان نور واريون صلاحيتون پيدا ٿينديون آهن ۽ دنيا ۾ نون نون قسمن جون روشنيون ۽ گرميون ظاهر ٿينديون آهن. جنهن سان دنيا جون فائدي واريون قوتون ڪم ۾ اينديون آهن.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جو دور بہ ظهور ۽ لِڪڻ تي مشتمل رکيو ويو. ان جي ظهور سان دنيا ان کان علم ۽ اخلاق جي روشني ۽ گرمي حاصل ڪئي. پنهنجن سينن کي روشن ڪيو جنهن سان خالق ۽ مخلوق کي ۽ انهن جي فرق کي سڃاتو. پنهنجو علم ۽ عقيدو نيڪ ڪيو ۽ ان سان ان ۾ پنهنجو صحيح انجام ڏٺو. اهڙيءَ طرح روحانيت جو ڪارخانو جاري ٿيو. جنهن سان انسان جي پنهنجي روحاني زندگي جي تڪميل ٿي. ظاهر آهي تہ ان آفتاب جي اڀرڻ کان سواءِ اها هدايت جي روشني ڪنهن بہ طريقي سان ظاهر نہ ٿئي ها ۽ انسان ظلم ۽

جهالت جي اونداهين ۾ پيو رهي ها. جنهن مان ظاهر آهي تہ آفتابِ نبوت جو ظهور دنيا جي لاءِ هڪڙي مستقل رحمت ۽ نعمت آهي. ”انا رحمة مهداة“ يعني مان هڪڙي رحمت آهيان. جيڪا (انساني دنيا کي) سوکڙي طور ڏني وئي آهي.

پر غور ڪجي تہ آفتابِ نبوت جو دنيا ڇڏڻ ۽ پردو ڪرڻ بہ ڪجهہ گهٽ رحمت ناهي. ڇوتہ جيئن مادي سج جي لهڻ کان پوءِ ئي ماڻهو جدوجهد ڪندا آهن تہ سج جي بخشيل روشني ۽ گرمي جنهن جنهن شي ۾ بہ موجود آهي، ان مان ڪيڏي دنيا ۾ چانڊوڪي ڪيون تہ انهن ماڻهن جي قوتِ ايجاد ڏيئي، لالٽين، شمعدان، بجلي، ماچيس، چقمق ۽ ٽارچ وغيره ڏانهن ڏيان ڪندي آهي ۽ رنگ برنگي روشنيون دنيا ۾ ظاهر ٿينديون آهن. جيڪڏهن ايئن نہ هجي ها تہ انسان جي قوت ايجاد ڪم ۾ نہ اچي ها ۽ ان جون اهي ايجاد ڪرڻ واريون صلاحيتون عدم جي پردي ۾ لڪيون پيون هجن ها. ايئن ئي آفتابِ نبوت جو لاڏاڻو ۽ انهن جي غيرموجودگي ڪري ان سان اها حسي ۽ مڪاني جدائي بہ الله تعاليٰ جي هڪڙي عظيم نعمت ۽ رحمت ثابت ٿي. آفتابِ نبوت جي پردو ڪرڻ کان پوءِ جڏهن دنيا اونداهي ٿي وئي تہ انهن وارثانِ نبوت ۾ نبوت جي فيض مان جيڪا روشني آئي هئي، ان جي ظاهر ٿيڻ جو وقت اچي ويو. جنهن جنهن شخص ۾ ان روحاني آفتاب جو ڪو ڪرڻو موجود هيو، ان مان رهنمائي وٺي ڳنڀير حالتن ۽ معاملن ۾ ان راهہ ڪڍي. نوان نوان مسئلا ظاهر ٿيا ۽ اهي لڪين علم ۽ معرفتون، جيڪي نورِ نبوت جي گهنجن ۾ چنبڙيل هيون، گهنج کولڻ کان پوءِ ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويون، جنهن سان دين هڪڙو پيرو وري گلدستي جي صورت ۾ دنيا جي سامهون اچي ويو. جيڪڏهن آفتابِ نبوت اهو ظاهري پردو نہ ڪري ها تہ ڪنهن جي مجال هئي جو ان جي روبرو ڪوئي پنهنجي اجتهاد يا نتيجي ڪڍڻ جو ڪم ڪري ها، جنهن جو نتيجو اهو ٿئي ها تہ امت جون اجتهادي صلاحيتون ڪڏهن بہ ڪم ۾ نہ اچن ها. سو مادي سج جي لهڻ سان جيئن ڪائناتي مادن جون نور بخشي جون ايجادي صلاحيتون کلن ٿيون، ايئن ئي روحاني آفتاب جي پردي ڪرڻ سان روحاني مادن جي علم بخشي جون اجتهادي صلاحيتون کليون. سو

ظهور سان جيڪڏهن نور وٺڻ جون قوتون ڪليون تہ پردو ڪرڻ سان نور بخشي جون صلاحيتون ظاهر ٿيون. هڪڙي مان فائدي وٺڻ جي قوت ظاهر ٿي ۽ ٻئي مان فائدو ڏيڻ جي. مطلب تہ انهن ٻنهي حالتن ۾ نور آفتاب جو ئي هوندو آهي، جيڪو سوجهرو بخشيندڙ ثابت ٿيندو آهي. مگر ظهور سان سڌو سنئون ۽ پردي ڪرڻ ڪان پوءِ واسطي سان. تنهنڪري ظهور سان نبوت جو نور پڌرو ٿيو ۽ پردو ڪرڻ سان ولايت جو. ظهور سان تقليد ۽ تابعداري جو رنگ ڪليو ۽ پردو ڪرڻ سان اجتهاد ۽ نتيجو ڪڍڻ جو جيڪو واسطي سان اهو ئي نورِ نبوت آهي. صرف ظرف جون خصوصيتون ان ۾ لڳي وڃن ٿيون. انهيءَ ڪري اهو رنگ برنگي ٿي ويندو آهي. سو جيئن نبوت جا شان پاڻ رنگ برنگي آهن، اهڙيءَ طرح ان جا مظاهر بہ رنگ برنگي هجڻ ضروري هيا. انهيءَ ڪري نبوت جي پردو ڪرڻ ڪان پوءِ ئي صديقيت، فاروقيت، امامت ۽ اولوالامري جون نتيجو ڪڍڻ واريون قوتون ظاهر ٿيڻ ممڪن هيون. انهي ڪري آفتابِ نبوت جو پردو ڪرڻ بہ هڪڙي مستقل نعمت ۽ رحمت ثابت ٿيو. اهڙيءَ طرح ذات بابرڪات نبوي ان مثال سان مطلق رحمت بہ ثابت ٿي. انارحمت مهداة.

ٻئي پاسي ظهور، پردو ڪرڻ ۽ حضور ۽ شهود، خود پاڻ سڀ‍ڳورن جي ذات بابرڪات جي حق ۾ هر گهڙي درجن جي ترقيءَ جو ذريعو هيو. ظهور ۽ شهود جي وقت تہ تعليم ۽ تربيت، ۽ نور ۽ اثر سان پاڻ سڀ‍ڳورا سيني جي سامهون هوندا هيا ۽ هر گهڙي درجن جي ترقي هئي. غير موجودگيءَ وقت جڏهن غيبيت تامہ هوندي هئي، جيئن مثال طور وحي نازل ٿيڻ وقت ڪامل فنائيت جو غلبو هوندو هو ۽ غيبيت تامہ هوندي هئي تہ نہ پاڻ سڀ‍ڳورا ڪنهن وٽ هوندا هيا نہ پاڻ سڀ‍ڳورن وٽ ڪوئي هوندو هيو. يا حسي طور تي جيئن معراج واري رات ۾ پاڻ سڀ‍ڳورا سيني جي نظرن ڪان اوجهل هيا تہ ان ۾ سڌو سنئون درجن جي ترقي ٿي هئي. ان موجب شهود ۾ ترقي تعليم، تربيت ۽ خدمتِ خلق جي واسطي سان هئي ۽ پردو ڪرڻ ڪان پوءِ ترقي بغير واسطي جي هئي. انهيءَ ڪري آفتابِ نبوت جو اهو ظهور ۽ پردو ڪرڻ خود آفتابِ نبوت جي حق ۾ بہ هر گهڙي ڪامل رحمت ثابت ٿيو.

# پختگي ۽ تڪميل

جيئن آسماني ستارا جڙي ٻوٽين ۾ رس ضرور پري چڙهيندا آهن، نلين ۾ گودو ضرور پيدا ڪندا آهن، پر انهن کي پچائي نه سگهندا آهن. پختگي صرف سج کان ئي پيدا ٿيندي آهي. جنهن سان جڙي ٻوٽين جو رس ڪمال جي حد تائين پهچندو آهي ۽ هڏن جي نلين ۾ گودو پڪو ٿي بدن جي جان بڻجي ويندو آهي. جيڪڏهن سج پنهنجي گرميءَ سان انهن مغزن کي نه پچائي ۽ اهي وهندڙ پتڙو مادو رهجي وڃن ته ڪنهن به بدن ۾ جان ۽ طاقت پيدا ٿي نٿي سگهي. ٺيڪ اهڙيءَ طرح نبوت جي ستارن (پهرين نبين سڳورن) دلين ۽ دماغن ۾ ايمان کي ضرور پريو ۽ دين جي مغز کي انهن جي ظرفن ۾ پريندا به رهيا، مگر دين جي پختگي ۽ تڪميل آفتابِ نبوت کان سواءِ ناممڪن هئي. البت اڳين امتن ۾ ته پختگيءَ جي صورت اها هئي جو خاتم النبيين صلي الله عليه وآله وسلم جا علم انهن جي صحيفن ۾ موجود هيا. "وَاِنَّهٗ لَفِيْ زُبُرِ الْاَوَّلِيْنَ﴿۱۹۶﴾" معنيٰ: ۽ بيشڪ ان جي خبر اڳين ڪتابن (صحيفن) ۾ آهي ﴿۱۹۶﴾ (سورت شعراء)، ۽ ايئن نبين سڳورن جي هنگامي تعليمات جي خاڪن ۾ اهي قرآني علم ۽ معرفتون پنهنجو رنگ پريندي يون هيون. جنهن سان تعليم ۽ تربيت ۾ پختگيءَ جي صورت پيدا ٿي ويندي هئي. ٻئي پاسي امت محمدي ۾ ان جي برخلاف اڳين جا علم ته حضرت خاتم النبيين صلي الله عليه وآله وسلم جي واسطي سان موجود هيا ۽ علوم نبوي سڌو سنئون ڪم ڪري رهيا هيا.

انهيءَ ڪري گذريل امتن ۽ هن رحمت واري امت، سيني جي لاءِ پختگيءَ جو سبب آفتابِ نبوت ئي ٿيا. يا ٻئي نموني ۾ اها حقيقت هيئن بيان ڪئي ويندي ته پختگيءَ جو مطلب دين جي تڪميل آهي ۽ تڪميل جي معنيٰ نئين سر ايجاد ڪرڻ ڪونهي، بلڪ ايجاد ٿيل کي ڪمال جي حد تائين پهچائڻ آهي. تنهنڪري اهو دين جيڪو حضرت آدم عليه السلام کان هليو هو ۽ تڪميل جي طرف درجي بدرجي وڌي رهيو هو. ان جي تڪميل آخرڪار حضرت خاتم النبيين صلي الله

عليہ وآلہ وسلم جي هٿاران ٿي، جو خاتم جي ڪامل ترين علمن ڪان سواءِ اها تڪميل وجود پذير ٿي ئي نٿي سگهي.

تنهنڪري روحاني آفتاب پهرين دين کي پنهنجي جامعيت ڪبريٰ جي رستي سان اصول ۽ فروع جي لحاظ کان حدِ ڪمال تي پهچايو. زبردست دليلن ۽ عظيم معجزن سان مضبوط ۽ پختو فرمايو. ان کان علاوه، پنهنجي جامع اسوه حسنہ سان دين جي انهن گوشن کي جيڪي خالي هيا، پُر ڪري دين جي هر طرف کان تڪميل فرمائي

"اَلْيَوْمَ اَكْمَلْتُ لَكُمْ دِيْنَكُمْ وَاَتْمَمْتُ عَلَيْكُمْ نِعْمَتِيْ وَرَضِيْتُ لَكُمُ الْاِسْلَامَ دِيْنًا"

معنيٰ: اڄ مون توهان جي لاءِ توهان جو دين مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ توهان تي پنهنجي نعمت پوري ڪئي ۽ توهان جي لاءِ اسلام کي دين پسند ڪيو (سورت مائده آيت 3)

تنهنڪري پهرين صورت ۾ اربابِ دين جي پختگي ۽ تڪميل ثابت ٿئي ٿي جو اها بہ خاتم جي علمن کان سواءِ وجود پذير نٿي ٿي سگهي ۽ ٻي صورت ۾ نفسِ دين جي پختگي ۽ تڪميل ثابت ٿئي ٿي جو اها بہ خاتم جي علمن کان سواءِ ناممڪن هئي.

## حڪمتِ تربيت ۽ نسخ شرائع

جيئن سج اڀرڻ کان پوءِ ان کي بيٺل نہ رکيو ويو بلڪ حرڪت ڪندڙ ناهيو ويو. جيڪو اوڀر کان اولهہ طرف هلندو رهي ٿو ۽ چرپر بہ سڌي ڪونهي، دوري رکي وئي آهي، جو هڪڙي دائري تي گهمي ٿو ۽ هڪڙي جاءِ تان هلي وري اتي اچي وڃي ٿو جتان هليو هو. وري اها چرپر (حرڪت) بہ هڪدم نہ پر درجي بدرجي رکي وئي جو ڪجھ منٽن ۾ نہ پر چوويهن ڪلاڪن ۾ پنهنجو دورو پورو ڪري ٿو. ايئن نہ تہ هڪدم ٽپو ڏئي اوڀر کان خط استوا تي اچي وڃي ۽ ان جي نڪرڻ سان ئي ڏينهن ۾ اُس جي اها ئي تيزي ۽ گرمائش ۽ گرمي اچي وڃي، جيڪا منجهند جي وقت هوندي آهي. يا اهو تہ اهو منجهند جو هڪڙي ٻرانگهہ پري هڪدم اولهہ ۾ پهچي وڃي ۽ اها منجهند واري روشني ۽ تيزي هڪدم ختم ٿي ٿڌاڻ پيدا ٿي وڃي. جيڪڏهن ايئن هجي ها تہ ماڻهو رات جي ٿڌ جا سٽيل اڀرڻ وقت هڪدم گرم ٿي وڃن ها ۽ منجهند وقت

جي انتهائي گرمي کان گرم ٿيل اوچتو لهڻ وقت هڪدم ٿڌا ٿي وڃن ها. نتيجو اهو نڪري ها تہ ان سان ان هڪدم ۾ اوچتي آيل ٿڌاڻ ۾ گرمي ڪري طبيعتن ۾ بگاڙ پيدا ٿي، طرح طرح جون بيماريون لاحق ٿي وڃن ها. پر سج ۾ جيڪڏهن موربگو حرڪت نہ رکي وڃي ها، بلڪ اهو اهڙي هڪڙي جاءِ تي ٽڪيو بيٺو رهي ها تہ دنيا ان جي گرمي ۾ شدت ڪان تنگ اچي وڃي ها. انهيءَ ڪري ان کي حرڪت ڪندڙ بہ رکيو ويو ۽ حرڪت ۾ تڪڙ ۾ تيزيءَ جي بجاءِ ڏيرج بہ رکيو ويو. جنهن کي ويجهڙائي ۾ دوري، عروج ۾ نزول سان پابند ڪيو ويو تہ جيئن ڏيرج سان گڏوگڏ ڪائنات هر ڪيفيت جي اثرن کان آهستي آهستي متاثر ٿي فائدو حاصل ڪري. هر ايندڙ حالت پهرين حالت کي درجي بدرجي ختم ڪري ايندڙ حالت جي لاءِ مزاجن کي چُست ڪندي رهي. ڇوتہ جيستائين اها پهرين حالت ختم نہ ٿئي، جيڪا مزاجن جي خيال سان رکي وئي هئي، ٻي حالت جي لياقت ظاهر نٿي ٿي سگهي.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي احوال ۾ بہ الله تعاليٰ ترقي رکي آهي، جيڪا هر وقت حرڪت ۾ آهي. جنهن ۾ روحاني احوال جي عروج و نزول، شدت ۾ جَهڪائي جي مختلف ڪيفيتن ايري روحاني مزاجن تي پنهنجا اثر ڇڏيا ۽ مزاجن کي هڪڙي خاص انداز تي ترتيب ڏنو. اسلام جي شروعات ۾ جيڪو سج اڀرڻ جي مشابهہ زمانو آهي. آفتابِ نبوت جي روشني جَهڪي ۾ هلڪي هئي، جيڪا طبيعتن جي ويجهو هئي. ڇوتہ جاهليت واري زماني جون طبيعتون هڪدم دين جي ڪمال کي برداشت نٿي ڪري سگهيون. نماز جي جيڪا مڪمل صورت اڄ آهي، اها اسلام جي شروعاتي زماني ۾ نہ هئي. ان ۾ سلام ۽ ڪلام ٻڌڻ ٻڌائڻ، هيڏي هوڏي ڏسڻ، چرپر ڪري هتان ڪان هِتي هُتي وڃڻ سڀ جائز هو. ڇوتہ نئين امت ۾ نوان مسلمان ماڻهو اوچتو اسلامي نماز جون سڀ پابنديون عائد ٿيڻ سان نماز پڙهڻ کان ئي بيزار ٿي وڃن ها ۽ ان کي برداشت نہ ڪن ها. انهيءَ ڪري جيئن جيئن طبيعتون سهنديون ويون، اهڙيءَ طرح پابنديون عائد ٿينديون ويون. پهريان هيڏي هوڏي چرڻ پرڻ منع ڪيو ويو، پوءِ هيڏي هوڏي ڏسڻ منع ڪيو ويو، پوءِ

سلام ۽ ڪلام جي منع ڪئي وئي ۽ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي قول مطابق

"فامرنا بالسڪوت ونهينا عن الڪلام" يعني پوءِ اسان کي خاموش رهڻ جو حڪم ڏنو ويو ۽ ڳالهائڻ کان روڪيو ويو.

جيڪڏهن انهن سڀني آزادين کان هڪدم روڪيو وڃي ها تہ اهو ائين ٿئي ها جيئن سج جي تکڙي حرڪت سان هڪدم سردي کان گرمي يا گرمي کان سردي ۾ پهچايو وڃي ها. سو ان سان جيڪڏهن مادي مزاج ۾ بگاڙ اچي ها تہ هن سان روحاني مزاج ۾ بہ گڙٻڙ ٿي وڃي ها. تنهنڪري آهستي آهستي شروعاتي حڪم ختم ٿيندا ويا ۽ نوان احڪام آيا تہ جيئن طبيعتون انهن کي سهنديون وڃن ۽ روحاني مزاجن ۾ درجي بدرجي ترقي ۽ سڪون جهڙيون ڪيفيتون پيدا ٿين. اهائي درجي بدرجي احڪامن جي ختم ٿيڻ جي صورت ڪُتن جي ختم ڪرائڻ ۾ رکي وئي، اهائي درجي بدرجي ۽ ختم ڪرڻ واري صورت شراب جي احڪامن ۾ رکي وئي. اهائي درجي بدرجي صورت عاشوري جي روزن ۽ رمضان جي روزن جي لاءِ اختيار ڪئي وئي. اهائي درجي بدرجي صورت وصيت ۽ وراثت جي حڪمن ۾ رکي وئي. اهائي درجي بدرجي صورت تشدد ۽ جهاد جي باري ۾ اختيار ڪئي وئي. مطلب تہ آفتابِ نبوت جي شرعي نقل ۽ حرڪت سان درجي بدرجي احڪام ايندا ويا ۽ تهذيب ۽ ترتيب اختيار ڪري، پهرين حڪم کي هر معاملي ۾ ختم ڪندا ويا. تربيت واري ان حڪمت هيٺ ڪٿي شريعت سُستي کان تشدد ڏانهن وئي آهي، جيئن شراب جي بندش ۾ ۽ ڪٿي تشدد کان سُستي ڏانهن هلي آهي، جيئن ڪُتن کي مارڻ ۾. مگر درجي بدرجي ۽ آساني ٻنهي صورتن ۾ نظر سامهون رکي وئي آهي، جيڪا تربيت واري حڪمت جو بنياد آهي.

تنهنڪري سج جي ئي مثال سان نسخ شرائع ۽ حڪمت تربيت جو مشغلو بہ آفتاب نبوت ۾ ثابت ٿيو

"مَا نَنْسَخْ مِنْ اٰيَةٍ اَوْ نُنْسِهَا نَاْتِ بِخَيْرٍ مِّنْهَآ اَوْ مِثْلِهَا" معنيٰ: اسان جڏهن ڪا آيت بدلائيندا آهيون يا ان کي وسارائي ڇڏيندا آهيون تہ ان کان ڀلي يا ان جهڙي نازل ڪندا آهيون (سورت بقر آيت 106)

# عام فيض ۽ عام بعثت

مادي سج جي هن پهلو تي بہ نظر وجهو تہ ان جو فيض ڪنهن شخص، لڏي يا جنس سان مخصوص ڪونهي، بلڪ هن آسمان جي هيٺان واري ڪائنات جي ذري ذري تي ان جي روشني ۽ گرمي جا اثر عام ۽ ان جو سوجهرو ۽ اثر همہ گير آهن. اهو جيئن اميرن جي محلاتن ۽ شاهي قلعن تي روشني ۽ گرمي وجهي ٿو، ايئن ئي غريبن جي جهڳين ۽ فقيرن جي جهوپڙين تي بہ وجهي ٿو. جيئن انسانن ۾ ان جا ڪرڻا داخل ٿين ٿا، جنهن سان بدن جو اندريون حصو بہ متاثر ٿئي ٿو ايئن ئي حيوان، نباتات ۽ جمادات بہ ان جي فيض کان محروم نٿا رهن. سج اپرڻ سان وڻ ٽڻ، جبل پٿر، لوهہ، ڪاٺ، چمڙو ۽ ڪپڙو سيني مان گرمي ۽ تپش جا آثار ظاهر ٿيندا آهن. ندي، نالن ۽ تلائن ۾ پاڻي بہ پنهنجي ٿڌاڻ وڃائي ويهندو آهي ۽ گرم ٿي ويندو آهي. فضا ۾ هوا بہ گرم ٿي ويندي آهي ۽ خود فضا بہ گرم ٿي ويندي آهي. مطلب تہ ڪابہ شي سج جو اثر وٺڻ کان سواءِ نٿي رهي، بلڪ انهن سيني جي زندگي ئي ان وٽندڙ گرمي سان قائم آهي، جيڪا سج انهن کي بخشي ٿو.

سج جي اها فيض رساني هڪجهڙي آهي. اهو ذري ذري تي چمڪي ٿو ۽ سيني کي پنهنجي نورانيت ۽ گرميءَ جو فيض هڪجهڙو پهچائي ٿو. اهو ڪونهي تہ ڪنهن کي روشني گهٽ ڏئي ۽ ڪنهن کي زياده. ڪنهن کي گرمي گهٽ ڏئي ۽ ڪنهن کي گهڻي، جو اهو ڪنهن جي لاءِ سخي هجي ۽ ڪنهن جي لاءِ بخيل. نہ، ان جي اها هڪڙي ئي روشني ۽ گرمي آهي، جيڪا سيني تي هڪجيتري پوي ٿي. وٺڻ وارا جيڪڏهن پنهنجي صلاحيت ۽ لياقت جي فرق سان وٺڻ ۾ گهٽ وڌائي ڪن يا سج جي ويجهو ۽ پري هجڻ سبب گهٽ وڌ وٺن تہ اهو تفاوت خود انهن جو آهي. ان سان سج جي عطاء وجود جي يڪساني ۾ ڪوبہ فرق نٿو پوي. ظاهر آهي تہ آئينو سج جي جيڪا روشني قبول ڪندو اهو ڪارو تَوو نٿو ڪري سگهي. لوهہ ۽ پٿر اُس سان جيترو گرم ٿي وڃن ٿا، ڪاٺ ۽ ڪپڙو ايترو گرم نہ ٿيندا آهن. پر اهو سڀ انهن جي قابليتن ۽ قبول ڪرڻ واري صلاحيت جو فرق آهي. سج جي بخشيش

جو نہ. مطلب تہ ڪائنات جي ڪابہ ڪنڊ اهڙي ڪونهي جتي سج جي روشني ۽ گرميءَ جو فيض هڪجيترو نہ پهچندو هجي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت پنهنجي علمي روشني ۽ اخلاقي گرمي ڪائنات جي سڀني انسانن کي هڪجيتري پهچائي رهيو آهي. امير ۽ غريب، ويجهي ۽ پري، يگاني ۽ بيگاني، ملڪي ۽ غيرملڪي، ڪاري ۽ يوري، آزاد ۽ غلام ايستائين جو مڃيندڙ ۽ انڪار ڪندڙ سڀني تي ان جا نور هڪجيترا پئجي رهيا آهن. ان جو پيغام پوري دنيا جي لاءِ عام آهي. ان جيئن غريبن کي پڪاريو ايئن ئي دنيا جي بادشاهن جي نالي نبوت جا فرمان موڪليا. اهو جيئن عام ۽ اڻوجهہ ماڻهن جي لاءِ رهنما آهي، ايئن ئي خاص ۽ دانشورن جي لاءِ رهبر آهي. اعلان ڪيو ويو تہ:

"بعثت الي الاسود والاحمر" يعني مان ڪاري ۽ يوري ڏانهن موڪليو ويو آهيان.

عموميت سان پڪاريو ويو تہ

"قُلْ يَآاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّيْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعًا" معنيٰ: اي پيغمبر! چئو تہ اي انسانو! بيشڪ مان توهان سڀني ڏانهن ان الله جو رسول ٿي آيو آهيان (سورت اعراف آيت 158)

قومن ۽ نبين سڳورن جي نسبت سان ان عموميت کي اجا وڌيڪ واضح لفظن ۾ کوليو ويو:

"ڪان النبي يبعث الي قومه خاصة وبعثت الي الناس ڪافة" يعني پهريان نبي پنهنجي پنهنجي قوم ڏانهن موڪليا ويندا هيا ۽ مان سڀني انسانن ڏانهن موڪليو ويو آهيان.

جنهن مان عام فيض ۽ گڏيل هدايت ظاهر آهي.

## مڃڻ وارن ۾ قبوليت جا مرتبا

مڃڻ وارن مان هرهڪ پنهنجي پنهنجي قابليت ۽ صلاحيت جي حد تائين فائدو ورتو. جنهن سان درجن ۽ مرتبن جو فرق پيدا ٿيو ۽ ان ئي فرق جي ڪري مڃڻ وارن ۾ ڪوئي صديق ۽ فاروق بڻيو ۽ ڪوئي ذوالنورين تہ ڪوئي اسدالله ٿيو. ڪوئي سيف الله تہ ڪوئي عيسيٰ

صفت ٿيو. ڪوئي ابراهيمي نقش تي، ڪوئي محدث ٿيو ڪوئي حڪيم بڻيو ۽ ڪوئي فقيهہ، ڪوئي صالح بڻيو ۽ ڪوئي شهيد. مطلب تہ پنهنجي پنهنجي صلاحيتن جي فرق سان جنهن ڪي جيڪو بڻجڻو هيو اهو ان عام روحاني گرمي ۽ تپش ۽ نوراني آب و تاب سان بڻجي ويو. عطاءِ نور ۽ گرمي ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ هيو.

## منڪرن جا تاثرات

ان عام فيض سان نہ صرف مجڻ وارن تي اثر ٿيو بلڪ منڪر ۽ سخت ڪان سخت دشمن بہ پنهنجي جاءِ تي رهندي آفتابِ نبوت جي فيض ڪان محرو م نہ رهيا. ڪنهن قوم هن دين ڪان تهذيب جو فائدو ورتو ۽ ڪنهن مذهب جي سڌاري ۽ ترميم جو. دنيا جي قومن پنهنجي پنهنجي تهذيبن ۽ قومي ۽ ملڪي دستورن ۾ آفتابِ نبوت جي ڪرڻن سان ترميمون ڪيون. تهذيبي قانون بدليا، مذهبي عقيدن ۾ فرق پيدا ٿيو. وڏا مشرڪ بہ توحيد جو نالو وٺڻ لڳا. عيسائين ۾ پروٽيسٽنٽ فرقو پيدا ٿيو جيڪو اسپين جي اسلامي تعليمات جو اثر هيو. هندن ۾ سِک ۽ آريہ ورت پيدا ٿيا، جن توحيد جو نالو وٺڻ شروع ڪيو. لُٽر اسپين جي يونيورسٽي جي اسلامي تعليم سان يورپ جي تهذيب ۾ انقلاب برپا ڪيو. سخت منڪر قومون بہ نبوت جي قدسي قوت جون قائل ٿي ويون. سياستدانن پنهنجي سياست جا رُخ بدلائي ڇڏيا، شاهيت ڪان عواميت آئي. شخصيت ڪان جمهوريت ٿي وئي. خاص گڏجاڻيون عوامي رابطي جي صورت ۾ تبديل ٿي ويون. تشدد ۽ عدم تشدد جو فرق ۽ موقعي مطابق استعمال جو رستو کليو. تشدد جي لڙائي سان گڏ حقي ۽ ناحقي لڙائي جا نقشا بہ ٺهيا. مدني زندگيءَ سان گڏ مڪي زندگي بہ ڪمزور دنيا جو دستور بڻجي وئي. حڪمراني جي ڊنگ ليڊري جو جبو پائي ڇڏيو. مطلب تہ تهذيبي قومون هجن يا مذهبي قومون، سڀ جون سڀ آفتابِ نبوت جي ڪرڻن ۽ شعاعن سان درجي بدرجي متاثر ٿي ويون ۽ انهن جي اندر ۾ هن روحاني سج جو اثر شعوري ۽ غير شعوري طور گهري ئي ويو. جيڪڏهن اهي قومون انهن اصولن کي فرمانبرداري ۽ تابعداري ۽ تسليم و رضا سان قبول ڪن ها تہ دنيا سان گڏ آخرت بہ ان نور سان منور ٿي وڃي ها، جيڪو اصل مقصد هيو. پر ان جو اهو اثر بغير مرضيءَ

جي مجبوري سان ٿيو ۽ انهن هوا جو عام رُخ ڏسي انهن تبديلين کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نہ ڏٺو تہ انهن جي دنيا سطحي طور تي ان روشنيءَ سان روشن ۽ ان گرميءَ سان گرم ٿي وئي، مگر آخرت جي اونداهي ختم نہ ٿي سگهي. تاهم مجڻ وارن وانگر نہ مجڻ وارا بہ آفتابِ نبوت جي فيض کان بي تعلق ۽ بي اثر رهي نہ سگهيا. جنهن جا تفصيلي مثال گذري چڪا آهن ۽ اهڙيءَ طرح هي عام فيض پوري انساني دنيا تي ڇائنجي ويو. جيئن مادي سج دنيا جي هر ذري تي چمڪي ويندو آهي.

## بغير روح وارين شين تي آفتاب نبوت جو اثر

اهو فيضانِ عام نہ صرف عام انساني لڏي تائين محدود رهيو. بلڪ وڻن ٽڻن، جبل پهاڙن سان گڏ حيوانن ۽ جنن تائين بہ ان عالمي صداءِ جا اثر پهتا. جيئن مادي سج جي روشني ۽ گرمي جو اثر انهن تائين پهتو آهي. هٿن مبارڪن ۾ پٿريون آيون تہ تسبيح پڙهڻ لڳيون. کجيءَ جي سڪل ٿڙ کي ڪجهہ ڏينهن تائين آفتابِ نبوت جي صحبت ۽ سنگت جي گرمي ملي تہ اهو عشق نبوي سان ايترو سرشار ٿي ويو جو ڪامل عارفن وانگر نبيءَ جي فراق ۾ روج راڙو ڪرڻ لڳو. حديبيہ ۾ ٻير جي وڻ سان آفتابِ نبوت جو بدن مبارڪ ويجهو ٿي ويو تہ اهو شجرة الرضوان بڻجي ويو. جنهن کي رب العالمين پنهنجي ڪلام مبارڪ ۾ ساراهيو. وڻن ٻوٽن ۽ پٿرن پٿرن ۾ سلام ڪرڻ ۽ نبوت جي شهادت ڏيڻ جي صلاحيت پيدا ٿي وئي. جانور پنهنجي تڪليف جي دانهن ڏيڻ لاءِ اچڻ لڳا ۽ پيغمبر ﷺ جي فيصلي واري حق کان مطمئن ٿي واپس وڃڻ لڳا. اُٺن پنهنجو سر اچي قدم مبارڪن ۾ رکيو ۽ روئي پنهنجي مالڪ جي خلاف ظلم ۽ ڏاڍ جي فرياد ڪئي ۽ مراد ماڻي ويا. بگهڙن نبيءَ جي صداقت جون شاهديون ڏيڻ شروع ڪيون. قربانيءَ جي لاءِ جانور خود پنهنجو پاڻ کي پيش ڪرڻ لڳا. جڏهن پاڻ سڳورن حجہ الوداع جي موقعي تي هڪ سو اٺن جي قرباني ڪئي تہ ڪُسڻ جي لاءِ هرهڪ جانور پاڻ اڳتي وڌي آيو ٿي ۽ ڪنڌ جهڪائي هٿن مبارڪن سان ذبح ٿيڻ جي لاءِ پيشقدمي ڪري رهيو هو.

سرِ دوستاں سلامت کہ تو خنجر آزمائی

وهندڙ پاڻي تسبيح الاهي ڪرڻ لڳو. سفيد ڪپڙو تسبيح الاهي ۾ مشغول ٿي ويو سايون ٽاريون تسبيح ۾ مصروف ٿيون. جانور ۽ پکي پنهنجي پنهنجي زبان ۾ تسبيح پڙهڻ لڳا. جنن جا وفد نبوي واعظ جي فرمائش ڪرڻ جي لاءِ اچڻ لڳا ۽ متاثر ٿي اسلام جو ڪلمو پڙهڻ لڳا. ڪڪرن تي پاڪ نگاهہ پئي تہ اهي مددگار پاڇي جون خدمتون انجام ڏيڻ لڳا ۽ پاڻ سڳورن لاءِ اُس ۾ ڇتي بڻجي ويا.

## مڪان ۽ فضا ۾ آفتاب نبوت جا آثار

نہ صرف هن دنيا جا پهاڙ ۽ وڻ ٽڻ ۽ جِن ۽ حيوان هن روحاني آفتاب ڪان روشن ٿيا، بلڪ اهي جايون ۽ خلا بہ جنهن ۾ گهر ۽ گهر وارا رهندڙ آهن آفتاب نبوت ڪان گرمائجڻ ڪان سواءِ نہ رهيا. اهي گهر بہ جن جا اهي ماڻهو رهندڙ ۽ رهواسي آهن. تنهنڪري جيئن مادي سج سان فضا روشن ۽ گرم ٿيندي آهي، اها ايئن ئي روحاني آفتاب ڪان معنوي روشني ۽ گرمي حاصل ڪري رهي آهي، جيڪا عبادات الاهي جي روشني آهي. ڇوتہ پهريان انهيءَ ڪري جو جيڪو بہ روح وارو يا بي روح عبادت ۽ اطاعت ڪندو تہ اها يقيني طور ڪنهن نہ ڪنهن جاءِ ۽ مڪان ۾ ئي انجام ڏني ويندي، لامڪان ۾ نٿي ٿي سگهي. ان صورت ۾ مڪان عبادت جو ظرف ۽ اطاعت جو وسيلو ٿي ويندو ۽ سيني ڪي خبر آهي تہ وسيلو مقصد حاصل ڪرڻ جي حڪم ۾ هوندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن عبادت مقدس ڪم آهي ۽ ضرور آهي تہ ان جي ظرف جو مقدس هجڻ بہ ضروري آهي. جيئن عطر جيڪڏهن خوشبودار آهي ۽ بيشڪ آهي تہ ان جي شيشي ۽ بوتل جو خوشبودار ٿي وڃڻ بہ قدرتي ڳالهہ آهي. انهي دليل سان عبادت واري جاءِ جو مقدس ٿي وڃڻ واضح ٿي ويو. تنهنڪري ان اصول تي شريعت مسجدن کي خيرالبقاع يعني سيني جاين مان پاڪ جاءِ چيو آهي. اها پاڪ عمل يعني عبادت جي جاءِ آهي ۽ بازار کي شرالبقاع يعني سيني جاين مان بدترين جاءِ چيو، جو اها عام طور تي جهيڳڙن، فسادن ۽ ويڙهہ جهڙن ناپاڪ عملن جي جاءِ آهي. جنهن مان مڪان جي خير ۽ شر هجڻ جو معيار واضح ٿي ويو تہ اها عبادت آهي ۽ عبادت بيشڪ آفتابِ نبوت جو اثر آهي. جنهن

جنهن ڳوٺ ۾ عبادت ۽ اطاعت الاهي ادا ڪئي ويندي، بيشڪ ان ڳوٺ ۽ جاءِ کي بہ آفتابِ نبوت کان متاثر چيو ويندو. انهيءَ ڪري واضح ٿي ويو تہ رهندڙ ئي نہ خود مڪان بہ آفتابِ نبوت جي روشني ۽ گرمي سان اثر پذير آهي.

وري اهو مڪان نہ صرف عبادت جو واسطو هجڻ جي ڪري مقدس ٿي ويو آهي، بلڪ سڏوسنئون خود بہ عبادت ڪرڻ وارو ۽ سڏوسنئون آفتابِ نبوت کان اها معنوي روشني ۽ گرمي وٺي رهيو آهي. تنهنڪري جنهن رستي سان حضور ﷺ گذري ويا اهو ئي مقدس بڻجي ويو. ڄمڻ جي جاءِ، وفات جي جاءِ، دفن واري جاءِ ۽ مخلوقن جي زيارت واريون مقدس جايون.

*بمقامیکہ نشانِ کف پائے تو بود*
*سالہا سجدہ صاحب نظراں خواہد بود.*

زمين جي ڪاهين ۽ قبرن مان بہ قرآن پڙهڻ جا آواز اچڻ لڳا. زمين جي جنهن ٽڪري کي بہ نبوي غلام سان نسبت ٿي وئي اهو بہ مقدس ٿي ويو. زمين جي جنهن حصي تي ڪنهن بہ صالح ٻانهي عبادت لاءِ چلو ڪڍيو تہ اهو حصو سرڪاري شاهد بڻجي ويو ۽ قيامت جي ڏينهن ان ٻانهي جي باري ۾ ان جي شاهدي معتبر ۽ مقبول ٿيندي. مطلب تہ عدالت ۽ پارسائي جيڪي شاهدن جا مخصوص گڻ آهن، زمين جي ان حصي جي نصيب ۾ اچي ويا، جيڪو ان جي مقدس هجڻ جو واضح دليل آهي. جنهن گهر کي صاحبِ نبوت سان پري واري نسبت بہ ٿي وئي اهوئي بيت الله (الله جي گهرن) ۾ ڳڻجڻ لڳو. دنيا جون سيئي مسجدون سيئي درگاهون، سيئي مدرسا، سيئي اهي ادارا جن ۾ الاهي حڪمن جو نفاذ ۽ جاري ٿيڻ جو عمل ٿيو. سيئي مجلسون ۽ وعظ، ذڪر، سيئي مذاڪرن، علم ۽ عمل واريون جايون، سيئي مقدس ٽڪريون ۽ واديون جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن صاحب الهام، صاحب وحي ڏانهن منسوب هجن (ان حالت ۾ جو هر صاحب وحي ۽ الهام ۽ هر صاحب ڪشف ۽ اسرار چاهي اهو پهريَن ۾ هجي يا پوين ۾ آخرڪار خاتم النبيين ڏانهن منسوب ۽ خاتم جي ئي فيض سان مستفيض آهي) انهن هستين جي ڪري مقدس ۽ عبادت گذار ڳڻيا ويندا، جو انهن کي ڪنهن نہ ڪنهن

واسطي سان آفتابِ نبوت سان نسبت حاصل هوندي. حرم ڪعبہ، حرم مڪہ، حرم مقدس، حرم مدينہ، مسجد حرام، مسجد اقصيٰ، مسجد نبوي، مسجد قبا، مسجد خيف، مسجد نمره وغيره وغيره. پوءِ قبر مبارڪ ۾ اهو هنڌ جنهن ۾ جسم مبارڪ محفوظ آهي، اهو عرش کان بہ افضل آهي. ان سان پاڪ جسم لڳل آهي. وري پهاڙن جي سلسلي ۾ جبل طور، جبل نور، جبل حراء، جبل ثور، جبل اُحد، وادي سينا، وادي آدم، دريائن ۾ سيحون ۽ جيحون، نيل ۽ فرات وغيره. کوهن ۾ بيرزمزم، ۽ مديني جا مشهور ست کوهہ: بير اريس، بيرخاتم، بير بضاعتہ وغيره ۽ سيئي اهي مبارڪ علائقا جن ۾ انهن مقدسن جي ڪا نسبت لڳل آهي يا اهي انهن جي نالي سان آهن. پوءِ اهي سڀ نظارا ۽ آثار ۽ دنيا جون سڀئي مقدس جايون انهيءَ ڪري مقدس ٿيون جو انهن کي آفتابِ نبوت سان ڪا نسبت ۽ مناسبت حاصل آهي. تنهنڪري ڪو مقام تہ اهو آهي جنهن کي شريعت نالو وٺي صاحب نسبت چيو ۽ ان جو حقيقت ۾ مقدس هجڻ پاڻ مقرر ڪيو. جيئن مٿي ذڪر ڪيل ماڳ ۽ ڪجهہ اهي آهن جن کي نيڪ ماڻهن جي چونڊ تي چڙهي عبادت جو ظرف قرار ڏنو. يعني جيڪو انسان جتي بہ عبادت ڪري اها جاءِ مقدس ۽ ان جي حق ۾ شاهد ٿي ويندي. جيئن تہ اها صلاحيت هرعلائقي ۾ هر وقت آهي، انهيءَ ڪري جڻ پوري دنيا جي سڀني علائقن کي پوري صلاحيت سان مقدس چيو ويو. ان حقيقت کي هيٺين حديث ۾ ارشاد فرمايو ويو تہ

> "جعلت لي الارض مسجدا و طهورا" يعني منهنجي لاءِ پوري زمين کي مسجد ۽ پاڪائي جو ذريعو بڻايو ويو آهي.

ان صورت ۾ زمين جو باقي ڪهڙو علائقو رهجي وڃي ٿو جيڪو حقيقت ۾ عملي طور يا صلاحيت مطابق خاص طور يا عام طور آفتابِ نبوت جي روشني ۽ گرمي کان بي تعلق چيو وڃي. حاصل مطلب اهو تہ جتي بہ آفتابِ نبوت جو ڪو سوجهرو ۽ ڪرڻو پهچي ويو، اهو علائقو روشن ۽ گرم ٿي ويو. سڌوسنئون بہ ۽ اڻ سڌيءَ طرح بہ. ظاهر آهي تہ گهر يا عمارت دنيا جي هر شي کي پنهنجي احاطي ۾ رکيون پيو آهي، ڪابہ مڪاني شي ان جي گهيري کان ٻاهر نڪتل ناهي. جڏهن اهو پوري جو پورو آفتابِ نبوت کان مستفيد آهي تہ ان جي احاطي جي ڪا

شي باقي رهي ٿي جو اها ان جي نوراني اثرن کان الڳ يا بي تعلق رهجي وڃي؟ ان مان پڌرو ٿي ويو تہ جيئن مادي سج جو حسي فيض دنيا جي هر علائقي ۾ پهتل آهي جو مڪان ۾ ان ۾ رهندڙ ڪوئي فرد ان کان محروم ڪونهي، اهڙيءَ طرح هن روحاني سج جو معنوي فيض بہ ذري ذري تي ڇانيل آهي، جنهن سان فضا ۾ مڪان ۾ ان ۾ رهندڙن مان ڪوبہ فرد بچيل ڪونهي. البت ڪجھ کي آفتابِ نبوت پاڻ پنهنجي مهرباني سان چونڊي نالو وٺي حقيقت ۾ نوراني ڇيو آهي ۽ ٻين کي فرمانبردار انسانن جي چونڊ تي ڇڏي، پوري صلاحيت مطابق نوراني ڇئي ڇڏيو آهي.

## آفتابِ نبوت جا زماني تي اثر

جيئن مادي سج جو فيض گهر ۾ گهريلو شين تائين محدود ڪونهي، بلڪ ان جي روشني ۾ گرمي زماني کي بہ متاثر ڪري رکي ٿي. اهڙيءَ طرح آفتاب نبوت جو فيض بہ گهر ۾ گهر ۾ موجود ماڻهن ۽ شين کان گذري زماني ۾ زماني جي شين تائين پڪڙيل آهي. جنهن ڏينهن تي نگاھ پئي اهو ڏينهن مقدس ٿي ويو. جنهن رات تي نگاھ وڃي پئي اها رات پلاري ٿي وئي. اهي گهڙيون، اهي مهينا، اهي سال، زماني جو اهو حصو جيڪو آفتابِ نبوت جي ڪنهن نسبت هيٺ اچي ويو اهو ئي مقدس، مقبول ۽ مبارڪ ٿي ويو. اهڙيءَ طرح جيڪي شيون زماني جي گهيري ۾ اچي ويون اهي بہ مبارڪ ٿي ويون. جنهن جي صورت اها آهي تہ جيئن ڪائنات جي ذري ذري کي گهر پنهنجي دائري ۾ وٺي رکيو آهي ۽ ڪابہ جسماني شي اهڙي ڪونهي جيڪا گهر ۾ جاءِ کان بي نياز هجي. فلاسافرن جي قول مطابق "کل جسم فله حير طبعي" يعني هر جسم جي لاءِ طبعي طور تي ڪانہ ڪا رهڻ جي جاءِ ۽ مڪاني ظرف ضروري آهي. اهڙيءَ طرح دنيا جي ڪابہ شي زماني جي دائري کان بہ ٻاهر نٽي ٿي سگهي. يعني زمانو بہ مڪان وانگر ڪائنات کي گهيريون پيو آهي. بلڪ زماني جو دائرو گهر جي دائري کان بہ گهڻو وڏيڪ آهي. ڇوتہ گهر تہ صرف موجود شين (جيڪي پيدا ٿي چڪيون آهن) کي پنهنجي دائري ۾ گهيري رکي ٿو. غيرموجود شين يعني پيدا نہ ٿيل شين سان گهر جو ڪوبہ تعلق ڪونهي ۽ ايئن چئي بہ نٿو سگهجي

تہ جيڪي شيون اجا پيدا ڪونہ ٿيون آهن، اهي فلاڻي جاءِ ۾ بند آهن. پر زمانو موجود شين سان گڏ انهن پيدا نہ ٿيل شين کي بہ پنهنجي دائري ۾ رکيون پيو آهي، جيڪي اجا تائين پيدا ڪونہ ٿيون آهن. چوتہ زمانو صرف حال کي نہ چئبو آهي جنهن ۾ موجود شيون سمايل آهن، بلڪ ماضي کي بہ چئبو آهي جنهن ۾ گذريل شيون پريون پيون آهن. هر مرڻ واري شي کي چئبو آهي تہ اها ماضي ٿي وئي يعني زمانہ ماضي ۾ هلي وئي. وري زماني جو ٽي حصو مستقبل بہ آهي. يعني اچڻ وارو زمانو جنهن ۾ اهي شيون سمايل آهن، جيڪي اجا پيدا ئي نہ ٿيون آهن. تنهنڪري ماضي جي دائري ۾ پيدا ٿي گذري وڃڻ واريون شيون گهيريل آهن ۽ مستقبل جي دائري ۾ پيدا نہ ٿيل شيون گهيريل آهن. حال جي دائري ۾ صرف اهي شيون گهيريل آهن، جيڪي پيدا ٿي موجود آهن. ظاهر آهي تہ حال ۾ گهيريل موجود شين کان گذري ويل ماضيءَ جون شيون ۽ اچڻ واري مستقبل جون شيون گهڻيون وڌيڪ آهن. انهيءَ ڪري زمانہ حال جي پڪڙ بہ ماضي ۽ مستقبل جي مقابلي ۾ گهڻي گهٽ آهي ۽ سيني کي خبر آهي تہ مڪان جي دائري ۾ صرف اهي شيون آيل آهن جيڪي حال جي گهيري ۾ آهن. ماضي ۽ مستقبل جون شين سان گهر جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. انهيءَ ڪري پڌرو ٿي ويو تہ گهر جو دائرو زماني جي دائري کان گهڻو ننڍو ۽ مختصر آهي ۽ ان جي دائري ۾ زماني جي دائري جي مقابلي ۾ تمام گهٽ شيون آيل آهن، جيڪي مڪان ۽ زمان جي دائرن ۾ فرق جو کليل دليل آهن.

ٻيو فرق اهو آهي تہ ڪائنات جون اهي شيون جيڪي گهر جي دائري ۾ آيل آهن، پاڻ تہ رات ڏينهن چرندڙ پرندڙ آهن پر گهر بيٺل آهي ۽ انهن شين کي گهيريون پنهنجي جاءِ تي قائم ۽ غيرمتحرڪ بيٺل آهي. پر زمانو انهن شين کي گهيريون پاڻ حرڪت ۾ آهي ۽ زماني جون شيون ساڪن آهن. ڪابہ شي پاڻ حرڪت ڪري هڪڙي زماني کان ٻئي زماني ۾ نہ ويندي آهي، بلڪ زمانو پاڻ انهن تي گذرندو ۽ ايندو ويندو رهندو آهي. ماضي گذري ۽ پوئتي وڃي رهيو آهي، مطلب تہ پري ٿي رهيو آهي. مستقبل اچي رهيو آهي ۽ شين جي ويجهو ٿيندو پيو وڃي. جڏهن تہ حال انهن ٻنهي حالتن جي وچ ۾ هڪڙو فرضي نقطو

آهي، جنهن جو ٻنهي طرف رخ آهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف زماني کي شين جي ويجهو ايندي ۽ پري ٿيندي ڇئي زماني کي ڄڻ متحرڪ ڇيو آهي ۽ شين کي بيٺل فرمايو:

“اِقۡتَرَبَ لِلنَّاسِ حِسَابُهُمۡ وَهُمۡ فِىۡ غَفۡلَةٍ مُّعۡرِضُوۡنَ﴿۱﴾” معنيٰ: ماڻهن لاءِ سندن حساب جو وقت ويجهو آهي ۽ اهي غفلت ۾ رهي ان کان منهن موڙيندڙ آهن ﴿۱﴾ (سورت انبياء)

هڪڙي ٻي جاءِ تي فرمايو

“اِقۡتَرَبَتِ السَّاعَةُ وَانۡشَقَّ الۡقَمَرُ ﴿۱﴾” معنيٰ: قيامت ويجهي آئي آهي ۽ چنڊ چيرجي پيو آهي ﴿۱﴾ (سورت قمر)

زمين کي فرش چيو ويو جيڪو ان جي ساڪن هجڻ جي علامت آهي. ڇوته فرش حرڪت ڪونه ڪندو آهي پر ان تي رهڻ وارو حرڪت ڪندو آهي. بهرحال، ڪائنات جو ذرو ذرو زمان ۽ مڪان جي پڪڙ ۾ آهي. پر مڪان ساڪن آهي ۽ مڪاني شيون متحرڪ آهن. زمانو پاڻ متحرڪ آهي ۽ زماني شيون ساڪن آهن. مگر ان فرض جي باوجود ته زماني جو دائرو مڪان کان گهڻو وسيع ۽ گهڻو متحرڪ آهي، ٻنهي جي اها ڳالهه مشترڪ پنهنجي جاءِ تي هڪڙي حقيقت آهي ته مڪان ۽ زمان ڪائنات جي ذري ذري کي پنهنجي دائري ۾ رکيون پيا آهن. هاڻي ان ڳالهه تي غور ڪيو ته زمان ۽ مڪان پنهنجي بي انتها دائري وسعتن جي باوجود ٻئي گڏجي خود سج جي دائري ۾ آيل آهن. تنهنڪري جيئن مڪان ۽ مڪاني شيون سج کان روشن ۽ گرم ٿينديون آهن، ائين ئي زمانو ۽ زماني شيون به سج کان گرم ۽ روشن آهن.

## سج سان زماني جو وجود

زمانو مڪان جي مقابلي ۾ گهڻي کان گهڻو سج جي پڪڙ ۾ آهي. ڇوته مڪان صرف سج کان متاثر آهي، سج جو ناهيل نه آهي. پر زماني جو ته وجود ئي سج سان آهي. ڇوته زمانو نالو ئي سج جي گردش جو آهي. اهو نه اڀري ۽ نه لهي ته رات ڏينهن به نه ٿين ۽ رات ڏينهن نه هجن ته وقت ۽ زمانو به نه هجي. انهيءَ ڪري زمانو ڄڻ ته سج جي اولاد ۽ ان مان پيدا ٿي جاول نڪتو ته زماني جو مڪان جي مقابلي ۾ سج کان گهڻو

متاثر هجڻ قدرتي ڳالهه آهي. اهوئي سبب آهي جو رات ۾ ڏينهن گرم به هوندا آهن ۽ روشن به. ڏينهن جو گرم ۽ روشن هجڻ ته سڀ محسوس ڪن ٿا پر رات جي موسم گرمين ۾ گرم هجڻ آخر سج کان سواءِ ڪنهن جو اثر آهي ۽ وري ستارن جي روشنيءَ سان ڪنهن حد تائين روشن هجڻ جڻ ظاهر ۾ تارن جو اثر آهي پر خود تارن جي روشني حقيقت ۾ سج جي روشني آهي. فلاسافرن جي دعوائن جي مطابق چنڊ تارا ڪجهه شفاف قسم جا جسم آهن، جن ۾ پنهنجي روشني ناهي. انهن ۾ اها چمڪ دمڪ سج جي سامهون هجڻ ڪري ايندي آهي. انهيءَ ڪري رات جو تارن سان روشن ٿيڻ سج جي واسطي سان ئي روشن ٿيڻ آهي. تنهنڪري ڏينهن به ۽ رات به سج جي گرمي ۽ روشني ٻئي شيون حاصل ڪري رهيا آهن. انهيءَ ڪري زمانو به سج جي فيض کان محروم ڪونهي، جو سج سان ئي نهندو آهي ۽ ان کان آثار به وٺي ٿو.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت به پنهنجو زمانو پاڻ ٺاهيندو آهي. هُتي مادي سج جي حسي گردش سان حسي رات ۽ ڏينهن ٺهندا آهن، جو سج نڪري آيو ته ڏينهن ٿي ويو، سج لهي ويو ته رات ٿي وئي. انهيءَ ڪري سج جون جهلڪيون رات ۽ ڏينهن ٺاهينديون رهنديون آهن. هِتي روحاني آفتاب جي شرعي نقل ۽ حرڪت سان شرعي رات ڏينهن ٺهندا آهن. جڏهن اهو روحاني سج اڀرندو آهي ته شرعي ڏينهن ٿي ويندو آهي ۽ جڏهن اکين کان اوجهل ٿي ويندو آهي ته رات ٿي ويندي آهي ۽ ٻنهي ۾ هزارين مصلحتون مخفي آهن. ڏينهن سج جي فائدي جو وقت آهي ۽ رات خود ان کان فائدو حاصل ڪرڻ جو. جيئن مادي سج رات جو نگاهن کان اوجهل ٿي حديث مطابق عرش جي هيٺان وڃي سجدو ڪندو آهي ۽ اڀرڻ جي اجازت وٺندو آهي. مطلب ته سجده نياز سان نئون نور ۽ نور واري نئين زندگي وٺي، اچڻ واري ڏينهن کي روشني بخشڻ جي تياري ڪندو آهي ۽ فائدي پهچائڻ واري شان سان اڀرندو آهي. اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت راتين ۾ عام نگاهن کان اوجهل ٿي قيام ليل ۽ عبوديت جي سجدن جي لاءِ عرش تائين پهچي ٿو ۽ آئنده جي فائدي لاءِ نيون روحاني قوتون وٺي وري ڏينهن ۾ اڀرندو آهي ته جيئن الله جي مخلوق جي رهنمائي فرمائي. فرق ايترو آهي ته مادي سج لهڻ کان

پوءِ زمين جي هيٺان ويندو آهي ۽ عرش جي هيٺين حصي جي سامهون وڃي بارگاهه الاهي ۾ سجدو ڪندو آهي. پر روحاني سج نظر کان اوجهل ٿي زمين کان مٿي بلڪ آسمانن کان به گذري ايستائين جو عرش جي مٿين حصي تي پهچي عرش العظيم جي رب کي سجدو ڪندو آهي ۽ اتان نئين کان نئين روحاني زندگي وٺي، وري دنيا ڏانهن موٽندو آهي ته ڏينهن ٿي ويندو آهي ۽ انهن قوتن مان فائدو حاصل ڪرڻ جو وقت اچي ويندو آهي. مطلب ته ڏينهن ان جي اجتماعي ۽ جلوت جي زندگيءَ جو ظهور آهي ۽ رات ان جي دل جمعي ۽ انفرادي يا خلوت جي زندگيءَ جو ظهور آهي. بهرحال، جيئن اڀرڻ ۽ اوجهل ٿيڻ سان روحاني آفتاب شرعي ڏينهن ۽ رات ٺاهيندو آهي اهڙيءَ طرح روحاني آفتاب جو ٻڌايل زمانو به مادي سج جي ٻڌايل زماني جي ڪلهوڪلهي سان ملائي قائم آهي.

## آفتابِ نبوت جا ڏينهن

جيڪڏهن توهان مادي سج جي ٻڌايل زماني تي غور ڪيو ته نظر ايندو ته اهو پورو زمانو جيڪو سج سان ٺهي ٿو حقيقت ۾ صرف ست ڏينهن ۽ راتيون آهي. انهيءَ ڪري پوري دنيا جي ڪل ڳڻپ ست ڏينهن ست راتيون يعني هڪڙي هفتي کان وڌيڪ ڪونهي. البت، اهو هفتو جيئن ته موٽي وري وري ايندو رهي ٿو ان جي وري وري اچڻ جي حد تائين دنيا ۾ دنيا جي قومن ۽ دنيا جي وڏن حادثن جون عمريون ڏٺيون ٿي وڃن ٿيون ۽ هزارن سالن جون ڇورايون ويندڙيون آهن. مگر انهن ڏٺين کان ڏٺين عمرين جو حاصل هڪڙي هفتي کان وڌيڪ ڪونهي.

ستن ڏينهن جو هفتو ڇنڇر کان شروع ٿي جمع ڏينهن تي ختم ٿيندو آهي ۽ اهوئي هفتو پوري دنيا جي اصل عمر آهي، توڙي جو وري وري ايندو رهندو. جيڪڏهن دنيا جي عمر اهو هفتو رکڻ منظور نه هجي ها يا ٻين لفظن ۾ هفتي کان وڌيڪ عمر هجي ها ته سج کي گردش ڏيڻ جي بجاءِ هڪڙي طرف کان سڌو هلائي هميشه اڳتي ئي سڌي لڪير تي ڊوڙائيندو رهجي ها. اهو ڪڏهن به نه لهي ها ۽ اوپر ۽ اولهه ۾ وري وري گهمي هڪڙي ئي دائري ۾ چڪر نه کائيندو رهي ها. مگر ظاهر آهي ته

ان صورت ۾ صرف هڪڙو ڏينهن ٿئي ها جيڪو هزارن سالن جي برابر هجي ها ۽ ان سان رات جو واسطو وچ ۾ نہ اچي ها. مگر ان صورت ۾ اهي مڙئي لاها چاڙها ۽ حادثا ۽ انهن جون بي انتها مصلحتون، جيڪي رات کان پوءِ ڏينهن ۽ ڏينهن کان پوءِ رات جي ادلي بدلي ۾ لڪل آهن گم ٿي وڃن ها. زمانن جي ڪائي حدبندي نہ هجي ها. ڪابہ مدت مقرر ٿي نہ سگهي ها، ڪوئي حساب نہ ٿي سگهي ها، نہ مهينا ٿين ها ۽ نہ سال. نہ سن پيدا ٿين ها ۽ نہ تاريخ ۽ ايئن دنيا جي تاريخ ئي نہ بڻجي سگهي ها. جنهن سان عبرتن ۽ مصلحتن جا سيئي ڪارخانا درهم برهم ٿي وڃن ها. سج جي چال ۾ سڌي حرڪت جي بجاءِ دائري واري حرڪت ۽ گردش رکي وئي، جنهن سان سج جو اڀرڻ ۽ لهڻ پيدا ٿيو. ان سان رات ۽ ڏينهن ٿيا تہ جيئن اهي ئي رات ۽ ڏينهن موٽي اچي زماني جا مقدار ٺاهيندا رهن ۽ ڪائنات جي انهن مڙني مصلحتن جو وجود ٿيندو رهي، جيڪي ان رات ۽ ڏينهن جي انقلاب سان وابستہ آهن. ان کان علاوه، طبيعتن ۾ ان رات ۽ ڏينهن جي نئين سر وري اچڻ سان نواڻ پيدا ٿيندي رهي تہ جيئن طبيعتون روزانو تازيون توانيون ۽ نوبنو ٿي ڪوشش ۽ عمل جي ميدانن ۾ ڊوڙنديون رهن ۽ دنيا جون مصلحتون ظاهر ٿينديون رهن. مطلب تہ ان طريقي سان دنيا جي عمر ٽوٽل هڪڙو ڏينهن ٿئي ٿي جيڪو موٽي موٽي وري وري اچي سگهي ٿو ۽ دنيا جي عمر ڊگهي ٿي سگهي ٿي. پر ان صورت ۾ حساب قائم ڪرڻ ۽ حادثن جون عمريون مقرر ڪرڻ ۾ ڏکيائون پيدا ٿي وڃن ها، ڇڻ تہ سيئي انسان هڪڙي ڏينهن جي پيدائش هجن ها، هڪڙو ئي ڏينهن موت جو هجي ها، هڪڙو ئي ڏينهن شادي مرادي جو هجي ها. هڪڙي ئي ڏينهن عمر جي هر واقعي جو ٿيڻ هجي ها تہ زندگي جي معاملن ۾ تميز ڪرڻ ئي ڏکيو ٿي وڃي ها. انهيءَ ڪري ڏينهن ۽ رات جون ست گردشون رکي دنيا جي عمر هڪڙو هفتو ڪئي وئي ۽ ستن نالن وارا ست ڏينهن رکيا ويا ۽ انهن جي وري وري اچڻ سان مهينا مقرر ڪيا ويا ۽ ٻارهن نالا رکيا ويا تہ جيئن مهينن سان گڏ ڏينهن جو ۽ ڏينهن سان گڏ ڪلاڪ ۽ منٽ مقرر ڪرڻ آساني سان ممڪن ٿي وڃي.

شايد انهيءَ لاءِ قرآن شريف دنيا جي تخليق ۽ پيدائش جي سلسلي ۾ هڪڙي ڏينهن جي بجاءِ ستن ڏينهن جو ذڪر ڪيو آهي. ڇهن جو چٽيءَ طرح ۽ هڪڙي جو اشارو ڪري فرمايو:

"اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِىْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضَ فِىْ سِتَّةِ اَيَّامٍ ثُمَّ اسْتَوٰى عَلَى الْعَرْشِ" معنيٰ: اي انسانو! بيشڪ توهان جو پالڻهار اهو الله آهي جنهن آسمانن ۽ زمين کي ڇهن ڏينهن ۾ بڻايو پوءِ عرش ڏي متوجهه ٿيو (سورت اعراف آيت 54)

هن آيت جو صاف مفهوم آهي ته ڪائنات جي تخليق جا ڇهه ڏينهن آهن ۽ هڪڙو ڏينهن عرش تي ٿانيڪو ٿيڻ جو جنهن کي يوم الفراغ (واندڪائي جو ڏينهن) چوڻ گهرجي. اهو انهن ڇهن کان علاوه ستون ئي ٿي سگهي ٿو ۽ ڇهن کان پوءِ اچڻ وارو ڏينهن ئي ٿي سگهي ٿو. ڇوته ڪائنات جي تخليق جا ڇهه ڏينهن ناقص ۽ اڻپورا ته مراد ئي نٿا ٿي سگهن. جو ڇهن ڏينهن جو لفظ مطلق رکيو ويو آهي ۽ مطلق مان فرد ڪامل ئي مراد هوندو آهي. انهيءَ ڪري اهي ڇهه ڏينهن بنا شڪ جي ڪامل ڏينهن مراد ٿيا ۽ ڇهن ڏينهن جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ جيڪو وقت ايندو ان کي ئي ستون ڏينهن چيو ويندو ۽ اهو ئي ٿانيڪو ٿيڻ جو ڏينهن آهي. انهيءَ ڪري هن آيت مان دنيا جي تخليق جي معاملي ۾ مجموعي طور عمل ۾ واندو ٿيڻ جا ست ڏينهن ئي ٿين ٿا. ڇهه چٽي نموني ۽ هڪڙو اشاري طور. اهو هڪڙو يعني ستون ڏينهن يقينن ڇهه ڏينهن پورا ٿيڻ کان پوءِ ئي وارو ڏينهن ٿي سگهي ٿو. جيئن لفظ "ثم" يعني پوءِ، انهن ڇهن ڏينهن کان بعد وارو هجڻ جو واضح دليل آهي. سو دنيا جي تخليق ۽ ان کان پوءِ واندڪائي جي مجموعي مدت نُص قرآن جي روشني ۾ اهو ئي هڪڙو هفتو ٿي ويو. ان کان علاوه، حديثن ۾ جڏهن مخلوقن کي ڏينهن تي ورهايو ويو آهي ۽ انهن جي تخليق آچر کان شروع ٿي جمع تي ختم ٿي ته ڇهه ڏينهن ته ان روايت سان ثابت ٿيا ۽ هڪڙو ڇنڇر وارو ڏينهن جنهن جو ذڪر چٽيءَ طرح بي حديث ۾ اچي چڪو آهي، جنهن جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو. انهيءَ ڪري زماني جا ست ڏينهن جيئن آيت مان نڪتا، توڙي عدد ۾ ئي سهي نه ڪي نالي سان، ايئن حديثن مان به نڪتا مگر تفصيل سان ۽ نالن سان.

# دنيا جي هفتي تي دنيا جي قومن جو اتفاق

وري دنيا جي مدت اهو هفتو جيئن قر آني وضاحت، دلالت ۾ حديث سان ثابت ٿئي ٿي، ايئن ئي قومن جي اتفاق سان بہ ثابت ٿيل آهي، جنهن تي دنيا جي قومن جي هڪڙي راءِ آهي. يهودين وٽ ڇنڇر جو ڏينهن (يوم السبت) واجب التعظيم ۾ عيد جو ڏينهن آهي. اهي چون ٿا تہ اهو يو م الراحتہ آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ دنيا تخليق ڪرڻ کان پوءِ واندو ٿي راحت ڪئي يعني آچر جي ڏينهن کان شروع ٿي جمع جي ڏينهن دنيا جي تخليق پوري ٿي تہ ڇنڇر جي ڏينهن آرام ٿيو ۾ جڏهن ڪنهن ضروري ڪم کان واندو ٿي آرام جون گهڙيون ايندڙيون آهن تہ اهي قدرتي طور خوشيءَ جون گهڙيون هونديون آهن. انهيءَ ڪري اهو ڏينهن خوشيءَ جو بہ هجڻ گهرجي ۾ عيد ۾ ڏڻ جو بہ. جنهن مان هفتي جو ثبوت حديث جي نص سان يهودين وٽ نڪتو. نصارن آچر جي ڏينهن (يوم الاحد) کي واجب التڪريم ڏينهن چيو ۾ عيد مقرر ڪيو. اهي چون ٿا تہ ان ڏينهن دنيا جي تخليق جي شروعات ٿي ۾ جن گهڙين ۾ ڪنهن خاص ڪم جو افتتاح ڪيو وڃي تہ اهو وقت خوشيءَ جو هوندو آهي. تنهنڪري خاص ڪم جي افتتاح جي وقت جلسہ ڪيا ويندا آهن. ڪنهن عمارت جو پيڙهہ جو پٿر رکندا آهن تہ تعمير جي ان افتتاح تي خوشيءَ جو اظهار ڪبو آهي. ڪنهن تعمير جي مڪمل ٿيڻ تي جڏهن ان کي استعمال ڪرڻ جي شروعات ڪبي آهي تہ ان ۾ خوشي ڪئي ويندي آهي. انهيءَ ڪري جڏهن آچر جو ڏينهن دنيا جي تخليق جي افتتاح جو وقت هو تہ اهو ئي ڏينهن عيد جو ڏينهن هجڻ گهرجي، ان مان نصارن وٽ بہ ستن ڏينهن جو ثبوت مليو.

مسلمانن چيو تہ جمع جي ڏينهن ڪائنات جي تخليق پڄاڻي تي پهتي ۾ پوري دنيا مڪمل طور تي تيار ٿي وئي ۾ جن گهڙين ۾ ڪو خاص ڪم مڪمل ٿيڻ جي پڄاڻي تي پهچي تہ اهو وقت ڪم ڪرڻ وارن ۾ استعمال ڪرڻ وارن جي لاءِ انتهائي خوشيءَ جو هوندو آهي. انهيءَ ڪري جمع ان جي قابل آهي تہ ان کي خوشي ۾ عيد جو ڏينهن مقرر ڪيو وڃي. ان مان بہ اهي ست ڏينهن ثابت ٿيا. باقي اها ڳالهہ تہ

هن هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن هر قوم وٽ خوشي ۽ عبادت جو ڏينهن آهي تہ ان ۾ ڪنهن قوم جو چونڊيل ڏينهن خوشيءَ جي لاءِ موزون ۽ عبادت جي لاءِ مناسب آهي. ان لاءِ غور ڪيو وڃي تہ ڪا شي ٺاهي واندڪائي ۽ راحت جي گهڙين ڪي حاصل ڪرڻ شي جي تڪميل سان ڪوئي تعلق نٿو رکي. خود پنهنجي راحت ۽ واندڪائي جي گهڙي سان تعلق رکي ٿو ۽ پنهنجي راحت تي خوش ٿيڻ شي جي تڪميل جي خوشي سان ڪوئي تعلق نٿو رکي. بلڪ هڪڙي مستقل خوشي آهي، جيڪا اصل شي جي شروعات ۽ پڄاڻي سان ڪوبہ تعلق نٿي رکي. انهيءَ ڪري يهودين جي خوشي حقيقت ۾ دنيا جي تخليق مڪمل ٿيڻ تي نہ ٿي، بلڪ ان ڪي ٺاهي واندو ٿيڻ تي ٿي، جيڪا ٺاهڻ واري جي راحت جي خوشي آهي. انهيءَ ڪري شي تي خوشيءَ جا بہ نمونا نڪرن ٿا. ان جي افتتاح تي يا ان جي پڄاڻي تي. يعني شروع ڪرڻ وارو ڏينهن ۽ مڪمل ٿيڻ وارو ڏينهن. انهيءَ ڪري نصارن ۽ مسلمانن جي خوشي حقيقت ۾ دنيا جي تخليق تي ٿي نہ ڪي ان ڪان واندو ٿيڻ تي جو اها تخليق ڪان الڳ هڪڙي وڏيڪ ڳالهہ آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن اها خوشي دنيا جي تخليق ٿيڻ سان تعلق رکي ٿي، ۽ بيشڪ ان سان آهي، تہ معقول خوشي حقيقت ۾ نصارن ۽ مسلمانن جي ئي ثابت ٿئي ٿي. پر وري انهن ٻنهي خوشين تي جيڪڏهن غور ڪيو وڃي تہ مسلمانن جي خوشي فطرت سان وڏيڪ ويجهو آهي ۽ گهڻو مطابقت ۾ آهي. ڇوتہ ڪنهن شي جي شروعات تي خوشي ضرور ٿيندي آهي، پر ان وقت خود شي جو وجود ڪونهي هوندو يا مڪمل نہ هوندو آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن اها خوش ٿيندي آهي تہ شي جي ارادي تي ٿيندي آهي، نہ ڪي خود شي تي جو اها اڃا هوندي ئي ڪونهي. ها، شي تي خوشي اها ئي هوندي جيڪا شي جي موجود ٿي وڃڻ تي ٿيندي ۽ ڪنهن شي ڪي موجود چوڻ ان جي مڪمل ٿيڻ تي ممڪن آهي. نہ ڪي مڪمل ٿيڻ کان اڳ. انهيءَ ڪري مڪمل خوشي ۽ فطرت جي گهڻو ويجهو خوشي مسلمانن جي خوشي ثابت ٿئي ٿي، جن ان ڏينهن کي عيد ملهايو. جيڪو دنيا جي تخليق مڪمل ٿيڻ جو ڏينهن آهي يعني جمع جو ڏينهن. اهو ئي سبب معلوم ٿئي ٿو تہ جمع ڏينهن عيد ملهائڻ ۽ خوشي

سان گڏ عبادت جو ڏينهن قرار ڏيڻ الاهي منشا بہ هئي. ڇوتہ حديث جي وضاحت ۾ فرمايو ويو آهي تہ جمع ڏينهن بابت الله تعاليٰ طرفان يهودين، نصارن ۽ مسلمانن جو امتحان ورتو ويو تہ هرهڪ قوم هفتي ۾ هڪڙو ڏينهن عبادت جو ڏينهن مقرر ڪري، جيڪو ان جي روحاني خوشيءَ جو ڏينهن هجي. يهودين ڇنڇر جو ڏينهن (يوم السبت) مقرر ڪيو ۽ ڇيو تہ اهو آرام جو ڏينهن (يوم الراحت) آهي. نصارن آچر جو ڏينهن (يوم الاحد) مقرر ڪيو ۽ ڇيو تہ اهو افتتاح جو ڏينهن آهي ۽ مسلمانن جمع ڏينهن مقرر ڪيو ۽ ڇيو تہ اهو تڪميل جو ڏينهن آهي ۽ تڪميل تي ئي خوشي ملهائي ويندي آهي، جڏهن اها پنهنجو فائدو ڏيڪارڻ جي قابل ٿي وڃي. انهيءَ ڪري اسلامي شريعت ۾ عيدالفطر ڪي خوشيءَ جو ڏينهن ڪيو ويو جو روزن جي پڇاڙي جي آخري حد آهي. عيدالاضحيٰ خوشي جو ڏينهن ڪيو ويو جو حج جي ارڪان جي مڪمل ٿيڻ جي آخري حد آهي. ٺيڪ اهڙيءَ طرح جمع ڏينهن کي عيد ڪيو ويو، جيڪو دنيا جي تخليق جي آخري حد جو ڏينهن آهي. ان مان واضح ٿي ويو تہ مسلمانن جو جمع کي تڪميل ٿيڻ جي ڏينهن ڪري عيد ملهائڻ شريعت جي فطرت جي عين مطابق هو. تنهنڪري ان کي شريعت هڪدم قبول ڪري ورتو ۽ شريعت بڻائي ڇڏيو. بهرحال، جتي ان سان هر قوم ۾ هڪ ڏينهن عيد جو ڏينهن ثابت ٿيو، اتي انهن وٽ ڏينهن جو تعداد ست ڏينهن هجڻ بہ ثابت ٿيو ۽ واضح ٿي ويو تہ زماني جي اصل مدت حقيقت ۾ ست ڏينهن ئي آهي. جنهن تي دنيا جي وڏين وڏين قومن جو اتفاق آهي. وري اهو ستون ڏينهن يعني يوم الاستويٰ يا يوم الفراغ بہ دنيا سان ئي تعلق رکي ٿو. ڇوتہ اهو استويٰ علي العرش تدبير ۽ تصرف جي لاءِ هيو جنهن سان دنيا جي بقا آهي. انهيءَ ڪري ڇهہ ڏينهن جيڪڏهن دنيا جي وجود ۾ اچڻ جي تڪميل جي لاءِ هيا تہ ستون ڏينهن دنيا جي بقا جي تدبيرن جي لاءِ هيو. انهيءَ ڪري ستون ڏينهن بہ دنيا جي تخليق جي ئي متعلق هيو نہ ڪي آرم جو ڏينهن (يوم الراحتہ) هو جيئن يهودي چون ٿا. جو انهيءَ ڳالهہ کان هٽي ڪري تہ آرام جي گمان کان الله تعاليٰ پاڪ ۽ مقدس آهي. آرام جي ضرورت محسوس ڪرڻ واقعي جي بہ خلاف آهي. اهو ستون ڏينهن جيڪڏهن

واندڪائي هيو تہ دنيا جي تخليق کان واندڪائي هئي نہ ڪي دنيا کان فرصت جو. انهيءَ صورت ۾ جڏهن دنيا جي ڪل مدت ست ڏينهن ٿي ۽ اهائي مدت دنيا ڪي تخليق ڪرڻ جي ڪم آئي تہ ان جي اها معنيٰ ٿئي ٿي تہ ٿوٺل زمانو دنيا جي تخليق تي ڪم آندو ويو. انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان پوري دنيا جي ٿوٺل عمر ئي ست ڏينهن رکون ۽ ان مدت ڪي پورو زمانو چئون تہ گمان ڪان پري نٿو ٿي سگهي. فرق ايترو آهي تہ دنيا جي تخليق تي اهي ست ڏينهن وري وري اچڻ ڪان سواءِ گذريا، جنهن سان تخليق جي مدت محدود رهي ۽ دنيا جي بقا لاءِ اهي ست ڏينهن وري وري ايندا رهن ٿا، جنهن سان دنيا جي عمر ڊگهي ٿي وئي ۽ الله ڪي ئي خبر آهي تہ اجا ڪيتري ڊگهي ٿيندي، جيڪو الڳ بحث آهي جنهن سان اسان جي موضوع جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. ڇوتہ ان جهان جو هڪڙو ڏينهن اسان جي هن دنيا جي هزار سالن جي برابر آهي ۽ اهو هڪڙو ڏينهن هن سج جي گردش سان نٿو ٻڌجي بلڪ ڪنهن ٻي گردش سان وجود ۾ اچي ٿو. پر ان سان اسان جي ان دعوا ۾ ڪوئي فرق نٿو پوي تہ زماني جي ڪل مدت هڪڙو هفتو آهي جيڪو ستن ڏينهن جو ٿيندو آهي. چاهي ڏينهن وڏو هجي يا ننڍو. بهرحال، حاصل مطلب اهو نڪتو تہ مادي رات ڏينهن مادي سج ٺاهيندو آهي ۽ ان جي ايرڻ ۽ لهڻ سان زمانو ٺهندو آهي، جنهن جا ڪل ست ڏينهن ۽ ست راتيون آهن.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت پنهنجي روحاني ظهور ۽ اوجهل ٿيڻ (پردو ڪرڻ) سان جيڪو زمانو ٺاهيو اهو بہ ست ڏينهن ۽ ستن راتين جو آهي. اهي ئي ست ڏينهن ۽ ست راتيون وري وري موٽي اسلام ۾ ان جي ڪمن تي ايندا رهن ٿا، جنهن سان ان جي عمر ڊگهي ٿيندي رهي ٿي. اهي ست ڏينهن اصلي ۽ بنيادي آهن جنهن سان اسلام جو ڪونہ ڪو عظيم واقعو ۽ فطري انقلاب تعلق رکي ٿو. مطلب تہ انهن ڏينهن سان اهڙا واقعا ۽ ڳالهيون تعلق رکن ٿيون، جيڪي اصولي طور تي دنيا ۾ وري وري موٽي ايندا رهندا ۽ دنيا جي خاص ڪمن جي تشڪيل ڪندا رهندا. انهيءَ ڪري اهو شرعي ڏينهن جو هفتو بنيادي طور تي ڪنهن هڪڙي زماني سان مخصوص ڪونهي، بلڪ وري وري

اچڻ ڪري اسلام جي هر دور ۾ زماني تي ايندو رهندو. تنهنڪري ان کي ايئن سمجهڻ گهرجي تہ آفتابِ نبوت جو جڏهن دنيا ۾ ظهور ٿيو جنهن کي اسان جسماني اچڻ چوندا آهيون يعني پاڻ سڳورن جو سعادت وارو جنم ٿيو تہ ان سان اسلام جو پهريون ڏينهن بڻيو جنهن کي اسان يوم ولادت چونداسين. پوءِ ان روحاني حيثيت سان اڀار ڪيو (جڏهن کين اعلانِ نبوت جو حڪم مليو) تہ اسلام جو ٻيو ڏينهن ٿيو جنهن کي اسان يوم البعثت چونداسين. پوءِ ان روحاني پکيڙ جي حيثيت سان اڀار ڪيو جڏهن پاڻ سڳورن قوم کي گڏ ڪري پيغام ٻڌايو ۽ پنهنجي نبوت جو اعلان ڪيو تہ اهو اسلام جو ٽيون ڏينهن ٿيو جنهن کي اسان يوم الدعوت چونداسين. پوءِ آفتابِ نبوت ٿانيڪي (استوا) ۾ مرتبي جي حيثيت سان اڀار ڪيو جنهن سان ان جي روشني پختگيءَ سان دلين تي پئجي سگهي (جڏهن پاڻ سڳورن مڪو ڇڏي مديني کي وطن بڻايو) تہ ان سان اسلام جو چوٿون ڏينهن ٿيو جنهن کي اسان يوم الهجرت چونداسين. پوءِ ان تشدد ۽ مزاحمت جي تيز روشنيءَ سان اڀار ڪيو (جڏهن پاڻ سڳورن کي جهاد ۽ قتل جي اجازت ڏني وئي) تہ ان سان اسلام جو پنجون ڏينهن ٿيو جنهن کي اسان يوم القوت چونداسين. پوءِ ان اقتدار ۽ ڪاميابي جي چِٽ ڪان اڀارڪيو (جڏهن مڪو ۽ ٻين لفظن ۾ عربستان پاڻ سڳورن جي هٿ مبارڪ تي فتح ٿيو) تہ ان سان اسلام جو ڇهون ڏينهن ٿيو جنهن کي اسان يوم الشوڪت چونداسين. پوءِ ان مقصد جي تڪميل ۾ ڪم جي پڄاڻي جي حيثيت سان اڀار ڪيو (جڏهن سڳورن تي هي آيت "اَلۡيَوۡمَ اَكۡمَلۡتُ لَكُمۡ دِيۡنَكُمۡ" نازل ٿي) تہ ان سان اسلام جو ستون ڏينهن بڻيو جنهن کي اسان يوم الاڪمال چونداسين ۽ ان جو نالو يوم الوداع ۽ يوم الآخر بہ رکي سگهجي ٿو. تنهنڪري جيئن مادي سج ست ڏينهن بڻايا، ڇنڇر، آچر، سومر، اڱارو، اربع، خميس ۽ جمعو جيڪي دنيا جي پوري عمر آهن، جو اهي ئي وري وري موٽي ايندا رهن ٿا ۽ دنيا ۾ ان جي واقعن جي عمر ڏکي ٿيندي رهي ٿي. ائين ئي روحاني آفتاب بہ ست ڏينهن بڻايا. جمڻ وارو ڏينهن (يوم الولادت)، اعلان نبوت جي حڪم وارو ڏينهن (يوم البعثت)، دعوت يا پيغام پهچائڻ وارو ڏينهن (يوم الدعوت)، هجرت وارو

ڏينهن (يوم الهجرت)، طاقت ڏيکارڻ جو حڪم وارو ڏينهن (يوم القوت)، غلبو ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ وارو ڏينهن (يوم الشوڪت) ۽ مقصد ۽ ڪم کي پڄاڻي تي پهچائي انجام ڏيڻ وارو ڏينهن (يوم الاڪمال). اهي ئي ست ڏينهن اسلام ۾ اسلامي مهمن تي وري وري موٽي ايندا رهيا آهن، جن سان اسلام جي عمر ڊگهي ٿيندي رهي ٿي ۽ ان جي تاريخ ٺهندي رهي ٿي. مطلب تہ تاريخ پاڻ کي دهرائيندي رهي ٿي ۽ دنيا جا واقعا پاڻ ۾ هڪجهڙا ۽ هڪ ٻئي سان ملندڙ جلندڙ رنگ ۾ پڌرا ٿيندا رهن ٿا، توڙي جو هر دور ۾ انهن جو رنگ جدا جدا هجي.

هتي سوال پيدا ٿيندو تہ ڄمڻ وارو ڏينهن (يوم ولادت) ڪٿي موٽي ايندو آهي. ايئن ئي يوم بعثت، يوم فتح مڪہ، يوم اڪمال وغيره تہ اهي ڏينهن آهن جيڪي دورِ نبوت سان مخصوص آهن. اهي بعد واري زماني ۾ ڪيئن موٽي سگهن ٿا جو انهن جو وري وري اچڻ مڃيو وڃي؟

جواب ۾ عرض آهي تہ بيشڪ اهي ڏينهن پنهنجي خصوصيتن جي لحاظ کان دورِ نبوت سان مخصوص آهن. پر جيڪڏهن انهن جي عام روح کي ڏٺو وڃي تہ اهي ڏينهن معيار جي حيثيت رکن ٿا ۽ ان حيثيت سان هر دور ۾ آيا ۽ ايندا رهندا. ڇوتہ جسماني ڄمڻ جو بنياد مرڪزي شخصيت جو تعين آهي، جنهن کان اصلاح جو ڪم ورتو وڃي. روحاني ڄم (بعثت) جو بنياد نصب العين جو تعين آهي، جنهن کي دنيا ۾ هلايو وڃي. دعوت جو بنياد نصب العين جو اعلان آهي، جنهن سان دنيا جي اصلاح جو تعلق آهي، هجرت جو بنياد جنم ڀومي ۽ فتني فساد کان پري مرڪزي مقام جو تعين آهي، جنهن سان نصب العين دلين تائين پهچي سگهي. قوت جو بنياد نصب العين کي طاقتور بڻائڻ آهي تہ جيئن دليون ان جي سامهون جهڪي سگهن. شوڪت جو بنياد غلبو ۽ اقتدار آهي، جنهن سان نصب العين جو مخالف مغلوب ٿي قبضي ۾ اچي وڃي. اڪمال جو بنياد نصب العين جي تڪميل آهي جنهن کان ڪنهن لاءِ منهن موڙڻ جو موقعو باقي نہ رهي. جيڪڏهن انهن ستن ڏينهن جي ذڪر ڪيل بنيادن ۽ اصولي حيثيت کي نظر ۾ رکيو وڃي تہ واضح ٿي ويندو تہ اهي ڏينهن دورِ نبوت سان گڏ مخصوص ڪونهن. بلڪ نبوت جي طفيل هر دور ۽ زماني ۾ هر اهم ۽ اجتماعي

نصب العين جي لاءِ انهن اصولن جي ٻين لفظن ۾ انهن ڏينهن جي ضرورت اٽل آهي.

جيڪڏهن ڪنهن گهٽتائي جي دور ۾ خود پوري اسلام يا ان جي ڪنهن ديني يا سياسي شعبي کي ڪنهن تحريڪ جي صورت ۾ ڪنيو وڃي، مطلب ڪو مجدد نئين سر جيارڻ لاءِ اٿي پوي ته ان کي انهن ئي ستن مرحلن مان گذرڻو پوندو. مرڪزي شخصيت جو تعين، نصب العين جو تعين، نصب العين جي اشاعت، نصب العين جي لاءِ مرڪزي مقام جو تعين، نصب العين جي لاءِ وسيلن ۽ قوت جي فراهمي، نصب العين جي لاءِ غلبو ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ، نصب العين جي علمي ۽ عملي تڪميل، جڏهن ته اهي ئي ست ڳالهيون انهن ستن ڏينهن جو اصولي بنياد آهن. نتيجو اهو آهي ته هر نصب العين کي انهن ستن ڏينهن مان گذرڻو پوندو. ٻين لفظن ۾ مثال طور، تجديد ۽ احياء دين جي لاءِ ڪا مقدس شخصيت اٿي بيهي، اها ڪم کي شروعاتي ڍانچي کان شروع ڪري، پوءِ ان جي معنويت سمجهائي، پوءِ ان سان ديني انقلاب اچي، پوءِ ان تي دليون ڄمي بيهن ۽ مطمئن هجن، پوءِ ان جو غلبو ٿئي ۽ آخرڪار مقصد جي تڪميل ٿئي ۽ مجدد جو ڪم ختم ٿي وڃي. ان صورت ۾ هڪڙي مجدد کي بهرحال، ان شرعي هفتي مان گذرڻو پوندو. مطلب ته جڻ اهو هڪڙي ڏينهن ڄائو، هڪڙي ڏينهن ظاهر ٿيو، هڪڙي ڏينهن ان دعوت ڏني، هڪڙي ڏينهن نڪاٽو ناهيو، هڪڙي ڏينهن مقصد جي قوت جا وسيلا مهيا ڪيا، هڪڙي ڏينهن غلبو حاصل ڪيو ۽ هڪڙي ڏينهن مقصد کي مڪمل ڪري قوم جي هٿ ۾ ڏئي ڇڏيو ته اهي ئي ست ڏينهن ڄمر، بعثت، دعوت، هجرت، قوت، فتح ۽ اڪمال ان جي مثان گذري ويا. تنهنڪري ان جي معنيٰ ان کان سواءِ ٻي ڪهڙي آهي ته اهي ڏينهن پنهنجي اصولي ۽ ڪلي حيثيت سان دورِ نبوت سان مخصوص نه آهن، بلڪ هر دور ۾ جڏهن به ڪنهن نصب العين کي تحريڪ جي صورت ۾ سامهون آندو ويندو ۽ ڪم وارا ماڻهو اٿي پوندا ته انهن کي انهن ستن ڏينهن مان گذرڻو پوندو ۽ اهي ئي ست مرحلا ڪنهن اصولي مهم جي شروعات ۽ پڄاڻي ۽ ارتقا جي لاءِ ضروري هوندا. انهيءَ ڪري دعويٰ جو مطلب اهو نڪتو ته آفتابِ نبوت به مادي

سج وانگر پنهنجو زمانو پاڻ ٺاهيو ۽ اهو به ستن ڏينهن جو هڪڙو هفتو آهي، جيڪو قيامت تائين موٽي ايندو رهندو. جنهن سان اسلام ۾ ان جي ڪلي ۽ جزوي مقصدن جي تبليغ ۽ تحريڪ انهن ڏينهن مان گذرندي رهندي ۽ اسلام جي عمر ڊگهي ٿيندي رهندي. ورنه ان جي اصلي عمر اها ئي ست ڏينهن آهي جنهن کي هفته نبوت چوڻ گهرجي.

## آفتابِ نبوت جون مقدس راتيون

جيئن مادي سج ۾ ڏينهن سان گڏ راتين جو اچڻ به حڪمت ۽ مصلحت سان هيو. تنهنڪري ان جي اپرڻ سان ڏينهن ٿيندا هيا ۽ لهڻ سان راتيون. پهريان ان لاءِ اپرڻ ۽ لهڻ جون منزلون رکيون ويون. ايئن ئي آفتابِ نبوت جي ٺاهيل هفتي ۾ به ڏينهن سان گڏ راتين جو وجود عين حڪمت ۽ مصلحت هيو ۽ ان ڪري هتي به اپار ڪرڻ ۽ اوجهل ٿيڻ رکيو ويو. ته جيئن اپار سان شرعي ڏينهن بڻجن ۽ ان جي نگاهن کان اوجهل ٿيڻ تي شرعي راتيون ظاهر ٿين. تنهنڪري جيئن حديث نبوي جي تشريح مطابق مادي سج لهي عرش هيٺان سجدو ڪندو آهي ۽ اچڻ واري ڏينهن جي لاءِ اپرڻ جي اجازت گهرندو آهي، ان کي اجازت ملندي آهي ۽ اهو ان حڪم ۽ اجازت جي روشني ۽ طاقت سان اپري دنيا کي روشن ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت به بارگاه الاهي ۾ پهچي رڪوع ۽ سجدا، قيام ۽ تشهد، ۽ ذڪر فڪر جي ذريعي عرش جي رب کان ظاهري باطني ڪمالات جو نور لمحي لمحي ترقي ڪرڻ سان حاصل ڪندو آهي ۽ اجازت گهرندو آهي ته اپار ڪري ڏينهن بڻائي ۽ حاصل ڪيل نور سان اچڻ واري ڏينهن ۾ دنيا کي روشن ڪري. بس اتي به لهڻ وقت عرش جي سامهون حاضري ۽ عرش جي مالڪ کان اجازت گهرڻ ٿيندي آهي ۽ هتي به اوجهل ٿيڻ وقت عرش جي سامهون حاضري ۽ عرش جي رب کان آئيندي جي رفتار ۽ گفتار جي باري ۾ حڪم وٺڻ جو عرض ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن فرق آهي ته اهو ته مادي سج لهڻ وقت زمين جي هيٺان ويندو آهي ۽ شايد عرش عظيم جي هيٺين حصي جي سامهون ٿي عبادت جو سجدو ڪندو آهي ۽ هي روحاني سج اوجهل ٿيڻ وقت زمين نه پر آسمانن کان به مٿي عروج ڪندو آهي ۽ عرش جي

مٿين حصي جي سامهون عرش جي رب آڏو جهڪندو آهي، يعني پاڻ سڳورن جي روحانيت کي عروج ملندو آهي ۽ اهو مخلوق کان الڳ ٿي خالق ۾ گم ٿي ٻڏي ويندو آهي. مادي سج جو عروج زمين جي دائري ۾ آهي ۽ روحاني آفتاب جو عروج آسمانن جي دائري کان مٿي لامڪان ۾ آهي. مادي سج ۾ ماديات ڏانهن اچڻ عروج ۽ عرش ڏانهن وڃڻ نزول آهي ۽ هتي روحانيت ڏانهن وڃڻ عروج ۽ مخلوق ڏانهن اچڻ نزول آهي. يعني پنهنجي بلند ۽ بالاتر مرتبي کان بي نياز ٿي مخلوق ۾ رهڻ ۽ ملڻ ۽ ان جي اصلاح ڪرڻ هيٺ اچڻ آهي، مٿي چڙهڻ ڪونهي. بهرحال، اهو اوجهل ٿيڻ ۽ راتيون ٿاهڻ بہ نبوت جي مختلف شانن جي لحاظ کان ضروري هيو. تنهنڪري نبوت جا ڏينهن آفتاب جي فائدي وارن شانن جو ظهور آهي، جن ۾ اهو دنيا کي علم جي روشني ۽ اخلاق جي گرمي پهچائي ٿو ۽ نبوت جون راتيون آفتاب نبوت جي فائدو حاصل ڪرڻ وارن شانن جو ظهور آهي، جن ۾ الله تعاليٰ کان علم ۽ اخلاق جي روشني ۽ گرمي حاصل ڪري ان جا اوچا درجا پاڻ طي ڪندو آهي تہ جيئن انسانيت جي افق تي اپار ڪري پوري دنيا کي علم ۽ اخلاق سان چمڪائي ڇڏي.

پر جيئن مادي سج جي لهڻ سان ست راتيون ٿهنديون آهن، ائين ئي روحاني آفتاب بہ نظرن کان اوجهل ٿي يا غيبيت جي مقام تي پهچي نبوت جي هفتي (هفتہ نبوت) جون ست راتيون ٿاهيون، جيڪي انفرادي ترقين جي لاءِ ضروري هيون. تنهنڪري آفتابِ نبوت جو هڪڙو اوجهل ٿيڻ تہ دنيا مان لاڏاڻو ڪري پردو ڪرڻ آهي، اهو آخري ۽ انتهائي اوجهل ٿيڻ آهي ۽ هڪڙو جزوي اوجهل آهي. جيڪو هن دنيا جي حياتي ۾ پيش ايندو آهي، سو ان جي حقيقت هن دنيا مان غيبيت يا عالم بالا ڏانهن ڪمال توجهہ آهي، جنهن جي معنيٰ هن دنيا کان هنگامي طور پردو ڪرڻ آهي. جيئن زماني جي هفتي جي شروعات رات سان ٿيندي آهي ۽ ڏينهن ان مان ڇڪي ڪڍيو ويندو آهي، ائين ئي هفتہ نبوت جي زماني جي شروعات بہ رات سان ئي ٿيندي آهي، جنهن مان ڏينهن پنهنجو ڪنڌ ڪڍي پنهنجو روشن چهرو ڏيکاريندو آهي، تنهنڪري آفتابِ نبوت جي شروعاتي اپار (بعثت) کان اڳ ۾

جيڪا رات آئي اها ذاتِ نبوي جي پيغمبراڻي لياقت جي پهرين رات هئي، جيڪا ڪجهه راتين جو مجموعو آهي. جنهن ۾ عبادت جي گهڻائي پاڻ سڳورن جو جذبو هو. "يتحنث اليالي ذوات العدد" يعني پاڻ سڳورا ڪيترين ئي راتين ۾ عبادت ۾ مشغول ۽ مصروف رهيا ۽ انهن کان ئي آخرڪار انهن سچن خوابن جي رات آئي جنهن ۾ نبوت جي شروعات سچن خوابن سان ٿي ۽ جيڪو به خواب پاڻ سڳورا ڏسندا هيا، اهو صبح جو پرهه ڦٽيءَ وانگر واقعو بڻجي سامهون اچي ويندو هو. ان کي ليلة البداية چوڻ گهرجي، ڇوته ان جي لاءِ حديث "اول ما بديء به رسول الله صلي الله علي وآله وسلم الرويا الصادقة" (رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جي نبوت جي شروعات سچن خوابن سان ٿي) ۾ بداية ۽ اوليت جو جملو استعمال ڪيو ويو آهي، جنهن مان هدايت جو لفظ ورتو ويو. ان رات کان پوءِ آفتابِ نبوت اڀري ويو ۽ شريعت جو پهريون ڏينهن نڪتو.

ان کان پوءِ آفتاب بڻجي عالم غيب ڏانهن وڌيو ته اها رات آئي جنهن ۾ آفتابِ نبوت ۾ ان مشاهدي جو نور پريو ويو جو وحي الاهي جو مجموعو لوح محفوظ کان دنيا واري آسمان تي آندو پيو وڃي، ان جي جلوس ۾ ملائڪن جون مقدس جماعتون نازل ٿي رهيو آهن ۽ عالم غيب جون برڪتون گڏ ٿي قلب مبارڪ تي لهي رهيون آهن، ان رات جو نالو ليلة القدر آهي.

پوءِ آفتابِ نبوت هڪڙو بيو پردو (غروب) ڪيو ته اها رات آئي جنهن ۾ هڪڙو بيو مشاهدي جو نور آفتابِ نبوت ۾ پريو ويو ۽ اهو هي ته دنيا جي واقعن جون حدون ۽ مقدار مقرر ٿي رهيا آهن. عمريون، رزق ۽ مخلوق جي تقدير جا حصا تجويز ڪيا پيا وڃن ۽ قضاوقدر جي دفتر ۾ مادي ۽ روحاني نظامن جا خاڪا بڻجي ملاء اعليٰ ۾ پهچي رهيا آهن، ان رات جو نالو ليئة البراة آهي.

پوءِ آفتابِ نبوت هڪڙو بيو پردو (غروب) ڪيو ۽ اها رات آئي جنهن ۾ اجتماعي معاملن جي عظيم قابليت جو نور پاڻ سڳورن ۾ پريو ويو ۽ ان جي مرڪزي قوتن جو مشاهدو قلب صافي ۾ وڌو ويو ته جيئن

حج جي ڏينهن ۾ ان اجتماعيت ڪبريٰ جو ظهور ٿئي، ان رات جو نالو ليلة العرفہ آهي.

پوءِ روحاني سج هڪڙو دفعو بيو پردو (غروب) ڪري عالم غيب ۾ پهتو تہ اها رات آئي جنهن ۾ انهن سڀني روحاني قوتن جي تجديد ۽ وري وري تقويت سان ان کي قوي تر ٿيندو رهڻ جي طاقت عطا ڪئي وئي، ان رات جو نالو ليلة الجمعة آهي.

پوءِ آفتابِ نبوت هڪ دفعو ٻيهر پردو (غروب) ڪيو. جنهن ۾ انهن سڀني عطا ڪيل روحاني ۽ مادي نظامن جي مخالف فتنن جي مشاهدي جي قوت عطا ڪئي وئي تہ جيئن نظام جي مخالف معاملن جي دفاع جي قوت ذهن ۾ قائم رهي، ان رات جو نالو ليلة الفتن آهي. جنهن جي باري ۾ حديث ۾ اشارو ڪيو ويو. ”ماذا انزل الليلة من الفتن ايقظوا اصحاب الحجر رب كاسية في الدنيا عارية في الاخرة.....“ يعني اڄوڪي رات ڪيترا فتنا نازل ٿيندي نظر اچن پيا. اي حجرن ۾ رهڻ واريون (امهات المومنين) جاڳو ۽ عبادت ۽ اطاعت ۾ لڳي وڃو. لباس ۽ هارسينگار جي نمائشن ۾ نہ پئو. دنيا ۾ گهڻيون ئي لباس پائڻ ۽ اوڍڻ واريون آخرت ۾ اگهاڙيون هونديون.......

پوءِ آفتاب جهانتاب نبوت هڪڙو پردو (غروب) ڪيو ۽ اها رات آئي جنهن ۾ ان آفتاب جي گردشن جا مڙئي اوچا مقام ڏيکاري آخرڪار نور مطلق جي جهان ۾ پڏي وڃڻ جو شرف عطا ڪيو ويو. جنهن ۾ نورِ نبوت پنهنجي انتهائي شدت ۽ قوت تي پهچي ويو ۽ نورانيت جو اهو بلند مقام سامهون آندو ويو جنهن تائين اڳين ۽ پوين مان ڪنهن بہ ستاري جي پهچ ڪونہ ٿي سگهي هئي ۽ خصوصيت سان پاڻ سڳورن کي عبديت جا مقام طئي ڪرائي عبدالله جو بلند مرتبي وارو خطاب بہ عطا ڪيو ويو ۽ آخرڪار هر قسم جي روحاني، اخلاقي ۽ سياسي نظامن جو اهو خاڪو ڏيکاريو ويو. جنهن جي مطابق زمين تي ان آفتابِ نبوت جي روشني ۾ هڪڙو پلائي وارو نظام برپا ڪرائڻ منظور هيو. ان رات جو نالو ليلة الامراء ۽ ليلة المعراج آهي. ان کي اسان ليلة النهاية بہ چئي سگهون ٿا. جنهن ۾ نبوت جي مرتبن کي انتها تي پهچايو ويو. اهي ست راتيون نبوت جي سٽن ئي ڏينهن سان لازم ملزوم آهن.

جيئن نبوت جا ڏينهن وري وري موٽي هر دور ۾ آيا ۽ ايندا رهن ٿا. ايئن ئي راتيون بہ هفتہ نبوت جي تڪميل جي لاءِ وري وري ايندڙيون رهڻ اٽتر آهي. ڇوتہ اهي راتيون توڙي جو پنهنجي ظاهري طور نبوت جي دور سان مخصوص نظر اچن ٿيون، پر پنهنجي اصولي روح ۽ عام مفاد جي لحاظ کان اهي اسلام جي هر دور ۽ هر دور جي هر مفاد جي لاءِ عام آهن. ڇو تہ ليلة البدايہ جو روح ذهني لياقت جي تڪميل آهي. ليلة القدر جو روح ذهني لياقت جي راحت آهي ۽ رڳ رڳ ۾ ان جو ويهي وڃڻ آهي. ليلة البراة جو روح دنيا جي واقعن ۽ معاملن جي اندازن سان ذهني هم آهنگي آهي. ليلة العرفہ جو روح انهن معاملن جي اجتماعي شانن جو ذهن نشين ٿيڻ آهي. ليلة الجمعہ جو روح انهن ذهني قوتن جي تجديد آهي. ليلة الفتن جو روح واٽ جي وچ ۾ فتنن ۽ موقعن کي دفع ڪرڻ ۽ روڪٿام جي طريقن کي ذهن ۾ ويهارڻ آهي ۽ ليلة المعراج جو روح الله سان ويجهڙائي جي انتهائي مقامن سان روحاني ۽ ذهني وابستگي ۽ خلق ڏانهن توجهہ ڪرڻ وارن مقامن سان دلي لاڳاپي جي تڪميل آهي. ظاهر آهي تہ هر اڳواڻ ۽ رهنما ۽ هر مصلح ۽ دعوت ڏيڻ واري کي پنهنجي قائداڻي زندگي ۽ پنهنجي ذهني پتخگي جي لاءِ انهن ستن مرحلن مان گذرڻ طبعي آهي. جنهن کان سواءِ ڪو چارو ڪونهي، جو اهو پهريان پنهنجي ذهني قوتن کي گڏ ڪري تہ جيئن جيڪو اصولي خاڪو دنيا جي سامهون آڻي، اهو ڳنڍيل ۽ سهيڙيل هجي ۽ ان جو اثر مضبوط هجي، جيڪو صحيح ترتيب سان ئي مڪمل ٿيندو آهي. پوءِ ان ۾ ذهني سڪون پيدا ڪري جيئن تفصيلي پروگرام ٺهي. پوءِ دنيا جي واقعن کي سامهون آڻي تہ جيئن نفسيات جي مطابق ڪم اڳتي وڌي. پوءِ اجتماعي رنگ کي سمجهي جو صحيح معاشرو ٺاهي سگهي. پوءِ هر وقت پنهنجي ذهني قوتن کي وري وري تازو توانو بڻائيندو رهي جو ان جي عمل ۾ عزم ۽ پائداري پيدا ٿئي. پوءِ پنهنجي ڪمين ڪوتاهين تي سخت نظر رکي تہ جيئن بڌندڙن کي آڱر کڻڻ جو موقعو نہ ملي ۽ ڪم ۾ رنڊڪ پيدا نہ ٿئي. پوءِ پنهنجي ذهني قوتن جي تڪميل ڏانهن چڱيءَ طرح ڌيان ڏيندو رهي جو ٻين کي ٺاهڻ ۾ خود پنهنجي اندر ڪنهن بگاڙ جو انديشو نہ رهي، جڏهن تہ اهي حقيقتون ئي انهن ستن

راتين جو روح آهن. جن کان سواءِ ڪنهن مصلح ۾ دعوت ڏيڻ واري جو ڪو چارو ڪونهي، تہ ان جو قدرتي نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ اهي ست راتيون هر مصلح ۾ مبلغ، هر اڳواڻ ۾ ليڊر تي فطري طور گذرڻ ضروري آهن ورنہ سڌاري وارو ڪم پورو نٿو ٿي سگهي. تنهنڪري شرعي ڏينهن وانگر اهي شرعي راتيون بہ وري وري موٽي قيامت تائين ايندڙيون رهنديون ۽ هفتہ نبوت پنهنجي ڏينهن راتين سميت چرپر ڪرڻ ۾ وري وري اچڻ ۾ مشغول رهندو. جنهن سان واضح ٿي ويو تہ جيئن مادي سج پنهنجي گردش سان هڪڙو هفتو ٺاهيو جيڪو پوري دنيا جي عمر هيو جنهن کي هفتہ دنيا چوڻ گهرجي، ايئن روحاني آفتاب بہ پنهنجي شرعي نقل ۽ حرڪت سان هڪڙو هفتو ٺاهيو جيڪو پوري اسلام جي عمر آهي، جنهن کي هفتہ نبوت يا ان جي اندروني عموميت جي رخ کان ان کي هفتہ اسلام چوڻ گهرجي. هفتہ دنيا جي وري اچڻ سان دنيا جي عمر ڊگهي ٿيندي آهي ۽ هن هفتہ اسلام جي وري وري اچڻ سان اسلام جي عمر ڊگهي ٿيندي آهي. ان سان معاشي زندگي مڪمل ٿيندي آهي ۽ هن سان آخرت واري زندگيءَ جي تڪميل ٿيندي آهي.

## زماني وارو نظام

آفتابِ نبوت جا اهي ٺاهيل ڏينهن انهن ئي مادي ڏينهن تي سلهاڙيل آهن، اهو ڪونهي تہ آفتابِ نبوت هن زماني کان الڳ ڪنهن ٻي دنيا ۾ ڪو زمانو ٺاهيو آهي، بلڪ انهن ئي ڏينهن جو رُخ ڦيري انهن کي مادي مان روحاني ڪري ڇڏيو آهي. جتي بہ آفتابِ نبوت جي نسبت انهن ڏينهن ۾ انهن راتين ۾ لڳندي وئي آهي، اهي ئي مقدس ۽ مقبول ٿيندا ويا آهن. ان کان علاوه، جن جن وقتن کي آفتابِ نبوت پنهنجن روشن عملن ۽ وظيفن جو ظرف بڻائي ڇڏيو آهي، اهي ئي پاڪ ۽ پوتر ٿيندا ويا. انهيءَ ڪري هي هفتہ نبوت تہ هڪڙو مڪمل زمانو آهي جيڪو پوري مادي زماني تي حاوي آهي. يعني جيئن مادي سج جو ٺاهيل ڪل زمانو آهي، جنهن ۾ وقت جون لکين ڪروڙين گهڙيون آيل آهن، ايئن ئي آفتاب نبوت جو اهو ٺاهيل اسلام جو هفتو ڪل زمانو آهي. جنهن ۾ ڪروڙين ايماني ڏينهن ۽ مقبول گهڙيون، لکين ڏينهن،

هزارين مهينا ۽ سال شامل آهن. جنهن مان واضح ٿيو تہ مادي سج وانگر روحاني آفتاب جو بہ هڪڙو نظام آهي، جو ان هفتہ اسلام ۾ پنهنجي پنهنجي وقت ۽ موقعي تي لاڳاپيل راتيون ۽ ڏينهن ايندا رهندا آهن. مهينا ۽ سال شروع ۽ ختم ٿيندا رهندا آهن، گهڙيون ۽ پل پنهنجي پنهنجي جاءِ پيدا ٿيندا رهندا آهن. اهڙيءَ طرح پورو زمانو ئي نہ بلڪ ان لاڳاپي ۾ جزوي وقت بہ ان نظام هيٺ مقدس ٿيندا ويا آهن ۽ آخرڪار آفتابِ نبوت هن مادي سج جي پوري زماني تي قبضو ڪري ان کي پنهنجي نظام ۾ وٺي ڇڏيو آهي. مثال طور ڪٿي تہ آفتابِ نبوت پنهنجن وظيفن لاءِ شمسي نظام کي اپنايو آهي، جيڪو سڌو سنئون مادي سج جو قائم ڪيل نظام آهي ۽ ڪٿي قمري نظام کي اختيار ڪيو آهي، جيڪو مادي سج جي واسطي سان برپا ڪيل نظام آهي. مثال طور رات ۽ ڏينهن جي عبادتن ۾ جن ۾ ڪلاڪ ۽ منٽ صرف ٿيندا آهن، آفتابِ نبوت شمسي نظام کي معتبر قرار ڏنو مطلب تہ سج جي حسي نظام ۾ پنهنجو روحاني ۽ معنوي نظام داخل ڪري ان کي اپنايو آهي. جيئن نماز جي وقتن جو حساب سج جي نقل ۽ حرڪت سان لاڳاپيل آهي. ڪجهہ نمازن جا وقت ان جي اڀرڻ ۽ لهڻ سان لاڳاپيل آهن، جيئن فجر ۽ مغرب. ڪجهہ جو تعلق ان جي گردش مقدار سان آهن، جيئن ٻيپهري (ظهر) ۽ ٽيپهري (عصر)، ڪجهہ جو تعلق ان جي آثار سان آهي، جيئن سومهڻي (عشاء) جو شفق ختم ٿيڻ سان ان جو وقت شروع ٿيندو آهي. يا اهڙيءَ طرح صبح ۽ شام جا ذڪر ۽ وظيفا شمسي نظام سان ئي ڳنڍيل آهن. جيئن صبح شام جون تسبيحات جو اهي ذڪر ۽ نماز جي وقتن جو وقت ٿيڻ سان مقدس بڻجي ويا آهن ۽ زماني جو هڪڙو وڏو حصو روحاني آفتاب جي نظام ۾ داخل ٿي ويو.

هوڏانهن ان ئي نظام هيٺ مهينن ۽ سال جي عبادتن ۾ قمري نظام جو اعتبار ڪيو آهي، جيڪو واسطي سان سج جو ئي نظام آهي، ڇوتہ چنڊ ۾ سج جي ئي روشني ڪم ڪندي آهي. تنهنڪري حج جي مهينن جي مقرري يعني شوال، ذوالعقد ۽ ذوالحج جا ڏهہ ڏينهن (اٽڪل اڍائي مهينا) زڪوات واجب ٿيڻ لاءِ ٻارهن مهينا، روزن جي ڏينهن جو هڪڙو مهينو يا چِلا ڪيڻ، مثال طور اربعين موسومي جو سوا مهينو يا

ايلا واري مدت جا چار مهينا يا طلاق واري عدت جا ٽي حيض مطلب ٽي مهينا، يا مڙس فوت ٿيڻ تي عدت جا چار مهينا ڏهه ڏينهن مقرر ڪري آفتاب نبوت زماني جي هڪڙي ٻئي عظيم حصي کي گهيري ڇڏيو آهي.

وري ان ئي روحاني نظام جي هيٺ مخصوص عبادتن جا مخصوص ڏينهن. جيئن رمضان جي آخري ڏهي جون ڏهه راتيون يا ذوالحج جي پهرين ڏهي جا ڏهه ڏينهن يا ذوالحج جا ٻئي ڏهي جا پهريان ٽي ڏينهن جن کي ايام تشريق چئبو آهي يا هر هفتي جي سومر ۽ خميس جو ڏينهن، جنهن ۾ بني آدم جا اعمال مٿي پهچايا ويندا آهن يا جمع جا ڏينهن جو انهن کي قمري نظام مان وٺي روحاني نظام ۾ شامل ڪيو ويو ۽ زماني جي هڪڙي ٻئي حصي تي آفتابِ نبوت جو قبضو ۽ نظام قائم ٿي ويو.

وري ان ئي روحاني نظام هيٺ وقت جون ڪافي ساعتون ۽ گهڙيون هيڏانهن ورتيون ويون. جيئن شبِ قدر، جمع ڏينهن، هر رات ڏينهن ۾ هڪڙي گهڙي جنهن ۾ دعا جي قبوليت جو واعدو ڏنو ويو آهي. يا نمازن جي جماعت بيهڻ واري گهڙي يا جهاد شروع ڪرڻ ۽ حملو ڪري اڳتي وڌڻ جي گهڙي يا ٻن مسلمانن جي محبت سان ملڻ ۽ هٿ ملائڻ جي گهڙي، يا تهجد لاءِ ننڊ مان اٿڻ ۽ نماز پڙهڻ جي گهڙي، جن ۾ الله تعاليٰ پنهنجي خوشي ۽ ڪجهه گهڙين ۾ پنهنجي مُرڪڻ جي خبر ڏني آهي. ظاهر آهي ته اهي مهينا ۽ ڏينهن ۽ پهر ۽ ڪجهه گهڙيون صرف ان ڪري مقدس ٻڌجي ويا جو اهي مختلف عبادتن جي ظرف طور ورتا ويا آهن ۽ اهڙيءَ طرح زماني جي هڪڙي ٻئي وڏي حصي تي آفتابِ نبوت جو نظام قائم ٿي ويو ۽ اهي وقت ان جا وقت سڏيا ويا. مطلب ته مادي سج ۽ چنڊ جي نظام سان گڏوگڏ هڪڙو مستقل ۽ متوازي نظام روحاني آفتاب جو به ان ۾ سمايو ويو.

وري ان ئي وقتن جي روحاني نظام هيٺ روحاني آفتاب ڪجهه اهڙن مقبول وقتن جو به اطلاع ڏنو آهي، جيڪي ڪنهن هڪڙي مقرر گهڙي ۾ نه ايندا آهن ۽ مقرر به نه آهن، پر هر هر گهڙيءَ ۾ انهن جي اچڻ جو امڪان ٻڌائي هڪڙي حد تائين پوري ئي زماني کي مقدس ٺاهي ڇڏيو آهي. جيئن حديث نبوي ۾ ارشاد فرمايو ويو ته

"الا ان لربكم في ايام دهركم نفحات الا فتعرضوالها" يعني آگاهہ ٿي وڃو تہ توهان جي انهن رات ڏينهن جي وقتن ۾ توهان جي پروردگار جي طرف کان مقبوليت جون ڪجهہ هوائون هلنديون آهن. ڏسو انهن جي جاڪوڙ ۾ لڳا رهو ۽ انهن کي ڳوليندا رهو (ائين نہ ٿئي جو توهان جي غفلت ڪري اهي مقبول گهڙيون نڪري وڃن ۽ توهان محروم رهجي وڃو.)

هن حديث زماني جي هر پَل ۾ عبادت جي سبب تقدس ۽ مقبوليت جو بندوبست پيدا ڪري ڇڏيو آهي. هن حديث زماني جي روحاني نظام جي هيٺ وٺي ورتو ۽ مقدس ٺاهي ڇڏيو آهي. ظاهر آهي تہ عبادت آفتابِ نبوت سان ڳانڍاپي جو لاپ آهي. انهيءَ ڪري اهو پورو زمانو عبادت جو ظرف ٿي وڃڻ جي ڪري آفتابِ نبوت جو ٺاهيل زمانو سڏيو ويندو ۽ ان جو ٿي ويندو. بلڪ عملي طور تي ڏٺو وڃي تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي هر گهڙي ۽ هرپل ذڪر ۽ اطاعت ۾ مصروف رهندو هيو يعني پاڻ سڳورن پنهنجي سيرت پاڪ سان پوري زماني کي عملي طور مقدس بڻائي ڏيکاري ڇڏيو. ان موجب حديث ۾ آهي تہ

"كان يذكرالله عليٰ كل احيانه" يعني پاڻ سڳورا هر وقت الله جي ذڪر ۾ مشغول رهندا هيا.

وري چيو ويو

"كان دائم الفكرة حزينا" يعني پاڻ سڳورا هر وقت فڪرمند ۽ غمگين رهندا هيا (الله جي خوف ۽ آخرت جي فڪر کان).

بهرحال، هي زماني جا اهي حصا آهن جيڪي شريعت خود پنهنجي چونڊ ۽ پنهنجي اختيار سان پنهنجي نظام ۾ شامل ڪري پنهنجي لاءِ خاص ڪري ڇڏيا. چاهي مقرر ڪرڻ سان يا بغير مقرر ڪرڻ جي عام بندوبست سان. پر ان سان گڏ وقت جا اهي ڊگها ۽ وڏا حصا جيڪي شريعت خصوصيت سان پاڻ نہ چونڊيا ۽ نہ خاص طور مقرر ڪري ۽ نہ عام بندوبست سان، بلڪ انهن ۾ بني آدم کي اختيار ڏئي ڇڏيو آهي تہ اهي پاڻ پنهنجي اختيار سان انهن کي عبادت ۽ اطاعت جي لاءِ ظرف طور چونڊي سگهن ٿا تہ ان جي اها معنيٰ آهي تہ انهن وقتن ۾ بہ روحاني نظام ۾ شامل ٿي وڃڻ ۽ مقدس بڻجي وڃڻ جي صلاحيت آهي. مگر اها ڳالهہ صالح ٻانهن جي چونڊ ۽ عملن سان ظاهر

ٿيندي آهي، بشرطيڪ اهي انهن مقدس وظيفن سان انهن کي آباد ڪن. ان ۾ نفل پڙهڻ، تلاوت ڪرڻ، ذڪر ۽ جهاد، هجرت، ان کان علاوه، اخلاقي قدرن جو استعمال ۽ سيئي اختياري اطاعتون اچي وڃن ٿيون، جن کي انسان انهن مقرر نہ ڪيل وقتن ۾ الله جي رضا موجب پنهنجي اختيار سان پاڻ بہ مقدس ۽ مقبول بڻائي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح زماني جو هڪڙو وڏو حصو روحاني نظام جي هيٺ اچي وڃي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح تقريبن پورو زمانو عملي طور ۽ صلاحيت سان عبادتي عملن جو ظرف بڻجي وڃڻ جي ڪري مقدس ۽ روحاني آفتاب جي نظام ۾ شامل ٿي وڃڻ جي ڪري پاڪ ۽ مقبول ٿي وڃي ٿو. جنهن ۾ ڪجھ عبادتون شريعت جي حڪم موجب انجام ڏنيون وينديون آهن ۽ ڪجھ شريعت جي اجازت سان ٻانهو پنهنجي مرضي سان انجام ڏيندو آهي. انهيءَ ڪري زماني جي هر گهڙي ۽ پَل عبادت جو ظرف بڻجي وڃڻ ڪري، چاهي اهو صلاحيت سان بڻجي، عمل سان بڻجي يا شرعي چونڊ سان بڻجي، ٻانهي جي چونڊ سان مقدس بڻجي آفتاب نبوت جي گهڙي بڻجي ويندي آهي.

اها سموري گفتگو عبادتن جي حوالي سان هئي تہ اهي جنهن زمان ۽ مڪان ۾ واقع ٿينديون آهن ان زمان ۽ مڪان کي عبادت جو ظرف ٿي وڃڻ ڪري مقدس بڻائي ڇڏينديون آهن اهڙيءَ طرح وقت جو هڪڙو وڏو حصو روحاني آفتاب جي نظام ۾ شامل ٿي ويندو آهي. پر انسان سان گڏ رڳو هڪڙي عبادت جو معاملو تہ ڪونهي، عبادتن ۽ معاشرتي معاملن جو بہ هڪڙو عظيم لشڪر لڳو پيو آهي، جيئن کائڻ پيئڻ، سمهڻ جاڳڻ، اچڻ وڃڻ، گهمڻ ڦرڻ، لٽا ڪپڙا پائڻ، ڏيڻ وٺڻ، ملڻ جلڻ، کلڻ ڳالهائڻ، رهڻي ڪرڻي، محبت ۽ نفرت، دوستي ۽ دشمني، صلح ۽ جنگ وغيره. انهن ۾ بہ انساني زندگيءَ جي وقت جو وڏو حصو صرف ٿيندو آهي، جيڪو يقينن عبادت ۾ صرف نہ ٿيندو آهي ۽ انهيءَ ڪري ظاهري طور آفتابِ نبوت جي اثرن کان محروم رهجي وڃڻ ڪري بدستور غيرمقدس رهجي ويندو آهي. پر غور ڪيو وڃي تہ ان ۾ بہ آفتابِ نبوت جي زماني جو اهو ئي شرعي نظام سمايل آهي. اهو اهڙيءَ طرح جو چاهي اهي ڪم ڪاريون اصل ۾ عبادت نہ آهن، مگر اسلام

انهن کي بہ سڻي نيت، خلوص ۽ سنت واري طريقي سان عبادتون بڻائي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو بہ شخص شرعي نيت سان انهن کي انجام ڏيندو تہ اهي عبادت بڻجي ويندا ۽ زماني جي جنهن حصي ۾ عبادت طور واقع ٿيندا انهن کي شرعي وقتن وانگر مقدس ۽ مقبول بڻائي ڇڏيندا. ظاهر آهي تہ ان کان پوءِ عمر جو ڪوئي اهڙو حصو باقي نٿو بچي، جو اهو هن روحاني نظام کان ٻاهر رهجي وڃي ۽ آفتابِ نبوت جي تعلق کان بي نياز يا محروم رهي. حاصل مطلب اهو ٿيو تہ جيئن مادي سج جو نظام روشني ۽ سوجهري سان پوري زماني تي حاوي آهي. ايئن آفتابِ نبوت جو روحاني نظام بہ پوري زماني تي ڇانيل آهي. اتي مادي سج جي قدرتي معاملن جي نقل حرڪت سان حسي نور جو نظام نهي ٿو ۽ هتي روحاني سج جي شرعي نقل حرڪت سان معنوي نور جو نظام نهي ٿو. جيئن اهو نظام انسان جي پوري زندگيءَ تي حاوي آهي، اهڙيءَ طرح هي نظام بہ ان جي پوري زندگيءَ تي ڇانيل آهي.

## آفتابِ نبوت جي ٿا هيل زماني سان موسمن جو ظهور

جيئن سج جي هلت سان ڏينهن ۽ رات ٿهندا آهن، ايئن ئي ان هلڻ جي مختلف ڍنگن ۽ هيئتن سان موسمن ۽ فصلن جو ظهور بہ ٿيندو آهي. اهو خط استوا کان هتي ڏکڻ طرف ٿي هلڻ لڳندو آهي تہ سردي ايندي آهي، خريف جو فصل اچي ويندو آهي ۽ جيڪڏهن اتر طرف ڏانهن ٿي هلڻ لڳندو آهي تہ گرمي اچي ويندي آهي. بهار جي موسم شروع ٿيندي آهي ۽ ربيع جو فصل اچڻ لڳندو آهي. وري انهن فصلن ۽ موسمن جا اثر ڪائنات ۽ ڪائنات جي شين جي مزاجن ۽ جان تي پوندا آهن. بهار جي موسم ۾ مزاجن ۾ اپار ۽ قوتن ۾ امنگ هوندي آهي ۽ خزان جي موسم ۾ طبيعتن ۾ سُستي، وڻن ٻوٽن ۽ حيوانن ۾ مرجهائڻ واري حالت ۽ پٿرن پٿرن ۽ معدنيات ۾ سختي ۽ خشڪي ظاهر ٿي ويندي آهي. وري انهن ئي مختلف فصلن جي ضرورتن سان مختلف ميوا، گل، اناج ۽ مختلف جڙي ٻوٽيون پيدا ٿينديون آهن، جن جا اثر ساهوارن جي مزاجن ۾ پڌرا هوندا آهن. جن سان سيني قُتل ۽ پيدا ٿيل

شين ۾ مادي سج جا اثر پڌرا هوندا آهن. يعني اهو رڳو مڪان ۽ زمان ۾ ئي موثر ناهي، بلڪ ڪليل ظاهر ۾ بہ موثر آهي. هر زماني ۽ مڪاني شي، بلڪ انهن جي اندر ۾ بہ ان جو اثر پهتل آهي. چاهي اهي پٿر پهاڙ هجن، وڻ ٻوٽا، حيوان يا انسان هجن.

وري موسمن جي ضرورتن سان جڏهن آسماني فضا مان مينهن وسندا آهن تہ زمين وانگر سمنڊ ۽ ان جي مخلوقات ۾ بہ زندگي اچي ويندي آهي. مونسون ۾ مينهن وسندو آهي تہ سامونڊي سپي ۾ موتي پيدا ٿيندا آهن، ان سان بدخشاني لعل ظاهر ٿيندا آهن. ان ئي معدنيات ۾ هيرا ۽ نيلم پيدا ٿيندا آهن. جنهن سان مادي سج جو اثر ندي نالين، فضا ۽ زمين جي هيٺان ان جي تري تائين پڌرو آهي. مطلب تہ آسمان جي هيٺان ندي نالين ۽ فضا، زمين جي مٿاڇري، زمين جي تري، سمنڊ جي مٿاڇري ۽ ان جي گهراين ۾ سج جا اثر پنهنجو ڪم ڪندا رهندا آهن. جنهن سان دنيا جون مصلحتون برقرار آهن ۽ جهانن جا ڪارخانا هلي رهيا آهن.

نيڪ اهڙيءَ طرح هن روحاني آفتاب جي شرعي چال سان جيئن روحاني زمانو روحاني ڏينهن رات ۽ روحاني هفتا ٿهندا آهن، ايئن ئي ان سان روحاني فصلن ۽ موسمن جو بہ شرعي نظام هيٺ ظهور ٿيندو آهي ۽ اهي موسمون ۽ فصل پڌرا ٿيندا آهن، جن سان مختلف دنياوي ۽ آخرت وارن معاملن جو تعلق آهي. نبيءَ جو پاڪ زمانو يعني خيرالقرون، مجددن جي تجديد دين جا زمانا، صالحن ۽ متقين جي صلاح ۽ رشد جي غلبي جا وقت روحاني ڏينهن ۾ بهار جي موسم جو درجو رکن ٿا. دلين ۾ نکار اچي ويندو آهي، سعادت واري ٻج جي واڌ ويجهہ پاڻ واريون گهڙيون ظاهر ٿي وينديون آهن ۽ هر دل ۾ ايمان جي ٻوٽي جي ڦٽڻ ۽ ميوا ۽ پتا آڻڻ جي قريبي لياقت پيدا ٿي ويندي آهي. هر ننڍو وڏو پنهنجي ضمير ۾ هڪڙي ڀلائي محسوس ڪندو آهي ۽ ايمان ۽ صالح عمل خودبخود نيڪ دلين ۾ ابري ايندا آهن. مطلب تہ ڪوڙ ڪي بہ جيڪڏهن ڀلائي جو ٻج دل ۾ ويهي وڃي تہ اهو سچ ڪي مکڙي ڪري ايندو آهي ۽ ٿورڙي ئي عرصي ۾ ٿلهو متارو وڻ بڻجي ويندو آهي. ها، جڏهن انهن زمانن کان دوري ٿيندي آهي تہ اهائي ان

روحانيت جي خزان جي موسم هوندي آهي، جنهن ۾ دليون ڪوماٽيل هونديون آهن. دين جي لحاظ کان سرد مهري پيدا ٿي ويندي آهي. علمي ۽ عملي قوتون هيٺيون ۽ سُست پئجي وينديون آهن. فتنا ظاهر ٿي ويندا آهن ۽ امانت گهٽجي ويندي آهي. سنا اخلاق گم ٿي ويندا آهن ۽ بڇڙن اخلاقن جي بازار گرم ٿي ويندي آهي. ڪفر ۽ بغاوت اڀري ويندا آهن. سرڪشي ۽ بي حيائي پڌري هوندي آهي. مطلب ته ڪنهن ڏينهن رات ۾

"سِيْرُوْا فِيْهَا لَيَالِيَ وَاَيَّامًا اٰمِنِيْنَ﴿۱۸﴾" معنيٰ: چيو وين ته پلي انهن ۾ راتين ۽ ڏينهن جو بي فڪر ٿي مسافري ڪيو﴿۱۸﴾ (سورت سبا)

جو ظهور ٿيندو آهي. جيڪو امانت وارو دور هوندو آهي ۽ ڪنهن زماني ۾

"فِيْ يَوْمِ نَحْسٍ مُّسْتَمِرٍّ﴿۱۹﴾" يعنيٰ: سخت نياڀڳي ڏينهن ۾ تيز طوفان موڪليو ﴿۱۹﴾ (سورت قمر) ۽ "في ايام نحسات" يعني منحوس ڏينهن ۾،

جو ظهور ٿيندو آهي جيڪو فتني جو دور هوندو آهي. پهرين موسم روحاني بهار جي آهي ۽ ٻي روحاني خزان جي.

جيڪڏهن مادي سج سردي جي موسم آڻيندو آهي، جنهن ۾ ربيع جو فصل ايندو آهي ۽ اهو قَرنُ ۽ قُرُنُ جو زمانو آهي ته اهوئي شرعي ربيع جي فصل جو به وقت هوندو آهي، جنهن کي آفتابِ نبوت پنهنجي روحاني تصرف سان برپا ڪندو آهي، جنهن ۾ روحاني گل ڦٽي پوندا آهن. يعني سردي جي رات ڊگهي رات ٿيندي آهي ته تهجد ۽ رات جي نفلي عبادت لاءِ بيهڻ ننڊ جي متوالن لاءِ به آسان ٿي ويندو آهي. انهيءَ ڪري حديث نبوي ۾ ارشاد فرمايو ويو ته "الشتاء ربيع المومن" يعني سردي جي موسم مومن جي لاءِ ربيع جي فصل جو زمانو آهي.

يا انهيءَ ڪري نبوي زماني کي خيرالقرون (پلو زمانو) فرمايو ويو جنهن ۾ نورِ نبوت ۽ نورِ صحابيت چمڪي خير ۽ شر جو رستو چٽو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ تابعين جي زماني کي پلو چيو ويو پر ٻئي درجي ۾ مطلب ته اهي بهار جي موسم جا اعليٰ ۽ ادنيٰ حصا آهن، جن ۾ خير ۽ روحانيت دنيا تي غالب ٿيا. بعد وارا زمانا خزان جا ٿيا ته مجددن کي مينهن جي ڪڪرن وانگر موڪليو ويندو آهي، جنهن سان دلين جي

مٿل زمين وري زندهہ ۽ سائي ستابي ٿي ويندي آهي. پوءِ جيئن مادي شين ۾ هر موسم جو ميوو ۽ گل الڳ الڳ هوندو آهي، ڪنهن موسم ۾ انب، ڪنهن ۾ صوف ۽ نارنگيون تہ ڪنهن موسم ۾ انگور، ڏاڙهون ۽ زردالو وغيره. ايئن هنن روحاني فصلن جا گل ۽ گلزار، ميوا ۽ گل بہ الڳ الڳ آهن، ڪنهن موسم ۾ آفتابِ نبوت جي اثر سان شرعي ميوا گل ڦٽندا آهن، ڪنهن مجدد جي دور ۾ قرآني تجليون دينيات جي رنگ ۾ هونديون آهن ۽ ڪنهن دور ۾ سياسي رنگ ۾ جلوه گر ٿينديون آهن. ڪنهن دور ۾ عمل جي فراواني هوندي آهي ۽ ڪنهن دور ۾ علم، دليل بازي، حجت ۽ پڪي دليل جي افزائش ٿيندي آهي. ڪنهن دور ۾ تجديد جو رنگ صوفياڻو هوندو آهي ۽ ڪنهن ۾ تقرير وارو تہ ڪنهن دور ۾ حديث جي تعليم جو دور دوره هوندو آهي ۽ ڪنهن ۾ فقہ ۽ فقہ جي ڇاڻ جي گرم بازاري، مطلب تہ مختلف زمانن ۾ مختلف روحاني فصل ايندا آهن ۽ پنهنجي حال آهر گل ميوا ۽ پتا آڻيندا آهن ۽ اهو سڀ ڪجهہ آفتابِ نبوت جي ئي مخفي اثرن ۽ تصرف جو لاڀ هوندو آهي. جيئن مادي موسمن ۾ مادي سج جا ئي مختلف اثر پڌرا ٿيندا آهن. مطلب تہ آفتابِ نبوت جنهن گهڙي تي ۽ ان جي جنهن ڍنگ ۽ فصل تي پنهنجو نوراني پاڇو وڌو اها ئي گهڙي مقدس ٿي وئي ۽ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جو مستقل روحاني نظام انهن رات ڏينهن جي سيني دورن ۽ گردشن تي پيل آهي، جنهن سان ان جي اثر جي همہ گيري ۽ عام فيض پڌرو ٿي وڃي ٿو.

## مشهور ڏينهن

ظاهر آهي تہ مادي سج جا ٺاهيل اهي ڏينهن رات جڏهن ظرف آهن، جن ۾ مختلف ڪاروبار، مهماتي معاملا بہ واقع ٿيندا آهن، جن ۾ گهڻا اهڙا تاريخي بہ هوندا آهن جيڪي عام ڏينهن جي مقابلي ۾ امتيازي شان ۽ عام شهرت رکندا آهن. يعني ماڻهو جڏهن انهن ڪي پنهنجي ڪنهن اهم ۽ اجتماعي ڪم جو موقعو قرار ڏيندا آهن تہ اهي ڏينهن اهم شخصيتن يا انهن جي اهم ڪردار ۽ عمل ڏانهن منسوب ٿي، انهن سان مشهور ٿي ويندا آهن. انهن جا ڏينهن سڏبا آهن ۽ انهن ڏينهن

کي اجتماعي طور تي عيد وانگر ملهايو ويندو آهي جيئن مذهبي اڳواڻن جي پيدائش يا وفات يا انهن جي ڪنهن تاريخي ڪارنامي جي ڏينهن کي انهن واقعن ڏانهن منسوب ڪري ماڻهو انهن کي "ڏينهن طور" ملهائيندا آهن ۽ اهي ڏينهن تاريخي طور تي انهن ئي شخصيتن جا ڏينهن سڏيا ويندا آهن. جيئن هندن ۾ "ڪرشن جو ڏينهن" يا مسلمانن ۾ "حسين ع جو ڏينهن" يا عيسائين ۾ "يومِ مسيح" وڏو ڏينهن آهي يا سياستدانن ۾ "گانڌي ڊي" يا "تلڪ ڊي" وغيره. جيئن سياسي جماعتن جي آزادي جي جدوجهد جي ڪامياب ٿيڻ واري ڏينهن کي "يوم آزادي" چئي جشن طور ملهايو ويندو آهي. يا يوم جمهوريت جا نالو ڏئي دستوري حڪومت جو جنم ڏينهن ملهائيندا آهن يا سياسي ڪشمڪش جي زماني ۾ رضاڪارن جي مظلوماڻي موت تي "يوم شهداءِ" جي نالي سان ڏينهن ملهايو ويندو آهي يا ڪنهن بادشاهه جي تخت تي ويهڻ واري ڏينهن کي "يوم جشن" يا سال جي پهرين ڏينهن کي "سالگره جو ڏينهن" سڏي ملهايو ويندو آهي ۽ اڪثر ان ملڪ جو تاريخي سن بہ يادگار طور ان ڏينهن کان شروع ڪيو ويندو آهي يا بادشاهن ۽ اميرن جي عمر جي پهرين ڏينهن کي هر سال "سالگرهه جو ڏينهن" چئي جشن طور ملهايو ويندو آهي. مطلب تہ ڏينهن ٺاهڻ تہ سچ جو ڪم آهي، مگر ڪنهن اهم ۽ عظيم ڪم يا شخصيت سان نسبت ڏيڻ ڪري ان کي ماديت پسند ماڻهو پنهنجو ڪري ڇڏيندا آهن ۽ پنهنجي ڪم سان نسبت ڏئي هر سال ان کي مشهور ڪندا رهندا آهن.

پر حقيقت تي غور ڪيو وڃي تہ ڪنهن عمل جي لاءِ ڏينهن جي آئيني خصوصيت ۽ انتساب سان گڏ ان کي اجتماع جو ڏينهن قرار ڏيڻ اصل حق نبوت ۽ آفتابِ نبوت جو آهي، جو اها خصوصيت حقيقت ۾ دين جي دائري لاءِ ئي ٺهي آهي. مادي دنيا ان کي نقل ڪري يا چورائي حڪومتن يا حڪومتي ڪمن يا حڪومتي شخصيتن جي لاءِ ان کي استعمال ڪرڻ شروع ڪيو. حالانڪ اها خصوصيت ديني ڪمن يا ديني شخصيتن لاءِ بہ دين جي اجازت کان سواءِ جائز ڪونہ هئي. باقي کهڙي ڳالهہ ڪجي جو دنياوي ڪمن ۽ شخصيتن جي لاءِ اهو شرعي عمل جو طريقو چورايو وڃي. اها نقالي جيڪڏهن ديني ڍنگ وارن

ڪمن ۾ دين جي رنگ سان ڪئي وڃي ۽ ان کي رسم ۽ رواج طور استعمال ڪيو وڃي ۽ ان رنگ سان انهن ڏينهن کي ديني باور ڪرايو وڃي تہ اهو انهيءَ ڪري غلط ۽ اعتراض جوڳو هوندو آهي تہ اهو هڪڙي شرعي حق ۾ هٿ چراند ۽ استعمال جي تبديلي آهي ۽ جيڪڏهن خالص دنياوي قسم جي ڪمن ۾ استعمال ڪيو وڃي تہ اها ديني ڏينهن جي حقن ۾ مداخلت ٿيندي، جيڪا يقينن اجائي ڳالهہ آهي.

ها، انهن ڏينهن کي جيڪڏهن آفتابِ نبوت اجتماعي حيثيت ڏئي ڪنهن شرعي مهم جي لاءِ يادگار طور پنهنجي نظام ۾ آندو تہ نهن کان چوٿيءَ تائين حق هوندو. جيئن رمضان جي ڏينهن جي روزن کان پوءِ پهرين شوال تي "عيدالفطر" جو نالو ڏئي "ڏينهن" طور ملهائڻ تجويز ڪيو ۽ ان کي نماز جي عبادت سان سلهاڙي ڇڏيو يا جيئن حج جي موسم ۾ حج جي رڪنن سان گڏ ابراهيم عليہ السلام جي قرباني جي ياد طور ڏهين ذوالحج کي "يوم النحر" چئي "ڏينهن" طور رکيو ويو ۽ ان کي نماز ۽ قرباني جي عبادت سان سلهاڙي ڇڏيو تہ جيئن شڪر جي ادائگي جي نشاني هجي يا جيئن موسيٰ عليہ السلام جي يوم نجات يا يوم آزادي کي جيڪو محرم مهيني جي پهرين ڏهي جو آخري ڏينهن هيو (يعني ڏهين محرم)، يوم عاشوره چئي خاص ڏينهن طور رکيو ويو ۽ ان کي شروع ۾ فرض روزي سان ۽ بعد ۾ نفلي روزي جي عبادت مقرر ڪيو ويو تہ جيئن ان خوشي جي يادگيري دنيا ۾ سدائين تازي رهي يا جيئن حج جهڙي عظيم اجتماعي عبادت جي پهرين ڏينهن کي "يوم الترويہ" چئي هڪڙو امتيازي شان ڏنو ويو تہ جيئن ان عبادت جي شروعات جي اهميت ۽ عظمت قيامت تائين پڌري ٿيندي رهي، وغيره وغيره. هي اهي الله جا ڏينهن آهن، جن جو ذڪر "وَذَكِّرْهُمْ بِاَيّٰمِ اللّٰهِ" (معنيٰ: "انهن کي الله جا ڏينهن ياد ڏيار" سورت ابراهيم آيت 5)، جي روشني ۾ خاص طور تي ڪيو ويندو آهي. بس، دنيا جي ڏينهن جو ذڪر دنيا وارا "ڏينهن" ملهائي ڪندا آهن ۽ انهن الله جي ڏينهن جو ذڪر الله وارا "ڏينهن" ملهائي ڪندا آهن. مگر "ڏينهن" مقرر ڪرڻ ۽ ملهائڻ حقيقت ۾ شريعت جو حق آهي. دنيا وارن دين جي نظام جي مقابلي ۾ دنياوي نظام ٺاهي "ڏينهن" مقرر ڪري دين ۾ مداخلت ڪرڻ جو ثبوت

ڏنو آهي. جيئن دين وارن جي جاهل طبقي دين ۽ دين وارن جي نالي سان پاڻمرادو "ڏينهن" مقرر ڪري انهن جي ملهائڻ جون عيدون ملهايون. جيئن يارهين جو ڏينهن، ڏهين جو ڏينهن، ٽيجهي جو ڏينهن، ورسي جو ڏينهن يا فلاڻي بزرگ جو ڏينهن، صديق ڏي، فاروق ڏي وغيره. مقرر ڪري دين جي رنگ ۾ (في الدين) مداخلت ڪئي آهي ۽ اها ڳالهہ پهرين جي مقابلي ۾ گهڻي خراب آهي جو دين ۾ مونجهارو ۽ فريب پيدا ڪري ٿي.

بهرحال، مادي سج وانگر روحاني آفتاب پنهنجو زمانو پاڻ ٺاهيو. ڏينهن ۽ رات ڪي پاڻ بناوٽ ڏني. مهينا ۽ سال پاڻ تيار ڪيا. موسمون ۽ فصل پاڻ ٺاهيا، انهن ڪي نسبتون پاڻ ڏنائون ۽ اهڙيءَ طرح پوري زماني جي مادي نظام جي برابر پنهنجو همہ گير روحاني نظام قائم ڪيو. جنهن سان ان جو عام فيض مڪان ڪان وٺي زمان تائين ۽ زماني جي سال ڪان وٺي مهيني، هفتي ۽ گهڙي تائين سيني تي منظم نموني سان ڇانيل آهي، جيڪو آفتابِ نبوت جي عالمگير وسعتن ۽ فيض جي عموميت جو ڪليل دليل آهي ۽ اها عموميت مادي سج جي انهن بڌايل شباهتن سان جڏهن ثبوت واري ڏاڪي تي پهتي تہ بنا شڪ جي اها سراج منير جي دليل هيئنان اچي ان آيت جو مصداق ٿي وئي. فللّٰہ الحمد والمنته.

## آفتاب نبوت ۽ اجتماعيت ڪبريٰ

غور ڪيو تہ آفتابِ نبوت جو اهو اڀرڻ ۽ پردو ڪرڻ (غروب) جنهن سان نبوت جا رات ڏينهن ٺهيا ظاهر ۾ طلوع ۽ غروب آهي، ورنہ حقيقت ۾ عروج ۽ نزول (مٿي وڃڻ ۽ هيٺ اچڻ) آهي، جنهن جي رڳو طلوع ۽ غروب جي صورت آهي. تنهنڪري آفتابِ نبوت جيڪڏهن ظاهري دنيا (عالم شهود) ڪان عالم غيب ڏانهن رُخ ڪيو، جنهن کي اسان غروب سان تعبير ڪيو هو تہ اهو حقيقي غروب ڪونهي، بلڪ قرب جي مقامن ڏانهن عروج هيو. جيڪڏهن ان عالم غيب ڪان وري ظاهري دنيا (عالم شاهہ) جو رُخ ڪيو جنهن کي اسان اڀرڻ (طلوع) چيو هو تہ اهو حقيقت ۾ اڀرڻ (طلوع) نہ بلڪ الله جي مخلوق ڏانهن هيٺ اچڻ (نزول) هيو. تہ جيئن اها غيبي نور سان فيضياب ٿئي. انهيءَ ڪري

اهي طلوع ۽ غروب حقيقي ناهن، بلڪ عروج ۽ نزول جي معنيٰ ۾ آهن. حقيقي اڀرڻ (طلوع) هڪ ئي آهي ۽ اهو حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دنيا ۾ تشريف آوري آهي ۽ حقيقي پردو ڪرڻ (غروب) بہ هڪڙو ئي آهي ۽ اها پاڻ سڳورن جي هن دنيا مان بي دنيا ڏانهن تشريف کڻي وڃڻ (برقعو مٽڻ) آهي. تنهنڪري اهو سمجهڻ گهرجي تہ آفتابِ نبوت جي اڀرڻ (طلوع) سان جيڪو ڏينهن نڪتو اهو 63 سالن جو هڪڙو ئي ڏينهن هيو جنهن ۾ اهو عروج ۽ نزول ٿيندو رهيو ۽ انهيءَ ڪري حقيقي رات جيڪڏهن آهي تہ اهو ڄمڻ ۽ اعلانِ نبوت (بعثت) کان اڳ جو زمانو آهي. جنهن ۾ لکن جي تعداد ۾ نبوت جا ستارا چمڪندا رهيا ۽ اهو حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي ڄمڻ تائين جو زمانو آهي، جيڪو هزارين سال ٿئي ٿو. مطلب تہ هزارين سالن جي هڪڙي ڊگهي روحاني رات دنيا تي گذري جنهن کان پوءِ ڏينهن ٿيو ۽ ڏينهن 63 سالن جو هيو. ان ڏينهن جا جيڪڏهن ست حصا ڪيا وڃن تہ نون نون سالن جا ست حصا ٿين ٿا. انهن نبين هڪ هڪ هزار سالن جي دورن ۾ جيڪي ڪم انجام ڏنا، اهي خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم 9 سالن ۾ انجام ڏنا. ڄمڻ کان اعلانِ نبوت تائين چاليهہ سالن واري مدت نبوت جي مدت نٿي سڏجي مگر نبوت جي ابتدا ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ فطرت جي ظهور جي مدت ضرور آهي. جنهن کي نبوت سان تعلق رکڻ واري مدت ئي سمجهڻ گهرجي.

بهرحال، صبح صادق کان پوءِ طلوع آفتاب جو سڀ کان وڏو فيض روشن ڏينهن جو وجود آهي، جيڪو صرف سج سان مخصوص آهي ۽ ان ۾ ڪوبہ ستارو بلڪ سڀئي تارا ملي ڪري بہ ان جا ساٿي (سهيم) ۽ شريڪ نہ آهن. ظاهر آهي ان صورت ۾ جيڪي ڏينهن جون خصوصيتون آهن، اهي بہ سج سان ئي مخصوص ٿي سگهن ٿيون، نہ ڪي ستارن سان. جيڪڏهن ٿينديون تہ رات جي خصوصيتن سان ٿي سگهن ٿيون نہ ڪي ڏينهن جي خصوصيتن سان. رات جون خصوصيتون هي آهي تہ ماڻهو جسماني حيثيت سان آرام ڪندا آهن. عام ڪاروبار ۽ اجتماعي ڪم، جيئن معاشرتي معاملا، ڏيڻ وٺڻ، ملڻ

جلڻ، حڪومتي ۽ دفتري ڪم ڪار ۽ سياسي مهمون، قومي معاهدا، بين الاقوامي معاملا، جنگ ۽ جهاد، ملڪي فتحون ملتوي رهندا آهن. معاملن جي سلسلي ۾ وڏ ڪان وڏ اهل وعيال جا واجبي حق، مٿن مائٽن يا اجا اڳتي پاڙي وارن جا ڪجهہ حق ادا ڪيا ويندا آهن ۽ ان کي ئي سڀ ڪجهہ سمجهيو ويندو آهي. باقي روحاني ماڻهو روحاني طور تي جيڪڏهن الله جي عبادت ۾ مصروف رهندا آهن تہ انفرادي طور تي اڪيلائي ۾ پانهپ جا فرض ادا ڪندا آهن. ورنہ اجتماعي عبادتن جو وقت عادت طور ۽ عام طور رات نہ هوندي آهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف ڏينهن کي "معاشا" (سورت نباء آيت 11) فرمايو ۽ رات کي "سڪنا" (سورت نحل آيت 80) ٻڌايو. ڏينهن ڪم ڪار ۽ ملڻ جلڻ واري زندگيءَ جو وقت آهي ۽ رات آرام ۽ اطمينان جو وقت آهي. ٻين لفظن ۾ ڏينهن اجتماعيت جو زمانو آهي ۽ رات انفراديت ۽ الڳ الڳ ٿيڻ جو وقت آهي.

نيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي اڀرڻ کان اڳ جڏهن دڳهي روحاني رات هئي، دنيا جي مذهبن تي نظر وجهڻ سان اندازو ٿئي ٿو تہ انهن ۾ انفراديت، بلڪ علحدگيءَ جو رنگ غالب هيو. اڪيلي اڪيلي عبادت ڪرڻ اصل هيو. دين ۾ ڪابہ اجتماعي زندگي ڪونہ هئي. ڪوئي اجتماعي رنگ ڪونہ هيو. مخلوق کان الڳ ٿلڳ رهي ئي خالق جي ياد ممڪن سمجهي ويندي هئي. گوشہ نشيني، رهبانيت، اڪيلائي ۾ رهڻ عبادت جو اصل هيو. ماڻهو جبلن جي چوٽين، ويران بيابانن ۽ دريائن جي ڪنارن تي پهچي رياضتن ۾ مصروف رهڻ ئي روحانيت سمجهندا هيا. انهن کي روحانيت جي تڪميل جي سلسلي ۾ دنيا جي شهري ۽ ملڪي معاملن سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هوندو هيو. مذهب جي معنيٰ ئي صرف ٻانهي ۽ الله جي وچ ۾ رابطو هيو. ملڪ الڳ ۽ دين الڳ هيو. هرهڪ دائري ۾ ڪم ڪرڻ وارا ماڻهو الڳ الڳ هيا، جيڪي مطلب تہ قومي تجزيي طور مخصوص ٿي ويندا هيا. مخلوق ۾ رهڻ ۽ انهن سان ملڻ جلڻ وارن تعلقات کي روحانيت جي خلاف سمجهيو ويندو هيو. ڪنهن مذهب ۾ نڪاح ۽ عورت سان لاڳاپو رکڻ روحانيت جي خلاف هيو. ايئن روحانيت جو پهريون ڏاڪو چڙهچانڊ رهڻ هيو.

ڪنهن بہ مذهب ۾ شهري زندگي روحانيت جي خلاف هئي. انهيءَ ڪري گهر ٻار، زمين جائداد ۽ تعلق ات سڀ ڪجهہ ڇڏي جهنگلن ۽ پهاڙن ۾ وڃي ويهڻ ئي سڀ کان وڏي عبادت هئي. ڪنهن مذهب ۾ کائڻ پيئڻ، لٽا ڪپڙا پائڻ جهڙين نعمتن مان فائدو حاصل ڪرڻ روحانيت جي خلاف هيو. انهيءَ ڪري لذتون ترڪ ڪري جهنگلي پتن ۽ ٻوٽن جي پاڙن تي گذر بسر ڪرڻ، لباس جي بجاءِ ننيڙڙي گوڏ ٻڌڻ ۽ کائڻ ڪمائڻ جي لاءِ پنڻ تي گذارو ڪرڻ کي ئي سڀ کان وڏو زهد ۽ تقويٰ، نياز ۽ نوڙت جو روح سمجهيو ويندو هيو. ٻين لفظن ۾ روحاني تڪليف جي بجاءِ جسماني تڪليف مذهب هئي. انهيءَ ڪري خودڪشي ڪرڻ، پاڻ کي جبل تان ڪيرائي مرڻ، درياء ۾ ٻڏي مرڻ، چوڏاري باهہ ٻاري پاڻ کي وچ ۾ ويهي تپائڻ ۽ ڪباب ٿي وڃڻ، ڪنڌن ۽ ڪوڪن تي سمهي بدن کي چلي چڏڻ ئي ديني رياضت سمجهي ويندي هئي، جنهن جو نتيجو جسماني تڪليف سان گڏ مخلوق کان ڪٽجي وڃڻ ۽ پاڻ کي سڀني بشري تقاضاعن کان خالي ڪرڻ نڪري ٿو. ڇو تہ اهو دور روحاني رات جو دور هو ۽ رات ۾ انفراديت جو ئي دور دورو هوندو آهي نہ کي اجتماعيت جو. اڪيلائپ جو ئي غلبو هوندو آهي، نہ ڪي ذاتي معاملن کي ڏسڻ جو. البت، ان سان وقت جي نبين ۽ الاهي شريعتن تي ڪوئي حرف نٿو اچي سگهي. اهو سڀ ڪجهہ تنگيون ۽ ديني احڪام کان ڪٽجي وڃڻ ۽ انفراديت ان وقت جي جبلتن جي تقاضا هئي. انساني قوتون جيترو مضبوط هونديون آهن تہ دنيا ۽ دنيا جي لذتن طرف ايترو ئي گهڻو لاڙو هوندو آهي ۽ ان مان نڪرڻ لاءِ انهن کان ايترو ئي سخت مجاهدو ۽ رياضت ڪرايو ويندو آهي، جو ان کان سواءِ ايئن مضبوط نفس روحانيت ڏانهن نٿا اچي سگهن. گذريل امتون پنهنجي نفساني قوتن جي لحاظ کان ايتريون شديد ۽ انهن جون جبلتون ۽ طبيعتون دنيا جي لالچ ۽ مال جي محبت ۾ ايترو غرق هيون، جو جيڪڏهن ڪنهن حد تائين بہ انهن کي دنياوي شوڪت ۽ دولت ۽ دنيا جي لذتن ۾ ذرو ڏني وڃي ها تہ انهن جا منحرف نفس دين کي مڪمل طور خيرباد چئي صرف دنيا تي اچي ويهن ها ۽ ڪڏهن بہ انهن کي الله جي دين سان لڳاءُ نہ ٿئي ها. تنهنڪري انهن جو دين ڪنهن بہ طريقي

سان ان مڪمل اڪيلائپ ۾ لذتن کي ترڪ ڪرڻ کان سواءِ ٽانيڪو نٿي ٿي سگهيو. (ٻين لفظن ۾ ان وقت جو دين دنيا جي تمدن سان ڪلهوڪلهي سان ملائي نٿي هلي سگهيو) ان وقت جي دنيا جو ڪوئي هڪڙو طبقو به دين ۽ دنيا جو جامع نٿي ٿي سگهيو. دين جو حامل اهو ئي طبقو هوندو هيو، جيڪو دنيا کان مڪمل طور الڳ ٿلڳ ٿي رهبانيت سان ڪنڌائتو ٿي رهڻ اختيار ڪري، انهيءَ ڪري دين کي دنياوي شوڪت کان الڳ ڪري ملڪيت هڪڙي طبقي کي ڏني ويندي هئي ۽ روحانيت جو حامل ٻيو طبقو ٿيندو هيو جيڪو دنيا کان بلڪل الڳ ٿلڳ گرجائن، آستانن، صومعين ۽ مندرن ۾ بند رهندو هيو. ان کي انهن آستانن مان ٻاهر نڪرڻ سان ئي خطرو هيو ته شيطان ان جو دين کسي ويندا ۽ انهن جي تمدن ۽ سامانن جي ويجهو پهچي پنهنجي دين کي ڪنهن به حالت ۾ سنڀالي نه سگهندو. تنهنڪري نفسن جي ڪمزور روحانيت ۽ مضبوط ترين نفسانيت ان انفراديت ۽ ڪٽجي رهڻ جو سبب هوندي هئي نه ڪي معاذ الله نبين سڳورن جي روحاني قوت جي ڪمزوري يا دين جو نقص. انهيءَ ڪري انهن جون طبيعتون طبيعت مطابق جيترو به دين برداشت ڪري سگهنديون هيون ايترو دين انهن لاءِ لاٿو ويندو هيو، جنهن ۾ جامعيت ڪونه هوندي هئي جو طبيعتون ئي جامع ڪونه هيون، جيڪي جامع دين کڻي سگهن ها.

پر جيئن ئي آفتاب نبوت اڀريو ۽ روحانيت جو ڏينهن نڪري آيو ته قدرتي طور انفراديتون ختم ٿي اجتماعيتن ۾ تبديل ٿيڻ لڳيون. ڇو ته اجتماعي دين ۾ اڪيلائپ جو وقت هوندو ئي ڪونهي، بلڪ گڏجڻ ۽ اجتماعي ڪمن جو وقت هوندو آهي. انهيءَ ڪري جڏهن آفتابِ نبوت جو دور چمڪيو ته طبيعتون جماعتي دين ۽ اجتماعي روحانيت ڏانهن مائل ٿيڻ لڳيون ۽ پنهنجي خاموش پڪار سان هڪڙو اهڙو دين گهرڻ لڳيون جنهن ۾ دين سان گڏ دنيا کان ڪٽجڻ نه هجي. ديانت سان گڏ سياست ۽ امت جو انتظام به گڏ ٿيل هجي ۽ انفراديت سان گڏ اجتماعيت به گڏيل هجي. ڇوته دنيا جي آخري امت ظاهر ٿي چڪي هئي، جيڪا گذريل قومن ۽ امتن جا تجربا عملي طور تي سامهون رکندي هئي. شروعاتي قوتن جي گهٽائي جي رد عمل جي قدرتي تقاضا

هئي تہ آخري امت مزاج ۾ گهٽ وڌائي جي بجاءِ وچٿرائپ رکندڙ هجي. نہ ان جون نفساني قوتون ايترو هيجان ۾ آيل هجن جو اهي دنياوي لذتن سان دين ۽ روحانيت جي تصور کان ئي ڀڄڻ لڳي ۽ نہ اهڙي سختي ۽ زاهد تنگ نظر هجي جو دنيا ۽ ان جي لذتن جا ماده ئي ان مان ختم ٿي ويا هجن، بلڪ ان ۾ نفساني قوتن ۽ روحاني قوتن جي هڪڙي اهڙي وچٿرائپ واري هم آهنگي هئي جو اها دين سان گڏ دنياوي شوڪت کي ۽ دنياوي شوڪت سان گڏ روحانيت کي گڏ ڪرڻ جي اهل ٿي چڪي هئي. اها سلطنت جي تخت تي ويهي درويش بہ رهي ٿي سگهي، جيئن خلفاءِ راشدين ۽ صالح حڪمرانن ڪيو ۽ اها درويشن جو جبو پائي امت جي تنظيم بہ ڪري ٿي سگهي جيئن انهن ڪري ڏيکاريو. انهيءَ ڪري ملڪ ۽ دين گڏايا ويا ۽ هڪڙي اهڙي جامع ۽ ڪامل نبوت موڪلي وئي، جيڪا هڪ ئي وقت جلال ۽ جمال، مهر ۽ قهر، ديانت ۽ سياست جي حامل هئي. دين ۽ دنيا جي ان ڪامل گڏجاڻي جي ڪري انهن کي "استخلاف في الارض" يعني زمين تي خلافت جو منصب عطا ڪيو ويو. نہ انهن کي بغير دين جي سڪڻو ملڪ ڏنو ويو ۽ نہ بنا شوڪت جي سڪڻو دين ڏنو ويو. تنهنڪري بي شوڪت دين جي باري ۾ اعلان ٿيو تہ

"لارهبانيت في الاسلام" يعني اسلام ۾ ڪنڌائتو ٿي رهڻ واري رهبانيت ڪونهي.

لباس ۽ طعام جي لذتن جي باري ۾ ٻڌايو ويو تہ اهي دين سان گڏ ٿي سگهن ٿيون

"قُلْ مَنْ حَرَّمَ زِيْنَةَ اللهِ الَّتِيْٓ اَخْرَجَ لِعِبَادِهٖ وَالطَّيِّبٰتِ مِنَ الرِّزْقِ" معنيٰ: اي پيغمبر! چئو تہ الله جي بڻايل اها زينت جيڪا ان پنهنجي ٻانهن جي لاءِ پيدا ڪئي آهي ۽ رزق مان سٺيون شيون ڪنهن حرام ڪيون آهن (اعراف آيت 32).

اهو بہ ٻڌايو تہ گهر ٻار وارو هجڻ دين ۽ روحانيت جي خلاف ڪونهي بلڪ دين جو ساٿي آهي.

"النڪاح سنتي فمن رغب عن سنتي فليس مني" يعني شادي ڪرڻ (نڪاح) منهنجي سنت آهي جنهن منهنجي سنت کان منهن موڙيو اهو منهنجي امت مان ڪونهي.

گهرٻار رکڻ ۽ زمين جائداد حاصل ڪرڻ دين جو ضد ڪونهي جو ان سان گڏ ٿي نہ سگهي.

"وَاللّٰهُ جَعَلَ لَكُمْ مِّنْ بُيُوْتِكُمْ سَكَنًا" معني!: ۽ الله توهان جي گهرن کي توهان لاءِ آرام جو هنڌ بڻايو (سورت نحل آيت 80)

آخرڪار صاف اعلان ڪيو ويو تہ اجوڪي ڏينهن تي دين ۽ ملڪ گڏ ڪيا ويا. جيئن بہ ٻنڊيل ٻار پئداشي طور تي ٻنڊيل پيدا ٿيندا آهن جو انهن کي ڪير بہ ڌار نہ ڪري سگهندو آهي ۽ ڌار ڪيو وڃي تہ ٻنهي جي جان ضايع ٿي وڃي.

"الملڪ والدين توامان الله امرني بہ الجماعة واسمع والطاعة اولهجرت والجهاد (تفسير ابن ڪثير) يعني ملڪ ۽ دين جاڙا ٻار آهن الله تعاليٰ مون کي هنن ڳالهين جو حڪم فرمايو: جماعت، سمع وطاعت، هجرت ۽ جهاد جو. پوءِ

".... ومن لم يعرف امام زمانہ فقدمات ميتة جاهلية الجهاد ماضي الي يوم القيامة" يعني امام ڍال آهي، جنهن وقت جي امام کي نہ سڃاتو، ان کي جاهليت وارو موت آيو. جهاد قيامت تائين هلڻ وارو آهي.

وري عبادتون بہ جماعتي رکيون ويون. نماز باجماعت ٿي. جنهن لاءِ امام ضروري آهي. حج باجماعت ٿيو جنهن لاءِ امام ضروري آهي. زڪوات جو نظام جماعتي ٿيو جنهن لاءِ امام يا ان جي قائم مقام جو وجود ضروري آهي. سفر جماعتي ٿيو جنهن لاءِ امير جي چونڊ ضروري ٿي. تدبير منزل جماعتي ٿي جنهن لاءِ امير خانہ جي ضرورت ٿي.

"كلكم راع وكلكم مسئول من رعيته" يعني توهان مان هرهڪ نگهبان آهي ۽ پنهنجي ماتحتن جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

دنياداري ۽ دينداريءَ جو فرق ختم ٿي ويو ۽ ٻڌايو ويو تہ هر دنيادار پنهنجي پوري دنيا سميت دیندار ٿي سگهي ٿو ۽ هر طبيعي پنهنجي سيني طبعي معاملن کي نيت ۽ پوئواري جي رشتي سان ٻڌي شرعي بڻجي سگهي ٿو يعني طبيعي معاملن کي شرعي معاملا بڻايو ويو آهي. کاڌو کائڻ، زال ڏانهن وڃڻ، سمهي پوڻ ۽ قضاءِ حاجت ڪرڻ کي، جڏهن اهي ڳالهيون سنت طريقي سان ڪيون وڃن تہ اجر جو حقدار ٻڌايو ويو.

مريض جي عيادت ڪرڻ ۽ بيمار جي مزاج پرسي، جنازي سان گڏ وڃڻ، ميت کي غسل ڏيڻ، فوتين جي مائٽن سان تعزيت ڪرڻ، ڪفن دفن ۾ شريڪ ٿيڻ کي عبادت قرار ڏنو ويو. زال جي خدمت، ٻارن ٻچن جي تربيت، غلامن جي خبرچار لهڻ، يتيمن کي سهارو ڏيڻ، مظلومن جي حمايت، سرڪشن کي دٻائڻ، قاتلن کان بدلو (قصاص)، چورن کي سزا، شرابين کي تعزير، جوارين تي سختي، فسادين سان لڙائي، عبادت ۽ دين قرار ڏنا ويا. واپار، صنعت ۽ حرفت، ملازمت ديانت جو جزو بڻجي وئي. بين الاقواميت، بين الاوطانيت، عالمي قوميت، عالمي تنظيم يعني سردارن جي خلافت دين بڻجي ويا. امارات شورائيت، عسڪريت، اصولِ دين ٿيا. خيرات پنڻ سان زندگي گذارڻ جي ڪوشش کي ذلت وارو ڪم قرار ڏنو ويو. مٿين هٿ يا ڏيڻ واري هٿ کي هيٺين ياونڻ واري هٿ کان بهتر قرار ڏنو ويو. هر اها ڳالهه عبادت ۽ قرابت ۽ اطاعت ٻڌائي وئي جنهن ۾ هڪڙي کي ٻئي کان سهارو ملي. قول سان هجي يا عمل سان، اخلاق سان هجي يا اشاري سان ۽ اعلان ڪيو ويو

"والله في عون العبد ماكان العبد في عون اخية" يعني الله تعاليٰ ان وقت تائين پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪندو آهي جيستائين ٻانهو پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪندو رهندو آهي.

البت، انهن سڀني ڳالهين جون شرعي حدون مقرر ڪيون ويون ۽ ٻڌايو ويو تہ اسلام فطري قوتن کي پامال ڪرڻ لاءِ نہ آيو آهي، بلڪ ٺڪاڻي لڳائڻ لاءِ آيو آهي. انهيءَ ڪري اهو هر قوت کان ڪم وٺندو. شهوت هجي يا ڪاوڙ غربت هجي يا ملڪيت، سڀني سان گڏجي ئي انسانيت بڻجي ٿي. انهيءَ ڪري انهن جي بقا انسانيت جي بقا آهي، جڏهن تہ اها ٻڌايل حدن ۽ مقرر ڪيل نظام جي اندر اندر رهي. تنهنڪري ان ملي ۽ اجتماعي نظام جي سبب هن دين جي شڪل بادشاهت واري ٿي وئي ۽ حڪومت جا مڙئي لوازمات ان جي اندر شامل ٿي ويا. جنهن جو سبب ان کان سواءِ ٻيو نہ هيو تہ هي نور آفتابِ نبوت جو نور هيو ۽ جيئن سج آخري سَيارو آهي، جنهن کان پوءِ ڪنهن بہ ستاري جي نورانيت نٿي هلي، انهيءَ ڪري هن جو نور ۽ دين بہ آخري دين هيو. جنهن کي قيامت تائين رهڻو هيو ۽ دائمي بقا انفراديت سان

نٿي ٿي سگهي. ڇوتہ فرد سيئي گذاري وڃڻ ۽ فنا ٿيڻ وارا هوندا آهن. جيڪڏهن هي دين انفرادي هجي ها تہ فردن جي گذاري وڃڻ سان ختم ٿي وڃي ها. جيئن پهريان دين انفرادي هيا، جيڪي فردن جي گذاري وڃڻ سان ختم ٿي ويا ۽ اڳئين دين جي ختم ٿيڻ سان نئون دين آيو. انهيءَ ڪري انهن مان ڪنهن دين کي بہ بقا ۽ دائميت حاصل نہ ٿي. پر هي دين جيئن تہ آخري دين هيو تہ ان کي اجتماعي رکيو ويو جيڪو فردن سان نہ، پر اصول ۽ جماعت سان برپا ٿيو. سنت ۽ جماعت ان ۾ اصل ٿيا، نہ ڪي رڳو فرد. انهيءَ ڪري فرد گذاري ويا مگر جماعتي نظام ۽ اصول قائم رهيا. جيڪي فردن جي ختم ٿيڻ سان ختم نٿا ٿي سگهن. انهيءَ ڪري دين باقي رهيو ۽ قيامت ٿيڻ تائين باقي رهندو. بهرحال، ان مان واضح آهي تہ جيئن مادي رات جي خصوصيت انفراديت ۽ آخريت ٿيندي آهي ۽ ڏينهن جي اجتماعيت ۽ ڪاروباري ميل جول، ايئن ئي روحاني رات جون خصوصيتون بہ ديني انفراديتون ۽ رهبانيتون هيون ۽ جڏهن آفتابِ نبوت جي ظهور تي ڏينهن نڪري آيو تہ اهي الڳ الڳ ٿي يا ڪٽجي وڃڻ واريون ڳالهيون خود بخود ختم ٿي اجتماعي زندگيءَ جو دور دوره اوچتو سامهون اچي ويو جيڪو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ ئي سامهون اچي سگهيو ٿي. جنهن ۾ دين ۽ ملڪ هڪ ئي وقت گڏ ٿي جماعتي تنظيم ۽ اجتماعي نظام جي صورت پڌري ڪري ڇڏي ۽ انهيءَ ڪري اسلامي نظام اجتماعي دنيا جي لاءِ انقلابي دور ثابت ٿيو. جنهن ذهنن ۾ هڪڙو عظيم انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

## جامع انقلاب

جيئن سج کان جتي روشني ۽ گرميءَ جا فيض دنيا کي پهچن ٿا ۽ هڪڙي ڊنگ سان هزارن سالن کان هڪجهڙا پهچندا اچن ٿا، جن ۾ ڪابہ ڦيرگير نٿي ٿئي، ماهتين ۽ حقيقتن کي بہ بدلائي ٿو ڇڏي، مطلب تہ سيني سيارن ۾ اهو هڪڙو انقلابي سيارو آهي جيڪو ماهتين کي تبديل ڪري ڇڏي ٿو ۽ دنيا تي ان جا اثر انقلابي رنگ ۾ پون ٿا. مثال طور، تارا جيڪڏهن جڙي ٻوٽين ۾ رس ۽ نليءَ ۾ گودو پيدا ڪن ٿا تہ اهو هڪڙو مثبت اثر آهي، جيڪو خالي ظرف ۾ پرجي وڃي ٿو. ڪابہ شي

تبديل نٿي ٿئي. پر سج انهن کي ٻاري يا سُڪائي ختم بہ ڪري ڇڏي ٿو جنهن سان ڪابہ شي اها شي ئي نٿي رهي. چنڊ بنا شڪ جي سمنڊن کي هيٺ مٿي ضرور ڪري ڇڏي ٿو پر ان سان سمنڊ جي صرف هيئت بدلجي ٿي، ماهيت نٿي بدلجي. پر سج ان جي ڪيفيتن ۽ خاصيتن کي بہ تبديل ڪري ڇڏي ٿو. ان کاري سمنڊ کي تپائي مونسون بڻائي ٿو جنهن سان ڪوڙو پاڻي منو ٿي وڃي ٿو. سمنڊ هيٺ آهي مگر ان کي سج تپائي ۽ ان مان مونسون اپاري ان جي هڪڙي حصي کي مٿي ڪري ڇڏي ٿو تہ اهو آسمان ڏانهن چڙهي وڃي ۽ دنيا تي منو پاڻي ٿي وسي. سمنڊ پاڻيٺ آهي پر سج ان کي مونسون بڻائي ڪڪرن جي شڪل ڏئي ٿو ۽ ڏينهن کي رات. اهو ئي سج هوائن تي اثر وجهي ٿو تہ ٿڌڙي هير کي گرم جهڪ ۽ ٿڌي هوا کي گرم هوا بڻائي ڇڏي ٿو. مطلب تہ آلي کي سُڪو ۽ سُڪي کي آلو، ڪچي کي پڪل ۽ پڪل کي ڪچو وهندڙ کي بيٺل ۽ بيٺل کي وهندڙ سڪون کي حرڪت ۽ حرڪت کي سڪون، مئل کي زندگي ۽ زندگيءَ کي مئل ۾ بدلائي ڇڏي ٿو ۽ هر شي جي اندر کي کولي ڇڏڻ بيشڪ انقلاب ماهيت آهي، جيڪو سج جو ئي ڪم آهي، جنهن ۾ ڪوبہ ستارو ان جو جيسي ڪونهي.

نيڪ اهڙيءَ طرح هدايت جي ستارن نبين سڀورن دنيا جي قومن جي اصلاح ڪئي ۽ انهن جي پاڪيزه اثرن سان دنيا الله جو رستو ڏٺو. پر صرف ان انداز سان جو انهن جون جبلتون پنهنجي جاءِ تي باقي رهيون. انهن کي ڪجهہ مغلوب يا تابع ڪري دين جون رسمون انهن کي ڊڪايون ويون، يعني سخت رياضيتن، ترڪ دنيا، لذتن کي ترڪ ڪرڻ، آسائش ۽ راحت کي ترڪ ڪرڻ سان ان جبلت کي دٻائي رکيو تہ اهي ڪنهن حد تائين دين ۾ لڳا رهيا. جيڪڏهن اهي ان دين تي رهندي ذرو بہ پنهنجي رهبانيت کي ترڪ ڪندا هيا تہ ان ئي وقت انهن کان ديني جذبا موڪلائي ويندا هيا. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن دشمن کي ڪنهن جاءِ ۾ بند ڪري ان کان بچاءُ اختيار ڪيو وڃي ۽ نفس کان ان واندڪائيءَ ۾ ڪجهہ روحاني ڪم ورتو وڃي. پر ان جو ردعمل قدرتي طور تي اهو ئي ٿي سگهي ٿو تہ جيڪڏهن ڪونڙيءَ جو ٿورو دروازو بہ کلي وڃي تہ اهائي جبلت نفساني ۽ طبعي مزاج اپري روحاني

مزاج کي وري درهم برهم ڪري ڇڏي. پر آفتابِ نبوت تڪميل انسانيت جي لاءِ نفسانيت کي بند يا قيد ڪرڻ جي بجاءِ ان کي طريقي سان مضبوط رکيو ۽ بند بہ نہ ڪيو پر ان کي پنهنجو ڪيو ۽ ان کان روحانيت جي خدمت ورتي ۽ انهن طبعي تقاضاعن کي پامال ڪرڻ جي بجاءِ انهن کي شرعي بڻائي ڇڏيو ۽ نڪاڻي لڳائي ڇڏيو تہ اهي خود روحانيت جا خادم بڻجي ويا. هاڻي اها ئي شهوت ان جي بجاءِ جو خصي ٿي ان کي برباد ڪيو وڃي ها، ان کي عقل ۽ شريعت جي سامهون جهڪائي ڇڏيو. ان جي مڙني طبعي ڪمن کي نيت جي سچائي ۽ ثواب جي طريقي سان شرعي بڻايو ويو يعني دين جو وسيلو بڻائي انهن کي طبعي مان شرعي بڻائي ڇڏيو. انهيءَ ڪري هڪڙي مومن جو سمهڻ، جاڳڻ، گهمڻ ڦرڻ، کائڻ پيئڻ، دوستي، دشمني، معيشت ۽ معاشرت، مباشرت ۽ گڏجي رهڻ جڏهن دين جي ارادي ۽ سنتِ نبوي جي طريقي سان هجي تہ دين ٿي وڃي ٿو ۽ معاشرت جا اهي مڙئي گوشا دين جا شعبا بڻجي وڃن ٿا. مطلب تہ ان شرعي انقلاب سان عادت عبادت ۽ دنيا دين ٿي وڃن ٿا. تنهنڪري آفتابِ نبوت جي پيش ڪيل روشني ۽ عملي پروگرام انهن سيني طبعي تقاضاعن جي ماهيتن کي بدلائي انهن کي شرعي ۽ ديني بڻائي ڇڏيو ۽ هڪڙو عظيم انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪري اڄ هڪڙي مومن کي شهوت، ڪاوڙ، حرص، هوس، بخيلي، لالچ، نفرت، حسد، محبت ۽ دشمني وغيره کي مٽائڻ يا بند ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي، بلڪ مٿي ذڪر ڪيل طريقي سان نڪاڻي لڳائڻ يا اپنائڻ جي ضرورت آهي تہ اهي ئي طبعي قوتون جيڪي فساد ڏانهن وڃي وڃن ٿيون اصلاح ۽ هدايت واري رستي تي هلي پونديون. انهيءَ ڪري چيو ويندو آهي تہ اڄوڪي دور ۾ رهبانيت بدن کان هٽي ڪري دل ۾ اچي وئي آهي. يعني نيت ۽ خيال ۽ فڪري قوت کي اسلام جو ڏيان بڻائي ڇڏيو جو اهي غيرالله ڏانهن متوجهہ ٿيڻ جي بجاءِ صرف الله ڏانهن جهڪي وڃي ۽ جڏهن انهن قوتن جو رُخ الله ڏانهن هوندو تہ انهن کان عمل ۾ ايندڙ ڪم بہ قدرتي طور تي الله جي لاءِ ٿي ويندا. توڙي اهي ظاهر ۾ دنياوي ڏسڻ ۾ ايندا هجن. تنهنڪري ٻين مسلڪن جي حوالي سان انسان معاشري کان ڪٽجي رهي تہ خدا تائين پهچي ۽ اسلام جي

حوالي سان انسان انسانن ۾ رهي الله تائين پهچندو. اهو ئي سبب آهي جو ڪوئي ڪم هڪڙي حوالي سان حرام هوندو آهي ۽ هن پروگرام موجب ٻئي حوالي سان حلال، بلڪ عين اطاعت ۽ عبادت بڻجي ويندو آهي. آڪڙ ڪري هلڻ حرام هيو جو مقصد نفس کي قابو ۾ رکڻ هيو. "وَلَا تَمۡشِ فِي الۡاَرۡضِ مَرَحًا" معنيٰ: زمين تي آڪڙ سان نہ هلو (سورت بني اسرائيل آيت 37). پر اهو ئي ڪم بيت الله جي طواف ۾ حلال بڻجي عبادت ٿي ويو. جو مقصد ۾ اعلاء ڪلمت الله ۽ حق جي رضا ٿي ويو. اهوئي حرص حرام هيو جڏهن دنياوي مفاد لاءِ هيو ۽ اهو ئي حرص جڏهن آخرت جي مفاد لاءِ استعمال ٿيڻ لڳو تہ حلال بڻجي ثواب جو سبب ٿي ويو. اهائي ڪاوڙ حرام آهي جڏهن نفس جي خاطر ۽ الله جي ٻانهن جي خلاف هجي پر اهائي ڪاوڙ حلال آهي جڏهن جهاد ۾ الله جي دشمنن خلاف هجي. اهوئي ڪوڙ حرام آهي جڏهن فتني فساد ڪرائڻ لاءِ هجي ۽ اهو ئي ڪوڙ حلال بلڪ ثواب جو حقدار آهي جڏهن فتني کي ٽارڻ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ سڌارو آڻڻ لاءِ هجي. تنهنڪري آفتابِ نبوت غرور، تڪبر، حرص، ڪاوڙ، ڌاڙا هڻڻ وغيره جهڙن طبعي جذبات کي بہ دل جي ڪنهن ڪنڊ ۾ بند ڪري تالو ڪونہ هنيو ڇوتہ تالو کلڻ تي انديشو هيو تہ اهي ٻاهر نڪرن ها ۽ وڏيڪ طاقت سان نفس کي نئين سر فسادي بڻائي ڇڏين ها، بلڪ انهن جي رُخ کي بدلائي نفس جي خدمت ڪرائڻ جي بجاءِ الله جي خدمت ڪرڻ تي لڳائي ڇڏيو تہ جيئن اهي بندش ۽ آزادي ۾ هر وقت عظمتِ حق جي واٽ تي هلندا رهن ۽ پنهنجي پنهنجي جاءِ تي قائم رهي انسانيت جي صحيح خدمت ڪن. سو نبوت جي ٻين ستارن (نبين سڳورن) ذهنن ۾ جذبات ۽ انسان جي نفس کي قيدوبند ۾ جڪڙي نفس کي انهن کان الڳ ڪيو تہ جيئن نفس انهن جي قيدي ۾ نہ ڦاسي سگهي. توڙي جو اهو انهن سان تعلق رکڻ وارن ڪمن کان الڳ بہ ٿي ويجي ۽ آفتابِ نبوت انهن قوتن کي آزادي ڏئي خود انهن کان ڪم ورتو ۽ ايئن انهن سان تعلق رکڻ وارن سيني ڪمن کي عبادت بڻائي ڇڏيو. جنهن سان ذهنن ۽ ذهني قوتن ۾ عظيم انقلاب برپا ڪري ڇڏيو. آلي کي سڪل ۽ هيٺئين کي مٿانهون بڻائي ڇڏيو. طبيعت کي جيڪا ادنيٰ هئي ان کي اعليٰ روحانيت ۾ تبديل

ڪري ڇڏيو. دنيا کي جيڪا ناپاڪ هئي پاڪ دين بڻائي ڇڏيو. دنياوي زندگي کي جيڪا خسارو ئي خسارو هئي ملڪوتي ۽ لاهوتي زندگي بڻائي ڇڏيو. جيڪو وڏو ڪمال آهي. مطلب تہ انسان کي انسان ئي رکي ملڪوتي صفتن ۽ ڪمن سان سينگاري ڇڏيو. انسان کي انسانيت کان ڪڍي مهلڪ نہ بڻايو جو اها انسانيت جي ترقي نہ هجي ها بلڪ اها انسانيت جي بربادي هجي ها جيڪو ڪمال ڪونهي، صرف هڪڙي جزوي خوبي يا هڪڙي قسم جي فني مهارت آهي.

حاصل مطلب اهو آهي تہ اسلام ڪنارو ڪرڻ، ڪنڊائتو ٿي رهڻ ۽ اڪليو ٿي وڃڻ جو نالو ڪونهي، بلڪ ظاهرظهور ميڙاڪن جي هجوم ۾ رهي هر قوت کي ڀڏايل استعمال ۾ صرف ڪرڻ ۽ ان جا واجبي حق ادا ڪرڻ جو نالو آهي ۽ اهوئي آفتابِ نبوت جو اهو انقلابي ڪارنامو آهي، جيڪو اڳ گذريل نبين کان ڪونہ ٿي سگهيو ۽ ان جو نالو دين جي تڪميل آهي، جنهن لاءِ ختم نبوت جي چونڊ ڪئي وئي هئي. سو هدايت جي پهريَن ستارن انهن طبعي جذبات کي پائمال ڪري يا انهن کي پابندين ۾ رکي شرعي واٽ تي هلايو ۽ آفتابِ نبوت انهن کي باقي رکي انهن سان ئي انساني دين کي ترقي ڪرائي ۽ عين دنيا کي دين بڻائي ڇڏيو. انهيءَ ڪري اڄ حسي ترڪِ دنيا جي ضرورت نہ رهي، بلڪ دنيا کي خادم دين جي حيثيت سان باقي رکي ان کي ئي ديني ترقين جو رستو بڻائڻ جي ضرورت آهي. قديم مذهب شهري زندگي ڇڏرائي خدا تائين پهچڻ تي آڻيندا هيا ۽ اسلام شهر آباد ڪري الله تائين پهچائي ٿو. هدايت جي ستارن تمدني وسيلن، معاشي وسيلن، شادي ڪرڻ، اولاد ۽ گهربار رکڻ ۽ معاشرت جون سيئي ڳالهيون ڇڏرائي يا جهنگلن ۾ ويهاري جمال خداوندي ڏيکاريو ۽ آفتابِ نبوت جي هن تمدن، شهر آباد ڪرڻ، شادي ڪرڻ ۽ اولاد پيدا ڪرڻ کي ئي آئينہ جمالِ حق بڻائي ڇڏيو. جنهن کي سامهون رکي ئي حق نظر اچي.

اهڙيءَ طرح ٻين هدايت جي ستارن جي روشني هر لڙائي، جهڳڙي، ملڪ هٿ ڪرڻ ۽ چڙهايون ڪرڻ کان الڳ ٿلڳ ڪري خدا جو چهرو ڏيکاري ٿي ۽ آفتابِ نبوت اعلاءِ ڪلمت الله جي جنگ کي ئي افضل ترين عبادت بڻائي ان جي ذريعي حق جو مشاهدو ڪرائي ٿو. مطلب تہ

هُتي ترڪ دنيا حسي آهي ۽ هِتي ترڪ دنيا عقلي ۽ معنوي آهي. هُتي جڏهن دشمن جي سامهون وڃڻ جو اصول سامهون رکيو ويو آهي تہ نفس اماره جون همتون ڪم ۾ نٿيون اچي سگهن، ۽ هِتي جڏهن دشمن جي سامهون ڄمي بيهڻ ۽ ان کي ماري ميڄائڻ جي پاليسي سامهون رکي وئي آهي تہ نفس جي اندروني همت ۽ قوت پنهنجو پورو ڪم ڪري ٿي. مطلب تہ آفتابِ نبوت رهبانيت کي عواميت سان، خلوت کي جلوت سان ۽ ڪٽجي رهڻ کي گڏجي رهڻ سان تبديل ڪري پوري دنيا جو وهڪرو بدلائي ڇڏيو آهي. تنهنڪري اڄوڪي دنيا ۾ پوري دنيا جون قومون هڪڙي پليٽ فارم تي اچي ويون آهن ۽ اجتماعيت ۽ اشتراڪيت جا جذبا ڪم ڪري رهيا آهن. ڇا اهي لذتون ترڪ ڪرڻ، ڪنداڻتو ٿي رهڻ ۽ رهبانيت جو اصول جذبن کي ڪشش ڪري سگهي ٿو يا ماديات کي گڏ ڪٺي ديني رستا طي ڪرڻ جو اصول دلين ۾ ويهي سگهي ٿو. ظاهر آهي تہ دلين جو آواز بيو ئي ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري جو اجتماعيت ڪبريٰ جو اصول ئي اها فطري واٽ هوندي جنهن سان ڪوبہ انسان انڪار جي جرئت نٿو ڪري سگهي. انهي ئي جامعيت اسلام ڏانهن اڳين نبين سڳورن بہ ڪليل اشارا ڪيا آهن، جنهن موجب موسيٰ عليہ السلام جو ارشادِ فيض بنياد ان باري ۾ پڏرو آهي.

ڇا انساني قوتن کي پائمال ڪري ڇڏڻ سٺي ڳالھ هوندي جو انسان ۾ نہ شهوت باقي رهي، نہ ڪاوڙ نہ حرص رهي، نہ جذبا ۽ احساس رهن. ٻين لفظن ۾ نہ انسان رهي نہ ان جي انسانيت، نہ دنيا ۾ فعل ۽ عمل جي گرم بازاري رهي. جيڪڏهن قوتون ئي نہ رهن تہ عمل ڪيئن پيدا ٿيندو، عمل نہ رهي تہ انسان ۽ دنيا جي قوتن جون خاصيتون ۽ آثار ڪيئن ظاهر ٿين يا وري انهن قوتن کي قائم رکي انهن کي اعتدال سان انهن جي صحيح استعمال ۾ صرف ڪيو وڃڻ ۽ انسان کي ان جي انسانيت سان گڏ باقي رکڻ معقول ڳالھ ٿيندي. جنهن سان دنيا ۾ تخليق الاهي جا نوان نوان عجائب پڌارا ٿين ۽ دنيا جون انساني ۽ عالمي لڪل طاقتون کلي سامهون ايندڙيون رهن. جنهن سان انسان جي خلافت ڪبريٰ جو ظهور ٿئي. ظاهر آهي تہ عقلمند دنيا هن ٻي ئي صورت کي پسند ڪري سگهي ٿي. ڇوتہ بشري قوتن جي پائمال ٿي

وڃڻ جي اها معنيٰ آهي تہ دنيا ۾ انسان ئي باقي نہ رهي ۽ جڏهن انساني لڏو ئي باقي نہ رهندو تہ هي مذهب آخرڪار ڪنهن کي خطاب ڪندو. پر جيڪڏهن انسان جي بقا ضروري آهي تہ جيئن مذهب جو خطاب صحيح هجي ۽ انسان جي بقا جي معنيٰ ان جي طبعي ۽ خلقي قوتن جي بقا آهي تہ انسان جي انسانيت جي معنيٰ اها ئي ٿيندي تہ ان جي قوتن جو ڪنهن صحيح ڍنگ سان ظهور ٿئي تہ جيئن ڪامل انسانيت جو نقشو ڪامل روحانيت تي نيڪ نموني سان اچي وڃي ۽ انهن قوتن کي نڪاٽي لڳائي. هڪڙي ڪامل خلقت انسان کي ان جي ڪامل مادي قوتن جي هجوم ۾ ڪامل الروح انسان بڻايو وڃي. انهيءَ ڪري يقينن اڄوڪي دنيا ان آخري اصول جي تصديق ڪندي، توڙي پهرين اصول کي ڪوڙو بہ نہ چوي. جڏهن تہ اهو علاج طور پنهنجي وقت تي ڪنهن دور ۾ ڪارائتو بہ رهيو آهي. پر پوءِ بہ ان اصول کي محدود سمجهڻ تي بہ مجبور هوندي. جنهن جي لاءِ دائمي بقا نئي ٿي سگهي.

## توريت ۽ انجيل مان هن انقلاب جو ثبوت

توريت جي ڪتاب استثنا جي باب 33 ۾ آهي

”خدا سينا کان آيو، ساعير کان اڀريو ۽ فاران کان چمڪيو. ڏهہ هزار قدسين سان گڏ آيو ۽ ان جي ساڄي هٿ ۾ انهن لاءِ هڪڙي آتشين شريعت هئي.“

ظاهر آهي تہ خدا جي سينا کان اچڻ جي معنيٰ نبوت موسيٰ عليہ السلام ۽ شريعت توريت جو ظهور آهي. ساعير کان اڀرڻ جي معنيٰ نبوت عيسيٰ عليہ السلام ۽ شريعت انجيل جو ظهور آهي ۽ فاران کان چمڪڻ جي معنيٰ نبوت محمدي ۽ شريعت قرآن جو ظهور آهي. جنهن جا جلوه آخرڪار پوري دنيا تي پيا. ڏهہ هزار قدسين سان گڏ جلوه گر ٿيڻ مڪي جي فتح ڏانهن اشارو آهي. جنهن ۾ حضرت خاتم الانبياء صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان گڏ ڏهہ هزار مقدس اصحابن جو لشڪر هيو. تنهنڪري سيرت ابن هشام، تاريخ طبري، البدايہ والنهايہ، تاريخ ڪامل ابن اثير، زادالمعاد، تاريخ ابن خلدون وغيره جو مڪي کي فتح ڪرڻ وارن جي انهي عدد تي اتفاق آهي. آتشين شريعت جي معنيٰ دين

سان گڏ سياسي قوت ۽ اجتماعيت جو گڏ هجڻ آهي. تنهنڪري هن شريعت ۾ حدود، قصاص، تعزيرات ۽ ڳڦارو، جهاد ۽ قتال، خلافت ۽ حڪومت دين جي جزي جي حيثيت سان آيا آهن ۽ "الملڪ والدين تَوامان" يعني ملڪ ۽ دين ٻہ ڳنڍيل ٻار آهن، جن کي هڪ ٻئي کان جدا نٿو ڪري سگهجي، جو ظهور آهي.

اها جامعيت يقينن انهن دينن ۾ ڪونہ هئي، جيڪي سينا يا ساعير کان چمڪيا هيا.

تنهنڪري دين مسيح جي باري ۾ تہ خود عيسيٰ عليہ السلام چيو هو تہ

"منهنجي بادشاهت دنيا جي ڪونهي. جيڪڏهن منهنجي بادشاهي هجي ها تہ منهنجا خادم لڙائي ڪن ها تہ جيئن مون کي يهودين جي حوالي نہ ڪيو وڃي ها......." (انجيل يوحنا باب 18 / 33).

جنهن مان دين جي باري ۾ جهاد ۽ ملڪ جي ڪليل نفي آهي.

اهڙيءَ طرح حدود ۽ تعزيزات جي باري ۾ حضرت عيسيٰ عليہ السلام اعلان ڪيو:

"توهان ٻڌي چڪا آهيو تہ چا چيو ويو هو تہ اک جي بدلي اک ۽ ڏند جي بدلي ۾ ڏند. پر مان توهان کي هي چوان ٿو تہ شرارتيءَ جو مقابلو نہ ڪجو بلڪ جيڪو تنهنجي ساڄي ڳل تي ٿڦڙ هڻي تہ ٻيو ڳل بہ ان ڏانهن ڦيري ڇڏ." (انجيل متي باب 38/5).

جنهن سان حدود ۽ تعزيرات جي ڪليل نفي پڌري آهي.

اهڙيءَ طرح معاملات ۽ تياڪڙن ۽ عدالتي ڳالهين جي باري ۾ عيسيٰ عليہ السلام جو ارشاد آهي

"پوءِ مجمعي مان هڪڙي ان کي چيو. اي استاد منهنجي ڀاءُ کي چئو تہ ميراث جو حصو مون کي ڏئي ...... ان (عيسيٰ عليہ السلام) ان کي چيو. ادا ڪنهن مون کي تنهنجو منصف يا ورهاست ڪرڻ وارو مقرر ڪيو آهي." (انجيل لوقا باب 12).

جنهن سان تياڪڙ ۽ عدالتي فيصلي ۽ حڪم ڪرڻ جي منصوبن جي نفي ڪليل نموني ذڪر ڪيل آهي.

هوڏانهن شريعت موسوي ۾ سياست تہ هئي، پر دين سان رلمل ٿي ڪري نہ هئي، بلڪ ان کي دنياوي شي قرار ڏئي، ملوڪيت جو دائرو نبوت جي دائري کان الڳ رکيو ويو هيو. نبين سڳورن جو ڪم هدايت ڪرڻ ۽ بادشاهن جو ڪم ان کي جاري ۽ نافذ ڪرڻ هو. خود سياست ۾ ديانت يا ديانت ۾ سياست داخل نہ هئي، جو ٻنهي جو گڏجي هڪڙو رنگ هجي ها ۽ مجموعي کي دين چيو وڃي ها. ان کي انجيل باقي رکيو تہ پوپ جو حصو پوپ کي ڏيو ۽ بادشاهہ جو حصو بادشاهہ کي. انهيءَ ڪري اهي شريعتون فقط اسرائيلي مزاج جي مطابق هيون. جن کي هڪڙو ئي رهبانيت پسند طبقو قبول ڪري سگهيو ٿي. ترقي پسند قومون، تنظيم ملت ۽ عالميت مزاج قومن جي ڏک سور جو انهن ۾ ڪوبہ سامان ڪونہ هيو.

## ان عمومي انقلاب جو قرآن مان ثبوت

اسلام شريعت کي جامعيت جو رنگ ڏئي، هڪڙي همہ گير روشنيءَ جو بنياد وڌو. جنهن ۾ دين ۽ ملڪ، ديانت ۽ سياست گڏي ڪري پيش ڪئي وئي ۽ هڪڙو بين الاقوامي دين پيش ڪيو. جنهن جي روشني بين الاقوامي ۽ همہ گير هئي. انهيءَ ڪري هي دين بہ همہ گير ٿيو ۽ ان جي سياست ۽ خلافت بہ همہ گير ٿي. دين جي همہ گيريءَ جي باري ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

"هُوَ الَّذِيٓ اَرۡسَلَ رَسُوۡلَهٗ بِالۡهُدٰى وَدِيۡنِ الۡحَقِّ لِيُظۡهِرَهٗ عَلَى الدِّيۡنِ كُلِّهٖ"

معنيٰ: اهو الله ئي آهي جنهن پنهنجي رسولﷺ کي هدايت ۽ سچي دين سان موڪليو آهي تہ ان دين کي سمورن دينن تي غالب ڪري (سورت فتح آيت 28)

۽ دين جي سياست ۽ خلافت جي همہ گيريءَ جي باري ۾ ارشاد نبوي آهي:

"ان الله زوي لي الارض مشارقها و مغاربها وسيبلغ ملڪ امتي مازوي لي منها" يعني الله تعاليٰ زمين جا اوڀر ۽ اولهہ منهنجي سامهون ڪري ڇڏيا (جن کي مون ڏٺو) ۽ جلد منهنجي امت جو ملڪ (حڪومت) ان تائين پهچندو جيستائين منهنجين نگاهن ڏٺو (يعني اوڀر کان اولهہ تائين)."

تنهنڪري هن روايت ۾ مشاهدي جو تفصيل هن حديث ۾ فرمايو ويو تہ خندق واري لڙائيءَ ۾ جڏهن هڪڙي وڏي ڇپ ڪاهي ڪوڙڻ وقت نڪتي ۽ حضرت سلمان رضہ ۽ ٻيا اصحابي ان کي ٽوڙي نہ سگهيا تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم کي اطلاع ڪيو تہ پاڻ سڳورن تشريف ڪٺي اچي ان تي ٽيڪم جو هڪڙو اهڙو سخت ڌڪ هنيو جو ان جو هڪڙو وڏو حصو ٽُٽي پيو. وري ٻيو ڌڪ هنيو تہ ٻيو حصو ڀڄي ويو ۽ ٽئين ڌڪ ۾ ان کي پورا پورا ڪري ڇڏيو. انهن ٽنهي ڌڪن هڻڻ ڪان پوءِ هر دفعي عظيم روشني ۽ چانڊوڪي ٿي وئي تہ پاڻ سڳورن فرمايو تہ پهرين ڌڪ جي روشنيءَ ۾ مون کي حيره جا محلات ۽ مدائن ڪسريٰ (ايران) ڏسڻ ۾ آيا ۽ حضرت جبرائيل عليہ السلام مون کي ٻڌايو تہ توهان جي امت ان تي غالب ٿيندي. ٻئي ڌڪ جي روشنيءَ ۾ مون کي روم جا ڳاڙها محلات نظر آيا ۽ حضرت جبرائيل عليہ السلام ٻڌايو تہ توهان جي امت انهن تي غالب ٿيندي ۽ ٽئين ڌڪ جي روشنيءَ ۾ مون کي صنعا (يمن جو علائقو) ڏيکاريو ويو ۽ جبرائيل عليہ السلام ٻڌايو تہ توهان جي امت ان تي غالب ٿيندي.

ان دور ۾ دنيا ٻن طاقتن ۾ ورهايل هئي، روم ۽ فارس. باقي سڀ راڄڌانيون انهن ئي ٻن جي اثر هيٺ هيون. اسلام انهن کي مغلوب ڪري ان وقت جي پوري دنيا تي پنهنجا اقتداري اثر قائم ڪيا ۽ نبوت جي پيشنگوئي جو هڪڙو وڏو حصو پورو ٿي دنيا جي سامهون اچي ويو. اڄ جي دنيا ٽن ڌڙن ۾ ورهايل آهي، آمريڪا، روس ۽ عرب ملڪ. موجوده دنيا جو نقشو صاف ٻڌائي رهيو آهي تہ اڄوڪي ٻن عظيم ڌڙن آمريڪا ۽ روس جي لاءِ اهي ملڪ ڪافي ٻٽيا پيا آهن. انهيءَ ڪري اهي ٻئي ڌڙا عرب طاقتن جي چاپلوسي يا انهن جا ٽڪرا ڪرڻ جي پنيان آهن. پر اهو ٽيون ڌڙو طاقت پڪڙيندو ويندو ۽ آخرڪار انهن ٻنهي ڌڙن تي غالب ٿي پوري دنيا تي ڇائنجي ويندو. جنهن موجب ظهور مهدي جي حديثن ۾ اهائي خبر ڏني وئي آهي تہ مهدي جي هٿ تي اوير ۽ اولهہ جون طاقتون بيعت ڪنديون ۽ ان جي حڪومت قائم ٿيندي. ظاهر آهي تہ مهدي عليہ السلام جو ظهور مڪي مان ٿيندو ۽ شام کي اهو پنهنجو مستقل نڪاٽو بڻائي اتي طاقت گڏ ڪندو. جن سان روم ۽

فارس مقابلو ڪندا ۽ شڪست کائي اسلام جي هڪڙي ئي قوميت ۾ ضم ٿي ويندا. "وَيَكُوْنَ الدِّيْنُ كُلُّهٗ لِلّٰهِ" (سورت انفال آيت 39) ۽ "لِيُظْهِرَهٗ عَلَى الدِّيْنِ كُلِّهٖ" (توبه:39، فتح:28 ۽ صف:9) جو ظهور ٿي ويندو. جنهن کي تفصيل سان بيان ڪرڻ هتي موقعو ڪونهي ۽ اسان ڪنهن ٻي جاءِ تي ان جا تفصيل پڌرا ڪري ڇڏيا آهن.

مطلب تہ آسمانِ نبوت جا سڀئي هدايت وارا ستارا گڏ ٿي رات کي ڏينهن بڻائي نہ سگهيا. اهو ڪم صرف آفتابِ نبوت جو هيو، جو ان اپرڻ سان پوري دنيا کي پنهنجي روشنيءَ سان چمڪايو ۽ ان جي عالمگير روشني دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پکڙي ۽ پکڙجندي ويندي. ڇوتہ ان ۾ ديانت ۽ سياست، ملڪ ۽ دين، شوڪت ۽ عاجزي، فرد ۽ قوم جي تڪميل، ملت جي تنظيم ۽ دنيا جو نظام، طبيعت ۽ عقل سڀ ڪجهہ وحي جي هيٺان گڏ ڪري مجموعي جي مزاج سان دين جو بنياد رکيو ويو آهي. انهيءَ ڪري اهو دنيا جي هر طبقي ۽ هر مزاج جي ماڻهوءَ لاءِ قابل قبول ٿي ويو. جيڪو همہ گيريءَ جو ابتدائي شان آهي.

## مومن جو ايماني وجود ۽ ان جي ذات

هن جو راز اهو آهي تہ جيئن سج ڪون و مڪان کي روشن ۽ گرم ڪري ڇڏيندو آهي، پر حقيقت ۾ روشن ۽ گرم صرف سج ئي هوندو آهي. ان کان سواءِ ٻيون شيون عارضي طور تي روشن ۽ گرم ٿي ويندڀون آهن ۽ نظر ائين اچڻ لڳندو آهي تہ اهي شيون روشن آهن، مگر حقيقت جي نگاهہ ۾ روشني ۽ گرمي هڪڙي سج ۾ ئي هوندي آهي. جڏهن اها ڪنهن شي کي لڳندي آهي تہ لڳيل رهڻ جي حد تائين اها شي بہ روشن ۽ گرم محسوس ٿيڻ لڳندي آهي. جٿي ڏينهن ۾ دروديوار کي اسان روشن ۽ گرم چوندا آهيون. پر حقيقت ۾ ديوار روشن ڪونہ هوندي آهي، اُس روشن هوندي آهي، پر اها ديوار سان لڳل هوندي آهي، انهيءَ ڪري ديوار بہ روشن نظر اچي ٿي. جيڪڏهن سانجهي وقت سج پنهنجي اُس کي واپسي ڪري ڪٽي وڃي تہ اها ئي ديوار موجود هوندي پر اونداهي رهجي ويندي. ان مان پڌرو آهي تہ روشن ديوار ۾ روشني خود ديوار جي نہ پر اُس جي آهي. روشن حقيقت ۾ اُس آهي نہ کي ديوار،

بس ديوار جو ايترو ڪم آهي تہ اُس سان لڳي رهي ۽ تعلق رهي ۽ تعلق صحيح رکي.

ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي ظهور (اڀرڻ) کان پوءِ ايمان جي روشني ۽ گرمي حقيقت ۾ صرف خاتم الانبياء جي آهي. اهي ئي اصل مومن آهن. اهي ئي اصل ۾ منور آهن. اسان ۽ توهان صرف ان سبب جي ڪري مومن سڏبا آهيون جو آفتابِ ايمان جي ايماني اُس اسان تي پيل آهي تہ اسان مومن سڏجڻ لڳاسين. ورنہ حقيقت ۾ مومن صرف نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم آهن. البت، جيستائين اسان جو تعلق پاڻ سڳورن سان صحيح آهي، ذهني بہ ۽ خارجي بہ، تابعداري ۽ پيروي موجود آهي تہ اسان بہ مومن سڏباسين. ورنہ اهو ايمان جيڪو اسان ۾ نظر اچي ٿو ايمان محمديءَ جو رڳو پاڇو آهي، مستقل ايمان ڪونهي. جيڪڏهن خدانخواستہ تابعداري ۽ پيروي جو دامن هٿ مان نڪري وڃي ۽ آفتابِ نبوت اسان کان منهن موڙي تہ پوءِ بہ اسان پاڻ تہ باقي هونداسين پر ايمان باقي نہ رهندو. يعني انسان سڏباسين، مومن ڪونہ سڏباسين. تنهنڪري اسان جي مومن هجڻ جي اها معنيٰ نڪتي تہ اسان آفتابِ نبوت جي ايماني اُس پنهنجي مٿان ۽ پنهنجي اندر وجهون پيا آهيون.

ان جو مطلب اهو ٿيو تہ مومن هجڻ جي حيثيت سان اسان پاڻ پنهنجي ايترو ويجهو ڪونہ آهيون، جيترو حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان جي ويجهو آهن. ڇوتہ جڏهن اسان مومن هجڻ جي حيثيت سان پنهنجي سڃاڻپ ڪرائينداسين تہ ان کان سواءِ ڇا چونداسين تہ اسان نبيءَ جا غلام آهيون ۽ امتي آهيون، يعني مقدس شخصيت ڏانهن پنهنجي نسبت ڪري ڇڏينداسين. اهو ڪونہ چونداسين تہ مان موحد آهيان. مان آخرت کي مڃڻ وارو آهيان، مان الله کي مڃڻ وارو آهيان. ڇوتہ اهي سڀ دعوائون غير مسلم بہ ڪري سگهن ٿا. باقي غيرمسلم اها دعويٰ نٿا ڪري سگهن تہ اسان پيروڪارِ محمدي آهيون. اهو صرف مسلمان ئي ڪري سگهي ٿو. جنهن مان پڌرو آهي تہ مسلمان ۽ غيرمسلم ۾ امتياز اتباع محمدي ۽ عدم اتباع محمدي سان آهي. جڏهن اسان جي حقيقت ئي اها نڪتي تہ اسان محمدي

پيروڪار آهيون تہ اسان جي حقيقت ۾ پهريان حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو ذڪر آيو پوءِ اسان جو پنهنجو ذڪر آيو تہ حضور صلي الله عليہ وآلہ وسلم اسان جي ايترو ويجهو ٿيا جو اسان پاڻ بہ پنهنجي ايترو ويجهو ڪونہ آهيون. جيئن اُس جي ٽڪڙن کان جيڪڏهن ڪير پڇي تہ تون ڪير آهين تہ ان کان سواءِ ڪهڙو جواب ڏئي سگهي ٿي تہ سج جو هڪڙو پرتوو آهيان. ڇوتہ ان کان الڳ اُس جو ڪوئي وجود ئي ڪونهي، تہ سج اُس سان ايترو ويجهو نڪتو جو خود اُس بہ پنهنجي وجود سان ايترو ويجهو ڪونهي. تنهنڪري اهڙيءَ طرح مومن کان جيڪڏهن پڇيو وڃي تہ تون ڪير آهين تہ اهو ان کان سواءِ ٻيو ڪو جواب نہ ڏئي سگهندو تہ مان غلام محمدي آهيان. مطلب تہ ان جي ايماني وجود جي معنيٰ ئي محمدي غلامي آهي. تنهنڪري مومن پنهنجي وجود ۾ خود پاڻ سان ايترو ويجهو ڪونهي، جو ان کان حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم ويجها آهن. ان حقيقت ڏانهن قرآن شريف اشارو ڪيو آهي.

“اَلنَّبِيُّ اَوْلٰى بِالْمُؤْمِنِيْنَ مِنْ اَنْفُسِهِمْ وَاَزْوَاجُهٗٓ اُمَّهٰتُهُمْ” معنيٰ: نبي مومنن تي سندن جانين کان وڌيڪ حق رکندو آهي ۽ سندس زالون انهن جون مائرون آهن (سورت احزاب آيت 6)

هتي اهو شڪ بہ دور ٿي وڃي ٿو جيڪو هن زماني جا ڪجهہ ماڻهو ڪندا آهن تہ مسلمان ۽ غيرمسلم دين جي حيثيت سان سيئي هڪ آهن. سيني جو هڪڙو ئي مقصد هڪڙي ئي پڇاڙي ۽ هڪڙي ئي منزل مقصود آهي. صرف رستن جو فرق آهي ۽ ان فرق سان قومن ۾ ڪوئي فرق نٿو اچي. سو واضح ٿي ويو تہ بيشڪ منزل مقصود الله تائين پهچڻ آهي پر اهو پهچڻ رستي جي ثابت قدمي سان ئي ممڪن آهي. جيڪڏهن رستو غلط آهي تہ منزل تي پهچڻ ناممڪن آهي. تنهنڪري مذهبن جو حق ۽ باطل مقصد جي شروعات جي اعتبار کان نہ ڏٺو ويندو، بلڪ رستي جي لحاظ کان ڏٺو ويندو. جنهن جو معيار تابعداري نبوت هوندو، ڇوتہ رستو نبيءَ جي ٻڌائڻ کان سواءِ مقرر ٿيڻ ناممڪن آهي. الله جو رستو الله ئي ٻڌائي سگهي ٿو ۽ الله جو ٻڌائڻ پيغمبرن جي وسيلي آهي. الله هرهڪ انسان سان سڌوسنئون نہ ڳالهائيندو آهي. انهيءَ

ڪري رستو مقرر ڪرڻ ۾ پيغمبر جي ئي تابعداري اٽڪر آهي ۽ رستو مقرر هجڻ کان سواءِ منزل مقصود تائين پهچڻ ناممڪن آهي. انهيءَ ڪري منزل کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ نبيءَ جي پيروي لازمي ٿي وڃي ٿي. جڏهن ته مقصد اصل منزل جي صحيح رستي سان منزل تائين پهچڻ آهي، منزل جي دعويٰ ڪرڻ يا ان جو اعلان ڪرڻ مقصد ڪونهي. انهيءَ ڪري اهي قومون جيڪي پڪي پختي طريقي سان نبوت جي پيروي نٿيون ڪن منزل مقصود جي رڳو دعويٰ ڪن ٿيون، نه ان جي رستي جي خبر اٿن ۽ نه منزل تائين پهچڻ جو جذبو رکن ٿيون.

## آفتابِ نبوت جي پيروي ۾ ڇوٽڪاري جو دارومدار

جيئن سج ابرڻ کان پوءِ سج کان سواءِ ڪنهن به ستاري کان روشني ملڻ ممڪن ڪونهي ۽ جيڪو به سج ابرڻ کان پوءِ ڪنهن ستاري جي روشني جو سهارو ڳولي، اهو روشنيءَ کان محروم رهندو. ايئن ظهور محمدي کان پوءِ جيڪو به ڇوٽڪاري جي سلسلي ۾ ڪنهن نبوت جي ستاري جو سهارو ڳوليندو، اهو يقينن ڇوٽڪاري کان محرم رهندو. ڇوٽڪارو مقصد جي دعويٰ جو نالو ڪونهي، مقصد حاصل ڪرڻ جو نالو آهي ۽ وقت جي نبيءَ جي پيرويءَ کان سواءِ ۽ رستي تي هلڻ کان سواءِ ناممڪن آهي. انهيءَ ڪري جڏهن اڄ آفتابِ نبوت ظاهر ٿي (ابري) چڪو آهي ته دنيا ۽ آخرت جو ڇوٽڪارو ۽ دنيا جي ڀلائي صرف ان ئي آفتابِ نبوت جي روشنيءَ مان فائدو حاصل ڪرڻ ۽ ان جي هيٺان اچي ويهڻ سان ممڪن آهي. ڏينهن ۾ ڪنهن ٻئي ستاري جي روشني جو سهارو ڳولڻ روشنيءَ کان محروم ٿي وڃڻ آهي. والله يقول الحق ويهدي السبيل.

## آفتابِ نبوت ۽ خلافت

ظاهر آهي ته جڏهن ظهور ختم نبوت ڏينهن جي حيثيت ۾ آهي ڇوته اهو ئي آفتابِ نبوت جي ظهور (ابرڻ) جو زمانو آهي ته ان مان خود بخود سمجهه ۾ اچي ٿو ته ڇڻ هزارن سالن جي رات کان پوءِ آفتابِ نبوت جو ظهور ٿيو. جنهن سان ڏينهن ٿيو ته ان جي قدرتي تقاضا آهي ته آفتابِ نبوت جي پردي ڪرڻ (اوجهل ٿيڻ) کان پوءِ ڏينهن گم ٿي وڃي

۽ رات اچي وڃي. تنهنڪري جيئن آفتابِ نبوت جو ظهور (اڀرڻ) سندن ڄمڻ هيو، ايئن ئي آفتابِ نبوت جو پردو ڪرڻ (اوجهل ٿيڻ) رحلت ڪرڻ آهي. جنهن سان پاڻ سڳورن هن دنيا کان موڪلايو ۽ هي سج عالم غيب ۾ وڃي لڪي ويو.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا پاڻ سڳورن جي پرود ڪرڻ سان اسلام جي روشني ڪٿجي وئي يا ان رات ۾ به روشنيءَ جي ڪا صورت باقي رهي، جنهن سان دنيا جي اها اونداهي، اونداهي نه رهي؟ جواب هي آهي ته جيئن مادي سج لهڻ کان پوءِ به دنيا کي گهپ اونداهيءَ ۾ نه ڇڏيو ويندو آهي، بلڪ تارا ان جا خليفا آهن، جيڪي ان کان روشني وٺندا آهن ۽ دنيا کي ڏيندا آهن. انهن مان ڪو چنڊ آهي جيڪو سج سان شبيهه رکندڙ ۽ ان جي صفتن سان گهڻو ويجهو آهي. مطلب ته ان جو وڏو خليفو آهي جنهن جي روشني سج وانگر پکڙجي ٿي ۽ چانڊوڪي کٽي اچي ٿو جيڪا اُس جي مشابهه آهي ۽ ٻئي ڪنهن تاري ۾ ڏسڻ ۾ نٿي اچي جنهن جي ڪري چانڊوڪي رات ۾ صرف چنڊ ئي ڪافي ٿي ويندو آهي. ٻيا ستارا ان جي سامهون جهڪا ٿي ويندا آهن. البت، ان جي لهڻ کان پوءِ ننڍا وڏا مختلف تارا گڏجي ڪم ڪندا آهن. جن جي گڏيل روشني رهنما هوندي آهي ۽ رات ۾ به ڪم بند نه ٿيندو آهي. خاص طور تي جڏهن مشيني دور آهي ته مشينون هلنديون رهنديون آهن ۽ ڏينهن جهڙو ڪم ٿيندو رهندو آهي. ٺيڪ اهڙيءَ طرح آفتابِ نبوت جي پردو ڪرڻ (اوجهل ٿيڻ) تي دنيا ۾ بيشڪ اونداهي ڇائنجي وڃي ها، پر آفتابِ نبوت جو نور ڪنجي ڪونه ويو ۽ ان پردو ڪرڻ کان پوءِ به دنيا کي رڳو اونداهيءَ ۾ ڪونه ڇڏيو. بلڪ اصحابن جي روشن چنڊ ۽ ستارن کي پنهنجو خليفو بڻائيندي، اڳ ۾ ئي فرمائي ڇڏيو هو ته

> "اصحابي ڪالنجوم بايهم اقتديتم اهتديتم" يعني منهنجا اصحابي ستارن وانگر آهن، جنهن جي به دامن پڪڙيندا هدايت لهندا.

تنهنڪري جيئن ستارن جي روشني خود پنهنجي نه هوندي آهي بلڪ سج جي ئي روشني انهن ۾ ڪم ڪندي آهي ۽ هر ظرف جي

مطابق ان روشنيءَ جو رنگ ۽ خاصيت الڳ الڳ ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح اصحابي سڳورا آهن. علم ۽ اخلاق جو نور خود انهن جو پنهنجو ذاتي نہ هيو بلڪ اهو آفتابِ نبوت جي علم ۽ عرفان جي نور جي ئي جلوه گري هئي. البت، انهن جي دلين ۽ دماغ جي جوڙڪ ۽ ظرف جي خصوصيتن جي مطابق ان نور جي پالوٽ انهن ۾ ٿي تہ رنگ الڳ ٿي ويا. پر اهي سڀ رنگ آفتابِ نبوت جا ئي هيا. ڪنهن ۾ شجاعت جو غلبو ٿيو، ڪنهن ۾ سخاوت جو غلبو، ڪنهن ۾ سياست جو غلبو، ڪنهن ۾ زهد جو غلبو، ڪنهن ۾ ڏاهپ ۽ معرفت جو غلبو، ڪنهن ۾ فقهہ جي علم جو غلبو، ڪنهن ۾ اجتهاد جو غلبو. بس نبوت تہ ختم ٿي وئي، مگر خلافت ان جي قائم مقام ٿي وئي، جيڪا نور نبوت کان فائدو حاصل ڪيل هئي. پر روشني ۽ تاثير ۾ مرتبن جو تفاوت ۽ فرق اٽڪر هيو. تاهم دنيا مان آفتابِ نبوت جو نور گهٽ ڪونہ ٿيو. بلڪ هزارن ستارن جي پردن مان ڇٽي اچي روشني پکيڙيندو رهيو ۽ پکيڙيندو رهندو. اها رات ضرور آئي مگر روشن رات هئي، جيئن "ليلها کانهارها" (ان جي رات بہ ان جي ڏينهن وانگر هئي) جو ثبوت چوڻ گهرجي. انهيءَ ڪري اسلامي عمل ان روشنيءَ جي دستور مطابق جاري رهيو ۽ رهندو. ها، پوءِ هي رات بہ غيرمعمولي طور تي ڊگهي آهي. ان کان علاوه، اها صدين جي رات ٿيندي، جيڪا قيامت جي ڏينهن کان اڳ ۾ ختم ڪونہ ٿيندي. البت، جڏهن آفتابِ نبوت ئي محشر ۾ ظهور ڪندا، تڏهن ئي ڏينهن نڪرندو. جنهن کي قيامت جو ڏينهن ۽ قيامت جي صبح جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. اهو ڏينهن دنيا جي هنن ڏينهن ۽ راتين کان گهڻو وڏيڪ وڏو هوندو، جنهن ۾ پوري دنيا جي زندگي پوري جي پوري دهرائي ويندي تہ جيئن پهرين ۽ آخرين تي آفتابِ نبوت جو عام فيض، جيڪو ازل کان ٿيندو آيو هو سڀني جي اکين جي سامهون اچي وڃي. تنهنڪري ان ڏينهن هڪڙو ئي جهنڊو "لواءِ الحمد" جي نالي سان هوندو، جنهن جي هيٺان سڀئي نبي سڳورا ۽ امتون گڏ ٿيندا. هڪڙي ئي شفاعت ڪبريٰ ٿيندي، جنهن جي شفقت واري پاڇي ۾ سڀئي امتون اچي وينديون. هڪڙو ئي هٿ مبارڪ هوندو جڪو جنت جو تالو کوليندو ۽ سڀني ڇوٽڪارو حاصل ڪيل امتن کي جنت ۾ داخل ٿيڻ جو رستو ملندو.

جيئن ازل ۾ بہ اهائي هڪڙي زبان هئي، جنهن جي شروعات ۾ "عهدالست" جي وقت "بليٰ" پڪارڻ سان سيني جي زبانن تي "بليٰ" جو نعرو بلند ٿيو. پوءِ هڪڙي ئي ذات هئي جنهن "بليٰ" چئي پنهنجي عشق ۽ محبت خداوندي جو ثبوت سيني کان پهريان ڏنو ۽ ان جي ئي پيروي سيني ڪئي. مطلب تہ پاڻ سڀورن ئي توحيد جي تعليم سان گڏ دلين کي عشق ۽ محبت الاهي جي گرمي سان گرمايو ۽ سيني کان پهريان عشقي اخلاق سان الله جي مخلوق جي تربيت ڪئي يا مخلوق جي اندر عشق الاهي جي ديپل باهہ کي ٻاريو ۽ ڀڙڪايو. پوءِ دنيا ۾ هڪڙي ئي ذات جو علمي معجزو (قرآن شريف) هيو جيڪو اڳين جي ڪتابن ۾ روح بڻجي ڊڪندو رهيو.

"وَاِنَّهٗ لَفِیْ زُبُرِ الْاَوَّلِیْنَ (۱۹۶)" معنيٰ: ۽ بيشڪ ان جي خبر اڳين ڪتابن (صحيفن) ۾ آهي ﴿۱۹۶﴾ (سورت شعراء)

۽ اڳين جي دلين ۾ نور بڻجي چمڪيو بس هڪ ئي آفتابِ نبوت جي نور جي پالوٽ هئي، جيڪا ازل ۽ ابد ۾ ظاهر ٿيندي رهي ۽ اولين ۽ آخرين کي روشني ڏيکاريندي رهي جيئن قيامت جي ڏينهن گڏ ٿيل اولين ۽ آخرين جي سامهون پڌري پٽ کوليو ويندو. تنهنڪري اهو ڏينهن بہ آفتابِ نبوت جي ظهور (اپرڻ) سان ظاهر ٿيندو، جنهن ۾ اهي سيئي حقيقتون روشن ڪيون وينديون.

## ڇوٽڪاري جو دارومدار

ڪنهن بہ رُخ کان ڏٺو وڃي تہ اهو پڌرو آهي تہ جيئن مادي جهانن ۾ رهي مادي سج کان سواءِ ڪوئي چارو ڪونهي، ايئن ئي روحاني جهانن ۾ رهي ڪري روحاني آفتاب (آفتابِ نبوت) کان سواءِ ڪوئي چارو ڪونهي. ڏينهن هجي يا رات، سڌي يا اڻ سڌي طرح روشني ان جي ئي ڪم ڪري ٿي. انهيءَ ڪري اهو مڃڻو پوندو تہ جيئن مادي جهان ۾ مادي سج جي پاڇي هيٺ اچڻ کان سواءِ مادي اونداهين ۽ آفتن کان ڇوٽڪارو ممڪن ڪونهي، ايئن ئي روحاني جهانن ۾ آفتابِ نبوت جي دامن هيٺ اچڻ کان سواءِ معنوي اونداهين ۽ آفتن، جهالت ۽ ظلم، شڪ شبهن ۽ شهوتن ۽ علم و عمل جي فتني کان ڇوٽڪارو ممڪن

ڪونهي. يعني آفتابِ نبوت جي دور دوره ڪان پوءِ ان ڪي ڇڏي ڪا ٻي روشني ۽ هدايت ڪارآمد نٿي ٿي سگهي. ڇوٽڪاري جو دارومدار صرف ان جي آندل روشني تي منحصر آهي.

توڻي جو اڳين مذهبن ۽ اڳين نبين سڀني جون تعليمات پنهنجي پنهنجي وقت ۾ سچيون ۽ حق هيون، ليڪن خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دور ڪان پوءِ هاڻي انهن ۾ ڇوٽڪارو ڳولڻ ايئن ئي آهي جيئن سج ايرڻ ڪان پوءِ ڪوئي پاڇوڪڙ تارن ڪي ڳولڻ ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ رستي تي هلڻ يا رستو ڳولڻ جو منصوبو ٺاهڻ لڳي، تہ پهريان تہ سج جي تيز روشنيءَ ۾ ان ڪي ڪوبہ تارو ڏسڻ ۾ ئي ڪونہ ايندو. کهڙي ڳالهہ ڪجي جو ان جي روشني ملي وڃي. جيڪڏهن فرض ڪجي تہ اکين گهوري گهوري آسمان ۾ ڪو تارو ڏسي بہ ورتو تہ سج جي همہ گير روشنيءَ ۾ ان تاري جي گم ٿيل روشني سامهون اچي نہ سگهندي، جو اهو ان ۾ رستو طي ڪري. جيڪڏهن فرض ڪجي اهو پنهنجي خيال سان ڪنهن حد تائين ان ۾ بہ ڪامياب ٿي وڃي، تہ پوءِ بہ اهو رستو سج جي روشنيءَ ۾ ئي طي ڪندو ڇوتہ ان گم ٿيل تاري جي روشنيءَ ۾ تہ ان ڪي خيالي طور رستي سان هلڻ ڇئبو ڇوتہ ان جزوي روشنيءَ جي موجودگي ۽ الڳ سان سج جي ڀرپور روشنيءَ ۾ نظر اچڻ ممڪن ئي ڪونهي، انهيءَ ڪري روشني حاصل ڪرڻ جو رستو سج جي سامهون ٿيڻ ڪان سواءِ ٻيو نٿو ٿي سگهي ۽ ان ڪان الڳ رهي ڇوٽڪارو ممڪن ڪونهي. انهيءَ ڪري قرآن شريف علي الاعلان الله وٽ دين جي قبوليت جو دارومدار صرف آفتابِ نبوت جي ئي روشني ۾ (جنهن جو نالو اسلام آهي) منحصر ٻڌايو آهي. فرمايو:

"وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ (٨٥)" معنيٰ: ۽ جيڪو اسلام ڪان سواءِ ڪو ٻيو دين گهرندو تہ اهو ان ڪان هرگز قبول نہ ڪبو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان هوندو (٨٥) (سورت آل عمران)

هتي پهچي اهو سوال اٿي سگهي ٿو تہ هڪڙي طرف تہ قرآن ڇوٽڪاري ڪي صرف اسلام ۾ منحصر ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻئي طرف ان جو اهو اعلان بہ آهي تہ هي سڀ مذهب پنهنجي پنهنجي وقت ۾ سچا

ٻ برحق هيا. جن جي سچائي تي اڄ بہ ايمان آڻڻ ايترو ئي ضروري آهي جيترو اسلام مذهب تي ضروري آهي تہ پوءِ ان تي عمل ڪرڻ ۾ انهن کي زندگيءَ جو دستور بڻائڻ کان ڇو روڪيو ٿو وڃي. ان حالت ۾ جڏهن اهي مجيل طريقي تي حق هيا ۽ هاڻي بہ انهن مان مڪمل طور حق نڪري ختم ٿي وڃڻ جو اعلان نٿو ڪيو وڃي. غور ڪيو وڃي تہ شڪ شبهي جو حل بہ ان آفتاب جي مثال ۾ موجود آهي ۽ اهو هيئن تہ اسلام ۾ ڇوٽڪاري جو دارومدار اڳين مذهب جي ترديد يا ناحق هجڻ جي بنياد تي ناهي، بلڪ انهن کي ترڪ ڪرڻ ۽ ڇڏڻ جي بنياد تي آهي ۽ ترڪ ڪرڻ جي معنيٰ ترديد ڪونهي، بلڪ مدت پوري ٿيڻ آهي. يعني انهن اڳين شريعت جي مدت ئي ايتري هئي ۽ اها ايتري ئي وقت جي لاءِ آئي هئي، آخر خود قرآن ۽ حديث ۾ بہ تہ ترڪ ڪرڻ واري ڳالهہ موجود آهي ۽ آيتن يا ڪجهہ روايتن بہ تہ ڪجهہ آيتن ۽ روايتن کي منسوخ قرار ڏنو آهي. انهيءَ ڪري نہ تہ ڪو معاذ الله اهي غلط يا باطل هيون، بلڪ انهيءَ لاءِ تہ انهن جي حڪم يا تلاوت جو وقت ئي ايترو هيو. اهو وقت گذري ويو تہ انهن جو عمل بہ ختم ٿي ويو. اهڙيءَ طرح اڳين شريعتن جو مقرر وقت ۽ دور پورو ٿي وڃڻ کان پوءِ انهن جو حڪم ۽ عمل بہ ختم ٿي ويو. نئين وقت نيون حالتون ۽ نوان ذهن پيدا ڪري ڇڏيا، جيڪي نون حڪمن جي تقاضا ڪري رهيا هيا. انهيءَ ڪري اڳيون هدايتون حق هجڻ جي باوجود هاڻي ڪارائتيون نہ رهيون تہ انهن جي قانوني حيثيت ختم ڪئي وئي ۽ نوان حڪم آندا ويا. تنهنڪري انهن جي دستوري حڪم کي ختم ڪري ڇڏڻ انهن جي غلط هجڻ جي بنياد تي ڪونهي، بلڪ مقرر وقت ختم ٿي وڃڻ ۽ حالتن مطابق نہ رهڻ جي بنياد تي آهي.

اهو اهڙوئي آهي جيئن هڪڙو حاذق طبيب پنهنجي مريض جي زخم ۾ رت ۽ پونءِ محسوس ڪري پهريان ڏهہ ويهہ ڏينهن ان کي گند سڪائڻ واري دوا پياري، پوءِ ان کي ترڪ ڪرائي نَو ڏينهن تي جلاب يا دست پيدا ڪندڙ دوا پياري، پوءِ ان کي بہ ترڪ ڪرائي نون ڏينهن تائين ٿڌي اثر واري دوا استعمال ڪرائي ۽ پوءِ ان کي بہ ترڪ ڪرائي هڪڙي مهيني تائين طاقت جي دوا ڪارائي ۽ پوءِ اها بہ ڇڏرائي روزمره واري خوراڪ تي لڳائي ڇڏي، جيڪا عادت موجب هر صحتمند انسان

ٻارهن ئي مهينا ڪائيندو آهي، تہ ڇا ايئن چئي سگهبو تہ وقت بہ وقت اهي دوائون ڪارائڻ ڪان پوءِ ترڪ ڪرائڻ انهن سڀني نسخن جي غلط هجڻ جي ڪري هيو ۽ ڇڻ طبيب پنهنجي ڄاڻ ۾ غلطي ڪئي هئي، جنهن ڪري اهو پشيمان ٿيندو رهيو ۽ انهن غلط نسخن کي ڇڏرائيندو رهيو نہ، بلڪ اهو ڇيو ويندو تہ طبيب پنهنجي پنهنجي وقت تي سڀئي نسخا صحيح استعمال ڪرايا، پر هر نسخو هڪڙي مقرر وقت لاءِ هيو ۽ وقت جي پابندي انهيءَ ڪري هئي جو مريض جي طبيعت جون تبديليون ۽ صحت ڏانهن ان جي رُخ جو مائل ٿيڻ جا اهي وقت طبعي هيا، جيئن جيئن وقت گذرڻ سان مريض جي طبيعت بدلجندي رهي ۽ متبادل نسخا ان جي صحت جي لياقت کي درجي بدرجي اڳتي وڌائيندا رهيا، ايئن ايئن پهريان نسخا منسوخ ٿيندا رهيا ۽ انهن جي جاءِ نوان نسخا والاريندا رهيا. جڏهن متبادل نسخن سان اصل صحت بحال ٿي وئي تہ سڀ نسخا مريض جي حق ۾ ختم ڪري اصل غذا تي ان جو ٽڪاءُ ۽ جاري رکڻ عمل ۾ اچي ويو. تنهنڪري هتي نسخن جو غلط يا باطل هجڻ جو ڪوبہ سوال پيدا نٿو ٿئي.

نيڪ اهڙيءَ طرح انساني جهان دنيا جي لاهن چاڙهن ڪري هڪڙي مريض وانگر آهي ۽ نبي سڀ‌ڳورا ان جا طبيب آهن. ڪنهن روحاني طبيب ان کي گمراهي ختم ڪرڻ واري روحاني دوا پياري تہ جيئن اخلاقي رويا پڪا ٿي گمراهي ختم ٿي وڃي، ڪنهن جلاب جو اثر ڪرڻ وارو روحاني رستو ڏيکاريو تہ جيئن گمراهي وارا خيال مڪمل طور نڪري وڃن. ڪنهن ٿڌڪار پيدا ڪرڻ وارو روحاني عمل ڪرايو تہ جيئن اندر ۾ پيدا ٿيل گرمي ختم ٿي وڃي. ڪنهن روحاني طاقت پيدا ڪرڻ وارا عمل ڪرايا تہ جيئن روح ۾ قوت اچي وڃي، ۽ ڪنهن اصلي فطري عملن سان علاج ڪيو تہ زندگي بہ باقي رهي، ۽ مرض بہ ختم ٿي وڃي. وري مختلف قومون ان انساني جهان جا عضوا آهن ۽ هر قوم جو مرض الڳ آهي. جيئن هر عضوي جي بيماري ان جي حالت مطابق الڳ الڳ هوندي آهي ۽ جيئن هر مرض جا ماهر ڊاڪٽر الڳ الڳ هوندا آهن، جيڪي خاص ان عضوي يا بيماريءَ جو علاج

ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح دنيا ۾ هي روحاني طبيب (نبي سڳورا) مختلف قومن ۾ مختلف خِطن ۾ تشريف ڪٺي آيا ۽ ان قوم جي مخصوص بيمارين جي لاءِ مخصوص قسم جا نسخا گڏ ڪٺي آيا، جن سان قومون دوا جي استعمال موجب شفا حاصل ڪنديون رهيون، جيڪا حقيقت ۾ هن انساني جهان جي صحت هئي. انهيءَ ڪري انساني جهان انهن روحاني طبيبن جي مختلف مزاج وارن نسخن کي استعمال ڪري صحت مندي ڏانهن وڌندو رهيو ۽ جيڪو نسخو پنهنجو اثر ڏيکاري انهن بشري عضون کي صحت ڏانهن وڌائيندو رهيو تہ ٻيو نسخو ٻيو عمل ڪري، تہ نئون نسخو اڇڻ کان پوءِ اهو اڳيون نسخو ختم ٿيندو رهيو ۽ نئون ان جي جاءِ والاريندو رهيو. تنهنڪري نئون نسخو جيئن تہ پنهنجو عمل ان صلاحيت تي ڪندو رهيو. جيڪا پهريون نسخو پيدا ڪري چڪو هيو. انهيءَ ڪري پهرين نسخي کي غلط نٿو چئي سگهجي، بلڪ اهو پنهنجي وقت ۾ انهيءَ ڪري ضروري ۽ صحيح ۽ وقت جي مناسبت سان هيو. جو انهيءَ جي ڪارڪردگيءَ کان بغير نئين نسخي جي ڪارڪردگي ظاهر ئي نٿي ٿي سگهي. انهيءَ ڪري انهن پهريَن نسخن کي ترڪ ڪرڻ جي معنيٰ انهن جو باطل هجڻ نہ ٿيندي، بلڪ انهن جو مقرر وقت ٿيندي، جنهن جو وقت ختم ٿيڻ تي ختم ٿيڻ ضروري ۽ بدن جي علاج جي لوازمات سان هيو. جيڪو ان جي صحيح هجڻ ۽ طب جو جزو هجڻ جو دليل آهي، نہ ڪي باطل ۽ علاج کان خارج ٿيڻ. تنهنڪري اهو نہ چيو ويندو تہ اڳئين نسخي جي تبديلي ۾ طبيب کي پشيمانيءَ سان خيال متاٿو پيو ۽ ان پنهنجي غلطي محسوس ڪري نسخو بدلايو. بلڪ اهو چيو ويندو تہ لائق طبيب جي ذهن ۾ پهريان کان ئي ان نسخي جو وقت ايترو ئي هيو. جڏهن پهرين دوا پنهنجو ڪم ڪري چڪي ۽ ان سان صحت جو هڪڙو خاص درجو اچي ويو. جيڪو مقصد هيو تہ طبيب اهو ڇڏرائي ڇڏيو. جو هاڻي ان جو استعمال مريض جي موجوده مزاج جي لاءِ نقصان وارو هيو. اها ئي صورت اڳين ۽ پوءِ اچڻ وارين شريعتن جي بہ هئي تہ حڪيم مطلق جي ازلي علم ۾ انهن اڳين مذهبن جي شرعي نسخن جي نفعي پهچائڻ جو مقرر وقت پورو ٿيندو رهڻ تي اصولِ طب جي دستور مطابق

باقي رکي اهي شرعي نسخا بدلبا رهيا. جڏهن اهي اڇڻ واري دنيا جي مزاج ۽ ان جي ترقي پذير ذهنيت جي حالت مطابق ڪونہ رهيا هيا. انهيءَ ڪري شريعتن جي ترڪ ڪرڻ جي معنيٰ شريعتن جو غلط هجڻ يا مذهبن جو باطل هجڻ نہ ٿيندو. بلڪ مدت جي پڄاڻي ٿيندي، جيڪا ذهنيت جي تبديلي جي معيار سان ٿيندي رهي.

خود اسلام ۾ بہ ڪيتريون شريعتون پنهنجي ابتدائي وقتن ۾ ان رنگ جون نہ هيون، جنهن تي اهي آخرڪار اچي بيٺيون. مثال طور، شروع ۾ اسلام ۾ نماز ۾ نقل و حرڪت، سلام ۽ ڪلام ۽ رُخ هيڏي هوڏي ڦيرڻ ۽ ڪنهن کي سڏڻ ۽ ڳالهائڻ سڀ جائز هيو. پر جيئن جيئن ذهن تربيت يافتہ ٿي ترقي ڪندو رهيو ۽ ان حد تي اچي ويو جو نماز ۾ شائستگيءَ کي قائم رکي سگهي، تہ ائين اهي سڀ آزاديون درجي بدرجي ختم ٿينديون ويون ۽ اهو ترقي يافتہ ڍنگ آخرڪار اچي پائيدار ۽ برقرار ٿي ويو. جيڪو ازل کان حقيقي شريعت واري جي نگاهہ ۾ مقرر هيو. ڇا اهو چئي سگهبو تہ نماز جون اهي ابتدائي صورتون معاذالله باطل هيون؟ نہ. ورنہ انهن کي جاري ڪرڻ ۽ نافذ ڪرڻ، انهن تي اجر ۽ ثواب جو واعدو ۽ انهن جي حق ۾ الله وٽ قبوليت جو واعدو ڇو هجي ها؟ بلڪ اهو چيو ويندو تہ ان وقت جي قوم ۽ ابتدائي ذهنيت جي لاءِ اهي ڪافي ضرور هيون مگر اڻپوريون هيون، جو حقيقت ۾ نئين قوم جو ذهن ئي شروع ۾ اڻپورو هيو. جيترو جيترو نئين قوم جو مزاج ۽ ذهن اسلامي رنگ جي لحاظ کان شائستو سنجيدو ۽ پختو ٿيندو ويو، ايترو ايترو اهي آخري ۽ گهربل ڍنگ اچي قائم ٿيندا ويا، جيڪي پهريان کان علم الاهي ۾ طي ٿيل هيا.

ان حقيقت کي وڌيڪ پڌرو ڪرڻ لاءِ هي مثال ڪافي ٿيندو تہ هڪڙي نئين ڄاول ٻار لاءِ قدرت ماءُ جي کير جي غذا تجويز ڪئي. جڏهن اهو ٻن سالن جو ٿي ويو ۽ ڪچا ڏند نڪري آيا تہ ٿڃ پيارڻ بند ڪري نرم خوراڪ شروع ڪرائي، جيڪا ٻار هضم ڪري سگهي. جڏهن ڏند پڪا ٿي ويا ان کي نوس ۽ سخت خوراڪ هضم ڪرڻ جي قوت ملي وئي تہ اها بہ بند ٿي ۽ آخرڪار اها خوراڪ اچي وئي ۽ باقي رهي جيڪا عادت طور سيئي انسان استعمال ڪندا آهن تہ ڇا اهو چيو

ويندو تہ معاذ الله نئين چاول ٻار جي لاءِ کير ۽ ٿڃ پيئڻ تجويز ڪرڻ ۾ قدرت غلطي ڪئي هئي جنهن کي ٻن سالن کان پوءِ بند ڪرڻو پيو ۽ پنجن سالن جي ٻار لاءِ نرم خوراڪ انهيءَ ڪري ترڪ ڪئي وئي جو اها غلط هئي؟ نہ، بلڪ انهيءَ ڪري جو ٻار جي طبيعت جي لحاظ کان اها ترڪ يا بند ڪيل خوراڪ ايتري ئي وقت جي لاءِ رکي وئي هئي. جڏهن اهو وقت ۽ حالتون گذري ويون، ٻار جي ابتدائي حالت تبديل ٿي قوت پنهنجي حد تي اچي وئي تہ اها خوراڪ بہ ختم ڪئي وئي ۽ اها ڪامل غذا اچي وئي، جيڪا هڪڙي پڪي پختي انسان جي لاءِ هوندي آهي ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين رهندي آهي. توهان اهڙيءَ طرح انساني جهان کي بہ سمجهو تہ ان تي بہ هڪڙو ٻاراڻو دور گذريو آهي، جيڪو آدم عليہ السلام ۽ نوح عليہ السلام جي وچ وارو زمانو آهي. انهيءَ ڪري ان وقت جي تعليم ۽ عبادت بہ هلڪي ڦلڪي هئي. تعليم جي درجي ۾ صرف شين جا نالا سيکاريا ويا جيڪي آدم عليہ السلام کي سيکاريا ويا هيا.

عبادت جي درجي ۾ فقط هڪڙي وقت جي نماز ۽ اها بہ صرف سجدي جي نموني ۾ ٻڌائي وئي. جيئن ٻارن کي شروع ۾ شين جا نالا ٻڌايا ويندا آهن تہ هي آسمان آهي، هي زمين، هي ماني آهي ۽ هي پاڻي وغيره وغيره. عبادت جي سلسلي ۾ ڪنهن هڪ اڌ وقت بہ جيڪڏهن ٻار کي مسجد ۾ وٺي اچبو آهي تہ ان جي لاءِ ان جي اچڻ کي ئي وڏي عبادت سمجهبو آهي ۽ حوصلہ افزائي ڪرڻ لاءِ چوندا آهيون تہ ماشاء الله ٻار وڏو نمازي ٿي ويو آهي. پر جيئن جيئن اهو انساني جهان ۾ جواني ۽ قوت ڏانهن وڌندو رهيو ۽ ان جي ذهني ۽ دماغي قوتون طاقتور ٿينديون ويون، ايئن باقاعده شريعتون نازل ٿينديون رهيون ۽ اصول جي بقا سان گڏ احڪام ۽ عملي پروگرام ۾ انسانن جي مزاج مطابق تبديلي ٿيندي وئي. انهيءَ ڪري اهو نٿو چئي سگهجي تہ پهريان حڪم غلط هيا تنهنڪري اهي بدلايا ويا. جيئن اهو نٿو چئي سگهجي تہ ٻار جي شروعاتي تربيت غلط هئي، انهيءَ ڪري ان کي ترڪ ڪري انتهائي تعليم آندي وئي. يا مثال طور ٻار شروع ۾ ٻاتڙي زبان سان ڳالهائيندو آهي ۽ جيئن جيئن وڏو ٿيندو ويندو آهي تہ زبان صاف ٿيندي ويندي آهي. ايستائين جو اهو ٻاتو ٻار زماني جو فصيح، بليغ ۽ ماهر خطيب

ٻڌجي ويندو آهي. انهيءَ ڪري نئو چئي سگهجي ته ٻاتڙائپ ٻار جي حق ۾ غلط هئي. انهيءَ ڪري قدرت ان کي زبان جي صفائي بخشي. بلڪ اهو چيو ويندو ته ٻاتڙائپ نئين ڄاول ٻار جي شروعاتي جوڙجڪ جي قدرتي تقاضا هئي ۽ صاف ڳالهائڻ، پڪي عمر جي زبان ۽ ان جي قوتن جي ترقي جو قدرتي نتيجو آهي، جيڪو پنهنجي پنهنجي وقت تي ضروري ۽ موزون هيون. اهڙيءَ طرح شريعتن جو ابتدائي دور پنهنجي ذات ۽ پنهنجي تعبير جي لحاظ کان شروعاتي حالت ۾ هيو جو انساني جهان ئي شروعاتي حالت ۾ هيو. جيئن جيئن انساني جهان قوتن جي تڪميل ڏانهن وڌندو رهيو اهڙيءَ طرح ان جون شريعتون ۽ شريعتن جون تعبيرون به ڪامل ۽ مڪمل ٿينديون ويون. هاڻي جيڪڏهن ان ترقي پذير رفتار سان ان جي شريعت ۽ ان جو تعبير پنهنجي ڪنهن اهڙي آخري حد تي اچي وڃي جو ان کان پوءِ ترقي ممڪن نه هجي جنهن سان اڳيون شريعتون ۽ تعبيرون ترڪ ۽ منسوخ ٿي وڃن ته اها منسوخي يا تبديلي معاذ الله ڪنهن غلطيءَ جي احساس جو نتيجو نه هوندو. بلڪ حالت جي ترقي پذير رفتار جي قدرتي تقاضا ڳڻبي. تنهنڪري دين جيڪڏهن اول کان آخر تائين هڪڙو ئي رهي، پر ان جي واڌ ويجهه جي لحاظ کان ان جا شرعي لباس بدلجندا رهن. ايستائين جو جڏهن واڌ ويجهه مڪمل ٿي وڃي ته لباس جي ماپ هڪڙي حد تي اچي رڪجي وڃي ته ان ۾ کهڙي خرابي ۽ کهڙو عقلي مونجهارو آهي، جو ان کي مڃڻ عقل جي خلاف يا طبيعت جي خلاف سمجهيو وڃي. آخر هڪڙي نئين ڄاول ٻار جو ڄمڻ وقت لباس هڪڙي گرانٺ کان وڌيڪ ڪونه هوندو آهي پر جيئن جيئن ٻار وڌو ٿيندو رهندو آهي ته اڳيون لباس ترڪ ڪري نئين ماپ مطابق لباس ايندو آهي. ايستائين جو پنجويهن ٽيهن سالن جي عمر ۾ جڏهن ان جي واڌ ويجهه مڪمل ٿي ويندي آهي ته لباس جي ماپ به هڪڙي خاص حد تي اچي رڪجي ويندي آهي ۽ اها آخري ماپ آخرڪار عمر پير جي لاءِ قائم رهندي آهي. جيئن اها تبديلي ڪنهن غلطي جي ڪري نه هوندي آهي، بلڪ حالت ۽ ڪيفيت جي تبديلي جي ڪري هوندي آهي ايئن ئي دين جي شرعي لباس يعني شريعتن جي تبديلي به دين جي قدڪاٺ

جي لحاظ کان ٿيندي رهي آهي. معاذ الله ڪنهن غلطي جي ڪري ناهي هوندي. جيئن درجي بہ درجي ترقي ۽ لڳاتار تبديليءَ کان پوءِ واڌ ويجهہ جي پڄاڻي تي آخري ماپ قائم ۽ دائم ٿي ويندي آهي، جنهن ۾ پوءِ تبديلي ڪونہ ٿيندي آهي. تنهنڪري دين جي تڪميل کان پوءِ قدرتي طور اها تبديلي ختم ٿي آخري پائيدار حالت اچي وڃڻ قدرتي ڳالهہ آهي، جيڪا پوءِ تبديل نٿي ٿي سگهي.

ان مان صاف پڌرو آهي تہ شريعتن جي تبديلي دنيا جي قومن جي ذهنن جي تفاوت ڪري ٿي ۽ ان وقت تائين ٿيندي رهي جيستائين انساني معاشري جو مجموعي مزاج ڪمال جي حد تي نہ اچي ويو. ذهن ۽ مزاج جي تڪميل ٿيڻ سان قدرتي ڳالهہ هئي تہ دين بہ ڪامل ڪيو وڃي. شريعت بہ ناقابل تبديل موڪلي وڃي. قانون، حڪم ۽ پروگرام بہ منسوخ نہ ٿيڻ وارا نازل ڪيا وڃن. سو اهو ئي آخري ۽ قائم دائم دين ۽ آخري شريعت ۽ آخري آئين ۽ قانون خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو دين ۽ آئين آهي. جنهن کان پوءِ نہ نئون دين ايندو ۽ نہ دين ۾ گهٽ وڌائي ٿيندي. ان کان پوءِ بہ اڳين منسوخ ٿيل شريعتن ۾ ڇوٽڪارو تلاش ڪرڻ ايئن ئي ٿيندو جيئن ٽڏاڻ پيدا ڪندڙ نسخي کان پوءِ موٽي وري رت ۽ پونءِ سڪائڻ واري شروعاتي نسخي ۾ شفاعت ۽ صحت تلاش ڪرڻ لڳجي. يا نوس ۽ پڪي خوراڪ کائڻ وارو انسان پنهنجي بقا جي لاءِ موٽي وري ماءُ جي ٿڃ پيئڻ لڳي. هڪڙو ڇهہ فوٽ قد وارو انسان جسم جي راحت ۽ زينت لاءِ موٽي وري اهو ئي پنهنجي ڄمڻ جي وقت وارو گرانٽ ماپ وارو پهرياڻ پائڻ جي ڪوشش ڪري يا هڪڙو فارغ التحصيل ٿيڻ وارو ۽ تعليم جي پڄاڻي تي پهچڻ وارو شاگرد وري موٽي ٻاراڻا ۽ پرائمري وارا ڪتاب يا ديني شاگرد صرف و نحو جي شروعاتي ڪتابن کان علم حاصل ڪرڻ جي جاکوڙ ڪري. يا هڪڙو ماهر خطيب وري موٽي ٻاراڻي ٻاتي زبان ڳالهائڻ ۾ فصاحت ۽ بلاغت جو تخيل ٻڌڻ لڳي، تہ جيئن انهن ماڻهن کي ابتي ترقي جي تخيل تي بيوقوف سڏيو ويندو ايئن ڪامل دين ۽ شريعت خاتم النبيين جي دور دوره کان پوءِ شروعاتي شريعتن ۾ ڇوٽڪارو ڳولڻ واري کي بہ اهڙي قسم جو ڪو خطاب ڏئي سگهبو.

جيڪڏهن توهان غور ڪيو ته شريعتن جي ترڪ ٿيڻ ۽ ڇوڙڪاري جي دارومدار جي حقيقت به ان سج جي تڪميل ۾ موجود آهي. ڇوته آسمان ۾ ڪروڙين ستارا هڪ کان پوءِ ٻيو دنيا کي روشني پهچائڻ لاءِ اڀرندا آهن، جن جو رنگ الڳ الڳ هوندو آهي ۽ اثر الڳ هوندو آهي. جيئن جيئن وڏا ستارا ظاهر ٿيندا آهن ته ننڍن تارن جي روشني انهن جي روشنيءَ ۾ گم ٿيندي ويندي آهي ۽ هاڻي دنيا جي نظر صرف انهن وڏن تارن تي لڳي رهندي آهي ۽ انهن جي ئي روشني کي سامهون رکندي آهي. ننڍا تارا نه ڏسڻ ۾ ايندا آهن ۽ نه انهن جي روشني سامهون هوندي آهي. وري چنڊ نڪرڻ تي اهي وڏا تارا به جهڪا بلڪ ڪنهن حد تائين بنا روشنيءَ وارا ڏسڻ ۾ لڳندا آهن ۽ انهن جي روشني رستو ڏيکارڻ جي قابل نه رهندي آهي. پر آخرڪار جڏهن سج ظاهر ٿيندو آهي ته چنڊ به منهن لڪائي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ دنيا جي نظرن سامهون ڪا ذات به جيڪڏهن ظاهر هوندي آهي ته سج جي، ۽ روشني به ڏسڻ ۾ ايندي آهي ته صرف سج جي. ان کان علاوه اثر به محسوس ٿيندو آهي ته صرف ان جو. مطلب ته نظرن سامهون نه هاڻي ڪو تارو رهندو آهي نه ڪنهن جي روشني ۽ اثر. ظاهر آهي ته اهو تارن جو ظاهر ٿي لڪايو وڃڻ معاذ الله ڪنهن غلطي جي ڪري ڪونهي هوندو ته نعوذبالله قدرت شروع وارن تارن جي نمائش ۾ غلطي ڪئي هئي، جنهن جي ڪري آخرڪار چنڊ ۽ پوءِ سج کي آڻڻو پيو؟ نه. بلڪ رات جي شروع ۾ انساني معاشري جي مزاج جي اهائي تقاضا هوندي آهي ته ان کي هلڪي ۽ ٿڌي روشني ملي ته جيئن اهو معمول وارا ڪم ڪار ڪري رات جو آرامي ٿي وڃي. پر رات جي آخري پهر ۾ جڏهن ننڊ پوري ٿي ويندي آهي ۽ دنيا جو مزاج تمدن ۽ معاشري جا وڏا وڏا ڪم انجام ڏيڻ جي لاءِ تازو توانو ٿي ويندو آهي، جنهن جي لاءِ ان کي تيز روشني ۽ مزاج کي اڀارڻ لاءِ گهڻي گرمي گهربل هوندي آهي ته ان وقت خاتم الانوار (سج) کي چمڪايو ويندو آهي، جيڪو اڳين نورن (روشنين) کي ختم ڪري صرف پنهنجو نور (روشني) پکيڙي ڇڏيندو آهي. انهيءَ ڪري نه ته ڪو پهريون نور (روشني) غلط هيو پر انهيءَ ڪري ته انهن جو وقت ئي ايترو هيو. تنهنڪري جيتري وقت تي اهي ۽

انهن جي روشني دنيا کان اوجهل ٿي ويندي ايترو ئي انهن جو وقت ۾ ڪارگذاريءَ جو دور هيو. پوءِ بہ جيڪڏهن ڪو سج جي روشني ظاهر ٿي وڃڻ کان پوءِ انهن ئي رات جي شروع وقت وارن تارن جي روشنيءَ ۾ اونداهي کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو ڳولائو هوندو تہ ان کي ڪوبہ عقلمند انسان سياڻو چوڻ جي جرئت نہ ڪندو. ٺيڪ اهڙيءَ طرح خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي نبوت ۾ شريعت اچڻ کان پوءِ شروعاتي شريعتن جي گذري ويل نورن ۾ ڇوٽڪارو ڳولڻ ۾ انهن کي سدائين لاءِ باقي رکڻ جي آرزو ڪرڻ اهڙو ئي ٿيندو جيئن ڪو سج ايرڻ کان پوءِ بہ هميشہ رات جي ئي باقي رهڻ ۾ تارن جي قائم رهڻ جي خواهش رکي. سو جيڪڏهن اهو فطرت جي خلاف آهي تہ هي بہ فطرت جي خلاف آهي. انهيءَ ڪري اصولي طور تي مقرر ٿي ويو تہ خاتم جي دور اچڻ کان پوءِ شروعاتي ۾ وچن دورن جا قانون ۾ معمولات ڇوٽڪارو ڏيارڻ وارا نٿا ٿي سگهن. هاڻي جيڪڏهن باقي رهي ٿو تہ صرف هي تہ اهو آخري دور ڪهڙو آهي ۾ ڪنهن جو آهي ۾ ڪير خاتم النبيين آهن جن جي اچڻ کان پوءِ اڳيان قانون سڀ منسوخ ٿي صرف انهن جي ئي ٻڌايل قانون ۾ ڇوٽڪاري جو دارومدار آهي؟

تنهنڪري ظاهر آهي تہ ان جو تعلق واقعن سان آهي ۾ واقعن جي ادراڪ لاءِ انسان کي بہ عظيم قوتون ڏنيون ويون آهن. هڪڙي ٻڌڻ جي تہ ڪنهن خبر ٻڌائڻ واري سچي ماڻهوءَ کان انسان واقعو ٻڌي يقين ڪري ۾ ٻي ڏسڻ جي جو آثار ۾ نشاني ڏسي اصل شي جو يقين ٿي وڃي. جيئن دونهين کي ڏسي باهہ جي هجڻ جو ۾ اُس کي ڏسي سج نڪرڻ جو يقين ڪيو ويندو آهي. سو جيستائين خبر ٻڌائڻ واري سچي انسان جو تعلق آهي تہ ڪنهن کي خبر ڪونهي تہ خاتميت جي دعويٰ حضرت محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم کان سواءِ ٻئي ڪنهن نہ ڪئي. آدم عليہ السلام تہ نبين مان پهريون آهي. اهي خاتم هجڻ جي دعويٰ ڪيئن ٿي ڪري سگهيا. اولوالعزم پيغمبرن ۾ نوح عليہ السلام جي بہ اها دعويٰ ڪونہ هئي تہ اهي خاتم النبيين آهن ۾ ڪيئن هجي ها جڏهن فرمايو تہ اهي بہ ڪنهن نموني ۾ پهريان نبي ئي هيا جنهن کي آدم ثاني چيو ويندو آهي، جو طوفان نوح کان پوءِ پوري دنيا جو نسل ان

کان هليو ۽ اهو ئي پهريون نبي هيو جنهن دنيا ۾ ڪفر جو مقابلو ڪيو. سو انساني جهان جي شروع ۾ جيڪڏهن نبوت ختم ڪري مڪمل ڪئي وڃي ها ته ايئن ئي ٿئي ها جيئن ٻالڪپڻي ۾ ئي ڪنهن کي آخري حڪمت جي تعليم ڏني وڃي ۽ بنيادي ڳالهيون ترڪ ڪري ڇڏجن. جيڪو مڪمل طور فطرت جي خلاف آهي. پوءِ ابراهيم عليه السلام به اها دعويٰ ڪونه ڪئي ته اهي خاتم آهن. بلڪ ان ته دعا ئي اها گهري ته اي الله! منهنجي اولاد ۾ اهڙو ۽ اهڙو عظيم الشان نبي پيدا ڪر. موسيٰ عليه السلام به خاتميت جي دعويٰ ڪونه ڪئي جو انهن ته آتشين شريعت آڻڻ واري ۽ ڏهه هزار قدسين سان گڏ الله جي پهرين گهر ۾ داخل ٿيڻ واري پيغمبر جي خبر ڏني. ايستائين جو ان جي امت مان هجڻ جي تمنا ڪئي. وري عيسيٰ عليه السلام به خاتميت جي دعويٰ ڪونه ڪئي بلڪ ان ته پنهنجي اچڻ جو وڏو مقصد ۽ مطلب ئي ايندڙ عظيم پيغمبر جي اچڻ جي خوشخبري ٻڌائڻ ظاهر ڪيو. ها، اها دعويٰ جيڪڏهن ڪنهن ڪئي ته حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم ڪئي ۽ فرمايو ته مان ئي نبوت جي محلات جي آخري سِر آهيان. مان ئي اهو آهيان جنهن کان پوءِ ڪوئي نبي اچڻ وارو ڪونهي. مان ئي اهو آهيان جنهن تي دين مڪمل ٿي ويو ۽ مان ئي اهو آهيان جو اڄ جيڪڏهن موسيٰ (عليه السلام) به جيئرو هجي ها ته منهنجي تابعداري کان بغير ان لاءِ به ڪو چارو نه هجي ها. وري انهن جي رب به انهن کي خاتم النبيين فرمايو ۽ ٻئي ڪنهن کي نه فرمايو. نالو وٺي فرمايو ته

"مَا كَانَ مُحَمَّدٌ اَبَآ اَحَدٍ مِّنْ رِّجَالِكُمْ وَلٰكِنْ رَّسُوْلَ اللّٰهِ وَخَاتَمَ النَّبِيّٖنَ" معنيٰ: محمد (ﷺ) توهان جي مردن مان ڪنهن جو به پيءُ نه آهي پر الله جو رسول آهي ۽ سمورن نبين ۾ آخري (پويون) آهي (سورت احزاب آيت 40)

انهيءَ ڪري سچي ۽ پڪي پختي نقل ۽ خبر جي روشني ۾ اها دعويٰ ثابت ٿي وڃي ٿي ته خاتم النبيين حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم ئي آهن ۽ انهن جو ئي هي دور آخري دور آهي، جنهن کان پوءِ ڪنهن شريعت ۽ نبوت جو ڪو ٻيو دور اچڻ وارو ڪونهي.

نقل ۾ روايت کان پوءِ هاڻي سوال عقل ۾ روايت جو رهي ٿو تہ ڇا عقل ۾ واقعا بہ ان جي تائيد ڪن ٿا تہ هي نبي اهو ئي آخري نبي ۾ هي شريعت اهائي آخري شريعت آهي؟ جڏهن تہ ظاهري طور ايئن نظر نٿو اچي، ڇوتہ اڳين شريعتن ۾ تبديلي ۾ ترڪ ڪرڻ جو اصول انساني ذهن جي تبديلي ۾ ان جي درجي بدرجي ارتقا قرار ڏنو ويو آهي، تہ ڇا اهائي صورت اڄ بہ ڪونهي، جو انساني ذهن تبديلين ۾ انقلاب جو محور بڻيو پيو آهي. بلڪ اڄوڪي دنيا ۾ ذهني تبديليون شايد پهريان واري دنيا کان بہ گهڻيون وڌيڪ آهن. روزانو نظريا تبديل ٿي رهيا آهن ۾ انساني مزاج بدلجندو پيو وڃي، تہ اهو ڪيئن چئجي تہ انساني ذهن ڪنهن هڪڙي حد تي اچي بيهي ويو آهي.،جنهن کان پوءِ تبديلي ناهي ۾ پوءِ سمجهي ڇڏجي تہ هي شريعت آخري شريعت آهي جنهن کان پوءِ نون ذهنن کي ڪشش ڪرڻ واري ڪا بہ شريعت اچڻ واري ڪونهي؟

انهيءَ شڪ کي حل ڪرڻ جي لاءِ ان ئي ذهن جي تبديلي واري اصول تي غور ڪيو جنهن تي غور نہ ڪرڻ ڪري شڪ پيدا ٿيو آهي. اهو تہ دنيا ۾ مختلف شريعتن جي اچڻ ۾ هڪ ئي وقت ۾ گهڻيون نبوتون ۾ گهڻيون شريعتون رائج هجڻ جو بنياد حقيقت ۾ دنيا جي مزاجن جي تفاوت جي رعايت هئي تہ جيئن انهن جي حالت مطابق ۾ مزاجن جي مناسبت سان انهن جي تربيت ڪري سگهجي ۾ انهن جي ئي طبيعت جي رنگ موجب انهن کي خدا جي بندگي ۾ عبادت جي لاءِ تيار ڪري سگهجي. ڇوتہ جڏهن سنڀاليندڙ ۾ تربيت جو سامان مزاج جي مطابق ۾ حسب حال نہ هجي تہ انسان تربيت جو اثر نٿو وٺي سگهي. ظاهر آهي تہ جيڪڏهن مزاجن ۾ ذهنن جي حالت جي رعايت ڪرڻ کان سواءِ هڪڙو ئي قانون انهن سڀني کي آڏي ڏنو وڃي ها، جڏهن تہ انهن جي مزاجن ۾ اوپر ۾ اولهہ کان پوءِ گڏوگڏ اوپر ۾ اولهہ جهڙو ئي تفاوت قائم هيو تہ اهي ڪڏهن بہ سڌاري لائق ٿي نہ سگهن ها. جيڪڏهن قوم سخت مزاج آهي تہ شرعي قانون ۾ بہ شدت ۾ سختيءَ جي ئي رنگ جي ضرورت هوندي، نرم قانون ان مزاج جي قوم جي لاءِ فائدي وارو نٿو ٿي سگهي. نرم طبيعت قوم آهي تہ آسان ۾ نرم حڪم جي ضرورت پوي ٿي، هتي قانون جي سختي ڪارگر نٿي ٿي سگهي.

حڪمت پسند قوم آهي تہ قانونِ تربيت بہ حڪيماڻي رنگ جو هجڻ گهرجي ۽ سادي يا ابوجهہ قوم آهي تہ قانون جي بہ سادگي اڻتر آهي. ٻارن جي لاءِ ٻاراڻي درجي واري ئي تعليم فائدي واري ٿيندي آهي. جيڪڏهن انهن کي حڪمت جون وڏيون ڳالهيون شروع ۾ ئي ٻڌائڻ لڳجن تہ اهي بہ ان مان فائدو حاصل ڪري نہ سگهندا ۽ وڏن جي لاءِ وڏيون ڳالهيون ۽ وڏي تعليم ئي اثرائتي ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن انهن کي الف ب سيکارڻ شروع ڪجي تہ اهي ٿڪ ڏئي اوستاد کي بہ ٽٺول بڻائي ڇڏيندا. انهيءَ ڪري شريعتون دنيا ۾ قومن جي مزاج مطابق آنديون ويون ۽ شريعتن جا صاحب (نبي سڳورا) بہ مختلف قومن جي حالت مطابق ئي تعليم ۽ تربيت جا مختلف پروگرام وٺي مبعوث ٿيا. جيئن ارشاد حق آهي:

"لِكُلٍّ جَعَلْنَا مِنْكُمْ شِرْعَةً وَّمِنْهَاجًا" معنيٰ: اسان توهان سمورن لاءِ شريعت ۽ سڌو رستو مقرر ڪيو آهي (سورت مائده آيت 48)

جنهن مان شريعتن جو مختلف هجڻ ثابت آهي. ان کي حديثِ نبوي ۾ تشريح طور بيان ڪري هن انداز ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي تہ

"نحن معاشرالانبياء بنو العلاۃ ابونا واحد و امهاتنا شتّي" يعني اسان نبين جي جماعت پيئيتا ڀائر آهيون. اسان جو پيءُ (يعني دين) هڪ آهي ۽ اسان جون مائرون (يعني شريعتون) الڳ الڳ آهن.

انهيءَ ڪري اهي مقدس نبي سڳورا عليهم الصلات والسلام هر قوم ۾ الڳ الڳ ۽ هر خطي ۾ جدا جدا موڪليا ويا.

"وَاِنْ مِّنْ اُمَّةٍ اِلَّا خَلَا فِيْهَا نَذِيْرٌ﴿۲۴﴾" معنيٰ: ۽ ڪابہ امت اهڙي نہ گذري آهي جنهن ۾ هڪڙو ڊيڄاريندڙ نہ گذري چُڪو هجي ﴿۲۴﴾ (سورت فاطر)

"وَّلِكُلِّ قَوْمٍ هَادٍ﴿۷﴾" معنيٰ: ۽ هر قوم جي لاءِ هدايت ڪرڻ وارو هوندو آهي ﴿۷﴾ (سورت رعد)

"وَلِكُلِّ اُمَّةٍ رَّسُوْلٌ" معنيٰ: ۽ هر امت لاءِ هڪ رسول آهي (سورت يونس آيت 47)

ان کان علاوه, قومن جي رنگ مطابق رنگ ڍنگ بہ مختلف وٺي آيا. يهودي سخت طبيعت هيا تہ موسيٰ عليہ السلام جلالي پيغمبر

موڪليا ويا. نصارا نرم طبيعت هيا تہ عيسيٰ عليہ السلام جهڙا جمالي پيغمبر موڪليا ويا. سبا جي قوم بادشاهت پسند هئي تہ سليمان عليہ السلام جهڙا شاهاڻي رنگ وارا پيغمبر موڪليا ويا. نمرود جي قوم نجومي رنگ جي هئي تہ ابراهيم عليہ السلام جهڙا عارف ملڪوت سماوات پيغمبر عطا ڪيا ويا. مطلب تہ جهڙو قوم جو رنگ هيو اهڙو ئي رنگ پيغمبري ۾ رکيو ويو. وري ان عنوان سان ڪتاب بہ مختلف آيا ۽ مختلف انداز جا تربيتي اصول شامل ڪٽي آيا. جن ۾ انهن جي خطاب مطابق امت جي آخرت ۾ جزا رکي وئي.

"كُلُّ اُمَّةٍ تُدۡعٰۤى اِلٰى كِتٰبِهَا اَلۡيَوۡمَ تُجۡزَوۡنَ مَا كُنۡتُمۡ تَعۡمَلُوۡنَ ﴿۲۸﴾" معنيٰ: هر ٽولي کي سندن عمل نامي جي طرف سڏيو ويندو. چيو ويندن تہ توهان جيڪي عمل ڪندا هيا اج توهان کي انهن جو بدلو ڏنو ويندو ﴿۲۸﴾ (سورت جاثيہ)

ان اصول تي قبلا مختلف رکيا ويا تہ جيئن مختلف امتون پنهنجي پنهنجي رنگ سان انهن ڏانهن رُخ ڪري الله جي ياد ۾ گذارين.

"وَلِكُلٍّ وِّجۡهَةٌ هُوَ مُوَلِّيۡهَا" معنيٰ: ۽ سڀ ڪنهن جماعت لاءِ منهن ڪرڻ جو هڪ طرف (قبلو) آهي جيڪي اوڏانهن مهڙ ڪندا آهن (سورت بقره آيت 148)

بهرحال هر قوم ۾ ۽ هر خطي ۾ نبي سڳورا آيا ۽ انهن قومن جي حالت مطابق شريعتون ۽ حق جي قانون جا ڪتاب وٺي آيا، جن سان انهن جو سڌارو ڪيائون. انهيءَ ڪري صاف پڌرو آهي تہ هر قوم جو قانوني مزاج الڳ الڳ هيو. انهيءَ ڪري ان جو قانون بہ ان جي حالت مطابق الڳ هيو. جنهن سان ٻين قومن جا مزاج لاڙو نہ رکندا هيا ۽ جيڪو قانون هڪڙي جي لاءِ هيو اهو ٻي قوم لاءِ ڪونہ هيو. شريعتون بہ الڳ الڳ هيون ۽ نبوتون بہ جدا جدا، اصول ۾ گڏ پر پروگرام ۾ مختلف.

ان مان اهو نتيجو آسانيءَ سان نڪري ٿو تہ انهن قومي ۽ وطني شريعتن ۾ ڪابہ شريعت پوري دنيا جي لاءِ ڪونہ هئي ۽ انهيءَ ڪري نہ هئي جو اها اهڙي اصوليت، ڪليت ۽ جامعيت کڻي ڪونہ آئي هئي، جو دنيا جي سيني مختلف مزاج ۽ مختلف ذوق وارين قومن جي لاءِ

اڪيلي ڪافي ٿي وڃي ها. جڏهن تہ دنيا جي قومن ۾ ئي خود اهڙي اصوليت، ڪليت ۽ همہ گير مزاج جي لياقت ڪونہ آئي هئي، جيڪا بين الاقوامي قانون جي تقاضا ڪندڙ ۽ طلبگار هجي ها ۽ ڪنهن هڪڙي ئي گڏيل رستي ۽ مشترڪ قدر يا اصولي نقطي تي انهن قومن کي گڏ ڪري سگهي ها. ان جو تڪويني ۽ قدرتي سبب تہ اهو هو تہ انساني جهان جي صلاحيت درجي بدرجي وڌي آهي، هڪدم مڪمل ڪونہ ٿي آهي. جيئن ٻار آهستي آهستي جواني ۽ بلوغت تائين پهچندو آهي. ٻوٽو بہ آهستي آهستي ڏار ۽ ٽارين وارو وڻ ٿيندو آهي ۽ ميوا ڏيندو آهي ۽ انهيءَ ڪري ان جي شروعاتي ۽ وچواري طبعي حالت اڻپوري هوندي آهي. ظاهر آهي تہ جنهن انساني جهان جا جزا آهستي آهستي بلوغت تي پهچندا آهن، چاهي اهي نباتات هجن يا حيوان ۽ انسان، تہ قدرتي ڳالھہ آهي تہ اهائي آهستي آهستي وڌڻ واري رفتار ان جي مجموعي جي صفت ۾ بہ هوندي. اهو ناممڪن آهي تہ دنيا جا جزا نباتات، حيوان ۽ انسان تہ آهستي آهستي ڪمال جي حد تائين پهچن ۽ مجموعو هڪدم ترقي جي منزل تائين پهچي وڃي. جڏهن تہ مجموعو نالو ئي انهن جزن جو آهي، جن ۾ آهستي آهستي وڌڻ جو مشاهدو ڪيو وڃي. ظاهر آهي تہ بلوغت کان پهريان پهريان جي حالت ڪوتِي ۽ نامڪمل ئي چورائي ٿي سگهجي. جيڪڏهن اها ڪمال جي حد هجي ها تہ ان کي اڳتي چو وڌايو وڃي ها. اهو بہ ظاهر آهي تہ اڻپوري يا ڪمزور حالت جا حڪم الڳ هوندا آهن ۽ بلوغت واري حالت جا حڪم نابالغ تي ۽ نابالغ جا حڪم بالغ تي جاري نٿا ٿي سگهن. انهيءَ ڪري آدم عليہ السلام کان انسانيت جي تڪميل تائين جيترا بہ وچوارا قانون هيا، اهي اڻپورا بہ انسانيت جي لاءِ هيا. انهيءَ ڪري اهي خود بہ انسانيت وانگر تڪميل جا گهرجائو هيا. انهيءَ ڪري جيئن جيئن انساني معاشرو ڪمال جي حد ڏانهن وڌندو ويو ايئن ديني قانون بہ آهستي آهستي شباب ۽ ڪمال ڏانهن وڌندا ويا ۽ جيئن جيئن انسان جي طبعي تمدن جا چولا وسيع ۽ ڪليل ٿيندا ويا ۽ ان جو تمدن ترقي ڪندو رهيو، اهڙي نموني دين جا شرعي لباس ۽ شريعتن جا چولا بہ پنهنجي اندر وسعت ۽ ڪشادگي پيدا ڪندا ويا، تہ جيئن انسانيت جي

تربيت ان جي ذهن ۽ مزاج جي حالت مطابق ٿي سگهي. مطلب اهو آهي تہ دين تمدن جي وسعتن جي حد تائين ئي وسيع ٿيندو ويو آهي. تمدن جا جيترا بہ گوشا پيدا ٿيندا ويا ۽ انهن جي رستي سان انسان جي لاءِ گمراهيءَ جون ڳالهيون ۽ واقعا جيئن پڌرا ٿيندا ويا، ان حد تائين هدايتن جا گوشا بہ پکڙجندا ويا تہ جيئن هر خرابي جي رخني جو هدايت سان تدارڪ ڪري سگهجي. ان ئي لائين سان انسان جو ان جي مالڪ ۽ خالق ڏانهن ڏيان ڇڪائي سگهجي. تنهنڪري دينن جي اها درجيوار ترقي ۽ تڪميل انسانيت جي درجيوار مطابق طبعي هئي. جنهن تي يقين ڪرڻ جي لاءِ ظاهري سببن ڳولڻ جي ضرورت ڪونهي.

تڏهن بہ جڏهن هر حقيقت جي لاءِ هن سببن جي دنيا ۾، جيڪا بيشڪ قدرتي ڪارخانو آهي، اظهارِ قدرت جي لاءِ سبب بہ رکيا ويا آهن. انهيءَ ڪري دنيا جي شروعاتي ۽ وچين زمانن ۾ دين جو قوميتن ۽ وطنن جي حد بندين ۾ محدود رهي وسيع ۽ همہ گير نہ هجڻ يا ٻين لفظن ۾ تڪميل طلب رهي لياقت جي زبان کان آخري تڪميل گهرندو رهڻ جيئن قدرتي آهي، ائين ئي ظاهري سببن سان توجهہ لائق بہ آهي. اهو سبب هي آهي تہ همہ گير سبب ۽ وسيلا نہ هجڻ ۽ ناواقف طبيعتن جو ان ڏانهن توجهہ نہ ڏيڻ جي سبب هر قوم ٻي قوم کان الڳ، هر علائقو ٻئي علائقي کان ڪٽيل هيو ۽ هر ملڪ ٻئي ملڪ کان لاتعلق رهندو هيو.

نہ عمومي رلمل ٿيڻ هيو ۽ نہ همہ گير گڏوچڙ. هر قوم ٻي قوم کان ناواقف ۽ جيڪڏهن ڪنهن حد تائين واقف بہ هوندي هئي تہ پري کان ڪجهہ عمومي احوال ٻڌي ٻڌائي، نہ تمدن ۾ اشتراڪ نہ رسم و رواج ۾ يڪسانيت، نہ ذوق ۾ وحدت. هر قوم جي نظر ۾ ٻي قوم هڪڙو افسانو هئي ۽ هڪڙي اهڙي عجيب شي سمجهي ويندي هئي جنهن جا افسانا مافوق العادات سمجهي حيرت سان ٻڌا ويندا هيا ۽ دل وندرائڻ لاءِ قصن ڪهاڻين ۾ نين ڳالهين طور بيان ڪيا ويندا هيا. جيئن ڄڻ تہ اها قوم هن دنيا ۾ رهڻ واري ئي ڪونهي، بلڪ ڪنهن ٻي دنيا جي رهڻ واري آهي. ظاهر آهي تہ ان دُوري ۽ ان تفاوت جي هوندي جڏهن انسانيت جي ذوق ۽ مزاج ۾ ئي يڪسانيت ۽ همہ گيري نہ هئي ۽ ان ڏسجڻ واري دُوري جي هوندي مزاجن جي يڪسانيت رسم ۽ رواج جي وحدت، طور طريقن

جو اتحاد ۽ ذهني رُخ جي ايڪتا ممڪن بہ نہ هئي تہ قانونِ شريعت ۽ تربيت ۾ همہ گيري ۽ وحدت ڪيئن رکي وڃي ها. جو سڀني جو هڪڙو پليٽ فارم ٿي وڃي ها ۽ سڀني جو هڪڙو قانون ۽ هڪڙو ئي شرعي رستو هجي ها. جنهن ۾ قوميت نہ هجي ها. بلڪ بين الاقواميت هجي ها. وطنيت نہ هجي ها بلڪ بين الاوطانيت هجي ها. انهيءَ ڪري شريعتون بہ الڳ الڳ رکيون ويون ۽ قوميتون بہ الڳ الڳ آيون. شريعتن جا مزاج بہ فرق وارا رهيا ۽ دين آٽيندڙ اڪابرن جا مزاج بہ قومن جي مزاج جي حالت مطابق جدا جدا رکيا ويا. اهي شريعتون بيشڪ گڏيل معنيٰ ۾ تہ سڀ ڪامل هيون، جو پنهنجي پنهنجي قومن جي چوٽڪاري جي لاءِ ڪافي هيون، مگر بذاتِ خود تڪميل طلب هيون، بس جامع ڪونہ هيون.

جڏهن شريعتن جي جامع نہ هجڻ جي معنيٰ اها آهي تہ اهي قوميتن ۽ وطنيتن جي دائري ۾ محدود ۽ قومن جي جزوي مزاج جي رعايت سان جزوي رنگ ۾ آيون هيون تہ شريعت جي جامع هجڻ جي معنيٰ ان مان پڌري ٿي وئي تہ اها قومي جي بجاءِ بين الاقوامي ۽ وطني هجڻ جي بجاءِ بين الاوطاني هجي ۽ ان ۾ قومن جي جزوي مزاج جي رعايت جي بجاءِ نفسِ انسانيت ۽ ان جي ڪلي مزاج جي رعايت ۾ هجي ۽ انهيءَ ڪري اها ڪنهن هڪڙي قوم جي لاءِ نہ بلڪ دنيا جي سڀني قومن جي لاءِ پيغام هجي ۽ انهن کي هڪڙي پليٽ فارم تي گڏ ڪري سگهي ۽ اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهيو ٿي جو اها پوري دنيا جي مزاجن جي ڪلي رعايت وٺي اچي ۽ اهڙن همہ گير اصولن ۽ قانونن تي مشتمل هجي جيڪي دنيا جي سڀني قومن جي لاءِ هڪجهڙا قابل قبول هجن.

پر جڏهن اهو پڌرو ٿي چڪو آهي تہ دين تمدن جي ئي وسعتن جي حدن تائين وسيع ٿيندو رهيو آهي تہ ظاهر آهي اهڙو جامع دين ان وقت موڪلي پئي سگهيو جڏهن دنيا جي قومن جي تمدن ۽ شهري مزاج ۾ همہ گيري ۽ يڪساني جا جزبا پيدا ٿي وڃن ۽ انهن ۾ قوميتن جي فرق جي بجاءِ عالمگير بين الاقواميت جو ذوق پيدا ٿي وڃي. ايستائين جو قومي، وطني، نسل ۽ طبقاتي حدبنديون ڪان اهو تفاوت انسانن جي عقلن

تي ڏکيا گذرڻ لڳا. آقائي ۽ غلاميءَ جا فرق طبيعتن تي ڳرو ٿيڻ لڳا، شاهي ۽ گدائي جا تفاوت عقلن جي نظر ۾ اڻوٽندڙ حادثو شمار ٿيڻ لڳا. نسلي گهٽ وڌائي کي ماڻهو لعنت سڏڻ لڳا. ڇوت ڇات کي هنر جي بجاءِ عيب سمجهيو وڃڻ لڳو. ذهنن جون حدبنديون ختم ٿي همہ گير مساوات جي لياقت پيدا ٿي وئي ۽ اعليٰ ادنيٰ واري سوچ جي بجاءِ انساني ڀائيچارو ۽ ڀاڇپي جون صلاحيتون اڀرڻ لڳيون تہ اهو ئي اهو وقت ٿي سگهيو ٿي تہ انسانيت جي اها فطرت همہ گير قانون ۽ بين الاقوامي شريعت جي خاموش پڪار ڪري ۽ قدرت ان کي اهڙو ئي جامع قانون بخشي ڇڏي.

ان اصول کان پوءِ هاڻي واقعن جي روشنيءَ ۾ نظر ڦيرايو تہ اها صلاحيت ڪڏهن ابري؟ ۽ ڇو ابري؟ ظاهر آهي تہ همہ گير مساوات جي صلاحيت تڏهن ابري سگهي ٿي جڏهن همہ گير تفاوت ۽ اعليٰ ادني واري سوچ انتهائي حدن تي پهچي وئي هجي ۽ ان کان دنيا تنگ اچي ردعمل جي خواهشمند ٿي چڪي هجي. تاريخ شاهد آهي تہ اسلام کان اڳ جاهليت وارو زمانو دنيا جي لاءِ ان اعليٰ ادنيٰ واري سوچ جو انتهائي دور هيو. معاشرتي ننڍوڏائي غلامن کي، نسبي اڻبرابري اڇوتن کي، اقتصادي اڻبرابري محتاج ۽ معذور مزودرن کي، مذهبي اڻبرابري عوام کي ۽ سياسي اڻبرابري رعيت کي بي پناهہ ظلمن، بي عزتي ۽ خواريءَ جو شڪار بڻائي رکيو هيو. وڏا ماڻهو مطلق العناني جي مقام تي هيا ۽ غريب ماڻهو ڍور ڍڳن وانگر انهن وٽ يرغمال هيا. غلامن کي معمولي ڪوتاهي ۽ ويسر تي نانگن کان ڏنگ هڻائڻ ۽ تلائن ۾ اڇلائي انهن جي ٻڏڻ ۽ اذيتناڪ موت جو تماشو ڏسڻ، ٻڙڇين جي شڪنجي ۾ انهن جا ذرا ذرا ڪرڻ، آقائن جو قانون ۽ ذاتي حق هيو. بادشاهہ مطلق آقا هوندو هيو. رعيت ان جي غلام سمجهي ويندي هئي. ان کي حق هيو تہ ڪنهن ڪٽنب جي هڪڙي ڀاتيءَ جي ڪوتاهي تي پوري ڪٽنب ۽ خاندان کي رت ۾ ٻوڙائي ڇڏي. حڪمران لڏي جي ماڻهن جو رعيت جي ماڻهن سان ناقابل برداشت ونگار وٺڻ ۽ انهن جي رت ۽ پگهر جي ڪمائي سان عيش عشرت ڪرڻ حڪمرانن جو جائز حق سمجهيو ويندو هو. مذهبي اڳواڻن جو عوام تي خدا جي نائب جي حيثيت ۾ انهن جي ۽ انهن جي

آل اولاد جي جان ۽ مال ۾ هر قسم جي مالڪيءَ ۽ استعمال جو حقدار هجڻ عام ڳالهه هئي.

روم ۽ فارس جي وڏي تمدن ۾ امير کي ان وقت تائين عزت واري سماج ۾ اچڻ جي قابل نہ سمجهيو ويندو هيو جيستائين لک ٻن لکن جي ملهه جا سون ۽ موتي جا هار، زربفت جو لباس ۽ سونو تاج پاتل نہ هجن. اهي سڀ سامان ۽ ٺٺ ٺانگر غريبن جي محنت ۽ مزدوري جو نتيجو هوندو هيو ۽ پاڻ غريب ماڻهو بدن ڍڪڻ لاءِ معمولي لباس ۽ پيٽ پرڻ لاءِ مانيءَ جي سڪل ڳپي کان بہ محروم هيا. مطلب تہ غريب جانورن جي مثل هيا ۽ غلام ڳڍهن ۽ ڍاندن وانگر هيا، جن تي طاقت کان وڌيڪ بار وجهڻ ۽ هر طريقي سان انهن سان جنيون ڪرڻ کي جائز ۽ هر ظلم کي جاري رکڻ ئي آقائي جي صحيح پوزيشن هئي. وري ابتو انهن ڏتڙيل ماڻهن جي هرشي وڏن ماڻهن جي لاءِ حلال هئي.

مطلب تہ هر طبقي ۾ طبقاتي اڻبرابري پنهنجي انتهائي شرمناڪ حدن کي پهچي چڪي هئي، جنهن موجب غريب جي بي عزتي هر وڏي ماڻهوءَ جو جائز حق ۽ انهن جي هر شي استعمال ڪرڻ جو جواز هيو ۽ غريب جو واجبي مقام وڏن ماڻهن جي جابراڻن اختيارن جي سامهون تابعداري ۾ ڪنڌ جهڪائي رکڻ ۽ هر وقت حڪم مڃڻ لاءِ حاضر رهڻ هيو. عدل ۽ مساوات تہ پري جي ڳالهه آهي، انسانيت جي عزت نفس جو احترام ڪرڻ ختم ٿي چڪو هيو. نہ صرف ڪمن ڪارين جي حد، بلڪ انساني جوهر جي لحاظ کان شاهوڪارن پاڻ کي غريبن کان مٿانهون سمجهي ڇڏيو هيو. ڪجهہ طبقا سورج هنسي ۽ چندر هنسي بڻيا پيا هيا. ڪجهہ خدا جي منهن (وات) مان پيدا ٿيل هيا ۽ انهن جي مقابلي ۾ غريب مٽيءَ جي مٺ مان يا خدا جي پيرن مان پيدا ٿيل هيا. مطلب تہ طبقاتي بالادستي انساني لڏي کان بالاتر ڪا جدا لڏو هئي، جنهن جو پيدائشي مادو بہ عام ماڻهن جهڙو نہ هيو ۽ هيٺيون طبقو عام انسانن کان بہ هيٺين سطح جو ڪوئي لڏو ڪونہ هيو. جن کي انساني حق بہ حاصل نہ هيا ۽ مٿئين طبقي وارا هميشہ مٿيان ۽ هيٺين طبقي وارا هميشہ جي لاءِ هيٺيان. اها طبقاتي بالادستي ۽ پستي رڳو سماجي ڪونہ

هئي، جوهري ۽ بنيادي هئي ۽ انساني جوهر ۾ بہ طبقاتي تفاوت شامل هيو. انهيءَ ڪري هيٺين طبقي واري جو پاڇو بہ ناپاڪ سمجهيو ويندو هيو. ان جي اوبر بہ پليت هئي. انهيءَ ڪري انساني برادريءَ جا سماجي تعلقات بہ ان سان قائم نٿي ٿي سگهيا. وري رڳو سماجي نہ بلڪ عبادت ۾ بہ فرق هڪڙو جائز حق سمجهيو ويندو هيو. اڇوت ۽ سچوت هڪڙي عبادت گاهہ ۾ گڏ نٿي ٿي سگهيا. پرسان بيهڻ جو تہ سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. مذهبي علم صرف مٿين ذات جو حق هيو. غريب ذات وارن جي لاءِ مذهبي علم حاصل ڪرڻ بہ منع ٿيل هيو. مطلب تہ مختلف قومن ۾ امير، غريب ۽ طبقاتي فرق جون مختلف پيمانڪ صورتون رائج هيون. جن کي سماجي حُسن ۽ صحيح دين سمجهيو ويندو هيو. ان جو قدرتي نتيجو باهمي نفرت ۽ انتقامي جذبي جي باهہ جو ڀڙڪڻ ئي ٿي سگهيو ٿي. اهو ٿيو. رعيت بادشاهن تي لعنت ڪندي هئي ۽ امير ڪبير رعيت کي ملعون سمجهندا هيا. دنيا ۽ دين جي اها ڪيفيت ڪنهن هڪڙي ملڪ يا هڪڙي قوم جي نہ هئي، بلڪ عرب ۽ عجم ان مصيبت ۾ ڦاٿل هيا. انهيءَ ڪري ان دور جي ان تباهہ حال دنيا جي دلين تي ان جي خالق نظر ڪئي تہ پوري دنيا کي غضب واري نگاهہ سان ڏٺو. جيئن زبانِ نبوت جاهليت واري زماني جي ان حقيقت کي پڌرو ڪري فرمايو آهي. ارشاد نبوي آهي:

> “ان الله نظر الي قلوب بني آدم فمقت عربهم وعجمهم” يعني الله بني آدم جي دلين تي نگاهہ ڪئي تہ عرب ۽ عجم کي غضب ڀريل نگاهہ سان ڏٺو.

يعني دلين ۾ ڪا چڱائي ۽ خير باقي نہ رهيا هيا. روحانيت جا نشان گهٽ ٿي چڪا هيا، صرف ماديت ۽ نفسانفسي جو دور دورو هيو.

ان قومي غرور، وطني تعصب ۽ معاشرتي نفرت ۽ خواري کان دنيا تنگ اچي وئي هئي تہ ان جو قدرتي رد عمل اهي ئي جذبا ٿي سگهيا ٿي ۽ ٿيا بہ تہ شريف ۽ خوار جي اها مصنوعي ورهاست ختم ٿئي، نسلي غرور ۽ قوميت جا تعصب مٽجن ۽ اهي فرق ختم ٿين. ظاهر آهي تہ انهن وطني ۽ قومي حدبندين جي مٽجڻ جي آرزو حقيقت ۾ انساني ڀائيچاري ۽ برابري جي ئي آرزو هئي. آقا ۽ غلام، شاهہ ۽ گدا، امير ۽

غريب، حاڪم ۽ محڪوم جي بالادستي ۽ پستي جي فضا جي ختم ٿي وڃڻ جي خواهش حقيقت ۾ باهمي ٻڌي ۽ هڪٻئي سان رابطو ڳنڍڻ جي خواهش هئي. تنهنڪري پيڙيل طبقن ۾ ان جو چرچو ٿيڻ لڳو ۽ انهن اڇوت قومن جي سوچ بدلجڻ لڳي. هاڻ اهي نفرت ۽ بي عزتي جي حالت تي قناعت ڪري ويهڻ جي لاءِ تيار نہ رهيا، بلڪ رد عمل جي طور تي انهن ۾ اهو جذبو پيدا ٿي ويو تہ اهي نفرت ۽ بي عزتي واري اڇوتپڻي جي پاچاري پنهنجي ڪلهن تان لاهي ڦٽي ڪندا. ان جو قدرتي نتيجو اهو نڪتو تہ انهن نفرتن ۽ حدبندين تي اجتماعيت جا جيڪي محدود تصور ذهنن ۾ جميل هيا، انهن تفاوتن جي ختم ٿيڻ تي اهي بہ ختم ٿي ويا. شهري زندگيءَ جا اهي عمومي ۽ همہ گير تصور انهن جي جاءِ تي اچي ويا، جيڪي زندگي ان وقت تائين اجتماعيت، نسليت، قوميت، امير ۽ غريب، آقا ۽ غلام جو طبقاتي فرق ۽ ڇوت ڇات ڪان هٽي پارا پارا ٿي وئي هئي. جڏهن اها حالت ذهنن ۾ هڪڙي ڦاٽل لباس وانگر نفرت جي قابل ۽ لاهي اڇلائي ڇڏڻ جي لائق بڻجي وئي تہ ان جو طبقاتي ردعمل اهو ٿي سگهيو ٿي تہ انهن تفاوتن جي برخلاف همہ گير رلمل ۽ باهمي مساوات جي خواهش اڀرڻ لڳي ۽ انساني بنيادن تي ڀائيچارو ۽ راهہ رسم جا جذبا پيدا ٿي وڃن، جيڪو انساني فطرت جو صحيح ۽ اعليٰ مقام آهي.

بيشڪ ان جذبي سان اها اعليٰ شهري زندگي جيڪا انسان جي طبعي آهي ۽ جنهن جي ڪري انسان کي گڏجي رهڻ جي طبيعت وارو چيو وڃي ٿو، پنهنجي اصلي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ واري مقام تي اچي وئي. ڇوتہ ان جو ابتدائي مقام تہ اهو آهي تہ انسان صرف گهريلو زندگي ۾ اجتماعيت جو ثبوت ڏئي ۽ هڪڙي گهر جا ڀاتي مِٺ محبت ۽ نظم و ضبط سان زندگي گذارين. ظاهر آهي تہ منزل جي تدبير جو نظم اهڙو ابتدائي نظام آهي جو ان سان هڪڙو انسان صرف جانورن کان تہ ممتاز ٿي سگهي ٿو، جو انهن وانگر الڳ الڳ وٿاڻن ۽ آکيرن ۾ انفراديت سان رهي. پر انساني سماج جي اعتبار کان اهو ڪو قابل ذڪر مقام ڪونهي، جنهن کي انسانيت جي تنظيم چيو وڃي. شروعاتي زماني ۾ انسان اهڙيءَ طرح زندگي گذاريندو هيو جو هر ڪٽنب پنهنجي ئي

انفرادي سياست هيٺ آيل هيو، جنهن ۾ ڪائي عموميت ڪونہ هئي. ان کان پوءِ ان رهڻي ڪرڻي ۾ وسعت آئي تہ انسان قبائلي زندگي سِکي جنهن ۾ ڪجهہ ڪٽنبن جو مجموعو گڏجي پنهنجو نظام قائم ڪرڻ لڳو ۽ اها گهريلو اجتماعيت ان کي سُست نظر اچڻ لڳي، جنهن جي ان جي نظر ۾ ڪا خاص قدر ۽ قيمت نہ رهي. پر اها بہ شهري زندگيءَ جي انتها نہ هئي. انهيءَ ڪري انسان جي گڏجي رهڻ واري طبعي پسندي اتي نہ رُڪي، بلڪ اهو ان کان اڳتي وڌي شهري زندگيءَ تي آيو جنهن ۾ ڪجهہ قبيلا باهمي تعلق ۽ ٻڌي سان زندگي گذارڻ جا عادي ٿي ويا. جنهن سان اها پهرين قبائلي اجتماعيت بہ انهن کي ٻاراڻي محسوس ٿيڻ لڳي. پر اها بہ شهري زندگيءَ جي انتها ثابت نہ ٿي، ڇوتہ ان تنظيم جو معيار شهريت هئي، انسانيت نہ هئي. انسانيت جي لحاظ کان اهو شهرن جو فرق فطرت جي اصل اُڃ جو پورو علاج ڪونہ هيو. انهيءَ ڪري انسان ان کان اڳتي ترقي ڪري شهري زندگي کي ملڪي اجتماعيت بڻايو ۽ گهڻن شهرن تي مشتمل ملڪي نظام قائم ڪيو. هاڻي ان اجتماعيت جي صورت قبائلي سرداري ۽ وڏيرائپ يا شهري نظريي ۽ جاگيرداري واري ڪونہ رهي، بلڪ حڪومت واري ٿي وئي. جنهن ۾ مختلف شهرن جو هڪڙو نظام بڻجي ويو ۽ انسانن جا رابطا وسيع تر ٿي ويا ۽ دنيا ۾ مختلف معيارن سان مختلف حڪومتون قائم ٿي ويون. ڪٿي نسلي ميل ميلاپ سان هڪڙي ملڪ جي ماڻهن جو انتظام ٿيو ۽ ڪٿي قومي ۽ وطني لحاظ کان اجتماعيت پيدا ٿي. ان نظام کان پوءِ ان کي اها پهرين شهري اجتماعيت بہ شروعات محسوس ٿيڻ لڳي. ڇوتہ باهمي ميل ميلاپ جو هڪڙو وسيع دائرو ان جي هٿ لڳي ويو جنهن سان ان جي گڏجي رهڻ واري طبيعت جو هجڻ جو ظهور وڏيڪ قوت سان ٿيڻ لڳو. پر اها شهري زندگي بہ آخري ۽ انتهائي ثابت نہ ٿي ۽ انسان جي فطري اجتماعيت پسندي ملڪن ۾ اقليتي شان پيدا ڪري ڇڏيو جو گهڻن ملڪن تي مشتمل هڪڙو اقليتي نظام قائم ٿي ويو. جنهن جي اثر هيٺ سوين ملڪ اچي ويا ۽ انسان جي انسانيت شعاري جو دائرو ان وسيع اجتماعيت جي رستي کان گهڻو وڏيڪ وسيع ٿي ويو. جنهن مان اندازو ٿيو تہ ان جو گڏجي رهڻ واري طبيعت وارو ٿيڻ طبعي طور تي گهريلو زندگي، قبائلي زندگي، شهري زندگي ۽ ملڪي

زندگي تائين محدود نہ هيو. اهي حد بنديون ان جي ناواقف ماحول جي ناواقفيت يا حوصلي جي بندشن جو نتيجو هيون. جيئن ئي حوصلي کي پکڙجڻ جو موقعو هٿ لڳو تہ هڪدم ان جي وسيع فطرت کي پنهنجي وسعت ياد اچي وئي ۽ اهو عام شهري زندگيءَ جي ان وسيع ميدان ۾ ٽپي پيو جنهن جي سامهون پهريون محدود اجتماعيتون جَهڪيون ٿي ويون. پر ان تائين پهچي ان جي فطرت ان کي اڃا اڳتي وڌايو ۽ ٻڌايو تہ اها بہ هڪڙي حدبندي آهي، جو اها ڪنهن ملڪ جي دائري ۾ محدود ٿي رهجي وڃي. ڇوتہ اهو دائرو وري جاگرافيائي آهي. جيڪڏهن انسان ان خاص حد جو پابند ٿي ان ۾ گهري وڃي تہ ان جي انسانيت، جنهن جو احاطو هر احاطي کان وڌيڪ وسيع آهي، پوءِ بہ زمين جي ٽڪرن جي پابند ۽ ان پابندي سان پارا پارا ئي رهندي، جنهن ۾ ان جي انسانيت جي توهين آهي، جو وسيع کي تنگ جهڙو بڻائي ڇڏجي. جيڪڏهن ان وقت تائين ان جي انسانيت جا ٽڪرا، آقا ۽ غلام، امير ۽ غريب، بالادست ۽ زيردست جي تفاوتن ڪيا هيا تہ هاڻي اهي ئي ٽڪرا حڪومتن جي زميني ٽڪرن سان ٿي ويا. جيڪا بهرحال، وري حدبندي ۽ انسانن جي وطني ورهاست آهي. انهيءَ ڪري هاڻي ان جي فطرت اعليٰ شهري زندگيءَ جو ذهني نقشو اهو بڻايو تہ اهو جاگرافيائي يا نسلي معيار جي بجاءِ انسانيت جي معيار سان اجتماعيت قائم ڪري ۽ انسانيت جڏهن تہ آقا ۽ غلام، اعليٰ ۽ ادنيٰ، حاڪم ۽ محڪوم ايستائين جو قبيلي ۽ شهر جي مردن، ۽ مڪان مالڪ ۽ رياست سڀني ۾ مشترڪ آهي ۽ انهيءَ ڪري انهن سڀني کان وڌيڪ وسيع ۽ انهن سڀني جي لاءِ همہ گير آهي، تہ ڇونہ انسانيت جي ئي ان وسيع ترين ۽ جامع ترين معيار سان اجتماعيت قائم ڪئي وڃي، جنهن جي احاطي ۾ شهر ۽ ملڪ ئي نہ پر سڀئي رياستون بہ اچي وڃن ۽ پوري دنيا جي انسانن جو هڪڙو ئي نظام، هڪ ئي تمدن، هڪڙو ئي سماجي انداز ۽ هڪڙي ئي قسم جا آئين ۽ قانون ٿي وڃن، جنهن سان دنيا ۾ اعليٰ انسانيت جو ظهور ٿئي ۽ انسانيت سڀني معيارن تي غالب ٿي پنهنجي برتريءَ کي پڌرو ڪري سگهي. هاڻي اندازو ڪيو تہ جيڪڏهن اجتماعيت جي هر اڳئين محدود دائري کان نڪري اجتماعيت جي مٿئين وسيع دائري ۾ اچڻ ۽ انساني يڪيچاري ۽ برابري کي وسيع کان وسيع تر ۽ عالمگير بڻائيندو

رهڻ ئي ان جي گڏجي رهڻ واري طبيعت وارو هجڻ جي ترقي هئي ته ان شهري زندگيءَ تي پهچي جنهن ۾ پوري دنيا جا انسان هڪڙي پائيچاري جي مقام تي اچي وڃن ته يقينن ان جي شهري زندگي ۾ اجتماعيت جي آخري منزل هوندي، جنهن کان پوءِ شهري زندگيءَ جو ڪوئي اصولي درجو باقي نٿو رهي. ڇوته سيني انسانن سان گڏجي ۾ انهن کي پاڻ ۾ ملائي هاڻي آخر انسان جي لاءِ ڪهڙو طبقو باقي رهجي وڃي ٿو جنهن کي اهو پنهنجي شهري زندگيءَ ۾ شامل ڪري ۽ ان سان پائيچاري وارا تعلقات ۽ تمدني رابطا قائم ڪري، باقي جانور ته ان جي پائيچاري ۾ اچڻ کان رهيا، جو اهو انهن ڏانهن پائيچاري جو هٿ وڌائي. جن پوت به اچڻ کان رهيا، جو انهن کي پنهنجي برادريءَ ۾ شامل ڪري، ملائڪ اچڻ کان رهيا، جو اهي هن جي برادريءَ ۾ شامل ٿي ان جي تمدن جي نظام جو حصو ٿين. رهيا انسان ته اهي سڀ جا سڀ هڪڙي اجتماعي نظام ۾ شامل ٿي ويا. انهيءَ ڪري هاڻي ڪوئي طبقو باقي ڪونه رهيو، جنهن کي گڏائڻ لاءِ شهري زندگيءَ جي توسيع ڪئي وڃي ۽ پائيچاري ۽ برابريءَ جو هٿ وڌايو وڃي. انهيءَ ڪري چيو ويندو ته ان حد تي پهچي پوري دنيا جي انسانن جو هڪڙو نظام ٿي وڃي ته انساني اجتماعيت ۽ شهري زندگي ختم ٿي وڃي ٿي. هاڻي جيڪڏهن ان جي اجتماعيت ۾ ڪا ترقي ممڪن هوندي ته ان ئي شهري زندگيءَ کي وڌندڙ ۽ پختو بنائڻ جي جزئيات جي هوندي. خود شهري زندگيءَ جي ترقيءَ جو ان کان پوءِ ڪوئي درجو باقي نٿو رهي. انهيءَ ڪري ان کي ئي تمدن جي ذاتي انتها چيو ويندو. جنهن کان پوءِ انساني ذهن جي ترقيءَ جو ڪوئي اصولي ميدان باقي نٿو رهي. بس ان ئي آخري اجتماعيت کي عالمي اجتماعيت چيو ويندو. جنهن جو پائيچارو به عالمي، آئين به عالمي، سماجي قانون به عالمي هوندو ۽ تمدن و مساوات به عالمي سڀ ڏبو.

ڇا جاهليت جي زماني کان آهستي آهستي اها ئي عالمي ذهنيت انسان ۾ پيدا نه ٿي رهي هئي. ڇا ان ئي عالميت جا ٽڪرا ٽڪرا نسليت، قبائليت، وطنيت، قوميت، آقائيت، انسانيت وغيره وغيره نه ڪري ڇڏيا هيا ۽ جڏهن جاهليت واري زماني ۾ انهن معيارن ذريعي نفرت ۽ انهن جي اعليٰ ادنيٰ واري سوچ سان انسانن ۾ وحشت پيدا ٿي، جيڪي عالميت جي رستي ۾ رڪاوٽ هيا ته انهن جي ذهن مان نڪري

وچڻ کان پوءِ، ڇا نہ ڇيو ويندو تہ انساني ذهن عالمي ذهن تي اچي ويو ۽ ان ۾ همہ گيري ۽ عالمگيري جي انتهائي صلاحيت پيدا ٿي وئي ۽ بيشڪ ان جو اقرار ڪيو ويندو. ظاهر آهي تہ عالمي شهري زندگيءَ جي ان صلاحيت ڪان پوءِ قدرتي طور ان جي فطرت ۾ هڪڙي اهڙي عالمگير مذهب جي ڳولا ۽ جاڪوڙ جو پيدا ٿيڻ طبعي ڳالهہ هئي، جيڪو قومي نہ هجي، بين الاقوامي هجي. وطني نہ هجي بين الاوطاني هجي، نسلي نہ هجي بين النسلياتي هجي، لساني نہ هجي بين الاسنتي هجي، لوني نہ هجي بين الالواني هجي. ڪنهن هڪڙي طبقي کي پيغام نہ هجي بلڪ سڀني انساني طبقن کي پيغام هجي. ان جو پيغمبر مقامي نہ هجي عالمي هجي. ان جو ڪتاب آني نہ هجي جهاني هجي. ان جو قبلو ملڪي نہ پر بين المملڪتي هجي. ان جي حفاظت زماني نہ هجي بين الزماني هجي. ان جي اشاعت جهتي نہ هجي بين الجهاتي هجي. ان جي تعليم زماني نہ هجي بين الزماني هجي. مطلب تہ ان جي هر ڳالهہ همہ گير، عالمگير ۽ عالميني هجي. ڇوتہ دين قوم جي حالت مطابق ٿي ئي ان جي لاءِ فائدي وارو ۽ ان جي صحيح تربيت جو ڪفيل ٿي سگهي ٿو. سو جڏهن تمدن ۾ عالميت جي لياقت جو وقت اچي وڃي تہ دين بہ ان لياقت جي حالت موجب هجڻ گهرجي، جڏهن تہ شهري زندگي پنهنجي وسعت جي لحاظ کان انتهائي درجي تي اچي ختم ٿي وڃي. مطلب تہ انسان جي مدني الطبع هجڻ جي آخري منزل اچي وڃي جو ان کان پوءِ تمدن جي اصولي وسعت جو ڪوبہ ميدان باقي نہ رهي تہ دين جي بہ آخري تڪميل ٿي وڃي، جو ان کان پوءِ نئين دين جي اچڻ جو ڪوئي سوال باقي نہ رهي. تنهنڪري جيئن هن تمدن جي بي انتها وسيع گوشن مان جنهن بہ رنگ ڍنگ جي گمراهي پيدا ٿيڻ جو امڪان ٿيندو وڃي تہ ان آخري دين جي بي انتها وسيع گوشن سان گمراهي کي دفع ڪرڻ جي ان ئي رنگ ڍنگ جي هدايتن جو اپرندو رهڻ بہ حقيقت ٿيندو وڃي، جيڪو انهن گمراهين کان دفاع ڪرڻ لاءِ مڪمل سامان هجي. اهڙيءَ طرح نہ تہ دين ڪامل تمدن جا گوشا متاثيندو رهي، بلڪ اهڙيءَ طرح جو ان عالمگير دين ۾ ماڻهن کي عالمگير تمدن کان هٽائڻ کان سواءِ خود تمدن جي ئي گوشن کي هدايت جو ذريعو بڻائڻ جي قوت پريل هجي.

اهو تمدن جي هر پاسي کان دنيا کي خدا جو جمال ڏيکارڻ جون قوتون وٺي آيو هجي. جنهن جي معنيٰ اها آهي تہ ان آخري ۽ ڪامل دين ۾ دنيا ۽ آخرت ٻئي ملائي گڏ ڪيون ويون هجن. ان جون لامحدود هدايتون مسجد تائين محدود نہ هجن، بلڪ گهريلو زندگي کان وٺي عالمي حڪومت جي زندگي تائين وسيع هجن.

تنهنڪري اج عالمي تمدن جو وقت اچي ويو آهي ۽ بلڪل اچي ويو آهي، ڇوتہ نون انڪشافن ۽ نين ايجادن پوري دنيا کي هڪڙو ڪٽنب ۽ هڪڙو قبيلو ڪري ڇڏيو آهي. اڄ رياستون ملڪ ٻٽيل آهن ۽ ملڪ محلا ٻڻجي ويا آهن. اڄ 17 منٽن ۾ راڪٽين جي ذريعي پوري دنيا جو چڪر لڳائي سگهجي ٿو. اڄ انسان زمين جي مٿاڇري کي ڇڏي سمنڊ جي تهہ ۽ فضا جي بلندين ۾ پهچي ويو آهي. اڄ گهر ويٺي اوپر ۽ اولهہ جا آواز ۽ ٻوليون انسانن جي ڪنن تي پئجي رهيا آهن. اڄ اهو زمين جي مٿاڇري کان اپري فضا ۾ اڏري رهيو آهي. اڄ مهينن جا پنڌ ڪلاڪن ۾ ۽ ڪلاڪن جا منٽن ۾ طي ٿي رهيا آهن. اڄ مشين جي ذريعي هفتن جو ڪم ڪجهہ گهڙين ۾ مڪمل ٿي وڃي ٿو. ايستائين جو ان جا ڪن اڄ زمان حال ئي نہ ماضي بعيد جي آوازن کان واقف ٿيندا پيا وڃن. اخلاق ۽ علمن کي بہ تورڻ جون مشينون دنيا جي مٿاڇري تي ظاهر ٿي چڪيون آهن، جيڪي جسمانيات کان گذري عام معنيٰ تائين بہ پهچي چڪيون آهن. مطلب تہ جڏهن اڄ جي نون ايجادن ۽ انڪشافن زمان ۽ مڪان، ڊيگهہ ۽ ويڪر کي بہ ويڙهي ڇڏيو آهي ۽ انسان پنهنجي شهري جي سماج جي لحاظ کان مقامي ڪونهي، بلڪ عالمي ۽ عالمي نہ بلڪ عالميني ٿي ويو آهي تہ ان جي قدرتي خواهش هجڻ گهرجي تہ ان جو مذهب بہ مقامي يا قومي نہ رهي، بلڪ عالمي ۽ صرف عالمي نہ بلڪ عالميني هجي. تنهنڪري جيڪڏهن اڄ پوري دنيا جو مذهب عملي طور هڪڙو نہ ٿيو آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ انساني جذبا ان نقطي تي ضرور اچي ويا آهن تہ اهو هڪ ئي هجڻ گهرجي. اڄوڪو ئي وقت آهي جو ان ۾ آسمان کان آيل عالمي مذهب موجود آهي، جيڪو ان جذبي جي تسڪين جي لاءِ اڳتي وڌي ۽ جهانن جي

اصلاح جو پيغام ڏئي. ظاهر آهي تہ اهڙو مذهب اهو نٿو ٿي سگهي، جيڪو ڪنهن هڪڙي قوم کي پڪاري يا هڪڙي وطن کي پنهنجو ڪري رهجي وڃي يا نسلي امتيازن جي راهن کان انسانيت جا حصا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌيون پيو هجي يا ڇوت ڇات جي تعليم سان انسانيت ۾ نفرت جو ٻج پوکي يا رنگ ۽ بوءِ جي فرق سان انسانيت جا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ آماده هجي. اڄ جو مذهب يقينن اهو نٿو ٿي سگهي جيڪو مقامي حد بندين ۽ تنگين جي گهيري ۾ انسانن کي ڦاسائي انهن کي غلطي سان مقامي ٻڌائڻ جي واٽ ڏيکاري. بلڪ اڄ جو مذهب اهو ئي ٿي سگهي ٿو جيڪو پنهنجي داعي ۽ پيغمبر اعظم کي عالميني ٻڌائي ۽ اعلان ڪري تہ

"وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا رَحْمَةً لِّلْعٰلَمِيْنَ﴿١٠٧﴾" معنيٰ: اسان توکي جهانن جي لاءِ رڳو رحمت ڪري موڪليو آهي ﴿١٠٧﴾ (سورت انبياء)

جيڪو پنهنجي داعي اول کي عالميني نذير ٻڌائي

"لِيَكُوْنَ لِلْعٰلَمِيْنَ نَذِيْرَا ﴿١﴾" معنيٰ: تہ جيئن جهان وارن لاءِ ڊيڄاريندڙ هجي ﴿١﴾ (سورت فرقان)

جيڪو پنهنجي ڪتاب کي عالميني ڪتاب چوي

"اِنْ هُوَ اِلَّا ذِكْرٰى لِلْعٰلَمِيْنَ(٩٠)" معنيٰ: اهو قرآن تہ ٻيو ڪجهہ نہ آهي مگر جهان جي لاءِ نصيحت آهي (٩٠) (سورت انعام)

جيڪو پنهنجي قبلي کي عالميني قبلو چوي

"اِنَّ اَوَّلَ بَيْتٍ وُّضِعَ لِلنَّاسِ لَلَّذِىْ بِبَكَّةَ مُبٰرَكًا وَّهُدًى لِّلْعٰلَمِيْنَ﴿٩٦﴾" معنيٰ: بيشڪ عبادت جو سڀ کان پهريون گهر جيڪو ماڻهن لاءِ ٺاهيو ويو هو سو اهو آهي جيڪو مڪي ۾ برڪت وارو ۽ ساري جهان لاءِ هدايت آهي (٩٦) (سورت آل عمران)

جنهن جو رسول ڪنهن هڪڙي قوم يا صرف هڪڙي زماني جي انسانن کي نہ بلڪ پوري انساني دنيا کي جيڪا قيامت تائين پکڙيل آهي، سڏاري جو آواز ڏئي.

"قُلْ يٰاَيُّهَا النَّاسُ اِنِّىْ رَسُوْلُ اللّٰهِ اِلَيْكُمْ جَمِيْعًا" معنيٰ: اي پيغمبر! چئو تہ اي انسانو! بيشڪ مان توهان سڀني ڏانهن ان الله جو رسول ٿي آيو آهيان (سورت اعراف آيت 158)

جنهن جي بشيري ۽ نذيري ان جي خدا ڪنهن دور سان مخصوص نہ ڪئي هجي.

"وَمَآ اَرْسَلْنٰكَ اِلَّا كَاۗفَّةً لِّلنَّاسِ بَشِيْرًا وَّنَذِيْرًا" معنيٰ: ۽ اي محبوب! اسان توکي سڀني ماڻهن لاءِ فقط خوشخبري ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو آهي (سورت سبا آيت 28)

جنهن جو پيغمبر انسانن ۾ ڪاري ۽ پوري جو فرق ڪرڻ کان سواءِ سڀني جي مٿان رحمت ۽ شفقت جو هٿ رکي ۽ اعلان ڪري تہ

"بعثت الي الاسود والاحمر" يعني مون کي ڪارن ۽ پورن (دنيا جي سڀني قومن جي هدايت لاءِ) موڪليو ويو آهي.

جيڪو آقا ۽ غلام جي فرق کي ختم ڪرڻ لاءِ آيو هجي

"يدخل في امتي حر و عبد" يعني منهنجي امت ۾ آزاد ۽ غلام سڀ داخل آهن.

جيڪو انسانن کي انهن جي جوهر جي لحاظ کان اعليٰ ادنيٰ جو تصور مٽائي مساوات جو اعلان ڪري

"كلكم بنو آدم فآدم من تراب" يعني توهان سڀ آدم جي اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو هو.

جيڪو نسلي امتيازن کي ختم ڪرڻ آيو هجي ۽ فرمائي تہ

"يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِّنْ ذَكَرٍ وَّاُنْثٰى وَجَعَلْنٰكُمْ شُعُوْبًا وَّقَبَاۗىِٕلَ لِتَعَارَفُوْا" اي انسانو! بيشڪ اسان توهان کي هڪ نر (مرد) ۽ هڪ مادي (عورت) مان پيدا ڪيو آهي ۽ توهان کي ذاتيون ۽ قبيلا ڪيوسين جيئن هڪ ٻئي کي سڃاڻو (سورت حجرات آيت 13)

جيڪو وطنيت جي حد بندين کي مٽائڻ ۽ پوري دنيا کي هڪڙو وطن بنائڻ جي لاءِ آيو هجي

"ان الله زويٰ لي الارض مشارقها ومغاربها وسيبلغ ملڪ امتي مازويٰ لي منها" يعني الله زمين جا اوڀي ۽ اولهہ منهنجي سامهون ڪيا (جن کي مون ڏٺو) ۽ جلد منهنجي امت جو ملڪ اوستائين پهچندو جيستائين منهنجي نگاهن ڏٺو (يعني اوڀرا اولهہ تائين).

جيڪو وطني غرور کي ختم ڪرڻ جي لاءِ آيو هجي

"ليس لعربي عليٰ عجمي فضل الابدين و تقويٰ" يعني ڪنهن عربي کي عجمي تي دين ۽ تقويٰ کان سواءِ ڪابه فضيلت حاصل ڪونهي.

جيڪو قوميتن جون حد بنديون ختم ڪرڻ جي لاءِ آيو هجي

"كان النبي يبعث اليٰ قومه خاصته وبعث الي الناس كافته"

يعني ٻيا نبي صرف پنهنجي قوم ڏانهن موڪليا ويندا هيا ۽ مان سڀني انسانن ڏانهن موڪليو ويو آهيان.

جنهن چوٽ ڇات مٽائڻ جو اعلان ڪيو ۽ ڪافرن جي هٿ جو کائڻ پيئڻ جائز قرار ڏنو

"اَلْيَوْمَ اُحِلَّ لَكُمُ الطَّيِّبٰتُ وَطَعَامُ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْكِتٰبَ حِلٌّ لَّكُمْ وَطَعَامُكُمْ حِلٌّ لَّهُمْ" معنيٰ: اڄ توهان جي واسطي سڀ سٺيون شيون حلال ٿيون ۽ ڪتاب وارن جو کاڌو به توهان جي واسطي حلال آهي ۽ توهان جو کاڌو انهن جي لاءِ حلال آهي (سورت مائده آيت 5)

خلاصو اهو ته جيڪو ايماني ڀائيچاري سان گڏ انساني ڀائيچاري جو به علمبردار بڻجي آيو هجي ته جيئن انسان ۾ انسان سان نفرت جو ٻج باقي نه رهي.

"اللّٰهم اشهد ان الناس كلهم اخوة" يعني اي الله تون شاهد رهه ته سڀ انسان (پاڻ ۾) ڀائر آهن.

جيڪو سڀني انسانن جي خدمت جو نصب العين کڻي آيو هجي.

"الخلق عيال الله فاحب الخلق الي الله من يحسن اليٰ عياله"

يعني پوري مخلوق الله جو ڪٽنب آهي پوءِ الله جي نظر ۾ سڀني کان وڏيڪ پسنديده اهو آهي جيڪو ان جي ڪٽنب سان احسان سان هلي.

جيڪو ان انساني ڀائيچاري جي لاءِ باهمي همدردي جي تعليم کڻي آيو هجي

"احب لاخيک ماتحب نفسک" يعني پنهنجي ڀاءُ لاءِ اها ئي شي پسند ڪيو جيڪا توهان پنهنجي لاءِ پسند ڪيو.

جيڪو غلامن کي ڀاءُ چوندو آيو هجي.

"اخوالكم خَولكم" يعني توهان جا غلام توهان جا ڀاءُ آهن.

جنهن اخلاقي سفرن کي بين الاقوامي بڻايو

”قُلْ سِيرُوا فِي الْأَرْضِ ثُمَّ انظُرُوا كَيْفَ كَانَ عَاقِبَةُ الْمُكَذِّبِينَ (١١)“ معنيٰ: اي پيغمبر! کين چئو تہ زمين ۾ گهموڦرو، پوءِ ڏسو تہ ڪوڙن جي پڇاڙي ڪيئن ٿي (١١) (سورت انعام)

جنهن واپاري سفرن کي بين الاقوامي بڻايو

”هُوَ الَّذِي جَعَلَ لَكُمُ الْأَرْضَ ذَلُولًا فَامْشُوا فِي مَنَاكِبِهَا وَكُلُوا مِن رِّزْقِهِ ۖ وَإِلَيْهِ النُّشُورُ ﴿١٥﴾“ معنيٰ: اهو الله ئي آهي جنهن توهان لاءِ زمين سولي ڪري پيدا ڪئي تہ ان جي رستن ۾ هلو ۽ ان جي رزق مان کائو ۽ ان ڏانهن جيئرو ٿي اٿڻو آهي ﴿١٥﴾ (سورت ملڪ)

جنهن تعليمي سفرن کي عام ڪيو

”فَلَوْلَا نَفَرَ مِن كُلِّ فِرْقَةٍ مِّنْهُمْ طَائِفَةٌ لِّيَتَفَقَّهُوا فِي الدِّينِ وَلِيُنذِرُوا قَوْمَهُمْ إِذَا رَجَعُوا إِلَيْهِمْ لَعَلَّهُمْ يَحْذَرُونَ ﴿١٢٢﴾“ معنيٰ: پر انهن جي گروهہ مان ڪجهہ ماڻهن ائين ڇو نہ ڪيو تہ هڪ ٽولي اچي ها ۽ دين جي سمجهہ حاصل ڪري ها ۽ جڏهن پنهنجي قوم ۾ موٽي وڃن ها تہ انهن کي هن اميد تي ڊيڄارين ها تہ مَن اهي هوشيار ٿين ﴿١٢٢﴾ (سورت توبه)

مطلب تہ ان جي هر تعليم ۾ عموميت، جامعيت ۽ بين الاقواميت جو روح ڊوڙي رهيو هجي. جنهن هر قوم سان انتهائي رواداري جي تعليم ڏني هجي ۽ نفرت جو ٻج ختم ڪري ڇڏيو هجي. سو ٻڌايو وڃي تہ اڄ اسلام کان سواءِ اهو ڪهڙو مذهب آهي. مٿي جيڪي ڳالهيون ذڪر ڪيو ويون، اهي هن جون نہ آهن تہ ٻئي ڪنهن جون آهن؟ ان کان سواءِ ڪير آهي جيڪو انساني معاشري کي مقامي جي بجاءِ عالمي ۽ نہ صرف عالمي بلڪ عالميني ڏسڻ گهري ٿو. انهيءَ ڪري اڄ جي عالمي دنيا جو مذهب اسلام ئي ٿي سگهي ٿو. جيڪو تمدن جي ڪنهن بہ گوشي کي متائڻ کان سواءِ ان ئي گوشي سان مالڪ ڏانهن رهنمائي ڪري رهيو آهي. ها، اهو ضرور آهي تہ جتي ان عالميت ۽ عالمي اجتماعيت پيدا ڪرڻ جي لاءِ اها همہ گير تعليم ۽ همہ گير انسان ۽ انسانيت ڏانهن رهنمائي ڪئي آهي، جنهن موجب دنيا جي قومن سان دوستي ۽ صلح جون راهون کلن ٿيون ۽ نفرت ختم ٿي وڃي ٿي، اتي ان معاشري ۾ مسلم قوم جو شخصي وجود قائم رکڻ جي لاءِ مسلمانن کي غيرمسلمن سان رلمل ٿيڻ، ميل جول ڪرڻ، گهرن لاڳاپن ۽ ذاتي دوستي

۽ محبت کان روڪيو بہ آهي تہ جيئن انهن جي اسلامي ثابت قدمي ۾ فرق نہ اچي. پر گڏيل معاملن ۽ عام معاشرت ۾ ان رلمل ٿيڻ کان بچپي رواداري، حسن سلوڪ، مدد ڪرڻ، ظلم جي روڪٿام، امن پسندي ۽ نفرت ختم ڪرڻ وارن جذبن کي عام ڪرڻ گهريو آهي، تہ جيئن ان جي بين الاقوامي معاملن ۾ فرق نہ اچي، جيڪي آخرڪار اسلامي اشاعت ۽ عام دعوت ۽ تبليغ جو ذريعو ثابت ٿيندا آهن.

پيو اهو تہ جڏهن اهڙي همہ گير تعليم ۽ تربيت پيا مذهب وٺي ئي ڪونہ آيا آهن، بلڪ اسلام ئي اها انسانيت گير تعليم ۽ هدايت وٺي آيو آهي تہ ان جو غيرمسلمن سان بي جا دوستي ۽ رلمل ٿيڻ کي روڪڻ حقيقت ۾ باهمي نفرت کان روڪڻ آهي نہ ڪي نفرت پيدا ڪرڻ آهي. ڇوتہ اها ئي ڳالهہ تہ نفرت جو سرچشمو آهي جنهن جي رلمل ٿيڻ کان روڪيو ويجي ٿو، تہ اهو روڪڻ تعصب ڪري ڪونهي، بلڪ عالمگير مقصدن جي تحفظ لاءِ آهي.

خلاصو اهو آهي تہ دنيا جي ذهنيت جڏهن بين الاقوامي رنگ جي صلاحيت تي اچي وئي، جيئن هن امت ۾ شروعات ۾ اعليٰ ۽ ادنيٰ واري سوچ کان تنگ اچي باهمي مساوات ۽ ڀائيچاري جي ذهنيت پيدا ٿي ۽ اڄ اها ئي ذهنيت صلاحيت کان اڳتي وڌي فعليت جي صورت ۾ پڌري آهي. جڏهن ان ئي ذهنيت نيون نيون عالمگير ايجادون ڪري ان عالمي ذهنيت کي عملي طور عالمي بڻائي ڇڏيو آهي تہ بين الاقوامي شريعت بہ الله ان ذهنيت جي دور ۾ نازل ڪئي، جيڪا اسلام کان سواءِ ٻي ڪونهي. تنهنڪري اسلام کي ان ئي دور ۾ اچڻ گهربو هيو جنهن دور ۾ انسان جو مزاج بين الاقوامي بڻجڻ جي لائق ٿيو.

غور ڪيو وڃي تہ اڄ بين الاقواميت ۽ همہ گيري پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان اصولي طور انتها تي پهچي چڪي آهي. جنهن کان پوءِ ان ۾ اصولي نوعيت جو ڪو درجو باقي نٿو رهي ۽ جنهن ۾ اصولي طور ۽ نوعيت مطابق ڪنهن گهٽ وڌائي جي گنجائش ڪونهي، جو ذهن انساني کي اڳتي وڌڻ جي گنجائش هجي. ها، گهٽ وڌائي ٿيندي تہ اها جزئيات ۽ فروعيات ۾ ٿيندي، نہ ڪي بين الاقواميت جي دائري ۾. ڇو تہ جڏهن پوري دنيا جا انسان هڪڙي قوم بڻجي وڃڻ جي مقام تي اچي ويا آهن تہ اڳتي انسان ئي ڪونہ ٿو رهي جو ڀائيچاري وارو رشتو اڳتي وڌي.

جيئن هاڻي واضح ٿي چڪو آهي تہ عواميت جي نقطہ نظر کان شهري زندگيءَ جو آخري نقطو اچي پهتو. جنهن کان سواءِ بين الاقواميت جو ڪوبہ مقام باقي ڪونهي رهيو جو انسان ان کان اڳتي ڪنهن ٻي عموميت جي ڳولا ڪري ۽ شهري زندگيءَ جو دائرو وسيع ٿئي. انهيءَ ڪري ان ئي ذهنيت جي حالت مطابق دين بہ اهڙو عمومي ۽ عالمي موڪليو ويو. جو ان کان پوءِ دين ۽ شريعت جو بہ ڪوئي اصولي مقام باقي ڪونهي رهيو. جو دين ان کان اڳتي وڌي يا ڪنهن نئين دين جي ضرورت پوي.

انهيءَ ڪري هاڻي ديني ترقي ٿيندي تہ ان عمومي دائري ۾ رهي ڪري ٿيندي، ان کان نڪري نہ ٿيندي. سو جيڪا ترقي ڪنهن اصول جي دائري ۾ محدود رهي ٿئي، اها جزئياتي ترقي سڏبي آهي. مثال طور، جيڪڏهن انسان زمين کان اڳتي بہ وڌندو تہ زمين يا مڪان جي ئي نالي تي اڳتي وڌندو، نہ ڪي انسانيت جي ڀائيچاري جي نالي تي. ڇوتہ دنيا جي پوري انسانيت جو ڀائيچاري واري نظام ۾ اچي وڃڻ کان پوءِ اڳتي ڪوئي نسلي ڀاءُ ئي نٿو رهي جو ان سان ڀائيچاري وارو رشتو قائم ڪيو وڃي.

انهيءَ ڪري شهري زندگي اصولي طور پنهنجي آخري حد تي اچي وئي آهي ۽ اجتماعيت بہ پنهنجي آخري نقطي تي اچي پهتي، جنهن کان پوءِ ڪوئي نقطو ڪونهي. انهيءَ ڪري دين بہ آخري اچڻ گهرجي، جو ان کان پوءِ اصولي طور دين جو ڪوبہ نقطو باقي نہ رهي. البت، جيئن هن آخري شهري زندگيءَ جي تمدن ۾ ان جي ئي اصول موجب ڪيترائي فروع نڪرندو رهڻ جي گنجائش آهي ۽ رهندي، جيڪي ايجادن سان ظاهر ٿي نڪرندا رهندا. ايئن ئي خاتم الاديان دين مان بہ ان جي جامع اصول موجب فروع نڪرندو رهڻ جي گنجائش آهي ۽ رهندي، جيڪي اجتهاد سان نڪرندا رهندا. نفسِ دين ۽ ان جا قاعدا ۽ اصول نہ بدلجندا ۽ نہ نون قاعدن ۽ اصولن اچڻ جي ڪا گنجائش ئي باقي رهي آهي.

وري جيئن اول النبيين آدم عليہ السلام جي ابتدائي ڪتنب کي ابتدائي قسم جي مذهب ۽ تعليم جي ضرورت هئي، ايئن خاتم النبيين

صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دور ۾ آدم عليہ السلام جي انتهائي ٻيڙڙي
ڪٽنب ڪي انتهائي قسم جي مذهب ۽ تعليم جي ضرورت هئي. جنهن
مان شاخون تہ گهٽيون ئي نڪري سگهن ٿيون، مگر پاڙ ٿُڙ هڪڙو ئي
رهندو. تنهنڪري جيئن دنيا جي شهري زندگيءَ جون طاقتور حدون
بلوغت تي اچي ويون، هاڻِي انهن ۾ اصولي طور واڌ ويجهہ جي گنجائش
ڪونهي رهي. جيڪڏهن گنجائش آهي تہ نين شاخن ۽ نين جزوي
ايجادن جي آهي. جن جا اصول همہ گير رنگ جي هٽ لڳي چڪا آهن.
جن جي روشنيءَ ۾ سائنس جا ماهر نيون نيون شيون ڪڍندا رهندا.
ايئن ئي دين بہ جيڪو آدم عليہ السلام کان هليو هو اهو واڌ ويجهہ
حاصل ڪري بلوغت جي حد کي پهچي چڪو آهي ۽ هاڻي ان ۾ واڌ
ويجهہ جي گنجائش نہ رهي آهي. جيڪڏهن آهي تہ فروعي مسلڪ
پيدا ٿيندا رهڻ جي آهي، جو ان جي اصول جي روشني ۾ امت جا مجتهد
۽ بصيرت وارا مفتي ان جي قاعدن ۽ ضابطن مان زماني جي حالتن
مطابق فروع ڪڍندا رهندا ۽ امت جي تربيت ٿيندي رهندي. جيڪا
هدايت وارن امامن، عالمن ۽ مشائخن جي ذريعي ٿي سگهي ٿي. ڪنهن
نئين نبوت جي گهرج باقي نہ رهي آهي. مطلب تہ اڄ جيڪو بہ معاملو
آهي اهو سڀني انسانن جو ٿي ويو آهي ۽ سڀني انسانن جو باهمي تعاون
۽ مدد ڪرڻ جو ذهن ئي آخري ذهن آهي جو ان کان پوءِ انساني ذهن
جي اڳتي وڌڻ جو ڪوئي رستو ئي ڪونهي. جيڪڏهن ڪنهن نئين
خطي جي ڳولا ئي ٿيندي تہ اهو بہ انهن ئي سڀني انسانن جي لاءِ ٿيندي.
مطلب تہ تمدني دنيا ۾ بشريت جي عموميت جي اصولي حد اچي وئي.
جنهن کان پوءِ بشريت بہ نئي رهي تہ انسان عالم بشريت کان اڳتي جو
سوچي بہ نٿو سگهي. انهيءَ ڪري ذهني پرواز جو اصول ختم ٿي وڃي
ٿو. اڳتي صرف ان کي عملي جامو پارائڻ جا طريقا رهجي وڃن ٿا تہ اهي
فروغ آهن. جيڪي هن همہ گير انسانيت جي لاءِ انسان مان اڀرندا
رهندا. جن سان هن همہ گير انسانيت تي گهٽجڻ وڌڻ جو ڪوئي اثر نہ
پوندو. خلاصو اهو آهي تہ جڏهن انساني ذهن جي پرواز اصولي طور
ختم ٿي وئي تہ نون اصولن جي گهرج بہ ختم ٿي وئي. انهيءَ ڪري
نئين دين اچڻ جي تقاضا بہ باقي نہ رهي، جو نئون دين اچي يا نئون نبي

اچي. انهيءَ ڪري هن دورن جي آخري دور ۾ دينن جو آخري دين بہ اچڻ گهربو هو. جيڪو اچي ويو ۽ پهريان مقامي ۽ محدود دين اهڙيءَ طرح منسوخ ٿي ويا. جيئن آخري شهري زندگيءَ جو تمدن اچڻ کان پوءِ پهريون محدود شهري زندگيون منسوخ ٿي ختم ٿي ويون. جيئن اهي پهريون مدنيتون پنهنجي پنهنجي وقت ۾ غلط نہ هيون. بلڪ ان وقت جي انساني ذهنيتن جي تقاضا موجب هيون. اهي جيڪڏهن منسوخ ٿيون تہ انساني ذهن جي تبديلي ڪري جيڪو ارتقا پذير هيو. ايئن ئي پهريان دين بہ پنهنجي پنهنجي وقت ۾ غلط نہ هيا. بلڪ ان وقت جي انساني ذهنن ۽ مزاجن جي تقاضا ۽ ذهني پڪار جي مطابق هيا. اهي جيڪڏهن منسوخ ٿيا تہ انساني ذهن جي تبديلي سان جيڪو ارتقا جون منزلون طي ڪري رهيو هيو. هاڻي جڏهن ان جي اصولي ڊوڙ بہ ختم ٿي وئي تہ انساني اجتماعيت جو آخري ڪنارو اچي ويو تہ اهو اصولي طور ختم ٿي ويو. ايئن ئي جڏهن دين جي اصولي تڪميل جو وقت اچي ويو تہ اهو بہ اصولي طور ختم ٿي ويو. همہ گير فروع جي گنجائش تمدن ۾ بہ آهي ۽ دينداري ۾ بہ آهي، سو اها هلندي رهندي. هاڻي جيئن پهريَن تمدنن کي ٻيهر موٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ انساني ذهن لاءِ چيلينج آهي، ايئن ئي اسلام اچڻ کان پوءِ پهريَن مذهبن کي موٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ انساني ذهن کي ترقيءَ جي ابتڙ وٺي وڃڻ آهي. جنهن جي لاءِ فطرت ڪڏهن بہ تيار نٿي ٿي سگهي. تنهنڪري جيئن هي چيو وڃي تہ هاڻي زندگيءَ جو انحصار موجوده تمدن ۾ آهي، ان کي ڇڏي اڄ دنيا ۾ پناهہ نٿي ملي سگهي ۽ نہ بچاءُ ٿي سگهي ٿو. جيئن ڪو بندوق ۽ بم کي ڇڏي تيرڪمان، لٺ ۽ ڪهاڙي تي اچي وڃي تہ پنهنجو بچاءُ نٿو ڪري سگهي. يا عالميت پيدا ٿي وڃڻ کان پوءِ ڪوئي شخص وري ان ئي قديمي گهريلو يا قبائلي يا شهري قسم جي محدود تمدن تي هلڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي تہ اهو تمدني آفتن کان ڇوٽڪارو حاصل نٿو ڪري سگهي، جيستائين ان تمدن جي پناهہ حاصل نہ ڪري، جيڪو وقت جي تقاضائن موجب ظاهري طور موجود هجي.

ائين ئي هي بہ چئي سگهبو تہ ڪامل دين اچڻ کان پوءِ آخرت واري زندگي ۽ ڇوٽڪاري جو انحصار ان ئي دين ۾ آهي، ان کي ڇڏي

پهريَن اٽپورن دينن ۾، جيڪي ان وقت جي انسانن لاءِ ڪافي هيا پر پورا ۽ ڪامل نہ هيا، ڇوتہ ڪارو ڳولڻ آخرت ۾ بچاءُ نٿو ڪري سگهي.

"وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ (٥)" معنيٰ: ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان هوندو (٥) (سورت مائده)

"وَمَنْ يَّبْتَغِ غَيْرَ الْاِسْلَامِ دِيْنًا فَلَنْ يُّقْبَلَ مِنْهُ ۚ وَهُوَ فِي الْاٰخِرَةِ مِنَ الْخٰسِرِيْنَ (٨٥)" معنيٰ: ۽ جيڪو اسلام کان سواءِ ڪو ٻيو دين گهرندو تہ اهو ان کان هرگز قبول نہ ڪبو ۽ اهو آخرت ۾ نقصان وارن مان هوندو (٨٥) (سورت آل عمران)

غور ڪيو تہ خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دين جي اها خصوصيت بہ سج واري مثال ۾ موجود آهي. ڇوتہ اهو ڇوڙ تہ اسلام اچڻ کان پوءِ ان کي ڇڏي ڪنهن ٻئي دين مان روشني ڳولڻ گهاٽي ۽ خساري واري ڳالهہ آهي. ائين ئي آهي جيئن اهو چيو وڃي تہ سج اڀرڻ کان پوءِ ان کي ڇڏي ڪوئي ڪنهن تاري کان روشني ڳولڻ لڳي تہ اهو ڪم نٿو لائي سگهي، گهاٽي ۾ پئجي ويندو. جيئن اها ڳالهہ غيرمعقول آهي ايئن ئي هي بہ غيرمعقول آهي. تنهنڪري ستارا پنهنجي پنهنجي وقت ۾ پنهنجي هلڪي ۽ وقت جي مناسب روشني سان انسانن کي فائدو پهچائيندا رهيا، جيڪي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي صحيح هيا، مگر رات کي ختم ڪرڻ لاءِ جڏهن سج اڀري ويو ۽ تارا لڪي ويا تہ انهن جو لِڪڻ انهن جي غلط هجڻ جو سبب ڪونهي. بلڪ انهن جي ڪارڪردگي واري حالت ختم ٿي وڃڻ ڪري ٿيو آهي. ان کان علاوه، انهيءَ ڪري جو انهن جي ڪارڪردگيءَ جو وقت ڏينهن نہ پر رات جي اونداهي هيو.

سج اڀرڻ کان پوءِ ڏينهن ۾ صرف سج ئي مخلوق لاءِ فائدي وارو ۽ ڪارگر ثابت ٿي سگهي ٿو. ڏينهن ۾ ستارن جو ڪم نٿو رهي جو رهنمائي جو ڪم ڪري سگهن. بهرحال، ان مثال سان حضرت خاتم النبيين صلي الله عليہ وآلہ وسلم جي دين جو ناسخ الاديان هجڻ ۽ پنهنجي دور ۾ ان تي ئي ڇوٽڪاري جو منحصر هجڻ ۽ ان جو هن مشيني تمدن ۽ عالمي شهري زندگيءَ جي دور ۾ اچڻ ان ئي مثال سان ثابت ٿي وڃي ٿو.

خلاصو اهو آهي تہ آفتابِ نبوت بشري ازل کان چمڪيو ۽ ڪائناتي ابد تائين چمڪندو رهندو. ان دوران نہ ان جو نور ڪنهن وقت گم ٿيو ۽ نہ ٿيندو. ڪٿي سڌو سنئون ۽ ڪٿي واسطي سان ان جي ئي روشني ڪم ڪندي رهي آهي ۽ ڪندي رهندي.

"اول ما خلق الله نوري كنت نبيا و آدم بين الماء والطين, ان اول من تشق منه الغبراء." يعني الله سڀ کان اڳ ۾ منهنجو نور پيدا ڪيو مان ان وقت بہ نبي هيس جڏهن آدم مٽي ۽ پاڻي جي وچ ۾ هو ۽ ان جو ڍانچو ڳوهيو پئي. قبر مان سڀ کان اڳ ۾ مان اٿندس.

"انا اول من يفتح باب الجنته فانا اللنبته وانا خاتم النبيين" يعني سڀني کان اڳ ۾ مان جنت جو دروازو کوليندس, بس مان ئي نبوت جي محلات جي آخري سِر آهيان ۽ مان ئي آخري نبي آهيان.

مطلب تہ بشري ازل کان بشري ابد تائين اوليت سان گڏ خاتميت سان بہ اهو نور چمڪندو رهيو ۽ چمڪندو رهندو. ان جي لاءِ نہ انتها آهي ۽ نہ اختتام آهي. ان جي ئي فيض سان ڪائنات چمڪندي رهي ۽ مختلف روپن ۾ چمڪندي رهندي.

ہے یہ وہ نام خاک کو پاک کرے نکھار کر
ہے یہ وہ نام خار کو پھول کرے سنوار کر
ہے یہ وہ نام ارض کو سما کرے ابھار کر
اکبر اسی کا ورد تو صدق سے بار بار کر
صلِ علیٰ محمد صلِ علیٰ محمد.

سچ جي تشبيهہ جي روشني ۾ ختم نبوت جا اهي ڪجهہ بنيادي پهلو هيا, جن کي شاگرداڻي انداز ۾ پيش ڪيو ويو. يادگيري مان ڪجهہ بيا پهلو بہ مختصر طور درج ڪيا ويا هيا, پر ڪم جي گهڻائي ايتري مهلت نٿي ڏئي جو انهن کي بہ تفصيل سان يا مختصر طور ئي ڪنهن ترتيب سان پيش ڪرڻ جو وقت ڪڍيو وڃي. واندڪائي جي انتظار ۾ اميد ۽ خوف جي ڪيفيت واري دير جو نتيجو اهو ٿئي ها جو هي ترتيب ڏنل ذخيرو بہ رهجي وڃي ها ۽ ان جي ضايع ٿي وڃڻ جو انديشو

بہ رهي ها. انهيءَ ڪري ان کي لکڻ ۾ ان جا باب ٺاهڻ جو انتظار ڪرڻ کان سواءِ جيڪي پهلو مرتب ٿي ويا، اهي ئي خدمت ۾ پيش ڪيا ويا آهن. الله تعاليٰ قبول فرمائي.

والحمد لله الذی بنعمته تتم الصالحت والحمد لله اولا و آخراً.

**سنڌيڪار جا اِگ ڇپيل ڪتاب**

= = = = = = = = = =

**سِنڌي واٽ جو ڏَس**

**(قرآن شريف جو سولو سنڌي ترجمو)**

.......

1. **ستارن ۾ لڪيل. سوڪي جي ڪهاڻي.**

(رتن ان دَ اسٽارس. دَ اسٽوري آف سوڪي.)

...............

2. **ڪربلا جي بهادر عورت**

**(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)**

................

3. سيرت **حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام**

................

4. حضرت **محمّد** ﷺ **جو آفاقي پيغام**

............

5. **رڻ سڃوئي رت ڦڙا / داستانِ ڪربلا**

..........

6. **هاشمين جو چنڊ**

**(غازي علمدار عباس عليہ السلام)**

...............

7. **اسلام جي تاريخ**

**(دي اسپرٽ آف اسلام)**

............

8. **شانِ حضور**

**صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم**

. . . . . . . . . . . . .

